# اردو - سنڌي لغت

بسعي و اهتمام

وزارت تعليم حڪومت پاڪستان ۽ سنڌ يونيورسٽي

زير نگراني

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

-

مرتبه


ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

صدر شعبهٔ تعليم، سنڌ يونيورسٽي

۽

ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان

صدر شعبهٔ اردو، سنڌ يونيورسٽي


•


شايع ڪندڙ

سنڌ يونيورسٽي

حيدرآباد سنڌ

پاڪستان

١٩٦٠ع

باسمه تعالیٰ

# مهاڳ

۱۹۵۴-۵۳ع ۾ پاڪستان سرڪار جي تعليمي وزارت، هڪ 'سنڌي-اُردو لغت'، هڪ 'اُردو- سنڌي لغت' ۽ شاهه عبداللطيف رحه جي ڪلام جي اردو ترجمي جي تياري ۽ اشاعت لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ کي لکيو ۽ ان سلسلي ۾ "اردو ترقياتي تجويز" فنڊ مان مدد ڏيڻي ڪئي. سابق فاضل وائيس چانسيلر علامه آءِ- آءِ- قاضي صاحب، اها آڇ فوراً قبول ڪئي، جو سندن خيال موجب هيءَ تجويز سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙن جي باهمي اتفاق ۽ اتحاد جو هڪ مؤثر ذريعو هئي. ان کان اڳ، انهيءَ خيال سان ميٽرڪ جو هڪ گڏيل سنڌي- اُردو نصاب پڻ مرتّب ڪيو ويو هو.

مٿين ٻنهي لغتن کي معياري ۽ جامع بنائڻ لاءِ شروع ۾ هڪ تفصيلي خاڪو تيار ڪيو ويو هو، پر جيئن ته سرمايو محدود هو ۽ ڪم کي پڻ ٻن سالن جي عرصي ۾ پورو ڪرڻو هو، تنهنڪري حالتن مطابق هڪ ٻيو خاڪو بنايو ويو جنهن موجب هر هڪ لغت ۾ ۵۰۰ صفحن جي گنجائش رکي ويئي.

۱۹۵۵-۵۴ع ۾ هن تجويز کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ آخرين طور منظوري ملي، جنهن موجب هڪ مرڪزي آفيس قائم ڪئي ويئي ۽ ڪارڪن مقرر ڪيا. مسلسل ڪوشش سان ٻنهي لغتن جو بنيادي ڪم رٿيل تجويز موجب ٻن سالن جي عرصي ۾ مڪمل ڪيو ويو: 'سنڌي- اردو لغت' جو مسوده ۱۹۵۶-۵۵ع ۾ ۽ 'اردو - سنڌي لغت' جو مسوده ۱۹۵۷-۵۶ع ۾ تيار ٿيو.

جڏهن ٻنهي لغتن جي تدوين جو ڪم شروع ٿيو تڏهن محسوس ڪيو ويو ته جيڪڏهن هرهڪ لغت کي پنج سؤ صفحن تائين محدود ڪيو ويندو ته نسبتاً ٿورا لفظ ۽ محاورا شامل ڪري سگهبا، جنهنڪري انهن لغتن جي افاديت تي اثر پوندو. انهيءَ ڪري، لغتن کي قدري جامع بنائڻ خاطر مکيه لفظن ۽ محاورن کي شامل ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو، انهيءَ لاءِ ته مٿاهين طبقي جي طالب علمن جي گهرجن سان گڏ عام علمي ضرورتن کي پڻ پورو ڪري سگهن. اهوئي سبب آهي جو هن کان اڳ شايع ٿيل 'سنڌي- اردو لغت' ۸۶۶ صفحن ۾ سمايل آهي، جنهن ۾ ۲۳۶۷۵ لفظ ۽ محاورا

شامل آهن ۽ هيءُ لغت ٥٨٩ صفحن تي پکڙيل آهي ۽ منجهس ١٩٦٦٠ لفظ ۽ محاورا شامل آهن .

پهرين 'سنڌي - اردو لغت' وانگر هن لغت ۾ به اهڙا عربي ۽ فارسي لفظ شامل نه ڪيا ويا آهن، جي هوبهو پنهنجي اصلوڪيءَ صورت ۾ اردو توڙي سنڌيءَ ۾ استعمال ٿين ٿا . ساڳيءَ طرح اهڙا خاص اردو لفظ ۽ محاورا به ڇڏي ڏنا ويا آهن ، ڄڻ جي عام مطالعي يا گفتگو ۾ ضرورت نه ٿي ٿئي . اهڙيءَ طرح ، هن لغت ۾ جامعيت سان گڏ افاديت جو خاص لحاظ رکيو ويو آهي؛ البته سرمايي ۽ وقت جي ڪمي سببان لفظن جي اصليت ۽ اشتقاق بابت تحقيق کي توڙ تائين نه پهچايو ويو آهي .

هن لغت جي تياريءَ ۾ ، لفظن ، محاورن ۽ معنائن لاءِ " فرهنگ آصفيه " ۽ "جامع اللغات" بنيادي قرار ڏنيون ويون آهن، جيتوڻيڪ جان . ٽي . پليٽس (John. T. Platts) جي " هندوستاني - انگلش ڊڪشنري " مان پڻ گهڻي مدد ورتي ويئي آهي . ڊاڪٽر عبدالحق جي " انگلش - اردو ڊڪشنري " کي پڻ مدد طور استعمال ڪيو ويو آهي .

جملي شامل ڪيل لفظ جدا جدا اکرن هيٺ، اردو " الف - بي" موجب ترتيب ڏيئي رکيا ويا آهن . اردو " الف - بي " جي هجائي ترتيب جي تختي لغت جي منڍ ۾ ڏني ويئي آهي ، جنهن ۾ اردو حرفن جا مترادف سنڌي حرف پڻ ڏنا ويا آهن .

لفظن جي سڃاڻپ ۽ معنيٰ جي سمجهاڻيءَ لاءِ هيٺين اصولن تي قائم ڪئي ويئي آهي :

(١) هر اصولي لفظ جي آڏو گول ٿُلهي ٻُڙي (●) جو نشان ڏنو ويو آهي ، ۽ اصولي لفظ مان نهيل ٻين لفظن ۽ اصطلاحن جي اڳيان ننڍي ٿلهي ليڪ (▬) جو نشان ڏنو ويو آهي .

(٢) هر لفظ جي صحيح اُچار کي زبرن زيرن ذريعي نروار ڪيو ويو آهي . اسم جي حالت ۾ ، هر لفظ واحد توڙي جمع جي صورت ۾ لکيو ويو آهي ۽ (ج )جي نشاني ذريعي کي واحد کان جدا ڪيو ويو آهي .

(٣) لفظ جي صورتخطي ۽ سڃاڻپ جي خاتمي تي تشريحي نشاني ( : ) رکي ويئي آهي ، جنهن بعد لفظ جي سمجهاڻي شروع ٿئي ٿي .

(٤) معنيٰ ڏيڻ کان اڳ اردو ۾ لفظ جي نحوي صورت نروار ڪئي ويئي آهي . جنهن لاءِ هيٺيون پڙهڻيون استعمال ڪيون ويون آهن:

(۱) ذ = اسم ، مذکر
(۲) ث = اسم، مونث
(۳) ضمير
(۴) صفت
(۵) عدد
(۶) تابع فعل = ظرف
(۷) متعدی = فعل متعدی
(۸) متعدی المتعدی = متعدي بالواسطه
(۹) لازم = فعل لازمي
(۱۰) حرف جار = حرف جر
(۱۱) حرف نفی = ظرف انڪاري
(۱۲) ندا = حرف ندا

جيڪڏهن ڪنهن لفظ جون هڪ کان وڌيڪ معنائون آهن، جن موجب ان جون نحوي حالتون پڻ جدا جدا آهن ، ته هر معنيٰ کان اول ڏنگين ۾ نحوي حالت کي مٿين نشانين موجب نروار ڪيو ويو آهي . اسم مذڪر جي حالت ۾ معنيٰ جي وضاحت کان پوءِ مونث (واحد توڙي جمع) ڏنو ويو آهي.

(۵) لفظ جي نحوي صورت نروار ڪرڻ بعد چورس ڏنگين ۾ اصل ٻوليءَ مان ان جي اشتقاق ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي . انهن ٻولين لاءِ هيٺيون نشانيون قائم ڪيون ويون آهن :

هہ . (هندي) ؛ ع. (عربي) ؛ ف . (فارسي) ؛
انگ . (انگريزي) ؛ اردو ؛ پرتگالی ؛ ترکی .

(۶) لفظ جي اصليت ۽ اشتقاق بعد معنيٰ ڏني ويئي آهي . هر هڪ معنيٰ کي پوريءَ طرح سمجهائڻ لاءِ ان جا ٻه يا ٽي کان وڌيڪ هم معنيٰ لفظ ڏنا ويا آهن ، جن جي وچ ۾ ننڍي سنهي ليڪ ( — ) ڏني ويئي آهي . جيڪڏهن ڪنهن لفظ جون هڪ کان وڌيڪ معنائون آهن ته هر هڪ معنيٰ کي دم جي نشانيءَ ( . ) ذريعي ٻيءَ معنيٰ کان جدا ڪيو ويو آهي .

جيئن ته هيءَ لغت هڪ سال، جي قليل عرصي ۾ تيار ڪئي ويئي آهي، تنهنڪري اوڻاين کان خالي نہ آهي . جس جڳائي انهن مڙني ڪارڪنن کي جن هن لغت کي زياده ۾ زياده مفيد بنائڻ ۾ مدد ڪئي آهي . محترم سيد حسام الدين شاهہ ، هن لغت جي مسودي کي پهريائين ڏنو ۽ مفيد مشورا ڏنا. محترم ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان، اردو لفظن جي انتخاب ۽ انهن جي صحيح صورتخطي قائم ڪرڻ جي ذميواري ڪنئي . آفيس جي ڪارڪنن مان خاص طرح محترم محمد اسماعيل شيخ ۽ سند س ساٿين جون خدمتون قابل تعريف آهن . مسٽر ممتاز مرزا پروف پڙهيا . مسٽر اعجاز محمد صديقي ، مئنيجر سنڌ يونيورسٽي پريس ، لغت جي صاف ۽ سهڻي ڇپائيءَ ۾ خاطر خواه مدد ڪئي .

آخر ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي فاضل وائيس چانسيلر ڊاڪٽر محمد رضي الدين صديقي صاحب کي شڪريو ڄڻائي جنهن صاحب هن علمي ڪم جي تڪميل لاءِ گهربل ضرورتون پوريون ڪيون ۽ هر طرح سان همت افزائي ڪئي.

خادم العلم
نبي بخش

سنڌ يونيورسٽي
١- آگسٽ ١٩٦٠ع

# اردو - سنڌي الف - بي

| اردو | سنڌي | صفحو |
|---|---|---|
| ا | ا | ۱ |
| ب | ب | ٦۵ |
| پ | پ | ۱۲۸ |
| ت | ت | ۱٦۷ |
| ٹ | ٽ | ۱۸۵ |
| ث | ث | ۱۹۸ |
| ج | ج | ۱۹۸ |
| چ | چ | ۲۱۷ |
| ح | ح | ۲۵۲ |
| خ | خ | ۲۵۳ |
| د | د | ۲۵٦ |
| ڈ | ڊ | ۲۸۸ |
| ذ | ذ | ۳۰۰ |
| ر | ر | ۳۰۰ |
| ڑ | ڙ | ۳۱۸ |
| ز | ز | ۳۱۸ |
| س | س | ۳۲۴ |
| ش | ش | ۳۵۱ |
| ص | ص | ۳۵۷ |
| ض | ض | ۳۵۹ |
| ط | ط | ۳٦۰ |
| ظ | ظ | ۳٦۳ |
| ع | ع | ۳٦۳ |
| غ | غ | ۳٦٦ |

# الف

**ا** : ذ [ع . ف] اردو ، سنڌي ، عربي ۽ فارسي ٻولين جي "الف - ب" جو پهريون اکر. وڌاءُ ظاهر ڪندڙ "ماراماري دوڙادوڙ ، وغيره". امر جي پڇاڙيءَ ۾ اچي حاصل مصدر ٺاهيندڙ "رَڱَڙُ > رَڱَڙا". اسم تصغير لاءِ ڪم ايندڙ "ٽِنٽو > ٽنٽوا". عموماً مذڪر واحد جي آخر ۾ ڪم ايندڙ اکر. فعل لازم جي وچ ۾ اچي ان کي متعدي ۾ تبديل ڪندڙ "ڪَرنا > ڪَرانا". عدد قطاري ٺاهڻ لاءِ عددن جي آخر ۾ ايندڙ "پهلا، دوسرا وغيره". فارسيءَ ۾ زائد طور ڪم ايندڙ "پيرهَن > پيراهَن ، گَر > آگر".

● آ : ذ [هہ. آنا > آ] آچُ ! - آءُ ! - (فعل) اچڻ.

- آ بهڙنا : اچي ملڻ - اچي گڏجڻ. اچي ڪنڌجڻ (هٿين پوڻ).

- آ پڙنا : اچي پوڻ - اچي ڪِرڻ (مصيبت). مٿان پوڻ (ذمہ داري ، آزار وغيره). ڪڙڪڻ. نازل ٿيڻ (مصيبت).

- آ پڪڙنا : اچي جهلڻ - اچي پڪڙڻ. اچي پهچڻ.

- آ جانا : اچي وڃڻ - پهچي وڃڻ - ظاهر ٿيڻ. ڏِسجي وڃڻ (هيٺ). پُور جي وڃڻ.

- آ چُڪنا : (طنزيہ) نہ اچڻ - رَسي نہ سگهڻ.

- آ دَبڪنا : اچي لِڪڻ. چُپ ٿي ويٺي رهڻ.

- آ دَبوچنا : اچي جهلڻ. اوچتو پڪڙڻ. سوڙهو گهيرڻ.

- آ دهمڪنا : اچي ڌهڪو ڪرڻ - اچي ٺڪاءُ ڪرڻ. اچي سهڙڻ.

- آ ڏَٽنا : اچي ٻيهڻ - اچي لڳڻ (ڪم کي). جُنبي وڃڻ (ڪاڏي کي).

- آ رونڌهنا : اچي گهيرڻ. اچي سوڙهو ڪرڻ. اچي پُرزڻ.

- آ رَهنا : اچي رهڻ. ڪِري پوڻ - ڍَهي پوڻ. هڪدم مٿان ڍَهڻُ.

- آ ليپٽنا : اچي چنبڙڻ - اچي ڀاڪر پائڻ. ويڙهجي وڃڻ (بدن کي).

- آ لگنا : اچي لڳڻ. اچي رسڻ - ويجهو ٿيڻ. ٽڪرجڻ. اچي لڳڻ (ڌَڪُ).

- آ ليِنا : آچي وٺڻ - اچي جهلڻ. اچي رَسڻ. پڪڙڻ - گرفتار ڪرڻ.

● آبُ : ذ[ف] پاڻي. عرق. شوروو. رَسُ (ميوي جو) - ڀڳهر. لُڙڪ - ڳوڙها. مينهن - برسات. چمڪو. تيزي (هٿيار جي) - ڌارَ. شان - مان. تازگي. طراوت.

- آب آب هونا : شرم کان پاڻي پاڻي ٿيڻ. ڀڳهر ۾ شل ٿيڻ. رڄي وڃڻ.

- آب اُترنا : پاڻي لهي وڃڻ. ڪنهن هٿيار جي تيزي ختم ٿيڻ.

- آب بگڙنا : ڪنهن اوزار جو چمڪو گهٽ ٿي لهي وڃڻ. ڌارَ مُنڊي ٿيڻ.

- آبپاشي ۽ آبپاشيان : ث. ريجُ. ڇنڪار

( پاڻيءَ جي )

- آب چڑھانا، دینا : پاڻي چاڙهڻ (اوزار وغيره تي). صيقل ڪرڻ .

- آبِ دَست کَرنا : طهارت ڪرڻ - مَسح ڪرڻ . وضو ڪرڻ .

- آب ہونا : پاڻي ٿيڻ . پڱرو ٿيڻ .

● آبرُو : ث . مُنهن جي رونق . عزت - مان . پَتِ - ساک - اعتبار. نيڪنامي - شُهرت .

- آبرو پانا : عزت حاصل ڪرڻ. نيڪنامي حاصل ڪرڻ .

- آبرو پَر پانی پھِرنا : عزت تي پاڻي ڦرڻ . بدنامي ٿيڻ . ڪارِپت وڃڻ .

- آبرو دینا : آبرو ڏيڻ . مان ڏيڻ . ( طنزيہ ) بي عزتي ڪرڻ.

- آبرو رَکھنا : آبرو رکڻ - مان ڏيڻ. عزت بچائڻ . ڪارِپت رکڻ .

- آبرو کا لاگُو ہونا : ڪنهن جي عزت جي پٺيان هٿ ڌوئي پوڻ .

- آبرو کو ڈَرنا : پنهنجي عزت کان ڊڄڻ . عزت وڃڻ جي ڊپ کان ڪو بہ جَڏو ڪم نہ ڪرڻ .

- آبرو کے در پے ہونا : عزت جي پٺيان پوڻ - ڪنهن جي عزت جي پٺيان هٿ ڌوئي پوڻ.

- آبرو لینا : عزت وٺڻ - آبرو لاهڻ. لَڄ لُٽڻ .

- آبرو میں بٹّا لگانا: عزت ۾ خلل وجهڻ - بدنام ڪرڻ. ساک وڃائڻ .

- آب شور : ذ. کارو پاڻي. (مجازاً) اندمان بيٽ (جتي جنم ٽيپ جا قيدي ويندا هئا).

- آب نَے : ث. گوءِ (چلم يا حقي جي).

- آب و دانہ : ذ. آبداڻو- داڻو پاڻي.

- آب و دانہ اُٹھ جانا : داڻو پاڻي کڄي وڃڻ- حياتي پوري ٿيڻ.

- آب و ھَوا بِگَڑ جانا : آبهوا (موسم) خراب ٿيڻ (جنهن مان اڪثر بيماري پيدا ٿئي ٿي).

- آب و هوا کا راس، راست آنا: آبهوا پاڻ ۾ پوڻ .

- آبی : صفت. پاڻيءَ جو- پاڻي ۾ رهندڙ(ساهوارو). پاڻياٺو. ربج آبل (زمين). (ذ) هلڪو نيرو رنگ.

- آبی روٹی : ث. هڪ قسم جي ماني (جا آٽڻ بدران پاڻيءَ جي هٿ سان وڌائبي ۽ پچائبي آهي).

- آبی گھوڑا : ذ. هڪ قسم جو جانور- دريائي گھوڙو . ساموندي گھوڙو.

● آباد : صفت [ف] سر سبز - سائو. پوکيل (زمين). وسيل (شهر).

● آبلہ ج آبلے : ذ [ف] ڇالٽو - ڦلٽو. ماتا جو داڻو.

● آبنائے : ذ [ف] گچي سمنڊ .

● آپ : ضمير [ھ] حاضر، متڪلم ۽ غائب ٽنهي لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ. پاڻ- خود. حاضر ۽ غائب واسطي عزت وارو لفظ. اوهان- توهان.

- آپ آپ کَرنا : عزت سان ڳالهائڻ . خوشامد ڪرڻ - سائين سائين ڪرڻ .

- آپ بیتی ج آپ بیتیاں : ث. آتم ڪهاڻي- پنهنجي حياتيءَ جوبيان- پنهنجي سوانح عُمري.

- آپ رُوپ : ذ. پنهنجي شڪل . پنهنجو ڏاهہ ڏوهہ . ظاهري ڏيک . خدا ۽ خدا جو نور. (صفت) عجيب - لاثاني . پنهنجو مٺ پاڻ . پنهنجو پاڻ- پاڻ خود .

- آپ سے : تابع فعل. پنهنجو پاڻ - پاڻ کي . ڪنهن جي چوڻ کانسواءِ - پاڻيهي .

- آپ سے آپ : تابع فعل . خود بخود - پنهنجو پاڻ - پاڻمرادو. بي سبب - خواه مخواه .

— آپ سے آنا : پنهنجو پاڻ اچڻ - خود بخود اچڻ - پاڻيهي اچڻ .

— آپ سے جانا : پنهنجي پاڻيءَ کان نکرڻ - هوش مان نکرڻ . پاڻيهي وڃڻ (بنا سڏڻ جي).

— آپ سے گذر جانا : بي خود ٿي وڃڻ - ساڻيهي کان نکري وڃڻ . مغرور ٿيڻ .

— آپ کاج : ذ. پنهنجو ڪم - ذاتي ڪم.

— آپ کاری : ذ. فائديمند . مدد گار - حامي.

— آپ کو : تابع فعل. توهان کي - اوهان کي . خود کي - پاڻ کي .

— آپ کو بھولنا : پاڻ کي وسارڻ . مغرور ٿيڻ.

— آپ کو کھینچنا : پاڻ پڏائڻ . وڏائو ڪرڻ . هٺ ڪرڻ .

— آپ ھی ( آپ ) : تابع فعل . پنهنجي سِر. پاڻهي - خود بخود . هرو پرو - بي سبب .

— آپ ھی آپ باتیں کرنا : پاڻمرادو ڳالهيون ڪرڻ . و ڦلڻ .

— آپ ھی آپ جلنا : اندر ئي اندر ۾ جهرڻ . حسد ڪرڻ - سڙڻ

● آپا : ذ [ھ] پاڻپڻو - خودي - انانيت. هٺ - فخر.

— آپا آپی دھاپی : ث نفسا نفسي - واويلا . خود غرضي .

— آپا بسرانا : پاڻ وسارڻ - هستي مارڻ - نفس کي مارڻ .

— آپا تجنا : پاڻ مارڻ - نفس مارڻ. خود مطلبي ڇڏڻ . خود ڪشي ڪرڻ . پاڻ کي قربان ڪرڻ. دنيا کي ترڪ ڪرڻ . بي پرواه ٿيڻ .

— آپا سنبھالنا: پاڻ سنڀالڻ - هوشيار ٿيڻ - خبردار ٿيڻ . پاڻ تي قبضو رکڻ .

— آپے سے باھر ھونا ، نکلنا : آپي مان نڪرڻ - جوش ۾ پرجي وڃڻ - هوش کان نکرڻ (ڪاوڙ ۾). ڪپڙن ۾ نه ماپڻ (خوشي کان). بيقرار ٿيڻ.

— آپے میں آنا : هوش ۾ اچڻ (نشي لهڻ بعد) - نشا ٽٽڻ . ڪاوڙ لهڻ - ڍڏو ٿيڻ . ٽڪ پڇڻ - سامت ۾ آچڻ .

● آپا یا آپائس : ث [ھ] وڏي ڀيڻ - آدي .

● آپدا یا آپدائیں : ث [ھ] مصيبت - تڪليف - ڏاڏڀو . آفت . مشڪلات .

● آپس : صفت [ھ] پاڻ ۾ - هڪ ٻئي ۾. (ث) عزازت - مائٽي . برادري .

— آپس داری : ث پنهنجائيت - مائٽي - عزازت. انگ لاڳاپو.

— آپس کی پھوٹ : ث. پنهنجائي ۾ جهڳڙو - عزازت ۾ نفاق .

— آپس میں : تابع فعل. پاڻ ۾ - هڪ ٻئي ۾ . هڪ ٻئي سان.

— آپس میں رھنا : پاڻ ۾ صلح سانت سان رهڻ - سلوڪ سان رهڻ .

— آپس میں گرہ پڑنا : پاڻ ۾ نااتفاقي ٿيڻ - پنهنجائي ۾ دشمني ٿيڻ. پاڻ ۾ تڪرار ٿيڻ .

● آتا یا آتے : صفت [ھ] اچڻ وارو- ايندڙ. (ذ) قرض - لهڻو. بقايا - رهت.

— آنا جانا : ذ. اچڻو وڃڻو - ايندڙ ويندڙ. مسافر - واٽهڙو. لَهه وچڙ (ڪم سان). هنرمندي .

— آتے آتے : تابع فعل. ايندي ايندي - هلندي هلندي . آهستي آهستي .

— آتے آتے پھر جانا : ايندي ايندي واپس وڃڻ - اچڻ جو ارادو ڪري وري ويهي رهڻ.

— آتے جاتے : ذ. ايندڙ ويندڙ. مسافر - واٽهڙو (تابع فعل) ايندي ويندي.

● آتسو یا آتسوئیں : ث [ف] عورتن کی

سيکاريندڙ يا پڙهائيندڙ عورت - مُعلمہ .

● آتی پاتی ۓ آتی پاتیان : ث. ٻاراڻي راند جو هڪ قسم ( جنهن ۾ هڪ ٻار کي ٻن آڱرن لاءِ موکلي ٻيا ٻار لکي ويندا آهن ، موٽي اچڻ تي آهو ٻار جنهن کي هٿ لائي سو ٻيَن کڻڻ وڃي). آ کپُوت - لِڪ لِڪوتي راند .

● آٹا : ذ [هہ] اٽو. چُورو - ٻُورو . (صفت) سنهو پِٺل .

▬ آٹا کَرنا : اٽو ڪرڻ - پيهي چٽڻ .

▬ آٹا گِيلا هونا : اٽو مُردار ٿيڻ . مصيبت ۾ ڦاسڻ . ٽوٽ پوڻ - نقصان ٿيڻ .

▬ آٹا ماٹی هونا : پيسجي وڃڻ . تباهہ ٿيڻ - برباد ٿيڻ .

▬ آٹے دال کا بهاؤ معلوم هونا : خبر پوڻ - اکيون پٽجن. دنيا جي لاهين چاڙهين جو پتو پوڻ. سيکت اچڻ . تڪليف جو احساس ٿيڻ .

▬ آٹے میں نمک : محاوره. اٽي ۾ لُوڻ - تمام ٿورو .

● آٹهہ : عدد [هہ] هڪ عدد - اٺ (٨). ڪوڏين راند ۾ چئن ، اٺن ، ٻارهن يا سورهن ڪوڏين جي اونڌي ٿيڻ واري حالت. چوپڙ راند ۾ ڏارن جو هڪ داءُ (جنهن ۾ هڪڙي ڏاري جا پنج، ٻئي جا ٻہ ۽ ٽئين جو هڪ داڻو پوي).

▬ آٹهہ آٹهارہ : صفت . پريشان - اَبتر - در بدر. هيٺ مٿي - ڳَڙ ٻڙ - ڊانوان ڊول .

▬ آٹهہ آٹهہ آنسُو رونا : زارزار روئڻ - هنجهون هارڻ .

▬ آٹهہ پَہر : زمان. اٺئي پهر - رات ڏينهن - سدائين . هروقت .

▬ آٹهہ پَہر سُولی پر هونا : هميشه سُورن ۾ هجڻ. رات ڏينهن مصيبت جي منهن ۾ هجڻ .

▬ آٹهہ پَہری : ذ. ٻنيءَ جو واهِپي ڏَل وصول ڪندڙ .

▬ آٹهوان : صفت. اٺون (حصو). سلسلي ۾ اٺون.

▬ آٹهوں پَہر : صفت. اٺئي پَهر - رات ڏينهن.

▬ آٹهوں گانٹهہ کُمیت هونا : تمام چالاڪ هجڻ. آزمودگار هئڻ. ڏاڍو بدمعاش هجڻ .

● آثار : ذ [ع. اثر ۓ آثار] نشانَ - اَهڃاڻَ . پيرا . حديثون . اصليت - بنياد .

▬ آثار بَندهہ جانا : نشانيون ظاهر ٿيڻ - اَهڃاڻ پڌرا ٿيڻ .

● آج : تابع فعل [هہ] آج . هينئر - هاڻي . اڄوڪو زمانو. هن وقت ۾ .

▬ آج کَل : تابع فعل. اڄڪلهہ . هلندڙ زماني ۾. هِڪ ٻن ڏينهن ۾ .

▬ آج کَل بَتانا : اڄ سڀاڻي ڪرڻ - ٽارڻ .

● آچار : ذ [هہ] آچارُ - سانڌاڻو - ڏسو "آچار" .

▬ آچار کَرنا، نِکالنا : تمام گهڻو مارڻ - مار ي مار ي ڪچونٻر ڪڍڻ .

● آختہ : ذ [ف] ڪُٽيل ( ڏڳو) - خَصِي .

● آخِر : ث [ع] پڇاڙي - حد - پُڇاڙي. (ظرف) نيٺ .

▬ آخر کو : تابع فعل . آخر ڪار - نيٺ - پڇاڙيءَ جو.

● آخور ۓ آخوریں : ث [ف] آهه حوضي جنهن ۾ چوپائي مال کي گاهہ کارائجي يا پاڻي پيارجي - آهورو. مال جو اوباريل گاهہ - اولڙُ . (صفت) نِڪمو - خراب - بيڪار.

▬ آخور کی بهَرتی : محاوره. بيڪار شيون . بيڪار مضمونن جي ڀرتي. گندڪچرو. معمولي شيءِ .

● آداب : ذ [ع. ادب ۓ آداب] تعظيم مان سلام . اخلاق - فضيلت . شڪريو - مهرباني . گهڻو

کري خطن ۾ "السلام عليکم" بدران ھي لفظ
عزت طور لکندا آھن . سنجيدگي - گنڀيرتا.
ـ آداب بجا لانا : سلام ڪرڻ (عزت ۽ نئڙت
سان) . مڃڻ - قبول ڪرڻ .
ـ آداب سيکھانا: ادب سيکارڻ - فضيلت سيکارڻ.
ـ آداب عرض کرنا : نئڙت سان سلام ڪرڻ
وقت "آدابِ عرض" چوڻ .
● آدمی ج آدمی : ذ [ع] ماڻھو- بشر. مڙس-
خاوند . ڇڙو- شخص . قاصد. نوڪر. (صفت)
لائق (انسان) .
ـ آدمیّت آٹھہ جانا : ماڻھپو نکري وڃڻ-
انسانيت نکري وڃڻ . بي فضيلت ٿيڻ .
ـ آدمیّت پکڑنا : چڱيون عادتون سکڻ -
شرافت سکڻ - تهذيب سکڻ.
ـ آدمی کی شکل بننا : ماڻھو ٿيڻ - انسانن
جي قطار ۾ اچڻ .
● آدھہ : صفت [ھ] آڌ - نيصف .
ـ آدھہ پاؤ : ذ. آڌ پاءُ .
ـ آدھہ سیر آٹے کے ستر ھو جانا : پيٽ گذر
جھڙي نوڪري ميلي وڃڻ - ڪنھن نہ ڪنھن
روزگار سان لڳي وڃڻ .
ـ آدھہ کچرا: صفت. آڌ ڪچو آڌ پڪو (ميوو
يا آناج) .
ـ آدھم ساجھا: ذ. ڀاڱن جي ھڪ راند (جنھن
۾ ڪاڏي جي شيء آڌو آڌ ڪري ڪائين )- آڌ
وٺان (راند) .
ـ آدھوں آدھہ : صفت. آڌو آڌ - ڀورو آڌ .
● آدھا : صفت [ھ] آڌ. اڀرو- ھيٺو (جسم).
ـ آدھا آدھا ھونا : آڌو آڌ ٿيڻ. شرم ۾ پاڻي
پاڻي ٿيڻ . افسوس ڪرڻ - ارمان ڪرڻ .
ـ آدھا تیہا : صفت . آڌ يا ٽيون حصو . ٿورو-
ٿورڙو. حصو - ٻھرو.
ـ آدھا رہ جانا : آڌ وڃي رھڻ . ڳري وڃڻ
(جسم ۾). تمام اڀرو ٿي وڃڻ .
ـ آدھا کر دینا : آڌو آڌ ڪري ڇڏڻ- ٻہ
ٽڪر ڪري ڇڏڻ . بيماريءَ جو جسم کي ڏٻرو
ڪري ڇڏڻ .
ـ آدھا ساجھا : ذ. آڌ ڀائيواري . آڌ حصو-
آڌو آڌ .
ـ آدھا سیس : ذ. آڌ مٿي جو سور.
ـ آدھا نام لینا : حقارت يا محبت وچان ڪنھن
جو اڌ نالو وٺڻ " رمضان> رمضو، وغيره".
ـ آدھا ھونا : آڌ ٿيڻ . ڪمزور ٿيڻ (جسم ۾).
ـ آدھی بات : ث. آڌ ڳالھہ - اڻ پوري ڳالھہ .
نا پسند ڳالھہ .
ـ آدھی بات نہ پوچھنا : آڌ تي بہ نہ پڇڻ .
بيمروتي ڏيکارڻ .
ـ آدھی رات : ث. آڌ رات .
ـ آدھی کو چھوڑ کر ساری کو جانا : آڌ کي
ڇڏي سڄي ڏانھن ڊوڙڻ . وڌيڪ لالچ ۾ منهن
وجهڻ.
● آر ج آریں : ث [ھ] آرَ (موچين جي ڪم
جي). آنڪڙو- ڪنڍي . ڪرتُ - وڏي ڪاراٺي .
ڪُڪڙ جو ھڪ مرض- لڙھو. ڪڙھہ - سيخ
(ڪڪڙ جي). ڪمند جي رس ڪڍڻ لاءِ وڏي
ڏوئي يا ڪرڻڍي.
● آرا ج آرے : ذ [ف. آرہ] وڏي ڪاراٺي -
ڪرت . [ھ] وڏي آر- سُوئو.
ـ آرا چلانا : ڪاراٺيءَ سان وڍڻ - ڪرت
وھائڻ . خونريزي ڪرڻ . بي انصافي ڪرڻ -
ظلم ڪرڻ .
ـ آرے چلنا : ڪرت وھڻ . سخت مصيبت ۾

۾ اچڻ. سخت بي انصافي ٿيڻ.

● آراستہ : صفت [ف] سينگاريل - سنواريل. تيار- ٺهيل ٺڪيل.

● آراضي ج آراضيات : ث [ع] زمين. آبادي لائق زمين.

● آرام : ذ [ف] سُک - فرحت - آسائش باغ - چمن. وڻڪار.

- آرام تکيہ : ذ. پاسي کان ٽيڪ ڏيڻ لاءِ وڏو گنديلو- طُول و هاڻو

- آرام پانا: آرام وٺڻ - فرحت ڪرڻ - آنند وٺڻ.

- آرام پائے : ذ. جُتيءَ جو هڪ قسم ( جا تمام نفيس ٿئي، مرد توڙي زالون پائين ).

- آرام جان : ذ. پاندانُ جو هڪ قسم. محبوب- پيارو.

● آرام چوکی : ث. ٽيڪ واري صندلي. پٺائين سنجي.

- آرام دان : ذ [اردو] پاندانُ.

- آرام سے پانؤ پھیلانا : بي فکر ٿي سمهڻ.

- آرام سے گذرنا: سُک سان حياتي بسر ٿيڻ. بيفکر زندگي گذارڻ.

- آرام لينا : آرام وٺڻ. آرام ڪرڻ. سمهڻ.

● آرپار : صفت. آرو پار- هڪ پاسي کان ٻئي پاسي تائين.

● آرتی ج آرتیاں : ث [ هہ ] هندن ۾ مُورتي پوڄا جي هڪ رسم (ٿالهيءَ ۾ پنج مُکو ڏيو، آٽو، سيندور ۽ خوشبوءِ رکي مورتي اڳيان ڦيرائيندا آهن ). پوڄا.

- آرتی آتارنا، کرنا، لينا : پوڄا ۾ "آرتي" جي رسم ادا ڪرڻ.

● آرزُو ج آرزوئيں : ث [ف] خواهش- مرضي- تمنّا. التجا- عرض.

- آرزو آٹھانا : خواهش ڪرڻ- تمنّا ڪرڻ. التجا ڪرڻ. احسان گهرڻ. پاسَ پاسڻ.

- آرزو نِکالنا: آرزو پوري ڪرڻ- سڌ پوري ڪرڻ. اُميد پُوري ڪرڻ.

- آرزو ٹپکنا : تمام گهڻو شوق هُجڻ ( جو لڪائي نہ سگهجي ).

● آرسی ج آرسیان : ث [هہ] آئينو- ٽڪ. آرسيءَ لڳل مُنڊي.

- آرسی مُصحف : ذ. شاديءَ جي هڪ رسم- گهوٽ ۽ ڪنوار کي قرآن شريف جي آيت ڏيکارڻ کان پوءِ آرسيءَ ۾ منهن ڏيکارڻ جي رسم.

● آرُوی: ث [هہ] ڪچالو جو هڪ قسم ( جو پاڄي طور ڪم اچي )- ڏسو "آروی"

● آره ج آرے : ذ [هہ. ف] وڏي ڪاراٿي - ڪَرت - آرو.

- آره کَش : صفت[ف] ڪَرت وهائيندڙ- واڍو.

- آری ج آریان : ث. ڪاراٿي.

- آرے چلنا : ڪَرت وهڻ. سخت تڪليف اچڻ.

- آرے سے چيرنا : ڪَرت سان وڍڻ. سخت سزا ڏيڻ.

● آرے : ڪلمهٔ ايجاب [ف] ها- هائو.

● آڑ ج آڑیں : ث [هہ] آڙ- رُڪوٽ- آڏ. پَردو- اوٽ. پناه- آجهو. آڌار- ٽيڪَ. ڀِتَ- ديوار. ڀِرُون کان کن تائين ڪَجل جي ليڪ. ٽِڪيءَ جو هڪ قسم.

- آڑ بَند : ذ. لنگوٽ جو هڪ قسم.

- آڑ پکڑنا : پناه وٺڻ- اوٽ ۾ ويهڻ- لِڪي وڃڻ. ٽيڪ وٺڻ.

- آڑ پھانس، گوڑ : ث. آدل بدل- مَٽ سَٽ. وهنوار.

- آڑ ڈھُونڈھنا : پناه گهڙڻ- آجهو نِهارڻ.

▬ آڑ کرنا : آڏ ڪرڻ. پردو ڪرڻ. آجهو وٺڻ.
▬ آڑ میں آنا : وچ ۾ اچڻ - وچ ۾ تپي پوڻ. دست اندازي ڪرڻ - دخل ڏيڻ. ضامن پوڻ.
▬ آڑ میں دیکھنا : اوٽ مان ڏسڻ - لڪي ڏسڻ.
● آڑا : ث [ھ] مڇيءَ جو هڪ قسم.
● آڑا يا آڑے : ذ. صفت [ھ] آڏو - ڏنگو - ڦڏو - ترڇو. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.
▬ آڑا آتارنا : ڪپڙي کي پاسيري ڪاٽ ڏيڻ. سوٽ لغڙ کي هوا جي زور کان بچائي پاسيرو لاهڻ.
▬ آڑا پاجامہ : ذ. پاجامي جو هڪ قسم.
▬ آڑا ترچھا ہونا : ڏنگو ڦڏو ٿيڻ. ناراض ٿيڻ. خفي ٿيڻ.
▬ آڑا چوتالہ : ذ. پکواز جي وڄت جي هڪ طرز - آڙو چوتال.
▬ آڑا گوڑ : ذ. گند ڪچرو - ٻهر.
▬ آڑا گوڑی : ث. ڪشتي جو هڪ داءُ - انگڙو.
▬ آڑے : صفت. ڏنگو - ڦڏو. پاسيرو. حائل - وچ ۾ ايندڙ.
▬ آڑے آنا : ڏکئي وقت ۾ ڪم اچڻ - مصيبت ۾ مددگار ٿيڻ. مدد ڪرڻ. پناهه ڏيڻ - آجهو ڏيڻ. آڏاءُ وجهڻ (ڪم ۾) - ڀڃڪڙي وجهڻ.
▬ آڑے وقت : ذ. ڏکئي وقت - آئيءَ ويل - تڪليف ۾.
▬ آڑے ہاتھوں لینا : سگهن تي ڪڻڻ - جٺ ڦيٽ ڪرڻ - گهٽ وڌ ڳالهائڻ. خراب نموني ۾ پيش اچڻ.
● آڑنا : متعدی [ھ] آڏ ڏيڻ - آڙ ڏيڻ. ٽيڪ ڏيڻ - آڌر ڏيڻ. مدد ڪرڻ. اجهو ڏيڻ. آڏڻ (چڻنو). ڪرڻ (حفاظت).
● آڑو يا آڑو : ذ [ھ] هڪ وڻ ۽ ان جو ڦل - شفتالو.
● آڑھت يا آڑھتیں : ث [ھ] دلالي - آڙت. واپارين جي پاران مال وڪڻڻ يا وٺڻ جو ڪم. دلاليءَ جو معاوضو. مال وڪامڻ جي جڳهه - پيڙهي. ڏي وٺ - حساب ڪتاب.
▬ آڑھتی يا آڑھتیا : ذ. آڙتيو - دلال - گماشتو. هنڊيون پرڻيندڙ.
● آڑی : صفت [ھ] آڏي - ڦڏي - ڏنگي. (ث) هڪ سُر جو نالو. (ذ) پيچي (راند ۾) - جوڙيوال. مددگار - پٺڀرائي ڪندڙ. پاڻي جو هڪ پکي.
▬ آڑی ترچھی سنانا يا کہنا : اُبتيون سُبتيون ٻڌائڻ - گهٽ وڌ ڳالهيون ٻڌائڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.
▬ آڑی ہیکل : ث. ڳهڻ جو هڪ قسم.
● آزاد : صفت [ف] جنهن تي ڪنهن به قسم جي پابندي نه هجي. ڇٽل - آجو. غير ذميدار - بي جوابدار. ڇڙو واڳ - آجهل. سڌو (قد). خود مختيار. فقيرن جو هڪ گروهه.
▬ آزاد کا الف : ذ. آها ليڪ جا "آزاد فقير" نرڙ تي ڪيندا آهن. بيشرم - گستاخ.
▬ آزاد کا سونٹا : ذ. آهو ڏنڊو جو "آزاد فقير" پاڻ سان کڻندا آهن. بي پرواهه.
▬ آزاد کا قشقہ : ذ. آهو نشان جو آزاد فقير پنهنجي پيشانيءَ تي ٺاهيندا آهن.
▬ آزاد لوگ : ذ. فقيرن جو هڪ ٽولو. بي پرواهه - بي تعلق.
● آزار : ذ [ف] بيماري. ايذاءُ - تڪليف. (صفت) تڪليف ڏيندڙ.
▬ آزار آٹھانا : آزار سهڻ - تڪليف سهڻ. عذاب ڪڍڻ.

- آزار پهيلنا : آزار پکڙجڻ . بيماري پکڙجڻ .
● آزُرده : صفت[ف] ناخوش - ڏکويل - غمگين .
● آزما : ث [ف] آزمائيندڙ . مرکبات جي آخر ۾ استعمال ٿئي ”محبت آزما ، وغيره“.
● آزمانا : متعدي [ف. آزمانيدن] آزمائڻ - پرکڻ - امتحان وٺڻ .
● آس : ث [هہ] اُميد - خواهش - تمنّا . آسرو - ڀروسو . ڳائڻي کي سازن جو ڀرائڻ . اُميد واري . اولاد .
- آس بندهنا : اُميد ٿيڻ . ڀروسو ٿيڻ . ڏڍ ٿيڻ .
- آس تجنا : اُميد لاهڻ . مايوس ٿيڻ - نراس ٿيڻ .
- آس دينا : اُميد ڏيکارڻ . آسرو ڏيڻ . آٿت ڏيڻ - دلداري ڏيڻ .
- آس سے هونا : اُميد واري هجڻ - پيٽ سان هجڻ .
● آسا ٻ آسائيں : ث [اردو] حضرت بيبي عائشه جو بگڙيل نالو . مُراد - باسَ .
- آسا کا کاسہ : محاوره . مُراد پوري ٿيڻ تي ڀريل ڪِستو (ڪاڏي يا ڪنهن شيءِ سان) خيرات ڪرڻ .
- آسا کے نام کا چهلا“ اُٺهانا : ڪنهن باس باسڻ تي چانديءَ جو هڪ چلو ٺهي هٿي پائيءَ سان ڪيڻ (جو مُراد پوري ٿيڻ تي وِڪڻي ، ڪيرٿي تا هي خيرات ڪندا آهن ) .
● آساڑهہ : ذ[هہ] آکاڙ(مهينو) - ڏسو ”آساڑهہ“.
● آس پاس : ظرف [ هہ ] چوڌاري - چوطرف - چوگرد .
● آستان ، آستانہ : ذ [ف] آستانو . چانئٺ . دروازو . ٽڪاڻو . بارگاهہ - دربار . ڪنهن درويش جي چوکٺبدي .
- آستان بوس هونا : چانئٺ چمڻ - زيارت ڪرڻ (ڪنهن درويش جي درگاهہ جي). حاضري ڀرڻ (دربار جي).
● آستين ٻ آستينيں : ث [ف] ٻانهن (ڪوٽ ، قميص وغيره جي) .
- آستين اُلٹنا : ٻانهون ڪنجڻ (جهيڙي لاءِ). تيار ٿيڻ (ڪم لاءِ) .
- آستين پکڑنا : ٻانهن سان جهلڻ . روڪڻ - منع ڪرڻ .
- آستيں جهاڑنا : ٻانهون ڇنڊڻ . هٿ ڇنڊڻ - جيڪي هجي سو سڀ ڏيئي ڇڏڻ .
- آستين چڑهانا : ٻانهون ڪنجڻ - تيار ٿيڻ (ڪم يا وڙهڻ لاءِ).
- آستين کا سانپ : محاوره . ظاهر دوست پر اندر ۾ دشمن .
- آستين ميں سانپ پالنا : دشمن کي گهر ۾ وهارڻ - دشمن سان مهرباني ڪرڻ .
● آسرا ٻ آسرے : ذ [هہ] آسرو - ڀروسو . ٽيڪ - آڌر . دلجاءِ .
- آسرا باندهنا : آسرو رکڻ - اُميد رکڻ .
- آسرا ٹوٹنا : آسرو ٽٽڻ . مايوس ٿيڻ - نراس ٿيڻ .
- آسرا دينا : آسرو ڏيڻ . پک ڏيڻ (ڪم جي) - خاطري ڏيڻ . آٿت ڏيڻ .
- آسرا ڈهونڈهنا : آسرو ڳولڻ . مددلاءِ واجهائڻ .
● آسمان : ذ [ ف ] آسمانُ - اُڀُ - آڪاسُ . (صفت) بلندي - اوچائي .
- آسمان پر اُڑنا : آسمان تي اُڏامڻ . هٺ ۾ ڀرجڻ - ڦوند ۾ ڀرجڻ .
- آسمان پر تهوکنا : آسمان ڏانهن ٿڪ اُڇلڻ . بيوقوفي جهڙو ڪم ڪرڻ .
- آسمان پر چڑهانا : آسمان تي چاڙهڻ . تمام تمام گهڻي تعريف ڪرڻ - ٻڌائڻ .

- آسمان پر قدم رکھنا: آسمان تي چڙهڻ. غرور ڪرڻ. آڪڙ ڏيکارڻ.
- آسمان پر کھینچنا: آسمان تي چاڙهڻ- آڪڙ ڏيکارڻ.
- آسمان ٹوٹ پڑنا: آسمان ڪرڻ- مصيبت نازل ٿيڻ- اوچتي آفت ڪڙڪڻ.
- آسمان دیکھنا: مجبوريءَ جي حالت ۾ آسمان ڏانهن ڏسڻ.
- آسمان زمين ايک کر دينا: زمين آسمان هڪ ڪرڻ. سخت ڪوشش ڪرڻ. حشر مچائڻ- گوڙ گهمسان ڪرڻ.
- آسمان سر پر اٹھانا: آسمان مٿي تي کڻڻ- ڌمچر مچائڻ- آزار مچائڻ.
- آسمان سے آگ برسنا: آسمان مان باهه وسڻ. سخت گرمي ٿيڻ.
- آسمان سے اترنا: آسمان تان لهڻ. خدا وٽان اچڻ. (ڪنهن خراب شيءِ جي تعريف ۾ طنزيه طور چوندا آهن).
- آسمان سے باتيں کرنا: آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ. تمام اتاهون ٿيڻ (جبل، وڻ، جاءِ وغيره).
- آسمان سے پيدا هونا: آسمان مان لهڻ. غيب مان ظاهر ٿيڻ.
- آسمان سے تارے آتارنا: آسمان مان تارا لاهڻ. غير معمولي ڪم ڪري ڏيکارڻ. ناممڪن ڪم ڪرڻ.
- آسمان سے ٹکر لينا: آسمان سان ڪلهو هڻڻ. پاڻ کان ڏاڍي سان مقابلو ڪرڻ. آسمان سان چوٽي گسائڻ.
- آسمان سے گرنا: آسمان تان ڪرڻ. وڏي مرتبي تان لهڻ.
- آسمان کا رنگ بدلنا: زمانو بدلجڻ- انقلاب آچڻ.
- آسمان کو هلا دينا: آسمان کي ڌڏائي ڇڏڻ. سخت هل هنگامو ڪرڻ.
- آسمان ميں چهيد هونا: تمام گهڻو مينهن وسڻ- سخت برسات پوڻ.
- آسمان ميں دهوم پڑنا: عام مشهوري ٿيڻ.
- آسماني تهپيڑا: محاوره. اوچتي مصيبت (جنهن کان بچاءُ نه ٿي سگهي)- اوچتو قهر.
- آسماني تير: محاوره. هوائي تير. اجايو ڪم. بي فائدي محنت.
- آسماني گولا: محاوره. آسماني آفت- خدائي قهر. ڳڙا.

● آسن: ذ[سن] آسڻ- ورهڻ جي جاءِ- ويٺڪ. سوار جي ران جو آهو حصو جو گهوڙي سان لڳو رهندو آهي. پيلبان جي ورهڻ جي جاءِ. گهوڙي تي ورهڻ لاءِ سوار جي جاءِ. ورهڻ جو طريقو. مباشرت جو طريقو.

- آسن اکھڑنا: گهوڙي سوار جي سواريءَ وقت ويهڪ ڦري وڃڻ.
- آسن باندهنا: (گهوڙي کي) رانن ۾ دٻائڻ. ويهڪ جمائڻ.
- آسن تلے آنا: لانگ هيٺان اچڻ. مطيع ٿيڻ. ور چڙهڻ.
- آسن جوڑ کر بيٹھنا: جوٽون ملائي ورهڻ.
- آسن لگانا: آسڻ جمائڻ- ڏرڙو ماري ورهڻ- ڪپ کوڙي ورهڻ.

● آش: ذ[ف] پيچي- آچ. رب. شوروو- رس. ڪڻڪ جو ڏار ۽ گوشت گڏي رڌل.

- آش پکانا: رب رڌڻ. رس ڪرڻ. لاڳيتو سور ٿيڻ. سيٽ سيڙڻ. مارڻ ڪٽڻ.
- آش پلاؤ: ذ. بيمار لاءِ رڌل رب.

● آشُنا : ذ [ف] دوست - يارُ. واقف - ڄاڻ سڃاڻ. آگاهه - خبردار. تارُو. ڏڀڙو - يار.

▬ آشنائی : ث. دوستي - ياري. واقفيت - ڄاڻ سڃاڻ. ناجائز تعلقات.

● آشوبُ : ذ [ف] شورُ - هُل. هنگامو. فِتنو - فَساد. اکين جو اوبِرُ.

▬ آشوب اُٹھنا : فِتنو برپا ٿيڻ - فساد کَڙو ٿيڻ.

▬ آشوبِ چَشم : ذ. اکيون آڻي پوڻ جي حالت - اکين جو اوبر.

● آغوش: ذ[ف] ٻاکُر. جھولِي. گود - هَنجهه.

▬ آغوش بھَرنا : جھولي ڀرڻ (اولاد سان).

▬ آغوش پھَيلانا : جھولِي جھلڻ. ٻاکُر وِجهڻ لاءِ ٻنهي ٻانهون کولي بيهڻ.

● آغُوں آغُوں: ث[اردو] ننڍين چاول ٻار جو آواز.

● آفَتُ ڄ آفَتيں: ث [ع] مصيبت - بَلا. وبا - بيماري - عذاب. تکليف - اهنج - ڏُکيائي. ظلم - انڌير - ناانصافي. بي ايماني. (صفت) عَيار - چالاڪ - شرير.

▬ آفَت اُٹھانا : مصيبت سهڻ - ڏُک سهڻ - تکليف ڏِسڻ. هُل ڪرڻ - شورُ ڪرڻ. ظلم ڪرڻ. وِڳوڙُ وجهڻ.

▬ آفَت ٹُوٹنا : اوچتي آفت پوڻ - مصيبت نازل ٿيڻ.

▬ آفَت توڑنا : ظلم ڪرڻ. عذاب ڏيڻ.

▬ آفَتِ جان : ث. جان لاءِ مصيبت. معشوق.

▬ آفَت جھيلنا: مصيبت سهڻ - تکليفون سهڻ. صدمو سَهڻ.

▬ آفَت ڈھانا : قهر وجهڻ. مصيبت نازل ڪرڻ. ظلم ڪرڻ.

▬ آفَت کا پَرکالہ : محاوره. تمام چالاڪ. ذهين - هوشيار. ڏاڍو حَرڪتي. (مجازاً) محبوب - معشوق.

▬ آفَت کا مارا : محاوره. مصيبت جو ماريل - پريشان. ڏُتڙيل.

▬ آفَت مَچانا : آفت مچائڻ - گوڙ گهمسان ڪرڻ - هائيدوس مچائڻ. شرارت ڪرڻ.

▬ آفَت ميں پَڑنا، پھَنسنا : مصيبت ۾ ڦاسڻ - تکليفن ۾ پوڻ.

▬ آفَتيں ٹُوٹ ٹُوٹ کَر آنا : هڪ ٻئي پٺيان مصيبتون ٽٽڻ - گهڻيون تکليفون اچڻ.

● آفتابَہ ڄ آفتابے : ذ [ف] لوٽو - کَوزرو.

● آکَ : ذ [هہ] آڪُ (وڻ). ڪمند جو ٻيو اوپَرُ.

▬ آک کا ڈوڈا : ذ. آڪ جو انب.

▬ آک کی بُڑھيا : ث. آڪ جي انب مان نڪتل ڪَپهہ.

● آکاسُ : ذ [هہ] آسمان - آڀُ.

● آگُ : ث [هہ] باهہ - آتش. گرمي - تپت. غُصو - ڪاوڙ. حَسد - ساڙُ. مصيبت - آفت. (صفت) تمام گرم. باهہ جهڙو.

▬ آگ اُبَلنا : باهہ وَسڻ - تمام گهڻي گرمي ٿيڻ.

▬ آگ اُٹھنا : باهہ دکڻ - جهيڙو شروع ٿيڻ.

▬ آگ اُگلنا : ظلم ڪرڻ. دل جي باهہ ڪيڻ.

▬ آگ بَبُولا، بِگُولہ :صفت. باهہ جهڙو. سخت ڪاوڙيل - ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو.

▬ آگ بَتانا : باهہ ڏيڻ - دُکائڻ.

▬ آگ بُجھانا : باهہ وِسائڻ. جهڳڙو ٽارڻ. بُک لاهڻ. نفساني خواهش پوري ڪرڻ.

▬ آگ بَرسنا : باهہ وسڻ. سخت گرمي ٿيڻ. گولَن يا گولين جو مينهن وسڻ.

▬ آگ بھَبُوکا : صفت. باهہ وانگر ڳاڙهو. غضبناڪ - جوش ۾ پريل.

▬ آگ بھَري هونا : اندر ۾ باهہ هجڻ - ڏاڍا ساڙ هئڻ. بغض هئڻ - عداوت هجڻ.

- آگ بھڑک اٹھنا، بھڑکنا : باهہ پڙڪڻ - باهہ پڙڪو ڏيڻي ظاهر ٿيڻ. اوچتو فساد پيدا ٿيڻ .
- آگ پر تیل ڈالنا : ٻرندڙ باهہ تي تيل وجهڻ. جهيڙي کي زور وٺائڻ.
- آگ پر لوٹنا : بيحد غصي جي حالت ۾ اُڇڻ. اندر ۾ باهہ هئڻ سبب بي آرام هجڻ. اندر ۾ سڙڻ .
- آگ پڑنا : باهہ وسڻ . تمام گرم هوا لڳڻ.
- آگ پھانکنا: مبالغو ڪرڻ. ڪُوڙ ڳالهائڻ. گِلا ڪرڻ . بد شد ڳالهائڻ .
- آگ پھونکنا : باهہ پڙڪائڻ. جوش ڏيارڻ - ڪاوڙ ڏيارڻ . چغليون هڻڻ .
- آگ تاپنا : سيڪ وٺڻ - تؤ وٺڻ - باهہ تي هٿ پير سيڪڻ .
- آگ جاگ اٹھنا : وسائل باهہ وري دکڻ - ٺريل جهيڙو وري دکڻ.
- آگ جھڑنا : چڻگون نڪرڻ . چقمق سان باهہ نڪرڻ . چيڀون نڪرڻ.
- آگ دبانا : ٽانڊا ڍُڪيار سان ڍڪي ڇڏڻ . جهيڙو يا فساد ٽارڻ .
- آگ دکھانا: باهہ ڏيڻ. باهہ تي گرم ڪرڻ.
- آگ دہکنا : باهہ دکڻ - باهہ ٻرڻ.
- آگ دینا : باهہ ڏيڻ . ٻارڻ - ساڙڻ . تباهہ ڪرڻ .
- آگ سرد ھونا : باهہ وسامڻ. جوش ڍرو ٿيڻ. جهگڙو ختم ٿيڻ .
- آگ سلگانا : باهہ دکائڻ . باهہ ٻارڻ . فساد پيدا ڪرڻ .
- آگ کا باغ : ذ [اردو] آتشبازيءَ جو هڪ قسم . سوناري جي سيگري .
- آگ کا پتلا : محاورہ. باهہ جو پتلو . چيڙاڪ - تيز مزاج .
- آگ کا پیڑ : ذ. آتشبازيءَ جو هڪ قسم (جنهن سان وڻ جيان باهہ نڪرندي آهي) .
- آگ کا ھنسنا : باهہ کِلڻ - باهہ سان چڻگون نڪرڻ .
- آگ کرنا: باهہ ڪرڻ. باهہ ٻارڻ . تپائڻ. ڪاوڙائڻ . پڙڪائڻ - چيڙڻ .
- آگ کو دامن سے ڈھانکنا : ناممڪن کي ڪرڻ . نہ لڪي سگهڻ جهڙو کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪرڻ . دشمن کي پناهہ ڏيڻ .
- آگ کے لوکے اٹھنا: باهہ جون چيڀون نڪرڻ. آلا نڪرڻ.
- آگ لگانا : باهہ ڏيڻ- ساڙڻ. آزار ٻارڻ. باهہ لڳائڻ ( اندر ۾ ). تباهہ ڪرڻ .
- آگ لگے : محاورہ. ٻاراتي طور کي ايندڙ لفظ " باهہ لڳي" .
- آگ لگے پر کنواں کھودنا : جڏهن مصيبت سر تي اچي بيهي تڏهن ٽارڻ جي ڪوشش ڪرڻ . عين وقت تي سجاڳ ٿيڻ . دورانديشي نہ ڪرڻ.
- آگ میں آگ لگانا : ڪاوڙيل کي وڌيڪ ڪاوڙائڻ . جهيڙي کي وڌيڪ جاڳائڻ .
- آگ میں پانی ڈالنا : باهہ تي چنڊو وجهڻ . جهيڙو ٽارڻ .
- آگ میں جھونکنا : باهہ ۾ وجهڻ . ٻارڻ - ساڙڻ . مصيبت ۾ وجهڻ .
- آگ میں کود، پھاند پڑنا : باهہ ۾ ٽپي پوڻ ڏسي وائسي پاڻ کي مصيبت ۾ وجهڻ .
- آگ ھوجانا: باهہ ٿي وڃڻ - تپي لال ٿيڻ . ڪاوڙجي باهہ ٿيڻ .

● آگا : ذ [هہ] آگو - اڳياڙي - اڳيون حصو . اڳڙ - آڳر .

- آگا باندھنا : اڳ جهلڻ .
- آگا بھاری ھونا: پيٺ سان هجڻ . مستقبل خطرناڪ هجڻ .
- آگا پیچھا : ذ. آڳو پڇو (ڪنهن جو) . اڳياڙي پڇاڙي . اڳ پوءِ .
- آگا پیچھا دیکھنا : اڳ-پوءِ ڏسڻ- آڳو پڇو جاچڻ . دور انديشي ڪرڻ - ويچار ڪرڻ .
- آگا پیچھا کرنا : پس و پيش ڪرڻ - نٽ نٽاءُ ڪرڻ .
- آگا تاگا لینا : اڳ-پٺ وٺڻ . آڌر ڀاءُ ڪرڻ- خوشامد ڪرڻ .
- آگا روکنا : اڳ جهلڻ - اڳ روڪڻ .
- آگا سنبھالنا : اڳ سنڀالڻ- اڳ ويچار ڪرڻ- دور انديشي ڪرڻ . منهن ڏيڻ .
- آگاری : ث [ھ] سوٽي- اڳرات ڏنل رقم .
- آگاھی : ث [ف] واقفيت - ڄاڻ . هوشياري - خبرداري - سڄاڻائي . چوڪسي .
- آگری : ث [ھ] چوڙيون .
- آگے : تابع فعل[ھ] اڳيان- سامهون. ويجهو- نزديڪ . اڳي- پهريائين . روبرو - سامهون . آئيندي - بعد ۾ - هن کان پوءِ . پري - اڳتي .
- آگے آنا : اڳيان اچڻ . سامهون اچڻ . آڏو اچڻ . ويجهو اچڻ . نزديڪ اچڻ .
- آگے بڑھنا : اڳتي وڌڻ . اڳرائي ڪرڻ . پيشوائي ڪرڻ . ترقي ڪرڻ - گوءِ کڻڻ .
- آگے پیچھے : تابع فعل . اڳيان پٺيان - اڳتي پوئتي . قطار ۾ . اڳي پوءِ . بي ترتيب .
- آگے دھرنا : اڳيان رکڻ . سامهون رکڻ . پڪڙي وٺڻ .
- آگے دینا : سامهون ڏيڻ - روبرو ڏيڻ . ڪا شيءِ آڏ ڏيئي ڏيڻ پٺي پاسي ڪرڻ .
- آگے ڈولنا : اڳيان ڦرڻ - سامهون رهڻ . سامهون ڪيڏڻ .
- آگے رکھنا : اڳ ۾ ڏيڻ . مقدم رهڻ - سامهون رهڻ .
- آگے کا اٹھا : محاوره . اوبر سوبر - بچت سچت .
- آگے نکلنا : اڳيان وڌي وڃڻ . اڳتي نڪري وڃڻ . گوءِ کڻي وڃڻ .
- آگے نہ چلنا : آڏو ڪجهه به نه هلڻ - لاجواب ٿيڻ .
- آگے ھونا : اڳتي وڌڻ . پردو نه ڪرڻ .
- آل : ث [ھ] وڻ جو هڪ قسم (جنهن جي پاڙ مان ڳاڙهو رنگ ٺاهيندا آهن) . ڪنڊو جو هڪ قسم . پنير بصر .
- آلا یا آلے : ذ [ھ] جارو . سامان رکڻ لاءِ پٽ ۾ ٺهيل ڳڙکو . ڏيئي وغيره رکڻ لاءِ پٽ ۾ جارو . "آل" وڻ مان ٺهيل رنگ . آهو ٿانءُ جنهن ۾ "آل" وڻ مان رنگ گڏ ٿئي . (صفت) گهميل . آڌوکو . ڪچو (زخم) .
- آلا کانا : پاڻ ساراهڻ - پاڻ پڏائڻ . آتر ڪٺا ڪولي ويهڻ .
- آلا ھونا : زخم جو ڪچو يا تازو هجڻ .
- آلی زچہ : ث . اها زال جنهن کي ويائي ست ڏينهن ٿيا هجن .
- آلاپنا : متعدی [ ھ ] آلاپڻ . سُر سلائڻ . ڏسو "آلاپنا". تڪليف کان ڪنجهڻ .
- آلان : ذ [ ھ ] هاٿيءَ کي ٻڌڻ جو زنجير يا ڪنڙو هاٿيءَ جو پالاڻ . وڻ کي چاڙهڻ لاءِ ٽيڪ طور ڏنل ڪاٺي .
- آلتا : ذ [ ھ ] لاک جو رنگ (جنهن سان هندو زالون پير رڱين) . لاک جي رنگ ۾ ٻوڙيل سُٽ .

● آلتی پالتی : ث [ھ] پلتي ماري ويهڻ.

— آلتي پالتي مار کر بیٹھنا : پلتي ماري ويهڻ.

● آلکسانا : لازم. سست ٿيڻ. پڪيون ڪائڻ - جهوٽا کائڻ. ٽڪجڻ.

● آلو ۽ آلو : ذ [ھ] پٽاٽو.

— آلو شفتالو : ذ. پارن (چوڪرن) جي هڪ راند.

— آلو کاچ : ذ. پٽاٽي جي وڻ.

● آلی : ث [ھ] سهيلي - جيڏي. قطار - سلسلو. گلن يا پاڃين جو پارو. ماکيءَ جي مک.

● آلے بالے : ذ [ھ] دم دلاسا. گشا پتا. عذر بهانا - نٽ نئام. گوٽنات.

— آلے بالے بتانا : بهانا ڪرڻ. گوٽنات ڪرڻ.

● آم : ذ [ھ] انب (ميوو، وڻ).

— آم پهلنا : انب ٿيڻ (وڻن ۾).

— آم رائے : ذ. انبن جو باغ. انبن جهڙي باغ جي ڪمائي.

— آم کا کٹهر، مور : ذ. انبن جو ٻور.

— آم گهاس : صفت. جهڙو تهڙو. ڪچو ڦڪو.

● آملہ ۽ آملے : ذ [ھ] آنورو (ڦل ۽ وڻ).

● آمن : ذ [ھ] انب جو هڪ قسم (جنهن جو انب ڏگهو ۽ سنهو ٿئي).

— آمن دهان : ذ. آهو سارين جو فصل جو انبن جي موسم ۾ پوکيندا آهن.

● آمنا سامنا : ذ [ھ] مقابلو. مخالفت.

● آمنے سامنے : ظرف [ ھ ] آمهون سامهون - روبرو - دوبدو.

● آن : ث [ ھ ] آبرو - عزت. شان. ضد - تڪبر. قسم - سڳنهن. شرم. لحظو - ساعت - گهڙي. (فعل) مصدر "آنا" مان امر (جو مرڪبات ۾ استعمال ٿئي "آن ڪر = آچي").

— آن بان : ذ. شان شوکت - مان مرتبو. ناهه ٺوهه - هار سينگار. ٺٺ ٺانگر.

— آن توڑنا : قسم پڄڻ - وعدي خلافي ڪرڻ. رسم رواج جي خلاف هلڻ. ضد پڄڻ.

— آن پڑنا : مٿان اچي پوڻ - اوچتو اچي نازل ٿيڻ - ٻرگهٽ ٿيڻ - اچي سهڙڻ.

— آن کا مهمان : محاوره گهڙيءَ پل جو مهمان.

— آن ماننا : آڻ مڃڻ - هار مڃڻ.

● آنا : لازم [ھ] اچڻ - پهچڻ - رسڻ. سهڙڻ. موٽڻ. ترسڻ (مهمان تي). سمائجڻ - گهڙڻ (اندر). پوڻ (آفت، مصيبت وغيره) - نازل ٿيڻ. وهڻ (لڙڪ). نڪرڻ (ٻڪور). چڙهڻ (رنگ). پيدا ٿيڻ - ڄمڻ. مائل ٿيڻ (دل يا طبيعت). ٿيڻ (رنج). لڳڻ (ڏک). ٻڌڻ (ڪنهن گناهه تي). چڙهڻ (ڪاوڙ). آچڻ (ننڊ). پهچڻ (آواز). چڙهڻ (تپ).

— آنا جانا : ذ. آمد رفت - اچ وڃ. (متعدي) اچڻ وڃڻ.

— آنی جانی : صفت. اچڻي وڃڻي - بي بقا.

● آنا ۽ آنے : ذ [ھ] آنو (سڪو).

— آنا پائی : ث. آنا پايون. پائي پائي - جملي رقم.

● آنا کانی : ث [ھ] نٽ نئام - گس گسام - گوٽنات. بهاني بازي.

— آنا کانی کرنا : گوٽنات ڪرڻ - نٽ نئام ڪرڻ.

● آنبا هلدی، آنبہ هلدی : ث [ھ] هيڊ جو هڪ قسم - ڳاڙهي هيڊ.

● آنت ۽ آنتیں : ث [ھ] آندو.

— آنت اترنا : آندو لهي پوڻ - چين پوڻ.

— آنت گرنا : پائخاني ۾ ٻور اچڻ.

— آنت میں بل پڑنا : آنڊي ۾ وٽ پوڻ. پيٽ ۾ وڪڙ پوڻ.

— آنتوں کا بل کھولنا: بُکن کانڊ کان پوءِ پيٽ ڀري کائڻ.

— آنتوں کا قل ھوالله پڑھنا: آنڊن ۾ بُک جا وٽ پوڻ. آنڊن جو ڪلوس ڪلوس ڪرڻ.

— آنتیں اُلٹ جانا: آلٽي اچڻ. دل ڪچي ٿيڻ.

— آنتیں سُوکھنا: بک ۾ آنڊا سکڻ. بک سبب آنڊا ونجڻ.

— آنتیں مُنہ کو آنا : آنڊا وات ۾ اچڻ. اوڪارن سبب هلاک ٿيڻ.

● آنٹ : ذ [ھ] وَرُ. وڪڙ. وَرُ (گوڏ يا ڌوتيءَ جو). نيٽي (آگر جي). مونجهارو. مخالفت. دشمني. ڪسوٽيءَ تي سون جو ڳنهڪو.

— آنٹ پڑنا: ڳنڍ پوڻ. دشمني پيدا ٿيڻ.

— آنٹ سانٹ: ث. سازش. سيٽ. صلاح مشورو. ڳنڍ سنڍ. اجايو بحث. اجايو ضد.

— آنٹ لگانا: ڳنڍ ڏيڻ. رنڊڪ وجهڻ. صلح ۾ وگوڙ وجهڻ.

● آنٹی یا آنٹیاں : ث [ھ] سُٽ جي ويڙهي. منجهيل سُٽ. ڦورو (سٽ جو). ڀري (گاھ جي). لَڏ (ڪاٺين جي). ڳنڍ. ڪشتيءَ جو هڪ داءُ. آنڪڙو. جانٺو.

● آنٹھی : ث [ھ] کجور جي ڪکڙي. ڊِڳ (ڏونري جو).

● آنجھو : ذ [ھ] هنجهون. لڙڪ. ڳوڙها.

● آنجی یا آنجیاں: ث [ھ] ڪپڙي جي ڪنارِ آنڌي. پلئُه. پلاند.

● آنچ : ث [ھ] شعلو. چپي. لاٽ (باھ جي). سيڪ. لهس. سيڪ. چيڪ (پيار جي).

نقصان. تکليف. ڏک.

— آنچ دکھانا، دینا: هلڪي باھ تي رکڻ. سيڪ ڏيڻ.

— آنچ کڑی ہونا: تکي باھ هئڻ. جيئون نکرڻ.

— آنچ نہ آنا: سيڪ نه اچڻ. وار ونگو نه ٿيڻ. نقصان نه پهچڻ.

● آنچل : ذ [ھ] پوتيءَ جو پلاند. پلئُه. دامن.

— آنچل آنا، پکنا: ڦٿوتي جي بيماري ٿيڻ (جنهن ۾ عورت جي ٻچو ڪڙهي پوندو آهي).

— آنچل پکڑنا: دامن جهلڻ. پلئُه جهلڻ. بخشش گهرڻ.

— آنچل پلو: ذ. پوتيءَ جي ڪنار تي لڳل سُقيش يا زريءَ جي جهالر.

— آنچل پھاڑنا: سنڍ زال جو اولادي زال جي پوتيءَ جو پلاند ڦاڙي ڪائي وجڻ (خيال آهي ته ائين ڪرڻ سان اولادي زال جو اولاد مري ويندو).

— آنچل دینا: ٻار کي ٿڃ ڏيڻ. کير ڌارائڻ.

— آنچل ڈالنا: شاديءَ جي هڪ رسم ۾ گهوٽ پيڻ جو گهوٽ کي پوتيءَ جو پلاند مٿان وجهي گهر وٺي اچڻ.

— آنچل ڈلوائی: ث. آهو لاڳ جو گهوٽ "آنچل ڈالنا" جي رسم ۾ ڀيڻ کي ڏني.

— آنچل میں بات باندھ رکھنا: ڳالھ کي ڳنڍ ۾ ٻڌڻ. کا نصيحت مڃڻ ۽ هميشه لاءِ ياد رکڻ.

— آنچل میں گرہ دینا: ڪا ڳالھ ياد رکڻ لاءِ پلاند ۾ ڳنڍ ڏيڻ. ڪنهن طرح سان ياد رکڻ.

● آندھی یا آندھیاں : ث [ھ] ڏوڙ جو طوفان. جهڪ. واچ. طوفان.

- آنڈھی آنا : جهڪ اچڻ - مٽيءَ جو طوفان اچڻ. غضب نازل ٿيڻ.
- آنڈھی پانی : ذ. مينهن ۽ جهڪ . واءُ مينهن.
- آنڈھی چڑھنا: جهڪ چڙهڻ. طوفان پرجي آچڻ.
- آنڈھی چلنا: جهڪ لڳڻ. ڏوڙ جو طوفان لڳڻ.
- آنڈھی کو چراغ دکھانا : آجائي ڪوشش ڪرڻ. بي فائدو ڪم ڪرڻ. بدڪار کي نصيحت ڪرڻ.
- آنڈھی کے آم : محاوره. جهڪ يا طوفان سبب ڪِريل آنب. تمام سستي شيءِ. مفت جو مال.
● آنڈ : ذ [ھ] آنورو- پيلو.
- آنڈ بڑھنا : آنورو وڌو ٿيڻ .
- آنڈُو : ذ. صفت. وڏن آنورن وارو. سانُ .
- آنڈُو بیل : ذ. آنُ ڪٽيل ڍڳو.
● آنڈی بانڈی، آنڈے بانڈے (ذ) : ث [ھ] سَير- گشت .
● آنسُو : ذ [ھ] لڙڪ- ڳوڙها.
- آنسو امنڈنا : لڙڪ وَهڻ - ڳوڙها ڳَڙڻ.
- آنسو بھرلانا: اکين ۾ ڳوڙها آڻڻ- روئڻهارڪو ٿيڻ .
- آنسو پونچھنا : ڳوڙها اگهڻ - لڙڪ اگهڻ. آٿت ڏيڻ - دلداري ڏيڻ .
- آنسو پھوٹ نکلنا : بي اختيار لڙڪ نڪرڻ .
- آنسو پی جانا، پینا : لڙڪ پيڻ.
- آنسو ٹپ ٹپ گرنا : بي اختيار لڙڪ نڪري اچڻ. ڳوڙها ڳڙڻ.
- آنسو ٹپکنا : ڳوڙها ڳڙڻ - لڙڪ وهڻ.
- آنسو ڈبڈبانا: اکين ۾ لڙڪ اچڻ-آبديده ٿيڻ.
- آنسو ڈھال : ث . گهوڙن جي هڪ بيماري (جنهن ۾ گهوڙي جي اکين مان پاڻي وهندو آهي).
- آنسو ڈھلکنا : ڳوڙها وهڻ - لڙڪ نڪرڻ.

- آنسو سے منہ دھونا : ڳوڙهن سان منهن ڌوئڻ- گهڻو روئڻ .
- آنسو کے دریا میں نہانا : زار زار روئڻ.
● آنک : ذ [ھ] انگ. اکر. نشان- داغ. ڏُڪو- ڪَٽ- تخمينو. جسم جو مٿيون حصو- انگ. حصو- ڀاڱو .
● آنکڑا ۽ آنکڑے : ذ[ھ]آنڪڙو- آنگوڙو. ڪُنڍي (مڇي مارڻ جي). وَڪڙ- پيچ.
- آنکڑے دار : ذ. ڪُنڍي وارو. وڙيل. ڪُنڍ ڀڳل پتو.
- آنکڑی ۽ آنکڑیاں : ث. ڪُنڍي - آنگڙي.
● آنکس : ذ [ھ] لوه جو ڪُنڍو جنهن سان پيلبان هاٿيءَ کي هلائيندو آهي .
● آنکنا : متعدی [ھ] آنگڻ . نشان ڪرڻ . آنڪڻ. ڪٿڻ - تخمينو لڳائڻ . مارڪو هڻڻ .
● آنکھ ۽ آنکھیں : ث [ھ] اک- چشم - نيڻ . نظر- نگاهه . گوڏي جي ڍڪڻيءَ واري ڪڏ. انگور (جتان ٽاري نڪري).
- آنکھ آشنا ہونا : ٿوري واقفيت هجڻ. ٿورو گهڻو ڏٺل هئڻ.
- آنکھ آٹکنا : اک اڙڻ - عاشق ٿيڻ.
- آنکھ اٹھا کر نہ دیکھنا: اک کڻي نه ڏسڻ- ڌيان نه ڏيڻ . ڪا به پرواهه نه ڪرڻ . خيال ۾ ئي نه آڻڻ.
- آنکھ اٹھانا: اک کڻڻ. مٿي ڏسڻ- نظر ڪرڻ.
- آنکھ اچٹ جانا : اک کُلي وڃڻ- جاڳي پوڻ.
- آنکھ انجنی : ث. انڊڙي - اک جي ڇپري ۾ ٿيل ڦوڙهي .
- آنکھاؤ : ذ. انڪل سارو وزن يا ڳاڻيٽو- اندازو- ڪَٽ .
- آنکھ اونچی نہ ہونا : اک مٿي نه کڄڻ.

شرم کان ڪنڌ مٿي نہ ٿيڻ.

— آنکھہ بتانا : اک ڏيکارڻ. اک سان اشارو ڪرڻ - اک پٽڻ.

— آنکھہ بچا کر نکل جانا : لِڪي لنگهي وڃڻ.

— آنکھہ بدل جانا : سُنهن سَمهي وڃڻ. بيمروت ٿيڻ.

— آنکھہ بہ جانا : اک جو تارو ڦِسي پوڻ.

— آنکھہ بھر آنا : اکين ۾ پاڻي ڀرجي اچڻ - رُنڍهارڪو ٿيڻ.

— آنکھہ بھر کر دیکھنا : ڏؤ تي ڏسڻ - دل کولي ڏسڻ. چڱي طرح ڏسڻ. خراب نيت سان ڏسڻ.

— آنکھہ بھوں ٹیڑھی کرنا : سُنهن ۾ گهُنڊ وجهڻ - اکين ۾ شور وجهڻ. اکيون ڪُرڙيون ڪرڻ.

— آنکھہ پڑنا : اک پوڻ - نظر پوڻ. ڏسي وٺڻ. اوچتو نظر پئجي وڃڻ.

— آنکھہ پسیجنا : ڪَهل اچڻ - قياس پوڻ - پنجهُر پرڻ.

— آنکھہ پلٹنا : نظر ڦيرائڻ. ڌيان ٻئي پاسي ڪرڻ.

— آنکھہ پھرنا : اک ڦيرڻ. ڇٽي طرف نظر ڦيرڻ. نظر بدلجڻ.

— آنکھہ پھڑکنا : اک ڦرڪڻ.

— آنکھہ پھوٹ جانا : اک ڪري وڃڻ.

— آنکھہ پھوڑ پھوڑا : ذ. اک مڪڙ. جيت جو هڪ قسم (جو رات جو اکين ۾ پوي). (صفت) حاسد - ساڙوندو.

— آنکھہ پھوڑنا : اک ڪڍڻ. نُوچ ڪري اک خراب ڪرڻ. اجايو اوسيڙو ڪڍڻ.

— آنکھہ پھیرنا : اکيون ڦيرڻ. رخ بدلائڻ. بيمُروتي ڪرڻ. ناراض ٿيڻ.

— آنکھہ پھیلانا : اکيون ڦاڙي ڏسڻ. اکيون ڦاڙڻ. چوڌاري نظر ڊوڙائڻ.

— آنکھہ جمانا : نظر ڪُپائڻ. گهُور سان ڏسڻ. اک اڙائڻ. هڪ ٽڪ ڏسڻ.

— آنکھہ جھپکانا : اک چنڀڻ. ٿوري دير لاءِ ننڊ ڪرڻ - اک پورڻ.

— آنکھہ چُرا کر دیکھنا : نظر بچائي ڏسڻ - لڪي ڏسڻ. ٽيڏيءَ اک سان ڏسڻ.

— آنکھہ چوکنا : نظر ٿيڙڻ - اک ٿڙڻ.

— آنکھہ دابنا : اک سان اشارو ڪري منع ڪرڻ. اک پٽڻ. اکيون زور سان بند ڪرڻ.

— آنکھہ دکھانا : اک ڏيکارڻ. ڌمڪائڻ. تنبيه ڪرڻ. ڊيڄارڻ - هيسائڻ.

— آنکھہ دوڑانا : نظر ڊوڙائڻ - هيڏانهن هوڏانهن نظر وجهڻ.

— آنکھہ ڈالنا : نظر وجهڻ - اک وجهڻ. غور سان ڏسڻ. تڪڻ - گهُورڻ. مٽاڇرو ڏسڻ. بدنيتي سان ڏسڻ. سراسري نظر ڪرڻ.

— آنکھہ ڈبڈبانا : رُنڍهارڪو ٿيڻ - اکين ۾ ڳوڙها تري اچڻ.

— آنکھہ سے آنکھہ ملانا : اک سان اک ملائڻ - اک لڙائڻ.

— آنکھہ سے اوجھل ہونا : نظر کان غائب ٿيڻ. اکين کان پري ٿيڻ.

— آنکھہ سے چوب جھاڑنا : اک جي ڳوڙهاڻ دُور ڪرڻ لاءِ هڪ ٽوٽڪو ڪرڻ ( زالون ڏک لڳل اک ۾ ڇيچ مان رت ڦڙو ڪيي هڻنديون آهن ).

— آنکھہ سیدھی ہونا : مهرباني جي نظر هجڻ.

— آنکھہ سے کاجل چُرانا : ڪو ڏکيو ڪم نهايت چالاڪي سان ڪرڻ.

- آنکھہ کا پاني ڈھل جانا، مرجانا : اکين سان حياء نکري وڃڻ - بيحيا ٿيڻ.
- آنکھہ کا تارا : محاوره. اک جو تارو. تمام پيارو- اولاد .
- آنکھہ کا جالا : ذ. اک جو جارو (بيماري) .
- آنکھہ کا ڈورا : محاوره. اک جي ڳاڙهي رت ناڙي (خمار ۽ مستيءَ جي حالت ۾ اک جون نسون وڌيڪ نمايان ٿينديون آهن).
- آنکھہ کان (ناک) سے دُرست ہونا : مُنهن مهانديءَ ۾ بي عيب هجڻ - نڪ نقشي جو سوچارو هجڻ عضوا صحيح سلامت هئڻ.
- آنکھہ کھٹکنا : اک ۾ چُڀڪار ٿيڻ.
- آنکھہ کھُلنا : اک کلڻ - اک پٽجڻ جاڳڻ. بيدار ٿيڻ. هوش ۾ اچڻ.
- آنکھہ کے اشارے پر چلنا : اک جي اشاري تي هلڻ. ڏاڍي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ سان هلڻ.
- آنکھہ لڑنا : اک لڙڻ - لڙو لڳڻ. عشق جي پيچ ۾ اچڻ .
- آنکھہ لگا : ذ. آشنا - يار (عورت جو) .
- آنکھہ لگنا : اک لڳڻ ننڊ آچڻ. اک لڙڻ - عشق ٿيڻ .
- آنکھہ لگی : ث. اهڙي عورت جنهن سان اک آڙيل هجي - سنگتياڻي.
- آنکھہ مارنا : اک ڀڃڻ - اک سان اشارو ڪرڻ. اک ڀيٽڻ.
- آنکھہ مٹکانا : اک ڇنڀڻ. اک ڀڃڻ - اشارو ڪرڻ. اکيون ٽيمڪائڻ.
- آنکھہ مچولی : ث. ٻارن جي هڪ راند - اکپوٽ . لڪلڪوٽي .
- آنکھہ ملانا : اک ملائڻ. نظر ملائڻ . ٻئي جي اکين ۾ گهوري ڏسڻ بيحيائي سان ڏسڻ
- آنکھہ منڈ پلٹے : ذ. آهي پلٿونگڙا جن جون اکيون اچا نه کُليون هجن. حرامي ٻچا.
- آنکھہ میلی کرنا : اک ميري ڪرڻ- بدنيتي سان ڏسڻ. مُنهن نه ڏيڻ.
- آنکھہ میں چوب پڑنا : اک ۾ گهوٻ لڳڻ. سخت ايذاءُ رسڻ .
- آنکھہ میں خار ہونا : اک ۾ ڪنڊي وانگر هئڻ. سخت نا پسند هجڻ .
- آنکھہ ناک سے ڈرنا : خدائي قهر کان ڊڄڻ . گناهه جي سزا کان ڊڄڻ .
- آنکھہ نہ ٹھیرنا : اک نه کُپڻ - اک نه ٽڪڻ (گهٽي روشني سبب)- نظر نه چمڻ .
- آنکھوں پر بٹھانا : اکين تي ويهارڻ - ڏاڍي عزت ڏيڻ .
- آنکھوں پر پٹی باندھنا : اکين تي پٽي ٻڌڻ . اکيون ٻوٽڻ. غفلت ڪرڻ - لاپرواهي ڪرڻ . بي لحاظ ٿيڻ .
- آنکھوں پر پردے پڑ جانا : اکين تي پردا چڙهڻ. ڪجهه به ڏسجڻ ۾ نه اچڻ. لالچ يا غرور ۾ انڌو ٿيڻ . نيڪ ۽ بد جي تميز نه رهڻ .
- آنکھوں پر چربی چھانا : اکين تي انڌ چڙهڻ. بيحيا ٿيڻ - بي مُروت ٿيڻ .
- آنکھوں پر لینا : اکين تي کڻڻ . تمام گهڻي عزت ڏيڻ .
- آنکھوں تلے اندھیرا آنا : اکين تي اونده وري وڃڻ . دل کي سخت صدمو رسڻ .
- آنکھوں دیکھا : ذ. صفت. اکين ڏٺو- چشم ديد .
- آنکھوں سے : ظرف . اکين سان . وڏي خوشيءَ سان .
- آنکھوں سے اوجھل ہونا : اکين کان

غائب ٿيڻ. اکين کان پري ٿيڻ. نظر کان هٽي وڃڻ.

- آنکھوں سے پردہ اٹھ جانا: اکين تان اندَ جو پردو کڄڻ. اصليت نظر اچڻ.
- آنکھوں سے تلوے سہلانا: ڏاڍي خدمت ڪرڻ.
- آنکھوں سے خون ٹپکنا: اکيون رت ڇڏڻ - اکين ۾ رت تري اچڻ. ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿيڻ.
- آنکھوں سے نیل ڈھلنا: مرڻ وقت اکين مان پاڻي وهڻ. پوين پساهن ۾ هئڻ.
- آنکھوں کو رو بیٹھنا: اکين کان روئي ويهڻ - انڌو ٿيڻ.
- آنکھوں کی پتلیاں پھر جانا: مرڻ وقت اکين جا تارا ڦري وڃڻ.
- آنکھوں میں بسنا: اکين ۾ رهڻ. اکين ۾ گهر ڪرڻ. هروقت خيال ۾ هئڻ.
- آنکھوں میں پھرنا: اکين آڏو ڦرڻ - هروقت ياد هئڻ.
- آنکھوں میں تیکلے چبھونا: اکين ۾ سُوئيا ڏيڻ. عذاب ڏيڻ. ڇاتي پڄهي دلي صدما ڏيڻ.
- آنکھوں میں جچنا: اکين ۾ کپڻ - پسند اچڻ - آئڙڻ.
- آنکھوں میں جی (دم) آنا: اکين ۾ ساهه آڪڻ. مرڻ جي ويجهو هئڻ.
- آنکھوں میں چلنا: اکين جي اشارن سان هلڻ. اطاعت ڪرڻ. فرمانبرداري ڪرڻ.
- آنکھوں میں حلقے (گڑھے) پڑ جانا: اکين ۾ کڏون پئجي وڃڻ - اکيون ڏرا ڏيئي وڃڻ.
- آنکھوں میں خار گذرنا: اکين ۾ ڪنڊي وانگر چڀڻ. تڪليف جو باعث هجڻ.
- آنکھوں میں خاک جھونکنا، ڈالنا: اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ. دغا ڏيڻ.
- آنکھوں میں خون اترنا: اکين ۾ رت پرجي اچڻ. اکين جو رت ڇڏڻ. سخت غضبناڪ ٿيڻ.
- آنکھوں میں دھول ڈالنا: اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ. دوکو ڏيڻ - دغا ڪرڻ.
- آنکھوں میں رکھنا: اک ۾ رکڻ - نظر ۾ رکڻ. اکين اڳيان رکڻ. نگراني ڪرڻ - چوڪسي ڪرڻ. عزت سان رکڻ.
- آنکھوں میں رہنا: اکين اڳيان رهڻ - هر وقت سامهون رهڻ.
- آنکھوں میں سرسوں پھولنا: اکين ۾ پيلاڻ نظر اچڻ. هر هنڌ مڙئي خير نظر اچڻ. پنهنجي خيال ۾ هرڪنهن کي سکيو سمجهڻ. انڌو ٿيڻ.
- آنکھوں میں سفیدی چھانا: اکين تي اڇاڻ وري وڃڻ (بيماري). انڌو ٿيڻ.
- آنکھوں میں سلائی پھیرنا: اکين ۾ سرائي گهمائڻ. انڌو ڪرڻ. انتهائي چالاڪي ڏيکارڻ. اکين اڳيان چوري ڪرڻ.
- آنکھوں میں سمانا: اکين ۾ سمائجڻ - پسند پوڻ
- آنکھوں میں کھبنا: اکين ۾ سمائجڻ - نهايت پسند اچڻ - وڻڻ.
- آنکھوں میں کھٹکنا: اکين ۾ ڪنڊي وانگر چڀڻ. نه وڻڻ.
- آنکھوں میں گھر کرنا: اکين ۾ گهر ڪرڻ - اکين ۾ سمائجڻ. پسند اچڻ.
- آنکھیں بچھانا: اکيون وڇائڻ. ڏاڍي عزت سان پيش اچڻ. تمام گهڻو آدرڀاءُ ڪرڻ.
- آنکھیں بدلنا: اکيون ڦيرائڻ - منهن مٽڻ - بيرخي ڏيکارڻ. رکائي سان پيش اچڻ.
- آنکھیں بند کرنا: اکيون بند ڪرڻ -

اکيون پُورڻ. بي پرواهہ ٿيڻ. سُمهڻ - ننڊ ڪرڻ.

- آنکھیں بھر آنا: اکيون پرجي اچڻ - اکين ۾ لڙڪ تري اچڻ. آبديده ٿيڻ. غمگين ٿيڻ.
- آنکھیں بیٹھہ جانا: اکين جا تارا ڦسي پوڻ. اکيون اندر پيهي وڃڻ. اکين ڪان ويهي وڃڻ.
- آنکھیں پتھرا جانا، پتھرانا: اکيون بي نور ٿيڻ (مرڻ بعد). اکيون ڦاٽي وڃڻ - دوڙا ڦاٽي وڃڻ. حيرت کان اکيون ڦاٽي وڃڻ.
- آنکھیں پٹ پٹا جانا: اُس جي تيزي سبب اکيون پورجي وڃڻ.
- آنکھیں پٹ هو جانا: انڌو ٿي وڃڻ - نپٽ انڌو ٿيڻ.
- آنکھیں پھاڑ کر دیکھنا: اکيون ڦاڙي ڏسڻ - اکيون ڦوڙاري ڏسڻ. غور سان ڏسڻ. حيرت سان ڏسڻ.
- آنکھیں پھاڑنا: اکيون ڦاڙڻ - اکيون ڦوٽارڻ. حيران ٿيڻ. غور سان نهارڻ.
- آنکھیں پھٹی کی پھٹی رہ جانا: اکيون کليل رهجي وڃڻ. حيرت ياڊپ سبب اکيون ڦاٽي وڃڻ.
- آنکھیں پھرانا: اکيون ڦيرائڻ. بيمروتي ڏيکارڻ.
- آنکھیں پھڑکنا: اکيون ڦڙڪڻ.
- آنکھیں پھوٹنا: اکيون نڪ ۾ ڏيڻي نڪرڻ. انڌو ٿيڻ.
- آنکھیں پھوڑنا: اکيون ڪيڻ - انڌو ڪرڻ. بيفائدي محنت ڪرڻ.
- آنکھیں ترسنا: اکيون سِڪڻ. ڏسڻ جي سِڪ هئڻ.
- آنکھیں تلے اوپر هو جانا: مرڻ وقت اکين جا تارا ڦري وڃڻ يا هيٺ مٿي ٿيڻ.
- آنکھیں تیوَرا جانا: اکين جا تارا ڦري وڃڻ.

بيهوشيءَ ياصدمي سبب دوڏا نڪري اچڻ.

- آنکھیں جھکانا: اکيون هيٺ ڪرڻ - اکيون جهڪائڻ. شرم کان نظر هيٺ ڪرڻ - ڪنڌ جهڪائڻ.
- آنکھیں چار کرنا: اکيون ملائڻ - نظر ملائڻ. ملاقات ڪرڻ.
- آنکھیں چرانا: اکيون نہ ملائي سگهڻ (شرم کان).
- آنکھیں چندھیا جانا: اکيون چنجهيون ٿيڻ. اکيون کيريون ٿيڻ (تيز روشنيءَ کان).
- آنکھیں خیره هونا: اکيون کهيربون ٿيڻ. تيز روشنائي سبب اکين اڳيان ترورا اچڻ.
- آنکھیں دکھانا: اکيون ڏيکارڻ. تاب دڙڪو ڪرڻ.
- آنکھیں ڈگر ڈگر کرنا: ضعيفائي سبب اکيون هيٺ مٿي ٿيڻ. اکيون ڏرا ڏيڻ.
- آنکھیں سفید هونا: اکيون اڇيون ٿيڻ. اکين تي پردا چڙهڻ - اکيون بي نور ٿيڻ.
- آنکھیں سینکنا: اکيون سيڪڻ - ديدار ڪرڻ. نظر بازي ڪرڻ.
- آنکھیں کھلنا: اکيون کلڻ - سجاڳ ٿيڻ - هوش ۾ اچڻ. خبر پوڻ. حيران ٿيڻ
- آنکھیں گڑنا: اکيون کُپائڻ. غورسان ڏسڻ.
- آنکھیں گڑ جانا: اکيون کپي وڃڻ - هڪ ٽڪ ڏسڻ. هڪ هنڌ نظر کُپي وڃڻ.
- آنکھیں مٹکانا: اکيون مٽڪائڻ - اکين جا تارا ڦيرڙائڻ. نخري سان ڏسڻ.
- آنکھیں موندنا: اکيون بند ڪرڻ - اکيون پورڻ. ننڊ ڪرڻ. مرڻ.
- آنکھیں نکالنا: اکيون ڪيڻ. اکيون ڦوٽارڻ. ڪاوڙ سان ڏسڻ. انڌو ڪرڻ.

- آنکھیں نیچی کرنا : اکيون هيٺ ڪرڻ - نظر جهڪائڻ . شرم يا عزت کان ڪنڌ هيٺ ڪرڻ .
- آنکھیں نیلی پیلی کرنا : اکيون ساڙهيون پيليون ڪرڻ - اکيون ڪرڙيون ڪرڻ . سخت ڪاوڙجڻ .
- آنکھیں ہونا : اکيون هُجڻ . اکين ۾ نظر هجڻ .

● آنگن : ذ [هہ] آڳڙ - آڳر .

● آنسو : ث [هہ] پيچش ۾ نڪرندڙ سفيد رطوبت - پور .
- آنسو آنا : پيچش ۾ پور اچڻ .

● آنوَل : ذ [هہ] اور - جَنَر .
- آنول نال : ث . ٻارجي ڄمڻ واري نلي - ناڙو .

● آنولا يا آنولے : ذ [هہ] آنورو (وڻ ۽ ڦل).

● آنی بانی : ث [اردو] چيڙ چاڙ - هَٿ کَس - هَٿ چُراند . مسخري - کيچل .

● آوا، آوہ يا آوے : ذ [هہ] سيرن پچائڻ جو ڪُورو - ڀٽو . ڪنڀار جي نهائين - آوي .
- آوا، آوہ چڑھانا : آوي چاڙهڻ - نهائين چاڙهڻ . ڪورو چاڙهڻ .

● آواز يا آوازیں : ث [ف] ڳالهه . صدا . پڙلاءُ . دانهن - رڙ . سڏ . هُل - گوڙ . کڙڪو . گونج . پڙڪو . ٽنٽوار . لات .
- آواز اٹھانا : آواز اٿارڻ . گهوڙا گهوڙا ڪرڻ . احتجاج ڪرڻ .
- آواز اکھڑ جانا : لهجو بدلجي وڃڻ (خوف، گهٻراهٽ يا ڪمزوريءَ ۾) . نيڙيءَ سان آواز ٺي نه نڪرڻ .
- آواز بھاری ہونا : نيڙي ويهي رهڻ سبب آواز ڳرو ٿيڻ .
- آواز بیٹھ جانا : آواز ويهي رهڻ - نڙي ويهي رهڻ . گهگهي پوڻ .
- آواز تھرّانا : آواز ڏڪڻ - آواز ڪنبڻ .
- آواز دَب جانا : آواز دٻجي وڃڻ . گوڙ ۾ آواز گم ٿي وڃڻ .
- آواز دینا : آواز ڏيڻ . سَڏ ڪرڻ . هڪل ڪرڻ . هوڪو ڏيڻ .
- آواز کان پڑی سُنائی نہ دینا : گهڻي گوڙ سبب ڳالهائڻ ٻڌجڻ ۾ نه اچڻ .
- آواز لگانا : آواز ڪرڻ . سڏ ڪرڻ . صدا هڻڻ . هوڪو ڏيڻ .
- آوازے : ذ . آوازَ . صدائون .
- آوازے کسنا : ٺوڪُون هڻڻ - چرچا ڪرڻ . چٿرون ڪرڻ .
- آوازیں لگانا : آواز ڪرڻ . سڏ ڪرڻ . هڪلون ڪرڻ . صدائُون هڻڻ .

● آہ يا آہیں : ث [ف] ٿڌو ساهه - آهه . افسوس يا تڪليف جي اظهار جو آواز .
- آہ پڑنا : آهه پوڻ . پِٽَ پوڻ . ڦهر پوڻ .
- آہِ سَرد بھرنا، کھینچنا : ٿڌو ساهه کڻڻ .
- آہ لینا : آهه کڻڻ - پِٽ کڻڻ . پِٽ پرائڻ .

● آہٹ يا آہٹیں : ث [هہ] پيرن جو آواز - کُڙڪو . آهستي آهستي هلڻ جو آواز .
- آہٹ لینا : پيرن جو کُڙڪو سُڃاڻڻ . کڙڪي تي ڌيان ڏيڻ .

● آہرَن : ث [هہ] سَنداڻ - آهرڻ .

● آہینتی پائینتی : ث [هہ] سيراندي پيراندي (کٽ جي) .

● آؤ يا آئیے : امر [آنا > آؤ] آچ ! - اچو .

● آؤ تاؤ : ذ [هہ] رنگ ڍنگ . موقعو - وقت .

● آؤ بھگت : ذ [هہ] آدرڀاءُ - خاطرداري . آجيان .
- آؤ بھگت کرنا : آدرڀاءُ ڪرڻ - آجيان ڪرڻ . خاطرداري ڪرڻ .

● آئیں بائیں: ث [ھ] بکواس - بخيي - جهگڙي.

● آئینہ ج آئینے: ذ [ف] آرسي - آئينو.

- آئینہ آنسا دکھانا: آبتي آرسي ڏيکارڻ (زالون پارن کي سينگار ڪرائڻ بعد پار کي آبتي آرسي ڏيکارڻ جو سوڻ ڪنديون آهن، جيئن پار کي نظر نہ لڳي).

- آئینہ بن جانا: حيران ٿي وڃڻ - وائڙو ٿي وڃڻ.

- آئینہ دکھانا: مسافريءَ تي ويندڙ کي پنيان آرسي ڏيکارڻ جو سوڻ ڪرڻ (عورتون جلد ۽ خير سان موٽڻ لاءِ اهو سوڻ ڪنديون آهن). اصليت ڏيکارڻ.

● آیا: ماضي [آنا > آیا] آيو - حاضر ٿيو. آيس.

- آیا گیا ج آئے گئے: ذ. آيو ويو. مهمان سترو - مسافر.

- آئی گئی هونا: آئي وئي ٿيڻ - در گذر ٿيڻ - ڳالهہ گم شم ٿيڻ.

- آئے گئے کا سودا: محاوره. گذرن جو مهمان. معمولي ڏي وٺ.

● آب²: تابع فعل [ھ] هاڻي - هينوقت - هيئر. فوراً - يڪدم.

- آب بهی: تابع فعل. هيئر بہ - هينوقت پڻ.

- آب تب کرنا: بهانا ڪرڻ - ٽارڻ. ٽيڏان پيڏان ڪرڻ.

- آب تب هونا: مرڻ جي ويجهو هجڻ - گهڙيءَ اڌ جو مهمان هجڻ.

- آب تک²: تابع فعل. اجان تائين - هيستائين - هنوقت تائين. اج تائين.

● آبّا: ذ [اردو] پيءُ - آبو - والد.

- آبّا جان: پيءُ کي عزت سان سڏڻ.

● آبالنا: لازم [ھ] اوبارڻ - باڦڻ. ڪاڙهڻ - ٽهڪائڻ.

- آبال²: ذ. اوبارو - ٽهڪو. جوش.

- آبال آنا: ٽهڪو اچڻ - اوبارو اچڻ.

- آبالی دال ملنا: تمام سادو کاڌو ملڻ.

● آبتری: ث [ف] بربادي - تباهي - مفلسي - ڪنگالپڻو.

- آبتری پڑنا، مچنا: گڙٻڙ ٿيڻ - رولو پوڻ. بد انتظامي ٿيڻ.

● آبٹن²: ذ [ھ] آپٽڻ.

● آبخرے: ذ [ع. بخار ج آبخره > ابخرے] بخارات. ٻاڦ.

- آبخرے چڑھنا: بخار چڙهڻ - دماغ تي گرميءَ جا بخار چڙهڻ. سودا چڙهڻ.

● آبر²: ذ [ف] ڪڪر.

- آبر آٹھنا: ڪڪر چانئجڻ. جهڙ ٿيڻ

- آبر چھانا: آسمان ۾ ڪڪر چانئجڻ - جهڙ ٿيڻ.

● آبرو: ذ [ف] ڀرون.

- آبرو پر میل نہ آنا: منهن ۾ ستر بہ نہ پوڻ. صدمي وغيره جو ذرو بہ اثر نہ ٿيڻ.

- آبرو میں بل آنا: ڪاوڙ ۾ ڀرون چڙهڻ يا چڪجڻ.

● آبسنا: لازم [ھ] ڪا شيءِ بند جاءِ ۾ رکجڻ ڪري ڏپ ڪري وڃڻ. آبسجڻ. ڏپ ڪرڻ - بانس ڪري وڃڻ.

● آبکا ج آبکے: ذ [ھ] سيرڪن ڳنڍيل (جا ڪنوهہ مان پاڻي ڪيڻ وقت دلي جي ڳچيءَ ۾ وڌي وڃي).

● آبکائی ج آبکائیاں: ث [ھ] اپڙڪو - اوڪارو.

- آبکائی آنا: آپڙڪو اچڻ - اوڪارو اچڻ.

● آبلا ج آبلائیں: ث [ھ] آبلا - ڪمزور عورت. نازڪ ۽ خوبصورت عورت.

- ابلا پری : ث. نازڪ ۽ خوبصورت عورت - ڪامڻي.
- ● اُبَلنا : لازم [ھ] اُبرڻ - ٽهڪڻ - ٽڄڪڻ . اُپامڻ .
- اُبَل آنا : اُپامي پوڻ (کير وغيره). اوبر ڪاڙهڻ . نڪري اچڻ (اڪيون).
- اُبل پڑنا : اُپامي پوڻ . ڪنارن کان آٿلي پوڻ جوش ۾ اچڻ. آدمو ڪاني ظاهر ٿيڻ.
- ● اُبھارنا : متعدی [ھ] اُڀارڻ - اڀارڻ - هُشي ڏيڻ. پڙڪائڻ. همٿائڻ . مٿي چاڙهڻ . پڌائڻ.
- اُبھار ، اُبھارا : ذ. هُشي - ٽيڪر. چاڙهه . متاهين - اوچائي . سوج .
- اُبھار ، اُبھارا دینا : مٿي کڻڻ . اڀارڻ - برغلائڻ . همٿائڻ. هُشي ڏيڻ - آتاهه ڏيڻ .
- ● اُبھرنا : لازم [ھ] مٿي اچڻ - مٿي ٿيڻ . ظاهر ٿيڻ - نڪرڻ . اڀرڻ . اٿڻ . اپامڻ. وڌڻ - آڏڻ . ڦٽڻ . ڦوڪجڻ . غرور ڪرڻ - وڏائي ڪرڻ . شوق ڏيکارڻ . چڙهڻ (بيماريءَ سان). ڦٽڻ (وڻ، پوٽو وغيره) .
- اُبھرا : صفت. مٿي ٿيل - اڀريل - اٿيل. اپاميل .
- اُبھر چلنا : وڌڻ - واڌ کائڻ . آسرڻ. وڌڻ شروع ٿيڻ . غرور ڪرڻ - تڪبّر ڪرڻ .
- ● اُبھی : تابع فعل. هينئر- هينوقت - هاڻي .
- اُبھی اُبھی : تابع فعل. هينئر ئي .
- ● اُبے : حرف ندا [اردو] حجت يا نفرت سان سڏڻ جو لفظ - اڙي!
- اُبے تبے کرنا : اڙنگو ڳالهائڻ . نفرت سان مخاطب ٿيڻ. گستاخي ڪرڻ. حجت سان پيش اچڻ .
- ● اُبیر : ذ [ھ] اٻرڪ جو بورو (جو هندو هوليءَ ۾ هڪٻئي کي هڻندا آهن).
- ● اَپبل دُبَل : صفت [ھ] ڪمزور- اُپرو- هيڻو- هيسيل .
- ● اُپاڑنا : متعدی [ھ] اکوڙڻ - پاڙئون پٽڻ. تباهه ڪرڻ .
- اُپاڑ : ذ. پاڙان پٽڻ جي حالت. ڪَل لاهيندڙ دوا.
- اُپاڑ کرنا : ڪَل لاهڻ. جسم تي ڦُلڻا ڪرڻ . رهڙ وجهڻ.
- ● اُپاسنا : متعدی [ھ] خدمت ڪرڻ . پوڄا ڪرڻ - عبادت ڪرڻ پرهيزڪرڻ - روزو رکڻ .
- اُپاس : ذ. پوڄا - عبادت. روزو. فاقو.
- اُپاسک ، اُپاسی : صفت. عابد- زاهد . پرهيزگار. ٻکيو- ٻڪايل .
- اُپاسی پڑنا : روزو رکي سمهڻ . ٻکيو سمهڻ .
- ● اپاهج : صفت [ھ] هٿين پيرن کان معذور- محتاج - معذور.
- ● اُپائے : ذ [س] اُپاءُ - تدبير - اٽڪل . طريقو- ڍنگ .
- اُپائے کرنا : اُپاءُ ڪرڻ - تدبير ڪرڻ - بندوبست ڪرڻ .
- ● اُپجنا : لازم [ھ] اُپجڻ - پيدا ٿيڻ . ڦٽڻ - اُپرڻ . ظاهر ٿيڻ - نروار ٿيڻ . اُپرڻ (خيال).
- اُپج : ث. پيدائش - اُپت. ڦوٽهڙو- اوپتو . ايجاد . ويچار.
- اُپجاؤ : ذ. سرسبز- آباد . ڀلي (زمين)- زرخيز.
- اُپج لینا : ايجاد ڪرڻ . ڪا نئين ڳالهه پيدا ڪرڻ . ڳالهه ۾ نوان تجربا ڪرڻ .
- ● اَپرادھ : ذ [س] اپراڌ- ڏوهه - گناهه .
- اَپرادھی : صفت. اپراڌي - ڏوهي .

● آپڑنا : لازم [ھ] آکڙڻ . پاڙنُون پئجڻ . ٺپو لڳڻ. آيامَڻ - آڏڻ. آڏوڙڻ ( ڪل ) .

● آپلا ع آپلے : ذ [ھ] سُڪل ڇيٹو - ٿڦيل ڇيٹو.

— آپلے بَنانا، تھاپنا : ڇيٹا ٺڦڻ .

● آپنا ع آپنے : ضمير [ھ] پنھنجو- ذاتي- خُود جو. (ذ) مائٹ- عزيز. همدرد- رفيق- شريڪ- ساٿي .

— آپنا آپنا : تابع فعل . پنھنجو پنھنجو- ذاتي. جُدا جُدا - الڳ الڳ .

— آپنا اُلّو سيدھا ڪَرنا : پنھنجو مطلب ڪڍڻ . ٻئي ڪي نقصان ڏيئي پنھنجو فائدو حاصل ڪرڻ.

— آپنا بَنانا : پنھنجو ڪرڻ - پنھنجو بنائڻ . دوست بنائڻ. مائٽي ڳنڍڻ.

— آپنا بوجھ ڈالنا: پنھنجو بار ٻئي تي وجھڻ. پنھنجو ڪم ٻئي تي ڇڏڻ. پنھنجي مصيبت ٻئي جي مٿان آڇلڻ .

— آپنا بيگانہ ع آپنے بيگانے : ذ(ھ . آپنا + ف. بيگانہ) پنھنجو پرايو . دوست دشمن.

— آپنا رونا رونا : پنھنجا سور اورڻ . پنھنجو احوال ٻڌائڻ. پنھنجي مصيبت بيان ڪرڻ.

— آپناسا : صفت. پاڻ جھڙو- مٽ- ثاني .

— آپنا سا مُنہ لے کَر رَہ جانا : پنھنجو مُنھن وٺي ويھي رھڻ . شرمندو ٿيڻ - ڦيڪو ٿيڻ . لاجواب ٿيڻ.

— آپنا سَر پيٹنا : پنھنجو منھن مٿو پٽڻ . افسوس ڪرڻ- ارمان ڪرڻ. نتيجو ڀوڳڻ.

— آپنا سوجھتا ڪَرنا : پنھنجو فڪر ڪرڻ - پنھنجو بندوبست ڪرڻ. پنھنجي مرضيءَ موافق ڪم ڪرڻ.

— آپنا ڪيا آگے آنا : پنھنجو ڪيتو آڏو اچڻ . پنھنجا اعمال آڏا اچڻ . ڪيل ڪمن جو نتيجو لوڙڻ .

— آپنا ڪيا پانا : ڪئي جي سزا ڀوڳڻ - ڪيتو لوڙڻ - نتيجو ڀوڳڻ .

— آپنائيت : ث. پنھنجائپ- پنھنجائت- ويجھائپ . آسيت.

— آپني آپني پڙنا : ھر ڪنھن ڪي پنھنجي لڳڻ - نفسا نفسي لڳڻ. سڀ ڪنھن کي پنھنجي سِر جي لڳڻ .

— آپني آپني گانا : پنھنجي پنھنجي مطلب جي ڳالھ ڪرڻ. جدا جدا راءِ ڏيڻ.

— آپني بات پَر آنا : پنھنجيءَ تي اچڻ - ضد ڪرڻ .

— آپني پڙ جانا : پنھنجي سِر جي لڳڻ - پنھنجي لڳڻ.

— آپني سي ڪَر گُزَرنا : وت آھر ڪوشش ڪرڻ- وس ڪان نہ گھٽائڻ.

— آپني طَرَف کھينچنا : پاڻ ڏانھن ڇڪڻ- پاڻ ڏانھن آڻڻ لاءِ ڇڪڻ. پنھنجي پاسي ڪرڻ.

— آپني ڪھال ميں مَست ھونا : پنھنجي حال ۾ مست رھڻ. مسڪيني حال تي شڪر ڪرڻ.

— آپني گانا : پنھنجي ڳالھ چوڻ. پاڻ پڏائڻ. پنھنجي مطلب جي ڳالھ ڪرڻ .

— آپني مُراد ڪو پہنچنا : پنھنجي مطلب کي رسڻ - دل جي مراد حاصل ڪرڻ.

— آپني نيند سونا : ٻي فڪريءَ سان سمھڻ.

— آپنے آپ : تابع فعل. پنھنجو پاڻ - خودبخود- پاڻيھي .

— آپنے آپ ڪو کھينچنا : پاڻ کي آسمان سان لائڻ - پاڻ پڏائڻ . مغروري ڏيکارڻ.

- اپنے آگے کسی کو نہ گننا : کنهن کي پاڻ جهڙو نہ سمجهڻ- کنهن کي بہ نہ ليکڻ.
- اپنے اوپر لینا : پنهنجي سر تي وسائڻ - پنهنجي ذمي کڻڻ .
- اپنے پانو پر آپ کلہاڑی مارنا : پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻڻ. پاڻهي پاڻ کي مصيبت ۾ وجهڻ .
- اپنے حق میں کانٹے بونا : پنهنجي راهہ ۾ ڪنڊا پوکڻ - پنهنجي لاءِ کڏ کوٽڻ .
- اپنے دنوں کو رونا : اڳيان ( سُک جا ) ڏينهن ياد ڪري روئڻ .
- اپنے رنگ میں ڈبونا : پنهنجي رنگ ۾ رڱڻ - پاڻ جهڙو ڪرڻ.
- اپنے سائے سے بھڑکنا : پنهنجي پاڇي کان ڇرڪڻ- پاڇي پر ڊڄڻ.
- اپنے سر آفت لینا: پنهنجي سر تي مصيبت کڻڻ. ڪو ڏکيو ڪم پنهنجي ذمي ڪرڻ .
- اپنے سر مول لینا : پنهنجي مٿي تي کڻڻ - سِر تي وسائڻ . پنهنجي ذمي کڻڻ.
- اپنے کیے کو رونا : پنهنجي ڪئي تي پشيمان ٿيڻ . ڪيتو لوڙڻ- پنهنجي اعمالن جي سزا ڀوڳڻ .
- اپنے منہ پر طمانچے مارنا: پنهنجي ڪئي تي پڇتائڻ.
- اپنے منہ سے میاں مٹھو بننا : پنهنجي تعريف پاڻ ڪرڻ- پاڻ پڏائڻ.
- اپنے ہاتھوں کنواں کھودنا: پنهنجي هٿن سان کڏ کوٽڻ - پاڻهي پاڻ کي نقصان پهچائڻ.

● اپنانا : متعدی [ هہ ] پنهنجو ڪرڻ . پنهنجو بنائڻ .

● اپھار: ذ [هہ] ڀرتي - آڦري .

● اپھارنا : لازم [ هہ] آڦرڻ. سُڄڻ- ڦوڪجڻ. ڦُنڊڻ . پيٽ ڀرجڻ . ڍؤ ڪرڻ. ڪَڪ ٿيڻ - ورجڻ . گهوجڻ - ڦُسڻ . ٿلهو ڪرڻ . مغرور ٿيڻ . حد کان وڌيڪ ڪمائي ٿيڻ .
- اپھر : ث . آڦر ي- ڀرتي .
- اپھرا : صفت . سُڄيل - ڦوڪيل . آڦريل . سيڱيل ( پيٽ ). آڪڙيل .
- اپھرانا : متعدی . آڦرائڻ . ڍؤ ڪرائڻ . ڏنڻ - ڍيي ڀرڻ . ڍئي چڙڻ .
- اپھرائی : ث . آڦري - بد هضمي .
- اپھر چلنا : آڪڙجي هلڻ - مغروريءَ سان هلڻ آڦرجي پوڻ .

● اپھننا :لازم[هہ] اڀامڻ.ٽهڪڻ- جوش کائڻ.

● اپّا پتّا : ذ [هہ] اِتوپتو- پارپتا - نيشانيون - اهڃاڻ . اِشارا .
- اپّا پتّا بتانا : پارپتا ڏيڻ - اهڃاڻ ڏيڻ .

● اتارنا : متعدی [هہ] لاهڻ . هيٺ ڪرڻ . اوچائيءَ تان هيٺ لاهڻ . ڪيرائڻ . معزول ڪرڻ (ملازمت تان). نقل ڪرڻ - آتارڻ. ڪرڻ (صدقو) - گهورڻ . داخل ڪرڻ - گهيڙائڻ (هٿيار). لاهڻ ( ڪپڙا، نشو). وِهارڻ (دل ۾). ڪڍڻ (فوٽو) . وَڍڻ (سِر). ٽيڪائڻ (گهر ۾). پُورو ڪرڻ (قسم) . گيهڻ (ڪاڌو) . هلڪو ڪرڻ ( بارُ) . وڃائڻ ( عزت) . ٽارڻ (مصيبت) . آڻر لاهڻ (وڇون، نانگ وغيره جي زهر جو). ڪيرائڻ (چت ). آدا ڪرڻ (فرض). ڇاهڻ (رنگ). لاهڻ (ڪَلَ ۽ ڪاوڙ). لاهڻ (قبر ۾) . چڪائڻ (شراب) .
- اتار : ذ. لاهي- هيٺاهين. لاٿ (پاڻيءَ جي). ڪمي ( قيمت ۾) . نقل - آتارو. صدقو - گهورَ.
- اتارا : ذ. لاهہ. پتڻ . درياءَ جو پيٽُ .

ڪمي - لاٿ . نقل - آتارو. منزل ڪرڻ جي جاءِ - ڊاٻو. مسافر خانو. ڪاڌاٿو - صدقو (جو چؤ سول تي رکيو وڃي). جن" ڪيڻ يا بيماريءَ جو ٽوڻن ڦيڻن ذريعي علاج. ڊ ل معاف زمين. پُراڻا لٿل ڪپڙا.

— آتارا آتارنا : ڪاڌاٿو ڪيڻ - صدقو ڪيڻ.

— آتارا ڪرنا : نازل ٿيڻ. لهڻ - منزل ڪرڻ - ڊاٻو ڪرڻ. درياهه پار ڪرڻ. فوج جو لڙائي لاءِ منزل ڪرڻ.

— آتار جانا : لاهي وڃڻ . گهٽائي وڃڻ .

— آتار چڙهاؤ : ذ. هيٺاهين مٿاهين. لاڙهه چاڙهه. لاهي - گهٽ وڌائي. بُرائي ڀلائي - چڱي مندي. وير جي لاٿ ۽ چاڙهه. هيٺ مٿانهين (سُرن جي). اٽڪل سٽڪل.

— آتار چڙهاؤ بتانا : هيٺيون مٿيون ٻڌائڻ. پٽيون پڙهڻ. فريب ڏيڻ - دلبو ڪرڻ.

— آتارستار : ذ. گهاٽيي واڏي. لٿ پٿ. وهنوار. دوا دارون.

— آتارلينا : لاهي وٺڻ. هيٺ لاهڻ. آتاري چڙهڻ - نقل ڪرڻ (تحرير). لهرائي وٺڻ.

— آتارے کا جهونپڙا : محاوره. مسافر خانو. دنيا.

— آتارے کا مال : محاوره. لٿل مال. گدڪيل مال. پُراڻو مال (جو سستو وڪامي).

● آتائي : صفت [ه] آهو ڪاريگر جنهن جو اختيار ڪيل ڌنڌو آباڻو نه هجي - نقال. بازاري دوا فروش.

● اِترانا : لازم [ه] نخرا ڪرڻ - ناز ڪرڻ. ٽيلو ڪرڻ. فخر ڪرڻ. هلڪڙائي ڏيکارڻ - ٽرڙائي ڪرڻ. مغروري ڪرڻ - گهمنڊ ڪرڻ. پاڻ پڏائڻ.

— اِترانے پهرنا : نخرا ڪندو وتڻ. ٽرڙائيءَ سان هلڻ يا گهمڻ. پاڻ پڏائيندو گهمڻ.

● آترسوں : ذ [ع] پرينهن کان پوءِ ڏينهن - آر پرينهن.

● آترنا : لازم [ه] لهڻ. هيٺ آچڻ. نازل ٿيڻ (مصيبت وغيره). گهٽ ٿيڻ (اگهه). سوڙڻ (جواني). هٽڻ (جسم مان). نڪرڻ (ذهن يا خيال مان) - وسرڻ. لهڻ (پاڻي). گهٽجڻ (چنڊ). لهڻ (عزت). دنيا مان اچڻ - پيدا ٿيڻ. منزل ڪرڻ - ڊاٻو ڪرڻ. ٽڪڻ (مهمان ٿي).

— آتر آنا : لهي آچڻ - هيٺ آچڻ. هيٺ لهڻ. لهي اچڻ (ميدان ۾). آماده ٿيڻ.

— آترا، آترا هوا : صفت. لٿل.

— آترائي ۽ آترائيان : ث. لاهي - هيٺاهين - لاهو. لاٿ (پاڻيءَ جي). پٽڻ جو محصول. ادائگي (قرض جي).

— آتر پڙنا : لهي پوڻ. ٽيڪي پوڻ - ترسي پوڻ. آماده ٿيڻ - رضامند ٿيڻ.

— آترتا : صفت. لهندڙ - گهٽجندڙ.

— آترتا چاند : ذ. مهيني جي پوين تاريخن جو چنڊ. چنڊ جي مهيني جو پويون اڌ.

— آترن : ث. لٿل ڪپڙا - استعمال ٿيل ڪپڙا.

— آترن پترن : ذ. جهونا پُراڻا ڪپڙا - استعمال ٿيل ڪپڙا. نه پاٽڻ جهڙا ڪپڙا.

— آتروانا : متعدي. لهرائڻ.

— آتري هوئي پاپوش : محاوره. بيڪار جتي (جا لاهي ڇڏيل هجي). بيڪار شيءِ. ڇڏي ڏنل عورت - طلاق ٿيل عورت.

● آترنگ : ذ [ه] دروازي جي چوکٽ جي مٿين ڪاٺي - سردرو.

● اِتر بيهل : ذ [ع] ٽيڦلو - اطريفل.

● اِتْنا ؏ اِتنے : صفت [ھ] ايترو. ايتري قدر. گهڻو. [ث] اِتني.
— اِتْنا سا: صفت. ايترو ذرو- ايترڙو.
— اِتْنا سا مُنْہ نِکَل آنا : مُنهن ننڍڙو ٿي وڃڻ. مُنهن سُڪي وڃڻ.
— اِتْنے سے اِتْنا کَرنا: ننڍي مان وڏو ڪرڻ ٿوري مان گهڻو ڪرڻ.
● اُتْنا: صفت [ھ]اوترو- اوترو ئي. اوتريقدر.
● اَتّو: ذ [ھ] گهُنج- سَرَ (ڪپڙي جا). آهو سُگرو جنهن سان ڪپڙي سان سَرَ ڪيندا آهن- ڪوڙ. پورُ (چُرَ جو).
— اَتّو بَنا دينا: ماري ماري اڌ مُئو ڪري ڇڏڻ.
— اَتّو کَرنا: ڪپڙي کي ڪوڙ ڏيڻ. اڌ مُئو ڪرڻ. بيوقوف بنائڻ.
● اِتْوار: ذ [ھ] آرتوار- آچر.
● اَتهَک: صفت [ھ] اَٿَڪ- اَورچ. محنتي- جفاڪش.
● اَتهَل: صفت [ھ] تانگهو- تَراڪُو (ٿان ؏). ڊِرڙو- هلڪي طبيعت وارو. چغل خور.
● اَتهلنا: لازم [ھ] اَڌڻ. ڪري پوڻ. ٻڙڪو ڪائڻ. پلٽو کائڻ. اونڌو ٿيڻ. پاسو بدلائڻ.
● آثاری ؏ آثاريان: ث [ھ] ڇيت تي ڏهيل ڪوٺي- ماڙي.
● آثالا ؏ آثالے: ذ [ھ] آثالو. گهَر جو سامان- مال آسباب- ٽپڙ ٽاڙي.
● اَٹ سَٹ: ث [ھ] سازش- منصوبو. صلاح مصلحت- فريب- ٺڳي- ڄاڻ سڃاڻ. ڏيتي ليتي- ڏي وَٺ.
— اَٹ سَٹ هونا: سازش هجڻ. صَلاحُو هجڻ.
● اَٹکَڑ لَيس: صفت [ھ] واهيات- بيهودو- بد فضيلت. بيپرواهه. جلد باز- آپهرو. لباڙي- ڊاڙي.
● اَٹکَل: ث [ھ] طريقو- نمونو. حيلو- ترڪيب. جاچ- پرک. آندازو- ڏُڪو- تڪَ.
— اَٹکل پَچّو: صفت. بنا سوچ سمجهه جي. ڏُڪائي. واهيات. سَن گهڙت- بي بنياد.
● اَٹکنا: لازم [ھ] اَٽڪڻ- ڦاسڻ. وچڙڻ. رنڊجڻ- روڪجڻ. ٽنگجڻ- اڙڪڻ. پوڻ (جهيڙي ۾). گنڍجي. ڦسڻ. (گره). ياراڻي ٿيڻ. رنڊڻ- لڳڻ (ڏنڊي سان). هِڪڻ (پڙهڻ يا ڳالهائڻ ۾)- هٽڪڻ. ترسي بيهڻ- سيڙجڻ.
— اَٹک: ث. مصدر "اَٹکنا" جو امر. اَٽڪَ- روڪَ- اَڙَ- رنڊڪ. بندش- منع. هَٽڪ- هِڪ. هِچَ. ٽنبُو جي رَسي.
— اَٹکا دينا: اَٽڪائي ڇڏڻ. ڦاسائي ڇڏڻ. لڳائي ڇڏڻ (ڪم ۾). لَٽڪائي ڇڏڻ- ٽنگي ڇڏڻ.
— اَٹکانا: متعدی. اَٽڪائڻ- ڦاسائڻ- روڪڻ- رنڊڻ. ڦٽو وجهڻ. لَٽڪائڻ- لٽڪائڻ. ڦاسائڻ (دل). لڳائڻ (ڏنڊي ۾). ويڙهائڻ.
— اَٹکاؤ: ذ. اَٽڪ- رَنڊڪ.
— اَٹک جانا: ڦاسي وڃڻ. اَٽڪي وڃڻ. رنڊجي پوڻ. اَڙجي وڃڻ. لڳي وڃڻ (ڪم ۾).
— اَٹک مَٹک: ث. ناز نخرو- انگل آرو. اشاري بازي- چلولائي.
● اَٹکن بَٹکن: ذ [ھ] هڪ قسم جي ٻاراڻي راند (جنهن ۾ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گڏجي هڪ ٻئي ڏي آڱر سان اشارو ڪري چوندا آهن "اٹکن مٹکن، دہی چٹاخن؛ اگلا جهولے، بگلا جهولے؛ ساون ماس، کریلا پهولے؛ پهول پهولی بالیاں؛ باوا گئے دلی، لائے سات

کٹوريان: ايک کٹوری پهوٹ گئی؛ ٻبولے کی ٹانگ ٹوٹ گئی؛ کهنڈا لوگے کی چهڑی؟").

— اٹکن بٹکن کرنا کهیلنا: راند روند کرڻ. ٻارڙا ڪم ڪرڻ اجايا ڪم ڪرڻ.

● اٹکهیل: صفت [ھ] کيلمک - خوش طبع حرڪتي - اٹوئڙو. چلولو - البيلو. بازيگر. هلڪڙو - ٽرڙو - سِفلو.

— اٹکهیل پن، پنا: ذ. گستاخي. البيلائي. چلولائي. ٽرڙائي - هلڪائي.

● اٹکهیلی ۽ اٹکهیلیان: ث. ناز سان هلڻ- ٽيلارو. ناز نخرو- ماڻو. البيلائي. کِل مسخري-

— اٹکهیلیان کرنا: ناز نخرا ڪرڻ- آنگل آرا ڪرڻ. لوڏ سان هلڻ. چلولايون ڪرڻ.

● اٹل: صفت [ھ] اٹ ٽر - اٹ گس. نه هٽندڙ (انجام تان). ثابت قدم. مضبوط ڪٽل- قائم. پختو. مستقل.

— اٹل هو جانا: اٹ ٽر ٿي بيهڻ. چري نه سگهڻ (گهٽي ڪاٺ ڪري).

● اٹنا، اٹ جانا: لازم [ھ] پرجڻ (مٽيءَ ۾)- ڀرجڻ (ذوڙ ۾). ڏٽجڻ. ڍڪجي پرجڻ. گنجي وڃڻ.

● اٹنگن: ذ [ھ] ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جا پن ٻُتَ سان لڳنديءَ ئي خارش پيدا ڪن)- اٹنگڻ (گاهه).

● اٹیواٹی کهٹیواٹی: ث [ھ] پکيل کَٽ. هند کٽولو. تکليف يا ڏک سبب کَٽ وٺي پئجي رهڻ جي حالت.

— اٹیواٹی کهٹیواٹی لے کر پڑ رهنا: بيمار ٿي کٽولو وٺي پئجي رهڻ. جدا کٽ وٺي پئجي رهڻ.

● اٹھ: عدد [ھ] اٺ (٨). هي لفظ اکثر مرڪب لفظن ۾ استعمال ٿئي "اٹھ پهری وغيره".

— اٹھ پہری: صفت. آهو ماڻهو جو هر وقت ڪم تي موجود رهي. اٺئي پهر حاضر. هڪ ڏڙو تپ. ٻنيءَ جو راکو.

— اٹھ ماس: ذ. اٺن مهنن جو (چانون ٻار)- اٺيڙيو.

— اٹھ ماشی: ث. اٺن ماسن تورَ جو وزن.

— اٹھمانسا، اٹھواٹسا: ذ. اٺن مهني چاول ٻار - اٺڙيو. اٺن مهنن لاءِ رکايل زمين.

— اٹھنی ۽ اٹھنیان: ث. آڌ يو.

— اٹھوارا ۽ اٹھوارے: ذ. اٺين ڏينهن. اٺن ڏينهن جو عرصو.

● اٹھاره: عدد [ھ] ارڙهن (١٨).

● اٹھاسی: عدد [ھ] اٺاسي (٨٨).

● اٹھانوے: عدد [ھ] اٺانوي (٩٨).

● اٹھاون: عدد [ھ] اٺونجاه (٥٨).

● اٹھائیس: عدد [ھ] اٺاويهه (٢٨).

● اٹھتر: عدد [ھ] اٺهتر (٧٨).

● اٹھلانا: متعدی [ھ] نخري سان هلڻ- لوڏ سان هلڻ. اکڙجي هلڻ. ناز نخرا ڪرڻ. غرور ڪرڻ. نخري سان ڳالهائڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

● اٹھنا: لازم [ھ] اٿڻ. سٽي ٿيڻ. پرجي اچڻ (ڪڪر). اڀرڻ - ظاهر ٿيڻ. برپا ٿيڻ (شور، هل). نڪرڻ يا چڙهڻ (دونهون، بخار، ٻڦ وغيره). ختم ٿيڻ (وڪري جي شيءِ). مرڻ.

— اٹھ: مصدر "اٹھنا" جو امر "اٿ!".

— اٹھا: مصدر "اٹھانا" جو امر ۽ "اٹھنا" جو ماضي. اٿيو.

— اٹھا بیٹھانا: اٿاري ويهارڻ. همٿائڻ- آماده ڪرڻ- هُشڪارڻ. گمراهه ڪرڻ.

— اٹھا بیٹھی: ث. اٿَ ويهَ. بي آرامي- لوچ پوچ. اٿ ويهه جي سزا.

- اُٿها دينا : آڇاري ڇڏڻ لوڏي ڪڍي ڇڏڻ. لڏائي ڇڏڻ. ڪٽي ڇڏڻ. خرچ ڪري ڇڏڻ. ڪٽي ڏيڻ (ڪا شيء). ڪٽائي ڇڏڻ (مٽي تي). اکوڙي ڇڏڻ (پير).
- اُٿها رکهنا : ڪٽي رکڻ. بچائي رکڻ. سنڀالي رکڻ. ملتوي ڪرڻ.
- اُٿها لانا : ڪٽي اچڻ. چورائي اچڻ. خريد ڪري اچڻ.
- اُٿها لي جانا : ڪٽي وڃڻ. ڪٽي پڄڻ. چورائي وڃڻ. پڄائي وڃڻ (پاڻهن).
- اُٿهان : ث. اوٿپ - آڻاٽ - اڀار. جوانيءَ جي شروعات. نهايت مٽي اڌامڻ جي جاءِ (لغڙ جي) واڌ (ساهواري يا گاهه جي). خرچ. اوچائي - مٿانهون - چوٽي. هانيي - جسماني بيهڪ.
- اُٿهانا : متعدي. ڪٽڻ. آڇارڻ. بيهارڻ. آڇائڻ. هٿائڻ (وچ رستي مان). جاڳائڻ (ننڊ مان). ڪڍڻ (نظر، آڳر، قسم، احسان، ذميداري، گيرهه، جنازو، تابوت، وغيره). چورائڻ. ڏاهڻ (پيٽ). سهڻ (مصيبت). هٽائڻ (دل). آڇارڻ (جهيڙو، فساد). آلارڻ (ڏڪ). لاهڻ (ڍڪ، پردو). اڏائڻ (ڪبوتر). ڪڍڻ (جاءِ، محفل وغيره مان).
- اُٿهان هونا : واڌ ٿيڻ (جسم ۾).
- اُٿهاؤ چولها : محاوره. آهو ماڻهو جنهن کي هڪ هنڌ ٽڪاءُ نه آچي - سڪ ڦيٽو.
- اُٿهائي گيرُ، گيرا : صفت. ڪٽي پڄندڙ - چور. آهو چور جو ننڍيون چوريون ڪري.
- اُٿهہ بيٺهہ : ث. آٿ ويهه. ورزش جو هڪ نمونو.
- اُٿهتا : صفت. چڙهندڙ - وڌندڙ. مٿي ٿيندڙ. آڀرندڙ.
- اُٿهتي پيٺهہ : ث. بازار بند ٿيڻ وقت جو آڳهه.
- اُٿهتي جواني ع اُٿهتي جوانيان: ث. جوانيءَ جي شروعات - ڪچي وهي. وڌندڙ جواني. ڦوهه جواني.
- اُٿهتي ڪونپل : ث. جوانيءَ جا شروعاتي ڏينهن - نئين جواني.
- اُٿهتي بيٺهتي : تابع فعل. آٿندي وهندي. هر وقت - گهڙي گهڙي.
- اُٿهہ جانا : آٿي وڃڻ. لڏي وڃڻ (جاءِ مان). سري وڃڻ.
- اُٿهڪ بيٺهڪ : ث. آٿ ويهه. ورزش جو هڪ نمونو.
- ● اُٿيرن : ذ [هه] سٽ ويڙهڻ جي ڪاٺي - آٽيرڻ. گهوڙي کي ڏياريل چڪر - آنٽو. ڪشتيءَ جو هڪ داءُ. (صفت) ڏٻرو - آڀرو (جنهن جي بدن جا صرف هڏا وڃي رهن).
- اُٿيرن ڪاوا : ذ. گهوڙي کي چڪر هڻائڻ جو هڪ خاص طريقو (سيڪارڻ لاءِ).
- ● اُجاڙنا : متعدي [هه] آجاڙڻ - تباه ڪرڻ - ويران ڪرڻ. ڦٽائڻ. نقصان پهچائڻ. آکوڙڻ - ڪيڻ (پاڙئون).
- اُجاڙ : صفت. آجڙ - تباه - برباد - ويران. (ذ) ويراني - بربادي - تباهي.
- اُجاڙ صورت : ث. بد صورت - بد شڪل. منحوس شڪل. بي نمڪ مهاندو.
- اُجاڙو : صفت. آجاڙيندڙ - آجڙ ڪندڙ - لٽائيندڙ (پئسو) - هٿ ڦاڙ.
- ● اُجاگر : صفت [هه] روشن. ظاهر - پڌرو. مشهور - ناليوارو.
- ● اُجالا ع اُجالي : ذ [هه] روشني - روشنائي - سوجهرو. رونق - چهچٽو. صبح. آس. هار سينگار - ڏاهه نموهه. (صفت) روشن - چمڪندڙ.

● آجالنا : متعدي[هہ] روشن ڪرڻ. چمڪائڻ. صاف ڪرڻ - آجارڻ.

● آجَڊ: صفت [هہ] گنوار - جاهل - اَناڙي - چَٽ . بي ڍنگو.

● آجڙنا : لازم [هہ] اجڙڻ - تباهہ ٿيڻ - برباد ٿيڻ - ناس ٿيڻ.

▬ آجَڙ : صفت. مصدر "اجڙنا" جو امر. اجڙ آجاڙ.

▬ آجڙا ۽ آجڙے : صفت. اُجڙيل - ويران - برباد - تباهہ.

▬ آجڙا گهر بسنا : قلتل گهر آباد ٿيڻ. ڪنهن وڇڙيل عزيز جو گهر موٽي اچڻ. اولاد پيدا ٿيڻ. رنوڙ مرد جي وري شادي ٿيڻ.

▬ آجڙا پچڙا : صفت. ويران - تباهہ - برباد. بي رونق (گهر).

● آجَل : ذ [ع] موت - قضا - ڪٽي. مرڻو - قضيو.

▬ آجَل آنکهوں کے سامنے پهرنا : موت اکين اڳيان ڦرڻ. موت جي منهن ۾ هجڻ.

▬ آجَل سر پر کهيلنا : موت ڪنڌ تي سوار هجڻ - موت جي منهن ۾ هجڻ.

▬ آجل کے منهہ سے پهرنا : موت جي منهن مان بچڻ. ڪنهن آفت يا مصيبت مان بچڻ. لاعلاج مرض مان چڙهڻ.

● آجلنا : لازم [هہ] اجرڻ - صاف ٿيڻ. روشن ٿيڻ.

▬ آجل : صفت. صاف - اجرو - اجرل.

▬ آجلا ۽ آجلے : صفت. اجرو - صاف. اڇو - گورو. چمڪندڙ - روشن. نفيس - عمدو. چالاڪ - سمجهو.

▬ آجلا آدمي : ذ. سفيد پوش - اڇن ڪپڙن وارو. شريف ماڻهو. سادو ماڻهو - صاف دل ماڻهو. سمجهو ماڻهو.

▬ آجلا پن : ذ. اجاڻي - گورائي. صفائي - آجلائي. روشني.

▬ آجلا منهہ هونا : منهن صاف ٿيڻ. الزام کان آجو ٿيڻ. ٽڪو لهڻ.

▬ آجلي سمجهہ : ث. تمام سٺي سمجهہ. عقل - دانائي. چالاڪي.

▬ آجلي طبيعت : ث. سٺي طبيعت - ونندڙ ۽ سادي طبيعت. گنڀيرتا.

▬ آجلي کا آزار : ذ. عورتن جي هڪ بيماري.

▬ آجلي گذران : ث. سٺو گذران - سٺي آمدني (جنهن مان تمام سٺي نموني ۾ گذرڻي).

● آجمود : ذ [هہ] آڇو جيرو. جاڻ.

● آجوائن : ث [هہ] هڪ قسم جو ٻوٽو ۽ ان جو ٻج - جاڻ.

● آجهڙ : صفت [هہ] گهوبي ڪندڙ - ريڙهہ پيڙهہ ڪندڙ - جنجالي.

● آجي ! : ندا [هہ] "اے جي" جو مخفف. ڪنهن کي تعظيم مان مخاطب ڪرڻ جو لفظ "اي سائين !، اي صاحب !".

● آجيالا ۽ آجيالے : ذ [هہ] روشنائي - سوجهرو. رونق - چهچٽو.

● آجيالي ۽ آجياليان : ث [هہ] گهوڙي کي اکين تي چاڙهڻ جي اندارِي.

● آجيرن : ذ [هہ] دل تي بار ڪندڙ. دير هضم (کاڌو). خراب کاڌو (جنهن جي کائڻ مان طبيعت خراب ٿئي). (صفت) هضم نہ ٿيندڙ. ٽڪائيندڙ - ورچائيندڙ. بيمار - لاچار. ٿڪل.

▬ آجيرن هونا : دل تي بار ڪندڙ هئڻ. ٽڪائيندڙ هجڻ. ورچائيندڙ هئڻ.

● آچاٽ : صفت [هہ] بيزار۔ ڪڪ۔ خفي. آداس۔ مايوس۔ ويگاڙو. ملول۔ غمگين. لوڏيل.

● آچاٽنا : متعدی [هہ] بيزار ٿيڻ۔ ورچڻ۔ خفي ٿيڻ. ٻري ڪرڻ۔ هٽائڻ. جاڳائڻ۔ بيدار ڪرڻ. مايوس ڪرڻ. وراهڻ۔ ورچ ڪرڻ.

● آچار : ذ [هہ] آچار۔ سانڌائو.

– آچار ڈالنا : آچار وجهڻ. سنڌي رکڻ. گهڻي عرصي تائين رکڻ.

– آچار کر دينا : آچار ڪري ڇڏڻ. ڏاڍي مار ڏيڻ.

– آچاری ۽ آچارياں : ث. آچار وجهڻ جو ٿانءُ.

● آچانک : تابع فعل [هہ] اوچتو۔ بيخبري ۾. بنا دير جي يڪدم.

● آچپل، آچپلا : صفت [هہ] لاڏلو۔ دادلو۔ چيلولو۔ چاڳلو.

● آچٽنا : لازم [هہ] ٻري ٿيڻ۔ هٽڻ. ڌار ٿيڻ۔ الڳ ٿيڻ. آڌامڻ (ننڊ). بيزار ٿيڻ۔ ڪٽي ٿيڻ (دل).

– آچٽ : مصدر "آچٽنا" جو امر.

– آچٽانا : متعدی. ڏسو "آچاٽنا". بيزار ڪرڻ. هٽائڻ (دل). ورچائڻ.

– آچٽ جانا : کڄي وڃڻ (دل) – هٽي وڃڻ (طبيعت). مايوس ٿيڻ. وڃڻ (ننڊ). بيزار ٿيڻ.

– آچٽی هوئی باتيں : ث. بيزاري ۾ جون ڳالهيون۔ ورچ جهڙيون ڳالهيون. بي دلي ۾ سان ڳالهائڻ.

● آچکا ۽ آچکے : صفت. [هہ] اوچتو ڪا شيءِ کسي ڀڄي ويندڙ (چور). ڳنڍ ڇوڙ. لُچ۔ بدمعاش.

– آچکا پن : ذ. چوري. بدمعاشي.

● آچکنا : لازم [هہ] ٽپڻ۔ ٽپ ڏيڻ۔ ڇال ڏيڻ. مٿي ٿيڻ۔ مٿي چڙهڻ. پڇن تي بيهڻ. ڦرڻ۔ کسڻ. يڪدم کڻڻ.

– آچک : ذ. ڇاڙهہ۔ آيار. ٽپو۔ ڇال. آڻاءُ. بلندي۔ مٿاهين. (تابع فعل) اوچتو۔ يڪدم. ٽپو ڏيئي.

– آچکانا : متعدی. مٿي کڻڻ۔ کڻڻ. مٿي آچلڻ۔ آچل سان کڻڻ.

– آچک جانا : ٽپي وڃڻ ڇال هڻڻ. کڻي وڃڻ.

– آچک لے جانا : کڻي ڀڄي وڃڻ۔ آڏائي وڃڻ. ٻئي جي وات مان لفظ نکرڻ کان اڳ ڳالهہ شروع ڪري ڏيڻ.

● آچکن ۽ آچکنيں : ث [هہ] هڪ قسم جي شيرواني (جا نفيس ڪپڙي مان ٺهيل هجي). شيرواني.

● آچلا چال : صفت [هہ] نخري سان هلندڙ (عورت). ريجاليي. آئونٽري. چيلوليي.

● آچلنا : لازم [هہ] جدا ٿيڻ۔ ڌار ٿيڻ۔ الڳ ٿيڻ. کٽل لهڻ (جسم جي). پٽن چٽڻ.

● آچنبها ۽ آچنبهے : ذ [هہ] عجيب واقعو۔ حيرت جهڙي ڳالهہ. عجب۔ آچرج.

– آچنبهادانہ : ذ. مٺائي ۾ جو هڪ قسم.

● آچنگ : ث [هہ] دلي خواهش۔ مرضي۔ سڌ.

– آچنگ لگنا : سڌ ٿيڻ۔ شوق ٿيڻ.

● آچها ۽ آچهے : صفت [هہ] سٺو۔ چڱو. درست۔ صحيح. مناسب. ڪم جو. تندرست۔ چڱو ڀلو. نيڪ. مفيد. نيڄ۔ خالص. وڻندڙ (موسم). ڀلو (جانور). (تابع فعل) واجب۔ جوڳو۔ لائق. گفتگو کي جاري رکندڙ لفظ.

– آچها برا : صفت. چڱو مندو۔ چڱو مٺو۔ نيڪ بد. نفعو نقصان.

– آچها بهلا : صفت. چڱو ڀلو۔ تندرست. بي عيب.

– آچها خاصا : صفت. چڱو ڀلو. ڏسڻ وائسڻو.

▬ آچھا کَرنا : سٺو ڪرڻ. چڱو ڪرڻ . نيڪ ڪم ڪرڻ. ڀلو ڪرڻ - مهرباني ڪرڻ. خير خواهي ڪرڻ.

▬ آچھا لگنا : سٺو لڳڻ . پسند اچڻ . وڻڻ . مزو ڏيڻ .

▬ آچھی طَرَح : تابع فعل . چڱيءَ طرح - خوب خيرسان.

▬ آچھی کٹنا : عزت آبرو سان وقت گذرڻ.

▬ آچھے وقت : تابع فعل . عين موقعي تي - پوري وقت تي . ضرورت جي وقت .

● آچھالنا : متعدی [ ه ] آچلڻ - ڦٽو ڪرڻ . هيٺ مٿي ڪرڻ . ٽپا ڏيارڻ . آٿل پٿل ڪرڻ. مشهور ڪرڻ ( نالو) . پڌائڻ .

▬ آچھال : ث آچل. ٽپو- چال. ٽپڙ (بال جو).

▬ آچھالا دینا : آچل ڏيڻ ٽيڙ ڪارائڻ .

▬ آچھال چھکّا يا آچھال چھکّے : صفت . بدمعاش . رولاڪ . فاحش - بدڪار.

● آچھَلنا : لازم [ ه ] آچلجڻ . ٽپ ڪائڻ . ڪڏڻ . چِلڪڻ . آٿلڻ ( بيماري ) . ڌڙڪڻ ( دل ) . فخر ڪرڻ . نچڻ ٽپڻ .

▬ آچھَل : مصدر "آچھلنا" جو آمر . آچل . ٽپو - چال .

▬ آچھَل آچھَل پَڑنا : خوشيءَ مان ٽينگ ڏيڻ - آچلون ڪائڻ . ٻٽل ڏيڻ (سٺور ڪان).

▬ آچھَل کُود : ث . ٽينگ ٽپا . راند روند.

▬ آچھَلنا کُودنا : ٽپڻ ڪڏڻ - نچڻ ٽپڻ - ٽينگ ٽپا ڏيڻ . ضد ڪرڻ .

● آچھتّو : ذ [ه] نيڙيءَ ۾ پاڻي وغيره ڦاسي پوڻ جي حالت - آنٽو .

▬ آچھتّو آنا : آنٽو اچڻ - آنھڙجڻ .

● آچھَوانی : ث [ه] سُڪل ميون جو رس يا پي ڪا دوا جا ويايل عورت يا مريض کي طاقت لاءِ پيارجي .

● آچھُوتا : صفت [ه] آچُتو . صاف - خالص - نيج . نرالو - انوکو . (ث) آچھُوتی .

▬ آچھُوتی کُوکھ : محاوره . آها عورت جنهنجو ڪوبہ ٻار نہ مئو هجي.

● آچیلنا : متعدی [ ه ] آکوڙڻ . آڊيڙڻ . جُدا ڪرڻ . ڇلڻ - ڪرڙڻ. پاڙئون پٽڻ.

● اِحسان : ذ [ع] مهرباني - ٿورو - وَڙُ .

▬ اِحسان آتارنا : ٿورو لاهڻ - ڀلائيءَ جو عوض ڏيڻ .

▬ اِحسان آٹھانا : اِحسان کڻڻ - ٿورو کڻڻ.

▬ اِحسان جتانا : ٿورو لائڻ - ڪيل احسان وري وري پڌائڻ .

▬ اِحسان ماننا : احسان مڃڻ - ٿورو مڃڻ .

● آخ : ذ [ اردو ] کانگھاري ڪيڻ جو آواز "آخ ٿو".

● آختّاه! : کلمه تعجب [ اردو ] حيرت جي اظهار جو لفظ "او هو!، واه واه!".

● آختُو بَختُو : ث [ اردو ] آهي ۾ ڪائون جن ۾ پٽلي ٻڌي نچائيندا آهن .

● آخروٹ : ذ [ ه ] آکروٽ (سُڪل ميوو)

● آدا يا آدائیں : ث [ف] ناز - نخرو - آنگل . غمزو- اِشارو . طريقو - ڍنگ - نمونو . ادائگي - صفائي ( ليکي جي ) - تکميل . تعميل - بجاآوري (حکم جي).

▬ آدا کَرنا : آدا ڪرڻ - چُڪائڻ - ڏيڻ (قرض). بجا آڻڻ(شڪريو). پوري ڪرڻ ( رسم ). پڙهڻ (نماز) . چوڻ (زبان سان). لاهڻ (فرض).

● آداس : صفت [ه] غمگين - مايوس - دلگير. ويران- سُڃو. جهڪو (رنگ). ويڳاڻو- ڪومائل.

بي رونق .

- آداس پَڑنا : مايوس ٿيڻ - دلگير ٿيڻ - ڪومائجڻ (رنگ)- جهڪو ٿيڻ . بي رونق ٿيڻ .

- آداسی ۽ آداسیاں : ث. غمگيني . جهڪائي (رنگ جي). بي رونقي (محفل جي).

- آداسي برسنا : منهن مان مايوسي ظاهر ٿيڻ - منهن ڪومائل هئڻ .

- آداسي پهيلنا، چهانا: آداسي چانئجي وڃڻ . بي رونقي ٿيڻ . غم چانئجڻ .

● آداسا ۽ آداسے : ذ [هہ] آها رسي جا آزاد فقير جنئي وانگر ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن . هنڌ - اوڇڻ - بسترو .

- آداسا ڪسنا: هنڌ بسترو ٻڌڻ . روانو ٿيڻ- پنڌ ۾ پوڻ .

- آداسا کهينچنا : دنيا کان لاڳاپا توڙڻ - خواهشون ترڪ ڪرڻ .

● آدائی : ث [هہ] ميرانجهڙو رنگ - آچاڻ .

● آدبدانا : لازم [هہ] چالاڪ ٿيڻ - چست ٿيڻ - قوت ٿيڻ . پريشان ٿيڻ - لاچار ٿيڻ - تنگ ٿيڻ . بي آرام ٿيڻ - بي قرار ٿيڻ .

- آدبدا کر : تابع فعل . چاڻي واڻي- خواه مخواه- هرو ڀرو . ضد کان.

- آدبدا کرنا : چالاڪي ڪرڻ . ضد ڪرڻ . ٺڳي ڪرڻ . لُچائي ڪرڻ . ڌانڌل مچائڻ .

● آدرسا : ذ [هہ] ململ جو هڪ قسم - تمام سنهي ململ . ميڻائيءَ جو هڪ قسم .

● آدرکی : ث [هہ] ميڻائيءَ جو هڪ قسم . آدرڪ جو مربو .

● آدلا ۽ آدلے : ذ [ع. عضلہ > آدلا] ران جو گوشت .

● آدلا بدلا : ذ [هہ] بدل سدل- مٽ سٽ- ڏي وٺ - ڦيرڦار - تبديلي .

● آدل بدل : ذ. مٽ سٽ - ڏي وٺ - بدل سدل . ڦيرڦار - تبديلي .

- آدل بدل کرنا : ڦيرڦار ڪرڻ . مٽ سٽ ڪرڻ .

● آدمات ، آدماد : ذ [هہ] جوانيءَ جو جوش- جوانيءَ جي مستي . چريائي - جنون . مستي . غرور- همٿ . بدڪاري - بدچالي .

- آدمات ، آدماد لگنا : مستي چڙهڻ . چريائي چڙهڻ . غرور سان هلڻ .

● آدوائين ۽ آدوائنيں : ث [هہ] کٽ جي واڻ .

- آدوائين کهينچنا : واڻ چڪڻ . کٽ کي چڪي ڏيڻ .

● آدھ : عدد [هہ] اڌ - نصف .

- آدھ جلا : صفت . اڌ سڙيل .

- آدھ سيرا (ذ)، آدھ سيری : ث. اڌ سير جو وٽ يا ماڻ .

- آدھ کچا : صفت . اڌ ڪچو . اڻ پڪل . اڌ رڌو .

- آدھ کچلا : صفت . ڏڏر- اڌ رڌو - آڌاريل .

- آدھ کهلا : صفت . اڌ کليل . پڪڙيل (در) .

- آدھ موا : صفت . اڌ مئو - نيم مرده .

- آدھ ميں چهوڑنا : اڌ ۾ ڇڏڻ - اڌ ۾ دغا ڏيڻ . رڻ ۾ رولڻ - بيوفائي ڪرڻ .

- آدھنّا ۽ آدھنّے : ذ اڌ آنو . ٽڪو .

- آدھواڑ ۽ آدھواڑيں : ث. ڪنهن به شيءِ جو اڌ . اڌ ٽاڪيو . اڌ پاتليي پيہ پتو (لغز) .

- آدھورا ۽ آدھورے : صفت . اڌجيترو- اڌورو . ناڪمل - اڌ ڳڀيدو . اڻ تيار . (ث) آدھوری .

- آدھورا کرنا : ڪمزور ڪري ڇڏڻ .

آڌ سُئو ڪرڻ .

▬ اَدھُوَیسا : صفت . آڌ ڙوٽ ُ- جواني ڪان موٽيل .

● اَدھاً يا اَدھّے : ذ [ھ] اڌ - اڌ حصو. شراب جي ننڍي بوتل . چوڙين جي آڌ ٻانهين . ٻڪيءَ جو هڪ قِسم. هڪ قسم جی راند. پکواز جي وَڄت جو هڪ نمونو.

● اَدھار: ذ [ھ] هِنئَين جهل جيترو ڪاڏو . نيرن.

● اُدھار: ذ [ھ] اوڌر - قرض - لَهڻو. رِهائِي- ڇوٽڪارو .

▬ اُدھار بھیو پار: ذ. اڌار کاتو- اڌار جو ليکو.

▬ اُدھار کھانا : اوڌَر تي گُذر ڪرڻ .

● اَدھَر: صفت [ھ] نِڌڻِڪو- لاوارث - بيواهو. اول پٽڻ. بِنا ٽِيڪ. دَرميان - وِچ ۾.

▬ اَدھَر چَلنا : هوا تي هلڻ . ٻين تي هلڻ . آڪڙجي هَلڻ - سيٽجي هلڻ . نازسان هَلڻ .

▬ اَدھَر میں لٹَکنا : آڌ ۾ لٽڪڻ - وچ ۾ ٽنگجڻ .

● اِدھَر : تابع فعل [ھ] هيڏانهن - هِن طرف. هتي . ويجهو- قريب .

▬ اِدھَر اُدھَر: تابع فعل . هيڏانهن هوڏانهن - هِتي هُتي . هَر هنڌ. آسپاس - چَوطرف.

▬ اِدھر اُدھر پانئو پڑنا : بدراھ ٿيڻ - بد چال ٿيڻ. رولاڪ ٿيڻ.

▬ اِدھر اُدھر کَرنا، کَر دینا : هيڏانهن هوڏانهن ڪري ڇڏڻ. تيڙي پکيڙي ڇڏڻ. هيٺ مٿي ڪرڻ. وڃائي ڇڏڻ.

▬ اِدھر اُدھر کی کَہنا : هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ.

▬ اِدھر اُدھر ہو جانا : هيڏانهن هوڏانهن ٿي وڃڻ . ٽڙي پکڙي وڃڻ . هيٺ مٿي ٿي وڃڻ .

▬ اِدھر کی اُدھر کَرنا : هِتي جي هُتي ڪرڻ. هڪڙي جي ڳالهہ ٻئي کي ٻڌائڻ . هڪ جي ٻي ڪرڻ . چغليون هڻڻ . لائي چائي ڪرڻ.

▬ اِدھر کی دُنیا اُدھر ہوجانا : دنيا هيٺ مٿي ٿي وڃڻ - انقلاب اچي وڃڻ .

● اُدھَر: تابع فعل [ھ] هوڏانهن - هُن پاسي- هُن طرف- هُتي- ٻِئي پاسي . پَري.

● اُدھڑنا : لازم [ھ] اُدڙڻ . ڪُلڻ (ٽوپو). لَهڻ (کَل).

● اُدھَم : ذ [ھ] شورُ - هُلُ - لُڙُ - گوڙُ. هنگامو- دَمچر- هنبس .

▬ اُدھَم کَرنا، مَچانا : گوڙ ڪرڻ - ڌمچر مچائڻ - هنبس ڪرڻ .

▬ اُدھمی : صفت. هُل هنگامو ڪندڙ - گوڙ مچائيندڙ.

● اَدَہَن : ذ [ھ] ٽَهڪَندڙ پاڻِي (جو کُجهہ رَڌڻ لاءِ تهڪايو وڃي). کوسو پاڻي .

▬ اَدَہَن رَکھنا : کِچڙِي وغيره رَڌڻ لاءِ پاڻي چُلهہ تي رکڻ.

● اَدھوڑی یا اَدھوڑیاں : ث [ھ] آڌ کَل - آڌوڙِي- چَوڙو.

▬ اَدھوڑی تانِنا : پيٽ پَري کائڻ . ايترو کائڻ جو پيٽ ڦُوڪجي پوي.

● اَدھّی یا اَدھّیاں : ث [ھ] پَئسي جو اَڌون حِصو- آڌ دَمڙِي. هڪ قسم جو عمدو ءِ سنهون ڪپڙو.

▬ اَدھّی اَدھّی پَر جان دِینا: دَمڙِي دَمڙِي تي ساهہ ڏيڻ - سخت ڪنجوسي ڪَرڻ .

● اَدھیا :ث [ھ] آڌو آڌ وِرهاسَت. آڌو آڌ

بَٹئي. زمين جي اَڌ پيدايش ( جا زميندار کٽي). چِماهي ڏيل. اَڌ حصي جو مالڪ.

● اَدھیانا : متعدی [ھ] اَڌ و اَڌ ڪرڻ - ٻن حصن ۾ ورهائڻ.

● اَدھیڑ : صفت [ھ] اَڌوَٽ - ڪَرڙ وَڏ - اَڌ وَهيءَ ۾.

● اُدھیڑنا : متعدی[ھ] اُڌيڙڻ- کولڻ (ٽانڪا، ٽوپو). لاهڻ (کَل). کوهڻ (کنب). اُکيلڻ (نوڙي). کولڻ (سُٽ). ڏُتارڻ. ٽَڪارڻ. ٽُڪڻ. برباد ڪرڻ.

– اُدھیڑ : مصدر "اُدھیڑنا" جو امر. اُڌيڙَ. کوهَہ.

– اُدھیڑبُن : ث. ڍاھ ٺاھ - پيچ گهَتڙ. پُٺُ تَر- هَر ڪُر- سوچ ويچار- غور و خوض. فڪر- ويچار. بندوبست.

– اُدھیڑ دینا، ڈالنا : اُڌيڙي ڇڏڻ- کل لاهي ڇڏڻ. ڏاڍي سار ڏيڻ.

● اَدھیلا ج اَدھیلے : ذ [ھ] اَڌيلو.

● اَدھیلی : ث. اَڌ يو. اَڌ حِصو.

– اَدھیلیا : ذ. اَڌ حصي جو مالِڪ.

● اَڈا : ذ [ھ] اَڏو- ٺِڪاڻو- آستانو. آها جاءِ جتي مزور وغيره اچي گڏ ٿين - پيڙي. پکين جي ويهڻ جي جاءِ (هٽراڌ ٺاهيل پڃرو). گاڏين بيهڻ جي جاءِ. جُوا جي ٿِڪري. عياشي جي جاءِ. آها صندلي جنهن تي ويهي پرت پرجي. ڇانوڻي- فوجي مرڪز.

– اَڈے دار : صفت. اَڏي جو مالڪ- اَڏيوارو.

● اَڈول : صفت [ھ] اَڏول- مضبوط- قائم.

● اَرّانا : ث [ھ] ڏَڪو (جاءِ جي ڪرڻ جو آواز).

● اِرادہ ج اِرادے : ذ [ع] اِرادو- قَصد- عزم. خيال. مَقصد. نيّت- مرضي.

– اِرادَہ باندھنا : اِرادو ڪرڻ- قصد ڪرڻ.

● آرارا : ذ [ھ] زورائتو آواز. جاءِ وغيره جي ڪِرڻ جو وڏو آواز "ڌَڙام".

– آرارا کے بیٹھ جانا : وَٺي ڇِٽي يا جاءِ جو اوچتو آواز ڪري ڍَهي پَوڻ.

● آراضی ج آراضیاں : ث [ع] زَمين (پوکَ جي)- زرعي زمين.

– آراضی اُفتادَہ : ث (ع. اراضی+ف. اُفتاده) غير آباد زمين - پوٺو.

– آراضی خالِصَہ : ث. سرڪاري زمين.

– آراضی شامِلاتِ : ث. گڏيل زمين (جا اجا حصيدارن ۾ ورهائي نہ ويئي هجي).

– آراضی شور : ذ. ڪلراٺي زمين.

● اَرب : عدد[ھ] سو ڪروڙ (١,٠٠,٠٠,٠٠,٠٠٠).

– اَرب کَھَرب : صفت. بيشمار- لاتعداد.

● اَرتھی ج اَرتھیاں : ث [ھ] اَرٿِي- ڪاٺِي (جنهن تي هندو لاش کڻندا آهن).

– اَرتھی نِکلے : بد دعا. مَري وڃي- جنازو کڄي.

● اَرد : ذ[ھ] دال جو هڪ قِسم- اُڙد- مانُهَن.

– اَرد کے آٹے کی طرح اینٹھنا : مانُهن جي اٽي وانگر ڦوڪجڻ- خواه مخواه اَڪڙجڻ.

● اَردلی : ذ [ھ] جماعت- ٽولي. بدمعاشن جو ٽولو.

● اَردلی : ذ [انگ. orderly] اهو پٽيوالو جو آفيسر سان هر وقت گڏ رهي. خاص ملازم.

– اَردلی میں رھنا : آردليءَ ۾ رهڻ- هر وقت خدمت ۾ رهڻ.

● اَردو : ذ [ترکی] لَشڪر- فوج. لشڪرگاھ- ڇاوڻي. لشڪري ٻولي.

- آرْدوے مُعَلّیٰ : ث. صحيح ۽ مُستند آردو. تعليم يافته ماڻهن جي ٻولي. شاهي فوج.
● آرْدی : ث [هہ] پهريدار جي، پهري بدلجڻ تي ٻئي پهريدار کي ڏنل ڪار گذاري.
● آرْزَن : ذ [هہ] آناج جو هڪ قِسم.
● آرْکَٹ : ث [هہ] روشني - سُهانو-سوجهرو. چمڪاٽ. ڦُڙتيِ- چُستِي- چالاڪي- هوشياري. خبرداري- سنڀال.
● آرْگِجا : ذ [هہ] هڪ قسم جو خوشبودار تيل (جو صندل، ڪافور، مُشڪ، عنبر ۽ گيهه مان ٺاهيندا آهن)- آرگجو.
● آرگَل ۽ آرگَلے : ذ [هہ] آها ڪاٺي جنهن سان دروازي کي آڏ ڏيئي بند ڪندا آهن.
● آرْمان : ذ [ف] افسوس- ڏک- غم. حسرت. خواهش- سَڌ- شوق. پشيمانِي- ندامت- پڇتاءُ.
- آرمان بهَرا: صفت. خواهش، اُميدن يا حسرتن سان ڀَريل. ڏُک ڀَريو.
- آرمان پُورا کَرنا، نِکالنا: اميد پوري ڪرڻ. دل جي حسرت پوري ڪرڻ. خواهش پوري ڪرڻ.
- آرمان رَه جانا : ارمان رهجي وڃڻ. سَڌ پوري نه ٿيڻ.
● آرْنا : صفت [هہ] جهنگلي. جهنگلي سانُ- ٽُلهو ڪارو ماڻهو.
- آرنا آپلا، کَنڈا : ذ. آهو ڇيڻو جو چوپائيءَ جيئن لاٿو هجي تيئن ئي سڪي ويو هجي- جهنگلي ڇيڻو- گُوهو.
- آرنا بهَينسا : ذ. جهنگلي سانُ- جهنگلي پاڏو.
● آرَنڈ ۽ آرَنڈے: ذ [هہ] هيرڻ. ڪچيءَ پاڙ وارو وَڻ.
- آرنڈ خَربُوزَه: ذ (هہ. آرنڈ + ف. خربوزه) ڪاٺ گِدرو (وڻ ۽ ميوو).
- آرَنڈ کی جَڑ: محاوره. هيرڻ جي پاڙ (جا نهايت ئي ڪمزور ۽ ڪچي ٿيندي آهي). (ڪنايه) ڪمزور- بي پاڙو. بي بقا.
- آرَنڈي : ث- هيرڻ جو ٻج. آتشبازيءَ جو هڪ قسم.
● آرْواح : ث [ع. روح ۽ آرواحُ] روحَ.
- آرواح بهٹکنا : بدروحن جو رُلڻ. هرڪنهن شيءِ لاءِ دل ڇڪي ڏيڻ.
- آرواح بهَرجانا: طبيعت بيزار ٿيڻ - دل ڪَٽي ٿيڻ. ڍؤ ٿيڻ.
● آرْوَلي : ذ [هہ] هڪ قسم جو ڪاغذ.
● آرَون گهَرَون : ذ [هہ] ڇوڪرن جي هڪ راند.
● آرْوی ۽ آرْوِیاں : ث [هہ] هڪ قسم جو اوڙ (ڪچالو جي جنس جو، ڀاڄيءَ وانگر استعمال ٿئي).
● آرَهَر : ث [هہ] هڪ قسم جو آناج (جو ڏَري دال وانگر ڪم آڻيندا آهن).
● آری : ث [هہ] عورت کي سڏڻ جو لفظ "آڙِي!".
● آرے: ذ. سڏڻ يا مخاطب ڪرڻ جو لفظ "اڙي!، او!".
● آڑْبا کهڑْبا : ذ [اردو] سپاهين جي اصطلاح ۾ هنڌ بِسترو- سامان سڙو- ٽپڙ ٽاڙي.
● آڑْتالِیس : صفت [هہ] آٺيتاليهه (۴۸).
● آڑْتَلا ۽ آڑْتَلے : ذ [هہ] پَناهه - آجهو. آڏ- بچاءُ- حفاظت. اولو- اوٽ. ڇپري (دروازي جي)- چِڪَ. ڇانءُ- ڇانوِ لو. پاڇو- سايو. عڪس- اولڙو.
- آڑتلا پَکَڑنا : پناه وٺڻ - آجهو وٺڻ. آڏَ وٺڻ- بهانو ڪري پاڻ کي بچائڻ - عذر ڪرڻ.

● آڑتیس: عدد [ھ] اٺٽيھہ (٣٨).
● آڑسٹھ: عدد [ھ] اٺھٽ (٦٨).
● آڑس لینا: ھٽي ڇڏڻ (وَر ۾). ڪُنجي ڇڏڻ (وَرَ). ڪنھن شيءِ ۾ ٽنبي ڇڏڻ - ور ۾ ھٽڻ.
● آڑگڑا: ذ [ھ] آھو تختو جنھن ۾ گھوڙو ٻڌي سيکارڻ لاءِ ھلايو وڃي.
● آڑم: ذ [ھ] انبار - ڍِڳ - ڍير.
● آڑنا: لازم [ھ] اڙڻ - ڦاسڻ - اٽڪڻ - رنڊجڻ. ڪُپي وڃڻ. روڪجڻ. ضد ڪرڻ - تيسو ڪرڻ. نہ ڇڙڻ. بحث ڪرڻ - حجت ڪرڻ.
- آڑ: ث. مصدر "آڑنا" جو امر. ضد - ھوڏ. قبضيءَ جي بيماري (ٻارن کي) - پَجھَ. روڪَ - آڏَ - رَنڊڪ. ٽُوٽي - جھَلَ. رُخنو - اٽڪاءُ.
- آڑا: صفت. ڦاڏل - رنڊيل. اوکو - مشڪل - اٽائو.
- آڑا کر لینا: زوريءَ وٺڻ - ڏاڍائيءَ سان وٺڻ.
- آڑانا: متعدی. اڙائڻ - اٽڪائڻ - ڦاسائڻ. ترسائڻ - روڪڻ - ٻيھارڻ. رنڊڪ وجھڻ - اٽڪاءُ وجھڻ. بند ڪرڻ.
- آڑبڑ: صفت. ڪَھرو - ڪَڙ ٻَڙ. ھيٺ مٿي. ث. ٻَڪ ٻَڪ - اجائي ڳالھہ. رُخنو - اٽڪاءُ. جھگڙو - جھيڙو.
- آڑ جانا: اڙجي وَڃڻ - ڦاسي پوڻ. ضد ٻڌڻ. رنڊجي بيھڻ.
- آڑ کرنا: ضد ڪرڻ. رڏِي ڪرڻ. رنڊڪ وجھڻ.
- آڑ ضامنی: ث. اھا ضمانت جا ٻھرين ضمانت رد ٿيڻ تي ڪم اچي.
- آڑ کے بیٹھنا: کپ کوڙي ويھڻ. ضد ڪري ويھڻ. شدت ٻڌي ويھڻ.

- آڑی کے آڑیاں: ث [ھ] مُشڪل - اوکيِ (مهل). تڪليف - مصيبت - سختي. رَنڊڪ - اٽڪ. ضرورت - گھَٽِي - لوڙَ. مفلسي - ڪُشتيءَ جو ھڪ داءُ.
- آڑی رہنا: اٽڪيِ رھڻ. ڪم روڪجي وڃڻ. محتاج ٿيڻ.
- آڑی مار: صفت. دغاباز - ويساھہ گھاتي ڪندڙ - جعلساز. ٺَڳُ.
- آڑی مُشکل: ث. اڙي اوڏي - اڻيءَ ويل.
- آڑے تہڑے میں: تابع فعل. مصيبت جي وقت ۾ - ڏکئي وقت ۾ - اڻيءَ ويل ۾.
- آڑیل: صفت. ضدی - شدتي - بحثي - ھوڏي - نِڌر.
- آڑیل گھوڑا: ذ. رَڏيءَ وارو گھوڙو - اھنڊ گھوڙو - اڙي ھٽي بيھي رھندڙ گھوڙو.
● آڑنا: لازم [ھ] اڏامڻ. تمام تکو ھلڻ - تيز ڊوڙڻ. ھوا وانگر ھلڻ. ٽپ ڏيڻ - ڇال ڏيڻ. مغروري ڪرڻ. ڪاٽڻ (شراب، ڪباب وغيره). خرچ ٿيڻ (دولت). مشھور ٿيڻ (خبر) - اڏڻ (افواہ). ڦاٽڻ (بارود). ڪپي وڃڻ (مال).
- آڑا آنا: اڏامندو اچڻ. تمام جلد اچڻ. تيز ڊوڙندو اچڻ.
- آڑا پھرنا: اڏامندو وتڻ - اڏامندو گھمڻ ڳاڏين، موٽرن وغيره ۾ گھمندو رھڻ.
- آڑا جانا: اڏامندو وڃڻ - تيز ڊوڙندو وڃڻ. اڏائي وڃڻ - ٽاري وڃڻ (ڳالھہ).
- آڑا دینا: اڏائي ڇڏڻ. پچائي ڇڏڻ. تباھہ ڪري ڇڏڻ. مشھور ڪري ڇڏڻ. خرچ ڪري ڇڏڻ. ڪپائي ڇڏڻ. ماري ڇڏڻ.
- آڑا کے لے جانا: اڏائي وڃڻ. پچائي وٺي وڃڻ.
- آڑا لانا: اڏائي اچڻ. چوري ڪٽي اچڻ -

چورائي اچڻ. پچائي اچڻ (ٻانهن). زبردستي ڪٽي اچڻ.

— آڑا لینا: چورائي وٺڻ - ٽڪائي وٺڻ. نقل ڪرڻ (ٻئي تان).

— آڑان ۽ آڑانیں: ث. آڏام - آڏامڻ - پرواز- آڏاري.

— آڑانا: متعدی. آڏائڻ (پکي، لغڙ وغيره). چورائڻ - لنوائڻ - ٽڪائڻ. ٽارڻ - ٽالائڻ (ڳالهه). پڌائڻ. ڪيي چڏڻ (نوڪريءَ سان). ڪپائڻ - دُف ڪرڻ (ملڪيت). لاهڻ (سير). نقل ڪرڻ - سکڻ (عادت، هنر). گم ڪرڻ. پچائڻ (ٻانهن). ٽيکو ڏوڙائڻ. هٽڻ (تانَ). گم ڪرڻ (حواس). هٽڻ (چنڊا). اڏارڻ (افواهه).

— آڑان گهائی: ث. دوکو - دغا - فريبُ. چالاڪي - حرفت - آنڪل. داءُ - وَجهه. گُس گُساءُ - ٽت ٽتاءُ. آڏل پڌل.

— آڑاؤ: صفت. آڏائيندڙ (دولت) - فضول خرچ - هٿ ڦاڙ.

— آڑتا: صفت. آڏامندڙ - آڏامڪ. (ث) آڑتی.

— آڑتی پڑتی خبر: محاوره. غلط خبر- افواهه - ڪنين پئي ڳالهه.

— آڑتی تول: ث. گهٽ تور - ٽڳيءَ واري تور.

— آڑتی چڑیا کو پہچاننا: افعالن سان ئي سڃي ڪري وٺڻ. هوشياري سان مقصد معلوم ڪرڻ.

— آڑتی سی خبر: ث. افواه- ڪنين پئي ڳالهه.

— آڑ جانا: آڏامي وڃڻ. ٽيکو وڃڻ. غائب ٿي وڃڻ. پڃي وڃڻ. برباد ٿي وڃڻ. هلي وڃڻ (واقعو). لهي وڃڻ (رنگ، داغ).

— آڑ چلنا: وت کان ٻاهر هلڻ. غرور ڪرڻ - فخر ڪرڻ. پير پٽ تي نه رکڻ. شان شوڪت ڏيکارڻ.

— آڑکے: تابع فعل. آڏامي- تيزيءَ سان- فوراً- جهٽ پٽ.

— آڑکے لگنا: آڏامي لڳڻ. هڪڙي بيماري ٻئي کي وچڙڻ- وَنجڻ (بيماري).

— آڑن: صفت. آڏامندڙ- آڏندو. (ث) آڏام- پرواز.

— آڑ ناگن: آڏامي چڪ هڻندڙ بلا- گهوڙيال بلا.

— آڑن بیماری: ث. وچڙندڙ بيماري.

— آڑن کھٹولا: ذ. آڏام کٽولي. پينگهي جو هڪ قسم. ڏولي. هڪ قسم جو رانديڪو.

— آڑی پڑی بات: محاوره. افواه- ڪوڙي خبر- حبوب.

● آڑنگ: ذ [هـ] ڍيرُ- انبار- ڍڳ.

— آڑنگ بڑنگ: ذ. ٻارن جي هڪ راند. آجايون ڳالهيون.

— آڑنگ بڑنگ ہو جانا: چڙوچيڙ ٿي وڃڻ- ڪٺو ڪٺو ٿي وڃڻ.

— آڑنگ تڑنگ: ذ. آجايون ڳالهيون- بيڪار ڳالهيون.

● آڑنگا ۽ آڑنگے: ذ [هـ] روڪ- اٽڪ- آڏ. رُخنو- اٽڪاءُ. آڏار- ٽيڪ. آنگڙو- جانٺو.

— آڑنگا لگانا، مارنا: رُخنو وجهڻ- پچڪڙي وجهڻ (ڪم ۾). انگڙو هڻڻ- جانٺو هڻڻ.

— آڑنگے پر چڑھنا: وَڪڙ ۾ اچڻ. فريب ۾ ڦاسڻ. انگڙي ۾ ڦاسڻ.

● آڑواڑ ۽ آڑواڑیں: ث [هـ] چت ڪي تيڪ طور ڏنل ٽوٽي- ٽيڪ- ضامن.

● آڑوس پڑوسʼ : ذ [هہ] اوڙو پاڙو- مَحلو. آس پاس.

━ آڑوسی پڑوسی : ذ. اوڙي پاڙي وارو- پاڙيسري.

● آڑھانا : متعدی [هہ] اوڊائڻ - ڍڪائڻ- پهرائڻ (ڪپڙا). مٿان وجهڻ (اوڇڻ).

● آڑھائی: صفت [هہ] اَڍائي (٢½).

━ آڑھائی آنچھر: ذ. اَڍائي اکر- مختصر ۽ اثرائتي ڳالهہ. جَنتر مَنتر- ٽوٽو ڦيٽو. چند الفاظ- ٻٽي اکر.

━ آڑھائی اینٹ کی مسجد آلگ بنانا : آپي خان ٿيڻ. ڌارَ پارَ ٿيڻ - جُدا ٿيڻ.

━ آڑھائی چاول الگ پکانا : ڏيڍ چانور جدا چاڙهڻ. ڌارَ پارَ ٿيڻ.

━ آڑھائی چُلّو لہو پینا : قتل ڪرڻ- تمام تنگ ڪرڻ - ڪک ڪرڻ.

● آڑھتالیسʼ، آڑتالیسʼ: عدد [هہ] اَٺيتاليهہ (٤٨).

● آڑتیسʼ، آڑتیسʼ : عدد [هہ] اَٺٽيهہ (٣٨).

● آڑ هَیّا: ذ [هہ] اَڍائي سيري. اَڍائن جو ڪوڙو.

● آڑینچ : ث [هہ] دُشمني- وير- مُخالفت. تعصب- نفرت- ڪراهت. ضد- ڏنگائپ. رَنڊ- آڙي- روڪَ- پيچڪڙي. اعتراض- حُجت. عذر- بهانو.

━ آڑینچ نکالنا : خامي ڪڍڻ - عيب ڪڍڻ. رنڊڪ وجهڻ.

● اِزار ۽ اِزاریں : ث [ف] شلوار- سٿڻ.

━ اِزار بند : ذ. آڳٽ- ناڙو.

━ اِزار سے باہر نکلنا : پَٽاڪون هڻڻ- ڏاڙون هڻڻ. ڪاوڙ ۾ هوش وڃائڻ- بد حواس ٿيڻ.

━ آژدہا ۽ آژدہے : ذ [ف] هڪ قسم جو وڏو نانگ- آزدها.

━ آژدہے کے منہ سے پھرنا : وڏي مصيبت مان نڪرڻ- موت جي مُنهن مان بچڻ.

● اِسʼ : ضمير [هہ] هِن- هِي.

━ اِس لیے : تابع فعل. اِنهيءَ ڪري.

━ اِسی : صفت. اِنهِي.

━ اِسی آن : تابع فعل. هينئر- هن وقت.

━ اِسے : تابع فعل. هِين ڪي.

● اَس : ضمير [هہ] هُن - هُو.

━ اَسʼ پارʼ : تابع فعل. هُن پَرَ- پَراڙ.

━ اَسʼ دَمʼ : تابع فعل. اُنهيءَ وقت- اُنهيءَ دم.

● آسارا ۽ آسارے: ذ [هہ] ريشمي ڌورو جنهن تي تار ويڙهي ڪلابتون ٺاهيندا آهن. پوتين جي ڪناري کي هڻڻ جو ڌورو.

● آسارا ۽ آسارے: ذ [هہ] رَستو- لنگهہ- گذر. آڱڻ- ايوان. وِرانڊو. دَوا جو آنريل پاٽي. دروازي جي اڳيان سِرن جي آيل پٽڙدِي- ڏيڍِي.

● آساڑھہ : ذ [هہ] آکاڙ (سهينو).

━ آساڑھی: ث. آکاڙ ۾ پوکيل فصل- ربيع جو فصل. هندن جو هڪ وڏو ڏينهن.

● آسامی ۽ آسامیاں : ث [ع. اِسمُ ۽ اَسماء ۽ آسامی > آسامی] هي لفظ اُردو ۾ واحد طور مستعمل آهي. ماڻهو- جَڻو- آسامي. فَرد. هاري- ڪُڙمي. گِراهڪ- خريدار. نوڪري- مُلازمت. عهدو. جُوارين جي اصطلاح ۾ آهو ماڻهو جو راند نہ ڄاڻي ۽ اڪثر هارائي ويندو هُجي. مالدار- امير. بيوقوف- مورک.

━ آسامی بنانا : ٻُوڪ بنائڻ- بيوقوف بنائڻ. ٺَڳڻ - ڦُرڻ.

━ آسامی موروثی : ذ. اهو هاري جنهن کي ڪنهن زمين تي پوکڻ جو حق پيڙهي بہ پيڙهي حاصل هجي.

● آساوَری : ث [هہ] سر يراڳ جي هڪ راڳڻي

جو نالو- آساوَري. ڪبوتر جو هڪ قسم. هڪ قسم جو پٽاپٽي ريشمي ڪپڙو.

● آستا ۽ آستے : ذ [هہ] حجام - نائي.

● آستانی ۽ آستانیاں : ث [هہ] ماسترياڻي - آستاد .

● آستر کاری : ث [ف] چُن جو ليپو- پلستر.

● آستَرَہ ۽ آستَرے : ذ [ف] پاڪي.

ـ آستَرَہ پھیرنا : پاڪي گھمائڻ. مٿوڪوڙڻ. ڏگهڻ - صفائي ڪرڻ .

● اِستغاثہ ۽ اِستغاثے : ذ [ ع ] فوجداري فرياد . دعوىٰ- فرياد .

ـ اِستغاثہ دائر کرنا : عدالت ۾ فرياد داخل ڪرڻ - ڪيس ڪرڻ.

● اِستمرار : ذ [ع] هميشگي- دوام .

ـ اِستمراری پٹا : ذ . زمين جو هميشه لاءِ مالڪاڻو.

ـ اِستمراری مُقرَر ہونا : هميشه لاءِ ڏِل مُقرر ڏيڻ .

● اِستنجا ۽ اِستنجے : ذ [ ع ]طهارت- وَٽ ڇهڻ .

ـ اِستنجے کا ڈھیلا : ذ. وَٽ ڇهڻ جو پٿر. (صفت) جنهن کي ڪا اهميت نه هجي . بيعزت.

● آسگندھ : ذ [هہ] پسارڪي وکر جو هڪ قسم (هڪ ٻوٽي جي پاڙ ).

● آسوار: ذ [هہ] سُوار- هسوار. (صفت) چڙهيل (گهوڙي تي).

ـ آسواری۽آسواریاں:ث. سُواري - هسواري.

● آسوانسی ۽ آسوانسیاں : ث [ هہ ] زمين ماپڻ جو هڪ اوزار.

آسوج : ذ [هہ] آسُو ( مهينو).

● آسی : عدد [هہ] آسي (٨٠).

● آسپلا ۽ آسپلے : صفت [هہ] بيوقوف- نادان- چِسو .

● اِشارہ ۽ اِشارے: ذ [ع] اِشارو- آهڃاڻ.

ـ اِشارے چلنا : اکين جا اشارا هلڻ - اِشاري بازي ڏيڻ. اکيون لڙڻ .

● آشک : ذ [ف] لڙڪ- ڳوڙها .

ـ آشک بھر آنا : لڙڪ پرجي اچڻ- اکين ۾ ڳوڙها تري اچڻ. روئڻهارڪو ٿيڻ.

ـ آشک شوئی : ث. لڙڪ اگهڻ . دڙ دلاسو- تسلي .

ـ آشکوں سے منہ دھونا : تمام گهڻو روئڻ- سَريون پاڻيءَ جون روئڻ .

ـ آشکوں کا تار باندھنا : تمام گهڻو روئڻ - لڙڪن جون سَريون وهائڻ .

ـ آشکوں کی جھڑی لگنا : تمام گهڻو روئڻ- هنجون هارڻ.

● آصل : ث [ع] آصل - بنياد- پيڙهه . آصليت. قرض تي ڏنل رقم. مُور- سُوڙ ي . (صفت) قديم - پُراڻو. شريف (خاندان).

ـ آصل زر: ذ. وياج تي ڏنل رقم- مُور.

ـ آصل مع سود : ذ. وياج سميت مور- راس.

● اِظہار : ذ [ع] پڌرائي . بيان. شاهدي.

ـ اِظہار لینا : لکيت ۾ بيان وٺڻ - شاهدي وٺڻ.

ـ آعضا : ذ [ع. عضو ۽ اعضا] عضوا - لِڱ.

ـ آعضا ٹوٹنا : عضوا ڀڄڻ - سَنڌ سنڌ ۾ سُور ٿيڻ - سنڌ ڀڄڻ . بخار چڙهڻ کان اڳ ۾ ٿي بدن ۾ ڳاموڙ ڏيڻ .

● آغل بغل : تابع فعل [ف] ساڄي کابي آسپاس- چوڌاري . اوڙي پاڙي ۾ .

● اِغوا : ذ [ع] ڀڄائڻ (ڀانئهن) جي حالت- ورغلائڻ.

● آفؔ : ث [ع] تڪليف يا ڏُک ۾ وات سان نڪتل آواز "آهه! آفسوس!".

▬ آفؔ رے: ڪلمهٔ استعجاب. ڪنهن شيءِ جي گهڻي انداز ۾ ڏسڻ سان بے اختيار وات نڪتل آواز "مار!".

▬ آف ڪَر دينا: دُف ڪري ڇڏڻ. برباد ڪرڻ. آڏائي ڇڏڻ (پئسا).

▬ آف نَہ ڪَرنا : آف بہ نہ ڪرڻ - دانهن بہ نہ ڪرڻ. برداشت ڪرڻ - سهي وَڃڻ. ڪنهن جي تڪليف تي افسوس ظاهر نہ ڪرڻ.

● اُفتاد ۽ اُفتاديں : ث [ف] اتفاق. تڪليف - مصيبت. فطرت - عادت. ابتدا. ٻالڪپڻ - ٻاراڻي عمر.

▬ اُفتاد پَڑنا : اتفاقي حادثو پيش اچڻ. مصيبت پوڻ - آفت نازل ٿيڻ.

● اِفتِرا : ذ [ع] تُهمت - الزام - بهتان.

▬ اِفترا باندهنا : تهمت هڻڻ - الزام هڻڻ - بهتان هڻڻ.

● اَفرا تَفرى : ث [ع. افراط و تفريط] گهبراهٽ - گُڙ ٻَڙ - اَبتري. بيقراري. هلچل. ڀَڄ ڊوڙ - ڀاڄ. بي بند و بستي.

● اَفسانَہ ۽ آفسانے : ذ [ف] قِصو - ڪَهاڻي - داستان. حال - رُوئداد. ڪوڙي ڳالهہ. بيان - ذڪر. وَڏو قِصو. مشهور ڳالهہ.

▬ آفسانَہ چهيڑنا : قصو شروع ڪرڻ - حال بيان ڪرڻ.

● اَفسَر : ذ [ع] سردار - آفيسر - عَملدار.

▬ اَفسَر مال : ذ. ڍل وصول ڪندڙ آفيسر - ڪليڪٽر.

● اَفسُوں : ذ [ف] جادُو. مَنتر - ٽوٽو ڦيٽو. فِريب - مَڪر.

▬ اَفسُوں پهُونڪنا: منتر پڙهي هڻڻ - شوڪارو هڻڻ. جادو هڻڻ.

▬ اَفسُوں چَل جانا: جادو لڳي وڃڻ. ٽُڳيءَ ۾ اچڻ. دام ۾ ڦاسڻ.

● اَفشان : ث [ف] زريءَ جو ٻُورو - چِلڪَ.

● اِفطار: ذ [ع] روزي چوڙ.

▬ اِفطار ڪَرنا : روزو ڇوڙڻ.

▬ اِفطارى : ث. روزي چوڙ مهل ڪائڻ جون شيون - روزي چوڙ.

● اُفوہؔ : ڪلمهٔ تعجب [اردو] عجب، افسوس ۽ تڪليف جي سوقعي تي وات سان نڪتل لفظ "اوهہ! آهہ!".

● آفيم : ث [اردو] آفِيم - آمل.

▬ آفيمچى، آفيمى : ذ. آفيم ڪائيندڙ - آمليِ.

▬ آفيمى چِڙا : صفت. تمام گهٽو آفيم ڪائيندڙ.

● آفيُون : ث [ع] آفيم - آمل.

▬ آفيُون چَڑهنا : آفيم جو نشو چڙهڻ.

▬ آفيُون ڪا جوگا : ذ. آفيم جو ڦوڳ.

● اِقبالؔ: ذ [ع] خوش نصيبي - سَڀاڳ - سَدوراڻي - خوشحالي. اقرار - قبوليت.

▬ اِقبالِ جُرم : ذ. ڏوهہ جي قبوليت - ڏوهہ جو اقرار.

▬ اِقبالِ دَعوے: ذ. ڏوهہ جي قبوليت. ڏوهہ جي قبوليت جو دستاويز.

▬ اِقبالى : صفت. ڏوهہ جو قبولدار. قبولدار.

● اِڪ : عدد [هہ] هِڪ - هِڪڙو. ڏسو "ايک".

▬ اِڪ آکيلا: تابع فعل. آڪيلو - هڪڙو ڇڙو - تَن تنها.

▬ اِڪتارا : ذ. هڪ قسم جو ساز - يڪتارو.

▬ اِڪ تالا : ذ. طبلي جي وڄت جو هڪ نمونو.

- اِکَ دَرا : ذ. هڪڙي دَر وارو دالان.
- اِکَ ڈال: صفت. هِڪ جهڙو. آمت-لاثاني.
- اِکَ ڈالا : ذ. هڪڙي تاري وارو (گُل، ٻُوٽو).
- اِکَ سار: صفت. برابر - هڪ جهڙو. هموار - سنئون.
- اِکَ لڙا : صفت. هِڪَ سَر وارو (هار) - هِڪَ لڙهو.
- اِکَ مَنزلہ : صفت. ماڙي.

● اِکّا ۽ اِکّے : صفت [هہ] هڪڙو. اڪيلو. تَنها - هيڪلو - نويڪلو. بي مثل - لاثاني. آمت. (ذ) هِڪ گهوڙي يا ڍڳي واري گاڏِي. ٻانهن تي ٻڌڻ جو هڪ زيور. هڪڙيءَ وَٽَ وارو شمَعدان - پلٽي هٽي وهڻ جي حالت. تاس ۾ هڪ داڻي وارو پتو - يَڪو.

- اِکّا دُکّا : تابع فعل. ايڪڙ ٻيڪڙ-ڪو ڪو- ڇڙو ڇاڙو. وِرلي. هِڪ اڌ.

● اِکاسی: عدد [هہ] ايڪاسي (٨١).

- اِکاسی دِيا جَلنا : تمام گهٽي روشني ٿيڻ.

● اِکاوَن: عدد [هہ] ايڪونجاهہ (٥١).

● اِکائی ۽ اِکائیاں: ث [هہ] هيڪڙائي. هڪ کان نَون تائين هڪ درجي وارو انگ - ايڪو.

● اِکتالِيس: عدد [هہ] ايڪيتاليهہ (٤١).

● اُکتانا : متعدی [هہ] ڪَٽو ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - ويڳاڻو ٿيڻ.

● اِکتَرا : ذ [هہ] واري جو (تَپ)-ٽيئڙ (تَپ).

● اَکتُوبَر : ذ [انگ. October] آڪٽوبر (مهينو).

● اِکتِيس : عدد [هہ] ايڪٽيهہ (٣١).

● اُکٹنا : متعدی [هہ] اُکوڙڻ - پاڙئون پَٽڻ- کوٽي کَڍڻ. ٽَڪو ڪڍڻ. هيٺ مٿي ڪرڻ - اونڌو ڪرڻ. برباد ڪرڻ. بدنام ڪرڻ - گاريون ڏيڻ.

● اِکٹھّا : تابع فعل [هہ] گَڏ - هِڪ هَنڌ - جَمع.

● آکَرا : ذ [هہ] تمام خراب ۽ سستو اناج جو جانورن کي کارايو وڃي.

● اَکَڑنا : لازم [هہ] آڪڙجڻ - سيٽجڻ - ٺُوڪجڻ. غرور ڪرڻ. فخر ڪرڻ - ڦُونڊِجڻ. ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ - رنج ٿيڻ. ڪُڙجي پوڻ (بدن). سيٽجڻ (سيءَ ۾). عضوا ٻڌجي پوڻ. ضِد ڪرڻ- هوڏ ڪرڻ. تيار ٿيڻ (وڙهڻ لاءِ).

- اَکَڑ : ث. آڪڙ- سيٽ. ٺُنڊ- وَڏائي. سختي- آڪيڙ (جسم جي). گهمنڊ- مغروري- ضِد- هوڏ- رَڏِي.
- اَکَڑ باز : صفت. آڪڙ باز- آڪڙجي هلندڙ. سيٽ ڪندڙ. مغرُور- هٺيلو. ضدي. ڇيڙاڪ.
- اَکَڑبازی : ث. آڪڙ بازي - سيٽ. غرور- فخر. رعب تاب.
- اَکَڑ بَل کَرنا : آڪڙجي هلڻ- سيٽجي هَلڻ. غرور ڪرڻ- فخر ڪرڻ. شرارت ڪرڻ.
- اَکَڑ تَکَڑ : ث. چلولائي- البيلائي. آڪڙ بازي.
- اَکَڑ فُوں : ث. سيٽ ٺُوڪ- آڪڙ بازي. ٺُنڊ- آڪڙ. غرور- گهمنڊ.
- اَکَڑ مَروڑ : ث. سيٽ ٺوڪ- ٺين ٺُون. چاڳلائي- دادلائي.
- اَکَڑنَٹ کَرنا : آڪڙجڻ- فخر ڪرڻ- سيٽجڻ.

● اَکَڑُو، اَکڑُوں: تابع فعل [هہ] آپ کڙيو- اوڪڙُو (ويٺل).

- اَکڑُوں بَیٹھنا : اوڪڙو وهڻ - آپ کڙيو وهڻ.

● اَکْسَٹھہ: عدد [ھ] ايڪهٺ (٦١).

● اَکسَنا: لازم [ھ] لُڏڻ - ڏُڏڻ - جهولڻ . هَمَڻ - ڀَري ٿيڻ . اُٿڻ - اُڀرڻ - ڪنڌ ڪڍڻ . ظاهر ٿيڻ - ڦُٽڻ - سنهن ڪيڻ . ڀڙڪو کائڻ - جوش ۾ اچڻ . ڪاوڙجڻ .

▬ اَکسا دينا: ڀڙڪائي ڇڏڻ . ڪاوڙائي ڇڏڻ . دکائي ڇڏڻ (باھ).

▬ اَکسانا: متعدی . اڀارڻ - هُشڪارڻ . ڀڙڪائڻ . وَٽِ مٿي ڪرڻ (ڏيئي يا بتيءَ جي). جاڳائڻ - دُکائڻ (باھ).

▬ اَکسنے نہ دينا: لُڏڻ يا چُرڻ نہ ڏيڻ . ڪيڏانهن وڃڻ نہ ڏيڻ . ڪَنڌ ڪڍڻ نہ ڏيڻ . اڀرڻ نہ ڏيڻ .

● اَکَل کهُرا: صفت [ھ] اهو ماڻهو جو ٻين سان ميلڻ جُلڻ پسند نہ ڪري - اڪيلائي پسند . رُکَ مُنهون - بي مروت - بي لحاظ . بَدمزاج - چيڙاڪ . خود غرضي - لالچي .

● اِکلَوتا ۽ اِکلوتے: صفت [ھ] ماءُ پيءُ کي هڪڙو ئي پُٽ . سِڪيلڌو . (ث) اِڪلوتی .

● اِکَنگ: صفت [ھ] انجام تان نہ ڦرندڙ . دوستي يا دُشمني تي قائم رهڻ - اٽل - اُٽ ٽر . هڪ قِسم جي راند .

● اَکواهی: تابع فعل [ھ] هڪ گوڏي تي . هڪ پاسي تي . هڪ طرف جهُڪيل - اُلار .

▬ اَکواهی بيٹھنا: گوڏي ڀر ويهڻ . گوڏو ڀچي ويهڻ .

● اِکوائی: صفت [ھ] دَلالن جي اصطلاح ۾ ٽن (٣) جو عدد .

● اِکَوتا ۽ اِکَوتے: ذ [ھ] بيماريءَ جو قسم (جنهن ۾ ٽنگن ۽ پيرن تي ڦوڦيندا ٿي پوندا آهن). اڪوئي (سامان) خريد ڪرڻ جي حالت .

● اَکَولا ۽ اَکَولے: ذ [ھ] لوھ جي چُلهہ - سِگري .

● اَکهاڑا ۽ اَکهاڑے: ذ [ھ] آکاڙو (ڪُشتي ورزش يا ڪَسرت ڪرڻ جي جاءِ). محفل (ناچ جي). سُهڻن جو ٽولو . ساڌن جو مجموعو . ساڌو فقيرن جو گروهہ .

▬ اَکهاڑا بَدنا: آکاڙو ٺاهڻ . ڪُشتي جو مقابلو قبول ڪرڻ .

▬ اَکهاڑا جَمنا: پهلوانن جو آکاڙي ۾ جَمع ٿيڻ . تماشاين جو گڏ ٿيڻ . ڪنهن هنڌ تي تمام گهڻا ماڻهو گڏ ٿيڻ .

▬ اَکهاڑے ميں اُترنا: آکاڙي ۾ اچڻ (مقابلي لاءِ). ميدان ۾ اچڻ .

● اَکهاڑنا: متعدی [ھ] ڪَنهن شيءِ کي ٻاهر ڪڍڻ - اکيڙڻ - پاڙئون پٽڻ (ٻوٽو وغيره). ڊاهڻ - ڪيرائڻ . ڇڏائڻ . جدا ڪرڻ . اجاڙڻ . ناس ڪرڻ . ڀڄائڻ . ڇڙ وڇڙ ڪرڻ - ڪَٽوڪَٽو ڪرڻ .

▬ اَکهاڑ: مصدر "اَکهاڑنا" جو امر . پَٽَ - اکيڙ .

▬ اَکهاڑ پَچهاڑ: ث. پَٽَ کوهَ . اَٿل پُٿل . ڊاهہ ڊُوهہ . بيخ ڪَني - پاڙئون پٽڻ جي حالت .

● اِکهتَّر: عدد [ھ] ايڪهتر (٧١).

● اِکهرا ۽ اِکهرے: صفت [ھ] هڪ تَهہ جو - يڪ تهو .

▬ اِکهرا بَدَن: ذ. ڏُٻرو ۽ هلڪو بُت . سنهڙو بدن .

▬ اِکهری سَواری: ث. ڏوليءَ وغيره ۾ هڪ سُواري - اڪيلي سواري .

● اَکهرنا: لازم [ھ] ڏکيو لڳڻ - اگرو لڳڻ . ناگوار لڳڻ - اڻ سُهائيندو لڳڻ .

● آکھڑ : صفت [ ھ ] جاھل - چِٽ - آڻ گھڙيل - غير مهذب - ڏڏستو - بد تميز .

▬ آکھڑپن : ذ. جهالت. بدتميزي. سرڪشي.

▬ آکھڑپن کی لپنا : جهالت جو ڪم ڪرڻ . بدتميزي ڪرڻ. آڻ سُهائيندو ڪم ڪرڻ.

● آکھڑنا : متعدی [ھ] آکوڙڻ. آلوڙڻ. پاڙئون پٽجڻ - ٽڏي ڪان نڪرڻ. سنڌن ڪان نڪرڻ. بيزار ٿيڻ - ڪڪ ٿيڻ. پچي پوڻ. ٽٽڻ (ساھ). فرق پوڻ (رفتار ۾). بي سُرو ٿيڻ (آواز). آٿلي پوڻ (بيماري).

▬ آکھڑی آکھڑی باتیں : محاوره. ناراضگيءَ سان ڳالهائڻ. آڏا آيتا جواب. رکائيءَ سان جواب. آڻ سُهائيندڙ ڳالهيون. بي ڍنگيون ڳالهيون.

▬ آکھڑی گفتگو : ث. ناراضپي جي ڳالهه ٻولهه . آڻ سُهائيندڙ گفتگو.

▬ آکھڑے آکھڑے : صفت. مايوس - ويڳاڻو. رنجيده - ناراض - ڏکويل.

● آکھلی ﻉ آکھلیاں : ث [ھ] چانورن چڙڻ جي آکري .

▬ آکھلی میں سر دینا : آکريءَ ۾ مٿو وجهڻ. ڪو سخت ڪم پاڻ تي هموار ڪرڻ .

● آکھوا : ذ [ھ] هڪ قسم جو ٻوٽو.

● آکھولا ﻉ آکھولے : ذ [ھ] ڏسو "آکولا".

● آکھو مکھو : ث [ھ] رات جو ٻارن کي وندرائڻ لاءِ زالون ڏئي ڏانهن هٿ وڏائي وري ٻار جي منهن تي ڦيرائينديون آهن.

▬ آکھو مکھو دیکھنا : دو ڪو کائڻ - بيوقوف بنجڻ - ٺڳجڻ .

● آکھیڑنا : متعدی [ھ] آکوڙڻ - پاڙئون پٽڻ - آکيلڻ . ڏسو "آکھاڑنا".

▬ آکھیڑ : مصدر "آکھیڑنا" جو مونث.

ڪُشتيءَ جو هڪ داءُ (جنهن ۾ مخالف پهلوان کي زمين تان مٿي ڪٽجي).

▬ آکھیڑا : ذ. پوک جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ٻوٽن جون پاڙون سڙي وينديون آهن) .

▬ آکھیڑ بتانا : بي پرواهي ڏيکارڻ - ڌيان نه ڏيڻ.

▬ آکھیڑ مارنا : ڪُشتيءَ ۾ مخالف پهلوان کي زمين تان مٿي ڪٽڻ جو داءُ هڻڻ. مُخالفت ڪرڻ .

● آکیلا ﻉ آکیلے : صفت [ھ] آڪيلو - تنها - هيڪلو. هڪڙو ڇڙو. (ث) آکیلی .

▬ آکیلاپن : ذ. آڪيلائي - هيڪلائي - تنهائي.

▬ آکیلا دُکیلا : تابع فعل. آڪيلو - هيڪلو. ايڪڙ ٻيڪڙ - ورلو.

▬ آکیلی جان : تابع فعل. هڪڙو ڇڙو - تن تنها - آڪيلو.

▬ آکیلی کہانی : ث. يڪ طرفو بيان .

● اِکیس : عدد [ھ] ايڪيهه (٢١).

▬ اِکیس هونا : اڳ ۾ رهڻ - اڳرو هئجڻ .

● آگارنا : متعدی [ھ] ڪوهه سان سنڌي ڪيڻ - ڪوهه صاف ڪرڻ.

● آگاڑی ﻉ آگاڑیاں : ث [ھ] اڳياڙي (گهوڙي جي ) . آها رسي جا گهوڙي جي ڳچيءَ يا اڳين پيرن ۾ ٻڌندا آهن . سودي پڪي ڪرڻ وقت ڏنل اڳوات رقم - سُوٽي . ( تابع فعل ) اڳيان - سامهون .

▬ آگاڑی پچھاڑی : ث. اڳياڙي پڇاڙي ( گهوڙي جي ) .

▬ آگاڑی پچھاڑی تڑانا : اڳياڙيون پڇاڙيون ڇنائي ڀڄڻ . رسو توڙائي ڀڄڻ. حواس باخته ٿيڻ.

● آگال : ذ [ھ] پان جو ڦوڳ. چٻاڙيل شيء.

ٽڪ - ڦيٽي .

- آگالُ دانُ : ذ . ٽڪي - ٽڪن آچلڻ جو ٿانءُ .

● آگالا : ذ [هہ] پوک کي نقصان پهچائيندڙ هڪ قسم جو جيت . پوسل واري زمين .

● آگانا : متعدی [ هہ ] آپائڻ - آپاڙڻ ( ٻوٽو وغيره ) . پيدا ڪرڻ .

● آگاهينا : متعدی [ هہ ] اوڳاڙڻ - وصول ڪرڻ ( مسواڙ ، چندو ، اوڌر وغيره ) . گهيرڻ - گهيرَ ڪرڻ . زوريءَ وٺڻ . جمع ڪرڻ - گڏ ڪرڻ .

- آگاهي ۽ آگاهيان : ث . اوڳاڙ - وصولي .

● آگنٺا پيچي : ث [هہ] سهٽا طعنا (جي عورتون جهيڙي ۾ هڪ ٻئي کي ڏين) - ويڻ .

● آگنٺنا : متعدی [هہ] آڪوڙڻ . سهٽا ڏيڻ - اورانيا ڏيڻ . عيب کولڻ . نامناسب ڳالهه وَري وَري منهن ۾ ڏيڻ . گهٽ وڌ چوڻ .

● آگَرُ : ذ [هہ] هڪ قسم جو وڻ (جنهن مان ڳگر نڪري) . هڪ خوشبودار وڻ جي ڪاٺي (جا ٻرڻ سان خوشبوءِ ڏئي) .

- آگردانُ ، آگر وَٽا : ذ . آهو ٿانءُ جنهن ۾ اگربتيون ٻاري رکجن .

- آگر کی بتّی : ث . اگر بتي .

- آگَرَئی ، آگَرُيا : صفت . اگر وارو - آگر جو . ميرانجهڙو - ڳوڙهو ڪشمشي رنگ .

● آگَرُ : حرف شرط [ف] جيڪڏهين - متّبادا - بالفرض .

- آگرمگَرُ : ث. نٽ نٽاءُ - گوڻتات . بهاني بازي .

● اِگَرُ دِگَرُ : صفت [هہ] هيٺ مٿي - دَرهم بَرهم - اونڌو اُبتو - اُلٽ پلٽ .

● آگَرُنا : متعدی [هہ] صاف ٿيڻ ( کوهہ ) .

● آگڙَمُ بگڙَمُ : [ هہ ] بي معنيٰ ڳالهيون (جي سمجهه ۾ نه اچن) . بيڪار شيون - غير ضروري شيون . (صفت) گڏ وچڙ .

● آگستُ : ذ [ انگ. August ] عيسوي سال جو آٺون مهينو - آگسٽ .

● آگلا ۽ آگلے : صفت [هہ] اڳيون - پهريون - منڍ وارو . آئينده - ايندڙ . گذريل وقت جو - اڳوڻو - پويون . پُراڻو - پُراڻي زماني جو . اڳواڻ . مقابلي وارو - حريف . (ث) آگلی .

- آگلا پِچهلا : تابع فعل . اڳيون پويون . گذريل وقت ۽ حال جو .

- آگلا پَرُدَهُ : ذ. جهاز جو اڳيون سڙهه .

- آگلا تهمُ : ذ. جهاز جو اڳيون ڪوهو .

- آگلوں کو رونا : مَري وِيلن کي ياد ڪرڻ - مئلن کي اوسارڻ .

- آگلے پِچهلے : تابع فعل . اڳيان پويان . (ذ) اڳئين ۽ گذريل وقت جا ماڻهو .

- آگلے دَفتَرُ کهولنا : اڳيون ڳالهيون ياد ڪرڻ . پراڻا ڏک سور بيان ڪرڻ .

● آگلنا : متعدی [هہ] اوڳارڻ . اُڳڇڻ - ڪڍڻ (وات مان) . ڳيتل شيءِ اوڳاڇڻ . ٽڪڻ . ظاهر ڪرڻ - اندر ظاهر ڪرڻ - واقعات ٻُڌائڻ - ظاهر ڪرڻ (راز ، سنجهه) . هضم ڪيل مال مجبوراً واپس ڪرڻ .

- آگَلُ آگَلُ کے کهانا : ڪراهت سان کائڻ - چيچلائي کائڻ .

- آگَل دِينا : اوڳاڇي ڇڏڻ - ڳيتل شيءِ واتون ڪڍڻ . ظاهر ڪرڻ (راز) .

● آگَن : ذ [هہ] هڪ قسم جو ننڍڙو ۽ سهڻو پکي - چنڊُول جو هڪ قسم .

● آگنا : لازم [هہ] آپِرڻ (نباتات) - چمڻ -

ڦُٽڻ (ٻـج)- پـيدا ٿيڻ .

● آگُوا : ذ [هہ] مهندار- اڳواڻ - پيشوا . هادي. پـَريو مـُڙس. انتظام ڪندڙ. منتظم .

ـ آگُوا ڪارُ : ذ. سردار- مهندار- اڳواڻ.

ـ آگوانُ : ذ. اڳواڻ - سـَردار- پيشوا - مهندار.

ـ آگُوانی، آگُوائی : ث. اڳواڻي - رهنمائي - پيشوائي. استقبال - خوش آمديد.

● آگُواڑا ۽ آگُواڑے: ذ [هہ] اڳيون حصو (گهر جو)- اڳواڙو- اڳـَڻ - آڳنڌ.

ـ آگُواڑا پـِچهـُواڑا : ذ. آڳو پيڇو- اڳ پـُٺ . گهـَر جو آڳ ۽ پـُٺ .

● آگهـَن : ذ [هہ] هندن جي فصلي سال جو آٺون مهينو (جو نومبر ۽ ڊسمبر جي وچ ۾ ايندو آهي).

ـ آگهـَنی : ث. خريف جي فصل جو آهو حصو جو "اگهـَن" جي مهيني ۾ لـُڻبو آهي. ڪـَتـِي يا خريف جو فصل .

● آگهـُنا: لازم [هہ] آڳرڻ - وصول ٿيڻ (چندو وغيره). جـَمع ٿيڻ - گڏ ٿيڻ .

● آگـُيارُ ، آگـُياری : ث [هہ] پوڄا لاءِ ٻاريل باهہ - جوت .

● آلا بـَلا : ث [هہ] ڪـِن چـِن - گند ڪچرو- ڪاڏي جون خراب شيون - ردي شيون.

● آلاپُ : ذ [هہ] آلاپُ - آواز.

● آلاپـُنا : متعدی [هہ] آلاپڻ. آلاپ ڏيڻ.

● اِلاچا: ذ [هہ] ڪپڙي جو هڪ قسم (جنهن تي ڦوٽن جهڙو پـَرت پـَريل هـُجي) .

ـ اِلاچا بهيگـُ : ذ [اردو] هڪ قسم جي بدصورت ۽ خاص نموني جي پـُتلي. (طنزاً) سنهڙو ڏ کهو ماڻهو (جو لـَچ ڏسجڻ ۾ اچي) .

● اِلاچـِی ۽ اِلاچـِياں : ث [هہ] ننڍو ڦوٽو- ايلاچي .

● آلار ، آلالُ : صفت [هہ] هڪ پاسي جهـُڪيل (گاڏی، بار)- داباڻـُو.

● آلانگـِنا، آلانگهـِنا: متعدی [هہ] اورانگهڻ. لانگ ورائڻ (گهوڙي تي) .

● آلاهـِنا ۽ آلاهـِنے : ذ [هہ] اولاڻو- اولانـُپو- مهڻو- طعنو. ڏوراپو- ميار- گلا .

ـ آلاهـِنا آتارنا : مـَيار لاهڻ - گـِلا لاهڻ.

● آلاؤ : ذ [هہ] مـَچ - آڙاهہ - پـَيڙ. ڪـُهـَڙُ. محرم جي مهيني ۾ مچ ٻر تيڻ ۽ انجي چوڌاري ڦرڻ جي هڪ رسم .

● آلاوا ۽ آلاوے: ذ. مـَچ - آڙاهہ - پـَيڙ- پـَنيٺ.

● اِلائـِچا ۽ اِلائـِچے: ذ [هہ] ننڍو ڦوٽو-ايلاچي.

● اِلائچي دانـہ : ذ. مـِٺائيءَ جو هڪ قسم (جا کنڊ ۽ ڦوٽن مان ٺاهيندا آهن).

● آلُ بـَلُ : صفت [هہ] نهايت طاقت وارو- مضبوط- سگهارو. (ذ) بيحد طاقت- قـُدرت . غرور- هـَٺ - تڪبـّر. تفاوت- فرق . ڪـَمي . ننڍ وڏائي. صدقو- قربان .

● آلـُبيلا ۽ آلـُبيلے : صفت [هہ] آلبيلو- لاڏلو- دادلو. چاڳلو- چلولو- ريجالو. ڳـَڀرو- دلبر. بي پرواهہ - موجي. ٻالو ڀولو- ساد و سودو. ڀورڙو- بيوقوف. (ث) آلـُبيلی .

ـ آلبيلاپـَن : ذ. آلبيلائي- دادلائي- چلولائي.

ـ آلبيلی چالُ : ث. مستاني چال - ناز سان هلڻ.

● آلـَٿـُنا : متعدی [هہ] اٿلائڻ - اونڌو ڪرڻ - اُبتو ڪرڻ. ڦـِٽائڻ (بازي). برباد ڪرڻ. ڊُهرائڻ (ڳالهہ). ڪيرائڻ (سـَوار کي). کـَنجڻ (ٻانهون). چورڻ (زبان). رَد ڪرڻ (حڪم). هارڻ (پاڻي). اٿلائڻ (پـَنا). ڪٽڻ (پردو). موڙي وجڻ - ڦيرو کائڻ. برخلاف ٿيڻ. رُخ ڦيرائڻ (گفتگو جو).

موٽي اچڻ. بدلجڻ (پاسو، قسمت). بيقرار ٿيڻ (دل). سُنجهڻ (ساهه). ڦرڻ (دماغ).

- اُلٹا: صفت. اونڌو- اُبتو. اُٿليل. ڦريل. پاسيرو- وَريل. اُلنڌو- مُرڪو. ڪَبو (هٿ). اُبتي پاسي ڪان. بيوقوف- جاهل. غلط.
- اُلٹا بهاڑا: ذ. موٽ جو ڀاڙو.
- اُلٹا بهاگنا: پُٺتي ڀڄڻ- پوين پيرن تي ڀڄڻ. پٺي واپس اچڻ.
- اُلٹا پانسو: ذ. ڪَبو پير- ڏانو پير.
- اُلٹا پُلٹا: صفت. اونڌو اُبتو- هيٺ مٿي. بي ترتيب- گَڏ وچڙ. گهبرايل- پريشان.
- اُلٹا پُلٹی: ث. اُٿل پُٿل. گڏ ٻَڏ.
- اُلٹا پهير جانا: موٽي وڃڻ- واپس وڃڻ.
- اُلٹا تمانچا: ذ. اُبتي چماٽ.
- اُلٹا تَوا: صفت. اُبتو تئو- تئي جي پُٺ. ڪارو رُڏ.
- اُلٹا جواب؟ يا اُلٹے جواب؟: ذ. اُبتو جواب- اونڌو جواب. غلط جواب.
- اُلٹا دینا: اونڌو ڪرڻ- اُبتو ڪرڻ- اُٿلائڻ.
- اُلٹا دهڑا باندهنا: پنهنجو ڏوهه ٻئي تي ٿڦڻ. ڏوهه فريادي تي مڙهڻ. ڪنهن ڪي سندس ئي ڏنل دليلن سان لاجواب ڪرڻ.
- اُلٹا زمانہ: ذ. اونڌو زمانو. خراب زمانو.
- اُلٹا سبق پڑهانا: اُبتي صلاح ڏيڻ.
- اُلٹا سمجهنا: اُبتو سمجهڻ- غلط سمجهڻ.
- اُلٹا سوار هونا: پاڻ غلطي ڪري ٻئي کي تنبيهه ڪرڻ.
- اُلٹا سيدها: تابع فعل. اُبتو سُبتو- اونڌو اُبتو. بي قاعدي- بي ترتيب.
- اُلٹانا: متعدی. اُٿلائڻ. اُبتو ڪرڻ- اونڌو ڪرڻ.

- اُلٹا ناچ ناچنا: اونڌو ڪم ڪرڻ.
- اُلٹا هاتهه: ذ. ڏانو هٿ- ڪابو هٿ. اُبتو هٿ.
- اُلٹا هاتهه مارنا: افسوس ڪرڻ- ارمان ڪرڻ. هٿڙي هڻڻ- تيڳانڻ.
- اُلٹاؤ: ذ. اُٿلائي.
- اُلٹ پڑنا: اُٿلي پوڻ. اُٿل ڪائڻ. پاسو بدلائڻ. ڍهي پوڻ- ڪري پوڻ. هلان ڪرڻ.
- اُلٹ پُلٹ: ث. اُٿل پُٿل. گڏ ٻڏ. بدل سدل. اُبت سُبت.
- اُلٹ پُلٹ کر دینا: اُٿل پُٿل ڪري ڇڏڻ- هيٺ مٿي ڪري ڇڏڻ. گڏ ٻڏ ڪري ڇڏڻ.
- اُلٹ پهير: ث. ڦيرڦار- بدل سدل- رَد بدل. اُٿل پُٿل.
- اُلٹ پهير کرنا: بدل سدل ڪرڻ. دوکيبازي ڪرڻ. انڪل بازي ڪرڻ.
- اُلٹ پيچ: ذ. ڦيرڦار- بدل سدل. انڪل سنڪل. دوکيبازي. ڦير ڦند.
- اُلٹ پيچ کرنا: انڪل بازي ڪرڻ. رولو وجهڻ- گڙ ٻڙ ڪرڻ- مونجهاري ۾ وجهڻ- گمراهه ڪرڻ.
- اُلٹ جانا: اُٿلي پوڻ. اونڌو ٿيڻ. ليٽي پوڻ.
- اُلٹ کر خبر نہ لينا: موٽي سارَ نه لهڻ- خبر ئي نه وٺڻ.
- اُلٹوانسی: ث. پنهنجو ڏوهه ٻئي تي مڙهڻ جي حالت. سنئين سنواٽي ڳالهه مان اونڌي مطلب وٺڻ جي حالت. اُبتي ڳالهه. اونڌو ڪم.
- اُلٹی آنکهيں دکهانا: بيجا ڪاوڙ ڪرڻ. اُلٽو ٻئي تي ڪاوڙ ڪرڻ.
- اُلٹی بات يا اُلٹی باتيں: ث. اونڌي ڳالهه.

آونڌو ڪم .

▬ اُلٹی پٹّی پڑھانا : اونڌي صلاح ڏيڻ . پٽي پڙهائڻ . غلط صلاح ڏيئي گمراهه ڪرڻ . ڏُتارڻ .

▬ اُلٹی چال : ث. خراب چال - بَد چالي - خراب عادتون - ڪُلڇڻائي . آونڌي وات .

● اُلٹی چھُری سے حلال کرنا : اُبتي ڪاتيءَ سان ڪُهڻ - مُنڊي ڇُريءَ سان ڪُهڻ. ناجائز طرح نقصان پهچائڻ.

▬ اُلٹی رات کا : محاوره. بيوقوف - احمق - نادان .

▬ اُلٹی رسم : ث . آونڌي رسم - اُبتو رَواج .

▬ اُلٹی سانس لینا : گهٽڪيون کائڻ . مرڻ وقت وڏا ساهه کڻڻ - ڏکيا ساهه کڻڻ .

▬ اُلٹی سمجھ : ث.آونڌي سمجهه - اُلٽي مت.

▬ اُلٹی سوجھنا : غلط طريقو ذهن ۾ اچڻ . غلط نموني ۾ سمجهڻ .

▬ اُلٹی سیدھی : ث . اُبتي سُبتي - اونڌي سنئين . غلط سلط.

▬ اُلٹی سیدھی باتیں : محاوره . اونڌيون اُبتيون ڳالهيون. هيڏانهن هوڏانهن جون خبرون.

▬ اُلٹی سیدھی پڑنا : آولو سَولو ڌڪ لڳڻ. اوچتي مصيبت پوڻ .

▬ اُلٹی سیدھی سُنانا : آڏا اُبتا جواب ڏيڻ . گهٽ وڌ ڳالهائڻ . - آڏنگو ڳالهائڻ .

▬ اُلٹی سیدھی ہانکنا : آونڌيون اُبتيون ڳالهيون ڪرڻ. آجايون ڳالهيون ڪرڻ. پٽاڪون هڻڻ .

▬ اُلٹی سیفی پڑھنا، پھیرنا : بَد دعا ڏيڻ - پِٽڻ - پاراتو ڏيڻ .

▬ اُلٹی سیفی ہوجانا : جادو يا عَمل جو اُبتو اَثر ٿيڻ .

▬ اُلٹی طرف : ث. پٺيون پاسو - پُٺ . اُبتو پاسو.

▬ اُلٹی قسمت : ث . آونڌو نصيب - خراب قسمت - بد نصيبي .

▬ اُلٹی کھوپڑی کا : محاوره. اونڌي سمجهه وارو - ڪم فهم .

▬ اُلٹی گنگا بہنا : قاعدي جي خلاف ڪا ڳالهه ٿيڻ - رسم رواج جي خلاف ڪا ڳالهه ٿيڻ.

▬ اُلٹی مالا پھیرنا : نقصان پهچائڻ. منتر جنتر پڙهڻ .

▬ اُلٹی مت : ث. آونڌي سمجهه - آونڌي مت.

▬ اُلٹی ہوا : ث. مخالف هوا - اُبتڙ حالتون.

▬ اُلٹی ہوا چلنا : اُبتي هوا لڳڻ - زماني جو مخالف ٿيڻ .

▬ اُلٹے : تابع فعل. اُبتڙ - برعکس. سورڳو- ساڳهين .

▬ اُلٹے اُسترے سے سر مونڈنا : اُبتي پاڪيءَ سان مٿو ڪوڙڻ. ڦُري پيننگ ڪرڻ. ٺڳڻ .

▬ اُلٹے پانوں پھرنا : بيٺي پير موٽڻ - جلد واپس اچڻ .

▬ اُلٹے پانوں چلنا : پوئين پيرين موٽڻ. پٺيرو هلڻ.

● اُلجھنا : متعدی [ ھ ] منجهڻ - وچڙڻ - ڳنڍ ڳوڙهه ٿيڻ. ڦاسڻ - اٽڪڻ . بيزار ٿيڻ . ڦاسي پوڻ. ڳنڍجڻ - وڙهڻ. اعتراض ڪرڻ - حجت ڪرڻ. رڳڙو ڪرڻ . ڳوڙهو ٿيڻ. سيڙجڻ - دير ٿيڻ .

▬ اُلجھا دینا : منجهائي ڇڏڻ . ڦاسائي ڇڏڻ . ڳنڍي ڇڏڻ .

▬ اُلجھانا : متعدی . منجهائڻ . ڦاسائڻ . وچڙائڻ. روڪڻ. آڙائڻ. اٽڪائڻ. رُڌل رکڻ.

گَڙ ٻَڙ ڪرڻ. سيڙائڻ (رپيا). ويڙهائڻ.

- اُلجھانا سُلجھانا: سنجهائڻ سنجهائڻ. ڏاهڻ ٺاهڻ.

- اُلجھاوا: ذ. مونجهارو- مونجهه. گڙ ٻڙ. پيچيدگي. جهڳڙو- رَگڙو. ڏانڊل. دِقت- مشڪل. گهبراهٽ- پريشاني.

- اُلجھن پڑنا: گُنڊيجي پوڻ. سنجهي وڃڻ. جهڳڙو ڪرڻ. ڦاسجي وڃڻ.

- اُلجھن ۽ اُلجھنیں: ث. مونجهه- مونجهارو. پريشاني. آنڌ مانڌ. فڪرات.

- اُلجھیڑا ۽ اُلجھیڑے: ذ. مونجهارو- مونجهه. جهيڙو- بکيڙو. معاملو- جَنجل.

- اُلجھیڑیا: ذ. جهيڙاڪ- ويڙهاڪ. جنجالي- ڪِنراڳي.

- اُلجھیڑے میں پھنسنا: جنجال ۾ ڦاسڻ- مصيبت ۾ ڦاسڻ. بکيڙي ۾ پوڻ.

● اُلچنا: متعدی [هہ] آپائڻ (پاڻي). نچوئڻ. هارڻ (پاڻي). خالي ڪرڻ (ٿانءُ).

● اَلَّڑ: صفت [هہ] سيکڙاٽ- نئو َل- نا تجربيڪار. نا واقف. غافل- بيپرواهہ- جاهل- چٽ. (ذ) ٻارُ.

- اَلَّڑ بَلَّڑ: ذ. ٻاراڻيون ڳالهيون- ٻاراڻيون حرڪتون. ٻاراڻي. بيوقوفي.

● اِلسنا بِلسنا: متعدی [هہ] عيش ڪرڻ- مزا ماڻڻ- موجُون ڪرڻ.

● اَلسی: ث [هہ] هڪ قسم جو ٻج ۽ ٻوٽو- اِلسي.

● اَلسیٹ، اَلسیٹھ: ث [هہ] دغا- دوکو- چَل- تَرڪَٽ. جهڳڙو- جهيڙو. هوشياري- سياڻپ- چالاڪي. انڌ ڌنڌ. گهوٻيي (پئسن ۾).

- اَلسیٹیا، اَلسیٹھیا: صفت. دغاباز- ٺڳ. جهيڙاڪ- چالاڪ.

● اُلُش: ذ [ترکی] اوبر (آميرن يا بزرگن جي).

● اَلِف: ذ [ع] "ا" جو آچار. هڪ هزار.

- اَلِف- ب پڑھانا: بي سمجهہ يا بيوقوف کي ڳالهہ سمجهائڻ. سيکارڻ. شروعاتي تعليم ڏيڻ.

- اَلِف خالی سَمَجھنا: کُجهہ بہ نہ سمجهڻ.

- اَلِف سے بے نہ کہنا: اَلفئُون ٻئي نہ چوڻ- ڪجهہ بہ نہ چوڻ.

- اَلِف کھینچنا: پيشاني تي آزاد فقيرن وارو الف ٺاهڻ. فقير ٿيڻ. آزاد ٿيڻ.

- اَلِف ہونا: اَگهاڙو ٿيڻ- ناڱو ٿيڻ. گهوڙي جا نَرا ڪڍڻ.

● اَلفا: ذ [اردو] بنا ٻانهن ڊگهو چولو (جو آزاد فقير پائيندا آهن)- اَلفِي.

● اَلفَن: ث [اردو] هڪ قسم جي ٿُڪل (لغڙ).

● اَلفی ۽ اَلفیاں: ث [هہ] بنا ٻانهن ڊگهو چولو (جو آزاد فقير پائيندا آهن)- اَلفي- ڪفني. ٿالهيءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ليڪا پيل هوندا آهن).

- اَلفی کَنکَوّا: ذ. آهو لغڙ جنهن کي چوٽي کان پيلَڪَ تائين ٻن رنگ جي ٻئي هٽندا آهن.

● اَلقَط: ذ [ع] وَڍڻ- ڪَٽڻ. علحدگي- جُدائي. نہ مڃڻ جي حالت. (بيت بازي ۾ جڏهن ڪو چوڪر غلط شعر چوندو آهي ۽ وچ ۾ ويهي رهندو آهي تڏهن "القط" چوندا آهن ۽ اهو شعر قبول نہ ٿيندو آهي).

- اَلقَط کرنا: وڍي ڇڏڻ. ترڪ ڪرڻ. ڪَڍي ڇڏڻ. جواب ڏيڻ. لاڳاپا ٽوڙڻ. قبول نہ ڪرڻ.

● اَلکَسانا: متعدی [هہ] سُستي ڪرڻ. آرس ڪرڻ. ڏسو "اَلکَسانا".

- اَلکَس: ث. سُستي- ڪاهلي. آرس.

- اَلکَس آنا : آرس چڙهڻ - سُستي چڙهڻ . بدن تي ڳاسوڙ ٿيڻ .

● اَلَگ : صفت [هـ] الڳ - جُدا - ڌار - علحدو . ونيرڪو - ڇڊو - پَري . انوکو - عجيب . اڪيلو - تنها - کان سواءِ - بغير . خارج - نڪتل . بي تعلق .

- اَلَگ اَلَگ : تابع فعل . جُدا جُدا - الڳ الڳ - ڌار ڌار . پري پري .

- اَلگ تهَلگ : تابع فعل . جُدا جُدا - ڌارپار . بي تعلق .

- اَلگ رَهنا : جُدا رهڻ - پري رهڻ . ڌار رهڻ . بي تعلق رهڻ .

- اَلگ کَرنا : جُدا ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - ڌار ڪرڻ . هٽائڻ - پري ڪرڻ . ڪڍي ڇڏڻ (نوڪريءَ مان) . وَڍڻ - وَڍي ڇڏڻ . ڪڍڻ (برادريءَ مان) .

● اَلَگنی ۽ اَلَگنیاں : ث [هـ] ڪپڙن ٽنگڻ يا پردي ٽنگڻ جي رَسي .

- اَلَگنی پَر ڈالنے کے لائق هونا : تمام ايرو هئڻ - ضعيف هئڻ . پَراڻو ٿيڻ - جهونو ٿيڻ . پوڙهو ٿيڻ .

● اَلَل : صفت [هـ] ناتجربيڪار - الڙ . اَڻ ڪيڙيل . سيکڙات .

- اَلَل بَچهیرا : ذ . آهو وَڇيرو جنهن تي اڃا سُواري ٿي نه هجي . بيپرواهه . البيلو - دادلو . ڪُڏڻو - نچڻو ٽپڻو . راند روند جو شوقين .

- اَلَلٹَپ ، اَلَلٹَپُّو : صفت . بيپرواهه - لاغرض . آلبيلو . گستاخ . ڇُڙواڳ . ٽرڙو - اَجايو - فضول .

- اَلَل جهَپ : صفت . آلڙيل - ڏُڏنڊڙ - لُڏنڊڙ . رول - بي سُڪو . جنهن کي هڪ هنڌ ٽڪاءُ نه هجي . بيويساهو - بي اعتبار . بيپرواهه - غافِل .

● اَللّٰه : اسم خاص [ع] خُدا تعاليٰ .

- اَللّٰه آمین سے پالنا : لاڏ ڪوڏ سان پالڻ .

- اَللّٰه آمین کرنا : خير خُوبي يا وڏيءَ عُمر لاءِ دعا گهرڻ .

- اَللّٰه بَخشے : محاوره . خدا پناهه ۾ رکي . خدا سَر هي (هي لفظ سَري ويل ماڻهو جي ذڪر ڪرڻ وقت چوندا آهن) .

- اَللّٰه بهائی کَر کے سُلانا : ڏاڍي سَٽاڪُٽ سان ٻارن کي لوليون ڏيئي ڏيئي سُمهارڻ .

- اَللّٰه پَر نِگاه رکهنا : خُدا تي ڀروسو رکڻ - تَوڪل ڪرڻ . ڊپ نه ڪرڻ .

- اَللّٰه پِیر ماننا : دعائون گهرڻ - سُکائون باسڻ - نذر نياز ڏيڻ .

- اَللّٰه جانے : تابع فعل . خُدا ڄاڻي - خدا کي خبر - الائجهي .

- اَللّٰه رَکهے : تابع فعل : خُدا رکي وَ ٺي - الله سلامت رکي .

- اَللّٰه رے : ندا . بَلهي ! - مار ! - يا خُدا ! .

- اَللّٰه کو دیکهنا : نااُميديءَ ۾ خدا کي ياد ڪرڻ - بي وَسيءَ ۾ پاڻ روڪڻ . صبر ڪرڻ .

- اَللّٰه کے گهَر سے پهرنا : سَري بچڻ . بيماريءَ ۾ نااُميديءَ جي حالت مان چڙهي پوڻ .

- اَللّٰه لگتی : محاوره . خدا ڪارڻ - انصاف جي ڳالهه .

- اَللّٰه مارا : صفت . نياڳو - ڇنبو - نڌورو . مصيبت زدو . مُفلس - ڪنگال . سست - ڪاهِل .

- اَللّٰه میاں : اسم خاص . خُدا تعاليٰ - ڌڻي سائين .

- اَللّٰه میاں کا طاق بهرنا : مسجد ۾ مٺائي رکڻ - نياز ڏيڻ .

- اَللّٰه والا : ذ . فقير - سُوالي - گَدا گر . شهيدن

جو لقب . دنيا کي تياڳ ڪندڙ - درويش - الله وارو. سادو سُودو - بيوقوف - ڀالو ڀولو.

● اَللّے تَللّے: ذ [هہ] عيش عشرت - راڳ روپ. خوشيون - مجلسون - محفلون . مزا . دٻدٻو. فضول خرچي - اجايو خرچ .

▬ اَللّے تَللّے کَرنا: الوليون ماڻڻ - موجون ماڻڻ - مزا ماڻڻ . اجايو خرچ ڪرڻ .

● اَلْماری ۽ اَلْمار ِياں: ث[پرتگالي] ڪٻٽ .

● اَلَّم ْ غَلَّمْ : ذ [اردو] بي معني ۽ اجايون ڳالهيون . ڪاڏي جون خراب شيون - ڪِن ُچن. ردي مال - بيڪار شيون. (تابع فعل) رولو - دَربدر. فضول - واهيات .

● اُلّو ْ : ذ [هہ] چِبِرو (پکي). (صفت) بيوقوف - ڀُوڪ - مورک .

▬ اُلّو بَنانا : ڀُوڪ بنائڻ - بيوقوف بنائڻ.

▬ اُلّو پن : ذ. بيوقوفي - ڀُوڪپائي .

▬ اُلّو کا پٹھّا :صفت . تمام بيوقوف - احمق - ڀُوڪ . گار طور ڪم ايندڙ لفظ.

▬ اُلّو کا گوشت کھِلانا : ڀُوڪ بنائڻ - بيوقوف بنائڻ . قابو ۾ ڪرڻ (خيال آهي ته جيڪڏهين ڪنهن ماڻهوءَ کي چِبِري جو گوشت کارائبو ته آهو قبضي ۾ اچي ويندو) .

▬ اُلّو هوجانا : نشي ۾ چُور ٿي وڃڻ - مدهوش ٿي وڃڻ.

● اَلْوَل ْ : ذ [هہ] ٽپ . ڪُڏَ - اڇل (خصوصاً گهوڙي جي). ٽِڪوٽِپَڪو - راند رُوند. ناز نخرو - آنگل آرو.

▬ اَلْول کَلول ْ :ذ. راند رُوند - ٽِڪوٽِپڪو.

● اَلُونا ۽ اَلُونے : صفت [هہ] اَلُوڻو - ڦِڪو - بي نمڪ . بي سَوادُ .

● اَلھڑ ْ : صفت [هہ] ناتجربيڪار. سيکڙات - نَوَ ل - اَلڙ . نادان - بيوقوف - چِسو .

▬ اَلھڑ ْ پن ، اَلھڑ ْ پنا : ذ. اَلڙپائي. ناتجربيڪاري. ناداني - بيوقوفي .

● اَلَہنا ۽ اَلَہنے : ذ [ هہ ] اوڀايو - طعنو . مهڻو - ميار . ڏوراڀو.

● اِلَہيا : ث [ هہ ] هڪ راڳڻيءَ جو نالو. (صفت) «الهيا» ڳائيندڙ .

● اَليچنا : متعدی [هہ] آپائڻ (پاڻي). اُڇلائڻ (پاڻي). ڏسو «اَلَچنا».

● اَلِيل ْ ۽ اَليليں : ث [ هہ ] گهوڙي جي مَستيءَ - ڪُڏَ . ٽِڪوٽِپڪو. رِيچڪ - ڀُورُ.

● اَمّاں : ث [هہ] امان - اَمڙ - والده .

▬ اَمّاں باوا : ذ. امان بابا - ماءُ پيءُ.

▬ اَمّاں باوا کی ناک کٹوانا : مائٽن کي بدنام ڪرڻ .

● اَمانَت ْ خانی : ذ [هہ] چاشنيءَ جو هڪ قسم.

● اَماوَس ْ : ث [هہ] اَماس .

● اَمَٹھنا : لازم [هہ] وَٽجڻ - وٽڙ کائڻ . پيچ تاب کائڻ . مَروٽا کائڻ .

● اَم ْ جانا: لازم [ هہ ] شَل ٿيڻ - ڪيرو ٿيڻ (بدن). ڪُڙجي پوڻ (بدن). جَمِي وڃڻ - ڪُپِي وڃڻ .

● اَمچُور ْ : ذ [ هہ ] آنب چُور. آنبن جون سُڪل ڪلون . تمام اِپرو ماڻهو.

▬ اَمچُور ْ کَر ْ دينا : ڏاڍي مار ڏيڻ - ماري ماري آڌ مُئو ڪري ڇڏڻ .

▬ اَمچُورَن ْ : ذ. آنبن جي ڪلن مان ٺهيل هاضمي دار چُورو - آنبچُور.

● اَمرِت ْ : ذ [سن] آبحيات. فرحت ڏيندڙ پاڻي يا شربت .

▬ اَمرت بان : ذ. ڪيوڙي جو هڪ قسم .

- آمرت پهل: ذ. هڪ قسم جو ميوو- صوف.
- آمرت رس گهولنا: مٺڙي نموني ڳالهائڻ. تمام گهڻي خاطر مرحبا ڪرڻ.
- آمرت کا چهينٽا دينا: آبحيات ڇنڪارڻ. مردي کي زنده ڪرڻ.
- ● اِمرتي ع اِمرتيان: ث [هـ] مٺائي جو هڪ قسم (جليبي وانگر ٿئي). پاڻي پيئڻ جو هڪ ننڍو ٿانءُ. ڪپڙي جو هڪ قسم.
- ● آمرس: ذ [هـ] انبن جو باغ (جتي انبن جا تمام گهڻا جهڳٽا هجن).
- ● امرود: ذ [هـ] زيتون.
- ● آمس: ث[هـ] گهمس- آڙنگ- آگم- حبس.
- ● امکا ڈھمکا: صفت. آمکو دمکو- فلاڻو ٽيرو. رواجي ساٿهو. هھڙو تهڙو.
- ● اِملا ع اِملائيں: ث [ع] ليکڻي- تحرير- صورتخطي.
- ● آملتاس: ذ [هـ] املداس- چمڪٽي.
- ● آمل پتي ع آمل پتيان: ث [هـ] گاهه جو هڪ قسم.
- ● اِملي ع اِمليان: ث[هـ] گدامڙي- آمري.
- ● امنڈنا، امڈنا: لازم [هـ] پرجي اچڻ (ڪڪر)- چانٺجڻ. چڙهي اچڻ (برسات). چاڙهه ۾ اچڻ (درياهه، پاڻي).
- ● امنگ ع امنگيں: ث [هـ] لهر- موج- ترنگ. جذبو- آدمو- ريجڪ- پُور.
- ● آموا: ذ [هـ] انب جهڙو رنگ- گهانو ساٺو رنگ.
- ● آمّي ع آمّيان: ث [هـ] امان- امڙ- ماءُ.
- آمّي جان: ث. جيجل امان. ماءُ لاءِ عزت ڀريو خطاب.
- ● امیٹھنا: متعدی [هـ] مروڙڻ- مروٽو ڏيڻ- وَٽ ڏيڻ- وَر ڏيڻ- موڙڻ.
- ● آسي جمي: ذ [هـ] بيفڪريءَ جو زمانو- اطمينان جي حالت- خيريت.
- ● اُميد ع اُميدين: ث [ف] آس- آرزو- خواهش- تمنا.
- اميد اٹھہ جانا: آسرو ڪڇي وڃڻ. اميد نه رهڻ.
- اميد باندهنا: اميد ٻڌڻ- آسرو رکڻ.
- اميد بر آنا: اميد پوري ٿيڻ. مقصد حاصل ٿيڻ.
- اميد توڑنا: آس پڄڻ- نا اميد ڪرڻ.
- اميد سے هونا: پيٽ سان هجڻ- اميد واري هجڻ.
- ● آن: حرف نفي [هـ] اڻ- نه- بي.
- آن بن: ث. اڻبڻت- نفاق- ڦيٽاڙو- ڏڦير. دشمني- وير.
- آن بن هونا: اڻبڻت هئڻ- نفاق هئڻ.
- آن بيندهنا: صفت. اڻ وِنڌيل (موتي).
- آن پڑهہ: صفت. اڻ پڙهيل- جاهل- ڄٽ.
- آنجان: صفت. اڻڄاڻ- نا واقف- اجنبي- بيگانو. ناتجربيڪار. بيوقوف- جاهل.
- آنجان ميں: تابع فعل. اڻڄاڻائيءَ ۾- بيخبريءَ ۾- بي اختيار- بنا ارادي. اوچتو- يڪدم. بيوقوفيءَ سان.
- آن چهيلا، آن چهيلا: صفت. اڻ ڇليل. ڪنهرو. ڪڙيٽو. اڻ گهڙيل- بي ڍنگو.
- آن ديكها ع آن ديكهے: صفت. اڻ ڏٺل. نامعلوم- اڻ ڄاتل. لڪل- غائب.
- آن سنا ع آن سنے: صفت. اڻ ٻڌل- اڻ ٻڌل.
- آن سنا كرنا: اڻ ٻڌو ڪرڻ- ڪَن لاتار ڪرڻ.
- آن سنی: ث. اڻ ٻڌل (ڳالهه)- عجيب (ڳالهه).

- آن کَہی : ث. نہ چوڻ جوڳي - نہ ٻڌائڻ جهڙي - آها ڳالهہ جا نہ چوڻ جهڙي هجي - خراب ڳالهہ.
- آن گِنا : صفت. آڻ ڳڻيل - بيشمار - بي انداز.
- آن گِنا بَرَس؛ : ذ. ٻارَ جي عُمر جو آٺون سال (جو عورتون منحوس سمجهنديون آهن).
- آن گِنا مَہينا : ذ. حَمل جو آٺون مَهينو (آٺين مهيني ڄاول ٻار، جو اڪثر جيئرو نہ رهندو آهي، انڪري زالون آٺون مهينو منحوس سمجهي نالي وٺڻ کان حذر ڪنديون آهن).
- آن گَھڑ؛ : صفت. آڻ گهڙيل - بي ڊول - بد شڪل - دُدَستو - آڻ سڌريل. بي ادب - بد اخلاق.
- آنمول؛ : صفت. آملهہ - قيمتي.
- آنمیل؛ : صفت. آڻ ميليل- ملاوت نہ ٿيل - خالص- نج. مخالف. ناموزون- نامناسب. ڌاريو- ٻيءَ جنس جو. مختلف.
- آنميل باتيں: ث. بي ربط ڳالهيون - هيتان هُتان جون خبرون. گَپ شَپ.
- آن هونی : ث. آڻ ٿيڻي- ناممڪن ڳالهہ.
- ● آن؛ : ذ [سن] آن - آناج - داڻو. ڪاڌو - کاڄ. چُوڻو - رزق.
- آن جَل؛ : ذ. آن پاڻي - داڻو پاڻي.
- آن جَل کَرنا : نيرن پاڻي ڪرڻ.
- آن؛ داتا : ذ. رزق ڏيندڙ. آقا- مالڪ- رزاق.
- ● اِن : اشاره قريب [هہ] هين - هِي. هِينَن.
- اِن دِنون : تابع فعل. هِنن ڏينهين. هلندڙ وقت ۾ - هن زماني ۾.
- ● آن : اشاره بعيد [هہ] هُو- آهي. آهو (مُڙس جي نالي وٺڻ بدران زال اهو لفظ ڪم آڻيندي آهي).
- آن کی سی کَہنا : طرفداري ڪرڻ - پاسخاطري ڪرڻ.
- ● آنّا ۽ آنّائيں: ث [ترکی] ٻار کي کير پيارڻ لاءِ مقرر ڪيل عورت - دائي.
- ● آناپ؛ شَناپ؛ : تابع فعل [هہ] آڻ ماپيل - اڻ توريل - بيحساب. حد کان زياده. بي معنيٰ - آجايو - فضول. انڊ ڊنڊ ۾ - بنا سوچ ويچار - بنا سمجهہ جي.
- آناپ شَناپ باتيں: محاوره. بيمعنيٰ ڳالهيون- آجايون ڳاليون.
- ● آناج؛ : ذ [هہ] آن؛.
- آناج کا دُشْمَن : ذ. گهڻ کائڪ - پيٽوڙي. سُست - ٽوني- آرسي.
- ● آنار؛ : ذ [ف] ڏاڙهون. آتشبازيءَ جو هڪ قسم.
- آنار دانہ ۽ آناردانے : ذ. ڏاڙهونءَ جا داڻا (مصالحي طور ڪم ايندڙ).
- ● آناڑی ۽ آناڑی : صفت [هہ] بيوقوف- نادان- پُوڪ. ڄَٽ. جاهل. سيکڙاٽ- نَول. ناتجربيڪار.
- آناڑی پَن، آناڑی پَنا : ذ. ڄَٽپائي - بيعقلي- جاهِلپڻو - بيوقوفي.
- ● آناسی : عدد [هہ] اوڻاسي (۷۹).
- ● آنْبِيا ۽ آنْبِيائيں : ث [هہ] آنبڙي.
- ● آنْتاليس؛ : عدد [هہ] اوڻيتاليهہ (۳۹).
- ● آنتَ بَنَت؛ : ث [اردو] ڻاهہ ٺُوهہ - هار سينگار- زيب زينت.
- ● آنْتَر؛ مَنْتَر؛ : ذ [هہ] ٽوڻو ڦيڻو- جَنتر مَنتر. جادو.
- ● آنْتڑی ۽ آنْتڑياں : ث [هہ] آندو.
- آنتڑياں ٹَٹولنا: سَنجهہ ڪڍڻجي ڪوشش ڪرڻ.
- آنتڑياں جَلنا : آندا سڙڻ. آندا ڪلوس ڪلوس

ڪرڻ. چيتي ٻُڪ لڳڻ.

- آنتڙياں گلے ميں پڑنا: سخت مصيبت ۾ ڦاسڻ.
- آنتڙيوں کا بَل کھولنا: بُکن ڪاڻ ڪان پوءِ خوب پيٽ ڀري کائڻ.
- آنتڙيوں کا قُل ھوالله پڑھنا: سخت بُک لڳڻ - پيٽ ۾ بک ڪان ڪوئا ڊوڙڻ.
- آنتڙيوں ميں آگ لگنا: سخت بُک لڳڻ.
- آنتڙيوں ميں بَل پڑنا: پيٽ ۾ وَٽ پوڻ. پيٽ ۾ سُور پوڻ.

● اِنتِقال: ذ [ع] ھڪ ھنڌ ڪان ٻئي ھنڌ روانگي. بَدلي. جڳھ جي مَٽا سَٽا. لاڏائو- چالائو.

- اِنتقالِ آراضی: ذ. زمين جي ڪاتي بَدل.
- اِنتقالِ جائيداد: ذ. جائداد جي ڪاتي جي مَٽ سَٽ.
- اِنتقال کَرنا: جڳھ بدلائڻ. لَڏي وَڃڻ. مَري وڃڻ. چالائو ڪرڻ. ڪاتو بدلائڻ (جاءِ جو).
- اِنتقال نامَہ ج انتقال نامے: ذ. ڪاتي جي بَدل سَدل جو دستاويز.

● آنتی ج آنتياں: ث [ھ] ڪَنن ۾ پائڻ جو ھڪ قسم جو زيور.

● اَنتيس: عدد [ھ] اَٺٽيھ (۲۹).

● آنٹا ج آنٹے: ذ [ھ] بلور- گولي- چڊو. روڙھو (آفيم جو). بندوق جي وَڏي گولي. مَٽين ماڙي. ھڪ قسم جي وڏي ڪوڏي.

- آنٹا چِت: صفت. ڪوڏي اونڌي پوڻ جي حالت. غَش- بيھوش. سڪجھ هارايل. بد قسمت.
- آنٹا غَفيل ھونا: مَري وڃڻ. نشي ۾ چور ٿيڻ. بيھوش ٿيڻ. نياڳو ٿيڻ.

● آنٹينی ج آنٹينياں: ث [ھ] ڏاچي- اٺڻ.

● آنٹی ج آنٹياں: ث [ھ] آنيرڻ (جنھن تي سُٽ ويڙھجي). گِنڊ. ڪيسو. سُٽ يا ريشم جي ڦوري. ٻن آڱرين جي وچ واري جاءِ- آنٽي. آڱر ٻيٽو. پھلوانن جو ھڪ داءُ.

- آنٹی باز: صفت. دغاباز- دوکيباز- فريبي. چالاڪ.
- آنٹی پَر چَڑھنا: فريب ۾ اچڻ- دوکي ۾ اچڻ- وَڪڙ ۾ اچڻ.
- آنٹی دینا: ڪنڌ مَروڙڻ- ڪَنڌ جھلڻ.
- آنٹی کَرنا: سُٽ ويڙھي گھُنڊي ٺاھڻ. مال ھضم ڪرڻ- ڏڳي ڪرڻ.
- آنٹی مارنا: ڪا شيءِ آڱرين ۾ لڪائي ڪڍڻ. ٺڳائي وجھڻ.

● آنجَر پَنجَر: ذ [اردو] عَضوا- ھَڏ گُڏ- سَنڌ سَنڌ.

- آنجر پنجر ڈھيلے کرنا: سَنڌ سنڌ ڍلو ڪري ڇڏڻ. سخت مار ڏيڻ. ٽڪائي ڇڏڻ.

● آنجَل: ذ [ھ] ٻُڪُ.

- آنجل بھَر: تابع فعل. ٻُڪ ڪَنَ- ٻُڪ ڀَري.

● آنجَن: ذ [سن] سُرمو. ڇِڇِڙي. بَلا جو ھڪ قسم.

- آنجن ھاری: ث. آنڙِي.
- آنجَنی ج آنجَنياں: ث. سُرمو پاتل عورت. آنڙِي. ٻُوٽي جو ھڪ قسم. ڇِڇِڙي.

● آنچاس: عدد [ھ] اُوڻونجاھ (۴۹).

● آنچاؤ: ذ [ھ] اوچائي. مَٿانھين. چوٽي. ڏاڍيان آواز.

● آنچھر: ذ [ھ] آکر- حَرف. جادو- ٽوٽو- ڦيٽو.

● آنچھر پڑھ کے مارنا: جادو ڪرڻ- ڪامڻ ڪرڻ. منتر پڙھي ھڻڻ.

● آنچے آنچے رَھنا: لازم [اردو] پَري پَري

رهڻ. پَري پَچڻ - دُور رهڻ - الڳ گذارڻ .

● اَنداز: ذ [ف] ڍَنگ - ڍول - نمونو. اٽڪل - ڪَٿ - اندازو. وَزن. ناز- نخرو. (صفت) اَچليندڙ .

▬ انداز اُڙانا: ڍنگ سکڻ - طريقو نقل ڪرڻ.

▬ انداز پٽّي: ث. بيڻل فصل جو تخمينو. ڳڻ ڳوت - سوچ ويچار.

▬ انداز پيٽي: ث. ناز نخرو ڪندڙ عورت . گهڻو سينگار ڪندڙ عورت. نخريلڻ .

▬ اندازسے : تابع فعل . نخري سان- ناز سان. اٽڪل رُوءِ- اندازاً.

▬ اندازسے باهَر: محاوره. حد کان وڌيڪ - ڳڻپ کان ٻاهر.

▬ انداز ملنا: ڍنگ هٿ اچڻ - نمونو ملڻ . تخمينو ملڻ .

● اِنْدِرائين: ذ [هـ] ٽُوهه.

● اَندَرسا ۽ اندَرسے: ذ [هـ] مٺائيءَ جو هڪ قسم (جا اَنيءَ ۽ چانورن مان ٺاهيندا آهن). ڪپڙي جو هڪ قسم .

● اِندِري ۽ اِندِريان: ث [هـ] حواس (ڪن، نڪ وغيره). آلت .

▬ اِندري چڙهانا: ڪُشتيءَ جو هڪ داءُ هڻڻ.

● اَندها ۽ اَندهے: صفت [هـ] انڌو- نابين . غير شفاف. ڏِسي ڪم نه ڪندڙ. آونداهو .

▬ اندها آئينه: ذ. غير شفاف آرسي (جنهن ۾ چڱيءَ طرح ڏسي نه سگهجي).

▬ اندها بنگلا: صفت. انڌي ڪُتي- آتاولو- تکڙو . اُٻهرو.

▬ اندها بنانا: انڌو ڪرڻ- انڌو بنائڻ. دوکو ڏيڻ.

▬ اندها بهينسا: ذ. ڇوڪرن جي هڪ راند (جنهن ۾ هڪڙي ڇوڪري جون اکيون بند ڪري ٻيو اَنجي پٺيءَ تي چڙهي وهي ۽ باقي ڇوڪرا واري واري سان هُن جي هيٺان لنگهن، جنهن جو نالو صحيح ٻڌائي وري آهو ٻاڏو ٿئي).

▬ اندها پَن: ذ. انڌپڻ - انڌائي- غفلت . جاهليت- بيوقوفي .

▬ اندها دَربار: ذ. انڌير نگري .

▬ اندها دهُند: ذ. انڌ ڌُنڌ . انڌپڻ . انڌائي . ظلم- بدانتظامي. ( تابع فعل ) انڌ ڌنڌ ۾- بنا سمجهڻ جي - اکيون پوري - بنا ويچار جي.

▬ اندها دهُندا: صفت. انڌو - نابين. گهٽ ڏسندڙ .

▬ اند ها دهُند لٹانا: اکيون پوري لٽائڻ . بي قياسيءَ سان خرچ ڪرڻ .

▬ اندها کُنُواں ۽ اندهے کُنُويں: ذ. پُراڻو ۽ ڦٽل کُوهه- انڌو کُوهه .

▬ اند ها گهوڑا: ذ. آزاد فقيرن جي اصطلاح ۾ جُتي. انڌي ڪُتي. زيانڪار.

▬ اندها هولي: ذ. گاهه جو هڪ قسم (جنهن جو گُلي زمين ڏانهن جهُڪيل هوندو آهي).

▬ اندهي سَرڪار: محاوره. انڌير نگري- رعيت جي ڏک سک جي خبر نه رکندڙ حڪومت.

▬ اندهے کی لاٹهی: محاوره. انڌي جي لٺ . بيوس جو آسرو. هڪڙو ئي ٻار (جو گهڻن ٻارن مان بچيو هجي). دوست ۽ دشمن جي تميز کان سواءِ ڏک .

● اَندهَڑ: ذ [هـ] آوندهه .

▬ اندهڑ چَلنا: جهڪ لڳڻ (جنهن ۾ اوندهه ٿي وڃي) .

● اَندهڪار: ذ [هـ] اوندهه- انڌوڪار.

● اَندهلا ۽ اَندهلے: صفت [هـ] انڌو- آنڌٽ. جهانورو. آونداهو.

▬ آندهلاپن : ذ. آنڌائي - آنڌپڻ .

● آندهيارا ⁜ آندهيارے : [ذ] آوندهہ - آنڌارو.

● آندهياری : ث. اوندهہ - آنڌرو.

● آندهيرؔ : ذ [هہ] آنڌير- ظلم- غضب. بي انصافي. گڙٻڙ- بدامني. دغا- فريب. بي ايماني.

● آندهيرا ⁜ اندهيرے: ذ [هہ]اوندهہ-آنڌارو- آونداهي - انڌوڪار. (صفت) آونداهو.

▬ آندهيرا گهپ: ذ. گهگهہ آنداهي-ڪاري رات .

▬ آندهير کهاتا : ذ. انڌير کاتو- بي انصافي- ظلم - انڌ ڌنڌ .

▬ آندهير مچانا : ظلم مچائڻ - انڌير مچائڻ . ڏنو وائٺو ظلم ڪرڻ . لٽ پٽ ڪرڻ .

▬ آندهيرے اُجالے : تابع فعل . گاهہ بيگاهہ - آوير سوير. صبح سانجهي.

▬ آندهيرے منہ : تابع فعل . منهن آنڌاري- صبح سويري- پنهرڪي جو.

▬ آندهيری ⁜ آندهيرياں :ث. اوندهہ - اونداهي. ڪاراڻ . گهوڙي جي اکين تي چاڙهيل کوپا- آنڌاري . (صفت) ڪاري - سياهہ .

▬ آندهيری ڈالنا : آنڌاريون چاڙهڻ (گهوڙي کي). اکيون ٻڌڻ. دوکو ڏيڻ .

▬ آندهيری رات ⁜ اندهيری راتيں : ث. آونداهي رات - ڪاري رات .

▬ آندهيری کوٹهڑی ⁜ آندهيری کوٹهڑياں: ث. آونداهي ڪوٺڙي- آنڌاري ڪوٺي . جيل جي آها ڪوٺڙي جنهن ۾ وڌن ڏوهارين کي بند ڪندا آهن.

▬ آندهيری گورؔ : ث. اونداهي قبر- ڪاري قبر .

آنڈا ⁜ آنڈے: ذ [هہ] آنو- بيضو.

▬ آنڈا بٹهانا : آري تي ويٺل ڪڪڙ هيٺان آنو رکڻ .

▬ آنڈا ڈهيلا هوجانا : بيمار ٿي وڃڻ . ڏيوالو نڪري وڃڻ .

▬ آنڈوائی ⁜ آنڈوائياں : ث. آنا ڏيڻ جي ويجهو ڪوبہ پکي .

▬ آنڈوں پر هونا : آنن تي هجڻ - آنن لاهڻ تي هجڻ . آري تي هجڻ .

▬ آنڈيا جانا : آنن ڏيڻ تي هجڻ .

▬ آنڈے اُڑانا : ڏاڍا ڪوڙ ڳالهائڻ .

▬ آنڈے بچّے : ذ. ٻار ٻچا - اولاد .

▬ آنڈے دينا : آنا ڏيڻ - آنا لاهڻ .

▬ آنڈے سينا : آنن تي ويهڻ - آرو ڪرڻ - آنا ٿوڙڻ .

● آنڈلانا : لازم [هہ] غرور ڪرڻ (حسن تي). ناز ڪرڻ - نخرو ڪرڻ .

● آنسٹهہ : عدد [هہ] اوڻهٺ (٥٩) .

● اِنسی ⁜ اِنسياں : ث [اردو] گل جو هڪ قسم .

● آنکهڑی ⁜ آنکهڑياں: ث [هہ] "آنکهہ" جو اسم تصغير. اکڙي .

▬ آنگلی دکهانا : آڱر ڏيکارڻ. ڌمڪائڻ - دڙڪو ڏيڻ. خاموش ڪرائڻ.

▬ آنگلی رکهنا : آڱر رکڻ. عيب ڪڍڻ. آڱر سان اشارو ڪرڻ. نشان ڏهي ڪرڻ.

▬ آنگلی کرنا: آڱر ڪرڻ - گڏي ڏيڻ. چورڻ - آپارڻ .

▬ آنگلياں اُٹهنا : آڱريون کڄڻ. اشارا ٿيڻ. چميگويون ٿيڻ. بد نامي ٿيڻ.

▬ آنگلياں توڑنا، چٹخانا : آڱرين مان ٽڪاءُ ڪڍڻ. آڱريون ڀڃڻ.

▬ آنگلياں چاٹنا : آڱريون چٽڻ - لذيذ طعام

جي وڏيڪ ڪائڻ تي خواهش ظاهر ڪرڻ.
- آنگلیاں چمکانا، مٹکانا : نخري سان آ گرين جا اشارا ڪرڻ.
- آنگلیاں کاٹنا : انتهائي ڪاوڙ جي حالت ۾ آ گرين ۾ چڪ هڻڻ. ڪاوڙ ۾ بد حواس ٿيڻ.
- آنگلیاں کانوں میں دینا : ڪنن ۾ آ گريون وجهڻ. گوڙ شور ڪان ڪن بند ڪرڻ.
- آنگلیوں میں فندق لگانا : آ گرين جي چوٽين تي ميندي هڻڻ.
- آنگلیوں پر گنا جانا : آ گرين تي ڳڻجڻ. قليل مقدار ۾ هئڻ.
- آنگلیوں پر نچانا : آ گرين تي نچائڻ. مرضي مطابق ڪم وٺڻ.
● آنگلیٹ : ث [هہ] جسم- بدن. بدن جي اڏاوت- بيهڪ- هائي.
● آنگنائی ۽ آنگنائیاں : ث [هہ] آ گڻ. آ ڳنڊ.
● آنگوٹھا ۽ آنگوٹھے : ذ [هہ] آ گوٺو- ٺٺيو.
- آنگوٹھا چوسنا : آ گوٺو چوپڻ. ڪير پياڪ ٻار جو آ گوٺو چوپڻ. سياڻي ماڻهوءَ جي بيوقوفيءَ جهڙي ڳالهہ ڪرڻ.
- آنگوٹھا چومنا : خوشامد ڪرڻ. عاجزي ڪرڻ.
- آنگوٹھا دکھانا : آ گوٺو ڏيکارڻ. انڪاري جواب ڏيڻ. نا اميد ڪرڻ.
- آنگوٹھا دھلانا : شاديءَ جي هڪ رسم موجب ساهري گهر ۾ اچڻ تي ڪنوار جو آ گوٺو کير ۾ ڌ ئارڻ.
- آنگوٹھے باندھنا: سردي جي پيرن جي آ گوٺا ٻڌڻ (جيئن لاش سڌو رهي).
● آنگوٹھی ۽ آنگوٹھیاں : ث[هہ] منڊي.
● آنگوچھا ۽ آنگوچھے : ذ [هہ] گوڏ جو ڪپڙو (جو اڪثر هندو وهنجڻ وقت ٻڌندا آهن)- آنگوچو.
● آنگور : ذ [ف] ميوي جو هڪ قسم- انگور. زخم يا ڦٽ تي ماس جو پراڻ (جو چڙهڻ وقت ڏيندو).
- آنگور آنا، بندھنا، بھر آنا : زخم ڀرجي اچڻ.
- آنگور پھٹنا : زخم کلي پوڻ - ڦٽ آڦلي پوڻ.
- آنگور کا گچھا : ذ. انگورن جو ڇڳو.
- آنگور کی تاک : ث. انگورن جو سنهن.
● آنگیا ۽ آنگیائیں : ث [هہ] عورتن جو چاتيءَ تي پائڻ جو هڪ ڪپڙو- چولي.
- آنگیا کا بنگلہ : ذ. چوليءَ جي ڪنار يا وقت تي چهن ڦاڪن وارو پرت پريل گل.
- آنگیا کا تھرا : ذ. چوليءَ ٻڌڻ جي ڏوري يا پنڪي.
● آنگیٹھا ۽ آنگیٹھے : ذ[هہ] سوناري جي ڀٽي.
● آنگیٹھی ۽ آنگیٹھیاں : ث. سگڙي- ڪُل.
● آنگیزنا: متعدی [هہ] سهڻ- برداشت ڪرڻ. ذمو کڻڻ- آسرو ڏيڻ.
● آنوٹ : ذ [هہ] پير جي آ گوٺي ۾ پيل گهنگهرن وارو چلو- آٽوٽ.
● آنوکھا ۽ آنوکھا: صفت[هہ] آنوکو- عجيب. بيمثال- لاثاني.
- آنوکھی بات ۽ انوکھی باتیں : ث. عجيب ڳالهہ - انوکي ڳالهہ.
● آنھہ : ث [هہ] آونهہ. چينگهہ.
● آنھتر: عدد [هہ] آوٺهتر (٦٩).
● آنی ۽ آنیاں : ث [هہ] تير يا ڀالي جي چهنب- آئي. چهنب- نوڪ. تلوار بازن جي اصطلاح ۾ سڌو وار.

● آنيا خنيا ۽ آنئي خنئي : ذ [اردو] رواجي ماڻهو- جهڙو تهڙو ماڻهو- لَلُو پنجو.

● آنيائي : ذ [هہ] بي انصافي ڪندڙ. شرير ۾ لچو پار. لچو- حرڪتي.

● آنيِّيس : عدد [هہ] اوڻيهہ (١٩).

— آنيس بيس : تابع فعل. اوڻيهہ ويهہ - ٿورو ڪسو- لٽي پٽي هڪ جيترو.

— آنيس بيس ڪا : تابع فعل. اوڻيهن ويهن ۾ - ٿورو تفاوت .

● آنيلا ۽ آنيلي : ذ [هہ] نا تجربيڪار- اَلڙ. نادان - چربٽ - چسو.

— آنيلاپن : ذ. نا تجربيڪاري .

● او : ذ [هہ] پاڻ کان ننڍي کي سڏڻ جو لفظ.

● آوازه تَوازه ۽ آوازي تَوازي : ذ [اردو] لعنت ملامت . چٿر- ٺٺول . ٽهڪار.

— آوازي توازي ڪسنا : لعنت ملامت ڪرڻ . ٺٺوليون ڪرڻ . ٽهڪار وجهڻ .

● آوائيل : ث [هہ] آيت جي ڏور جا ٽڪ ۾ چرخي کي ڦيرائي.

● آبهُنا : لازم [هہ] ڪڪ ٿيڻ- وِرچڻ - بيزار ٿيڻ .

● اوبي ۽ اوبيان : ث [هہ] هاٿين کي ڦاسائڻ لاءِ جهنگ ۾ کوٽيل کڏ.

● اوپ : ث [هہ] چلڪو- چمڪو- اوجر. حُسن - سُونهن . جوبن - جواني . رونق .

— اوپ دينا : چلڪائڻ . اجارڻ . پاڻي چاڙهڻ .

● اوپچ : ذ [هہ] ديکهو "آپچ".

● اوپچي : ذ [هہ] هٿيار ٻڌل سپاهي- مسلح.

● اوپر : طرف [هہ] مٿي - مٿان . اوچو - وڌيڪ . زياده - سرس . آسري تي .

— اوپر اوپر : تابع فعل. مٿي مٿي. مٿان مٿان. ظاهري - ٻاهران - اڇاترو. مٿينءَ دل سان.

— اوپر تلي : تابع فعل . هيٺ مٿي . هڪٻئي مٿان . لڳاتار.

— اوپر تلي کي : صفت. هڪٻئي مٿان - آتوتي.

— اوپر دهڙي : ث. ناحق الزام - خوامخواه جي تهمت . ظاهري ڳالهيون. مٿاڇريون ڳالهيون. ٻاهرينءَ دل جون ڳالهيون .

— اوپر سي : تابع فعل . مٿان کان. پيو - علاوه. ٻاهران - ظاهري .

— اوپر ڪا : صفت. مٿيون - ٻاهريون . بيڪار - فالتو - غير ضروري .

— اوپر ڪا دم ڀرنا : ظاهري طرح همدردي ڏيکارڻ . سرڻ ويجهو هئڻ .

— اوپر ڪا ڪام : ذ. مٿيون ڪم - رواجي ڪم .

— اوپر لينا : مٿي کڻڻ . پنهنجي ذمي ڪرڻ .

— اوپر والي : صفت . مٿيان . بالائي . عملدار .

— اوپر واليان : ث. سرڻيون . پريون . ڏاڏيون . خدمتگار عورتون .

— اوپري : صفت. مٿيون . ناموزون. ظاهري. ذاري يو - اوپرو .

● اوتر پاتر : ذ [هہ] وهنوار- لٿ پٽ .

— اوتر پاتر هونا : وهنوار ٿيڻ- لٿ پٽ ٿيڻ.

● اوٽ : ث [هہ] اوٽ- پردو- آڏ - پناهه. ٽيڪ . بچاءُ . گاڏيءَ جي ڦيٿي کي روڪ لاءِ ڏنل سِرَ جو ٽڪر . رنڊڪ - آٽڪاءُ.

— اوٽ ڪرنا : بچاءُ ڪرڻ . پردو ڪرڻ. رنڊڪ وجهڻ .

— اوٽ لگا : آڏ ڏيڻ. بچاءُ ڪرڻ. رنڊڪ وجهڻ.

● اوٽا ۽ اوٽي : ذ [هہ] آرٽي (ڪپهہ ٽاڻڻ جي مشين ) هلائيندڙ. دروازي جي اڳيان ساڄي ۽ کاٻي رکيل پٿر.

● آوٹ پٹانگ : صفت [ ھ ] آبتي سبتي- بي معنيٰ (ڳالهيون). سمجهہ ۾ نہ ايندڙ ڳالهہ - بي معنيٰ ڳالهہ .

− آوٹ پٹانگی : ذ. جو بنا ويچار جي ڳالهائي- بيوقوف - احمق - ڊونگل اچلائيندڙ .

● آوٹ پٹنگ : صفت [ھ] ڏسو "آوٹ پٹانگ".

− آوٹ پٹنگی : ذ. ڏسو "آوٹ پٹانگی".

● اوٹل : ذ [ھ] ڏسو "اوٹ". نظر کان گم- اوجهل .

● اوٹنا : متعدی [ھ] کپهہ ٽاٽڻ - آرٽي هلائڻ. پردو کرڻ - لڪڻ. پناهہ وٺڻ . حفاظت کرڻ.

● اوٹنی ۽ اوٹنیاں : ث [ھ] آرٽيي (کپهہ ٽاٽڻ جي).

● اوجڑ : صفت [ھ] اُجڙ - برباد - تباهہ .

● اوجهڑ : صفت [ھ] ٱلر - جهٽ - جهپ. جهڙپ - کس. ڌڪ - ضرب. لت (ڪڪڙ جي).

− اوجهڑ لگانا ۽ مارنا : جهٽ هڻڻ - جهپ هڻڻ . ڌڪ هڻڻ .

● اوجهل : ث [ھ] آڏ - آڙ - روڪ. گم- غائب .

● اوچها ۽ اوچهے : صفت [ھ] رذيل - هلڪڙو- ٽرڙو. هلڪي طبيعت جو. ٽاچرو- هوائي- چاماٺو (ڌڪ). معمولي- رواجي. ٿورو. ننڍو. اڻپورو. تراکڙو- تانگهڙو.

− اوچهاپن : ذ. کميٽپ . هلڪائي - ٽرڙائي.

− اوچها زخم ۽ اوچهے زخم : ذ. هلڪو زخم - چاماٺو زخم .

− اوچهاوار ۽ اوچهے وار : ذ. آهو ڌڪ جنهن جو معمولي گهاءُ ٿئي .

− اوچها هاتهہ پڑنا : پاسيرو ڌڪ لڳڻ (جو وڌيڪ اثرائتو نہ هجي) - معمولي زخم رسڻ .

− اوچهی بات ۽ اوچهی باتیں : ث. ڪريل ڳالهہ - واهيات ڳالهہ . آٺ وٺندڙ ڳالهہ.

− اوچهی کرنا : نيچپائي ڪرڻ - رذالت وارو ڪم ڪرڻ .

● اوچهن پوچهن : ذ [ اردو ] اوبر سوبر- بچت سچت .

● اود : ذ [ ھ ] هڪ قسم جو آبي جانور- لُڌڙو. (صفت) بيوقوف - بيعقل .

− اود بلاؤ : ذ. لُڌڙو. ڏسو "اود".

● اودا ۽ اودے : صفت [ ھ ] ڳاڙهاڻ مائل نيرو رنگ. واڱڻائي رنگ. ڳاڙهيرو.

− اودی : صفت. هلڪو واڱڻائي ياڪارو (رنگ).

− اودي گهٹا ۽ اودی گهٹائیں : ث. ڪارو ڪڪر. ڳاڙهسيرا ڪڪر.

● اودا سا کسنا : متعدی [ اردو ] دنيا ترڪ ڪرڻ - فقير ٿيڻ - الله لوڪ بنجڻ .

● اودهم : ذ [ھ] گوڙ- شور- ڌمچر- هنبس- ماندان - پائيتال .

− اودهم مچا رکهنا : گوڙ گهمسان مچائڻ- ڌمچر مچائڻ .

● اور : حرف عطف [ ھ ] ۽ - پڻ . ٻيو - اڳتي - وڌيڪ . اگر. ضرور- بيشڪ . جُدا - ٻيو- الڳ - ڌار. غير- ڌاريو. خلاف - آبتڙ. نئون- بدليل . پري .

− اور اور : تابع فعل . آڃا بہ - وڌيڪ. تنهن کان سواءِ .

− اور کچهہ : صفت. آڃا بہ ڪجهہ - ٿورو وڌيڪ - ڪجهہ زيادہ.

− اور کوئی : صفت. ڪو ٻيو. آڃا ڪو ٻيو .

− اور کہیں : تابع فعل. ڪنهن ٻيءَ هنڌ- بي جاءِ تي .

▬ آور کیا : تابع فعل . ٻيو ڇا. بيشڪ - يقيناً.

▬ آور نئی پڑ جانا : ٻي ڪا نئين مصيبت پوڻ.

▬ آور هی : صفت . ٻئي رنگ جو- ٻئي نموني جو - مختلف .

اوڑھنا : متعدی [ھ] اوڍڻ - ڍڪڻ - پهرڻ- پائڻ. مٿان ڪرڻ (اوڇڻ). (ذ) مٿان جو اوڇڻ (چادر، سوڙ وغيره).

▬ اوڑھنا آتارنا : پردو لاهڻ . اگهاڙو ڪرڻ. بيعزت ڪرڻ .

▬ اوڑھنا آڑھانا : اوڇڻ ڪرڻ. ڪو ڪپڙو مٿان وجهڻ . مٿي ڇانئو ڪرڻ .

▬ اوڑھنا بچھانا : هر وقت استعمال ڪرڻ .

▬ اوڑھنا بچھونا : ذ. مٿان جو اوڇڻ . هيٺ اوڇڻ . ٽپڙ تاڙي - سڏي .

▬ اوڑھنا گلے میں ڈالنا: ڪپڙو ڳچيءَ ۾ وجهڻ. الزام هڻڻ . تهمت مڙهڻ . ڳچيءَ پوڻ .

▬ اوڑھنی ج اوڑھنیاں: ث. ڇوڪرين جي ڍڪڻ جي ننڍي پوتي . اوڍڻي- گندي .

▬ اوڑھنی بدلنا : پوتي بدلائي ساهيڙپ رکڻ. دين جي ڀيڻ بنائڻ .

● اوس : ث [ھ] ماڪ .

▬ اوس پڑنا : ماڪ پوڻ . اداسي ڇانئجڻ . بي رونقي ٿيڻ.

▬ اوس سے پیاس بجھانا : ٿوريءَ شيءِ مان پورت ڪرڻ . ڇڪي تاڻي پوري ڪرڻ .

● آوسان : ذ [ھ] اوسان - حواس . هوش - سمجھه . هيمت - سگهه .

▬ اوسان ٹھکانے ہونا : حواس درست ٿيڻ . هوش جاءِ اچڻ .

▬ اوسان خطا هوجانا، گم هوجانا، کھو جانا : حواس گم ٿيڻ - اوسان خطا ٿيڻ .

● آوسر : ذ[ھ] ڪلراٺي زمين . غيرآباد زمين.

● آوسط : صفت [ع] سراسري ( رياضي ۾).

▬ آوسط حاضری : ث. سراسري حاضري.

● اوک : ذ [ھ] چرون- لپ . پاڻيءَ جو ڍڪ .

▬ اوک سے پینا : ٻڪ ۾ پيئڻ .

● اوکنا : متعدی [ھ] اوڪڻ . الٽي ڪرڻ - قي ڪرڻ .

● آوکھ : ث [ھ] ڪمند .

▬ آوکھ راج : ذ. ڪمند پوکڻ جي موسم .

▬ آوکھ رس : ذ. ڪمند جو رس .

● اوکھلی ج اوکھلیاں : ث [ھ] اکري (جا زمين ۾ کٽل هجي)- نيڳهه .

▬ اوکھلی میں سر دینا : اکريءَ ۾ مٿو وجهڻ . پاڻ کي پوهي ۾ ڏيڻ .

● آوکھی ج آوکھیاں : ث [ھ] بيجا ۽ اڻ وڻندڙ ڳالهه . دل کي ڏک رسائيندڙ ڳالهه .

▬ آوکھیاں سنانا : ٺٺوليون ڪرڻ - چٿرون ڪرڻ . طعنا ڏيڻ - سيهڻا ڏيڻ .

● اوکھے گوکھے : ذ [ھ] ڳنوار. ڳوٺاڻو. بيوقوف - احمق - مورک .

● آوگھڑ : صفت [ھ] اڻ گهڙيل- بي ڍنگو. (تابع فعل) بي ڍنگائي سان .

● اوگھی ج اوگھیاں : ث [ھ] آهو وڏو چهبڪ جنهن سان ٽڪاءُ ڪيل گهوڙي وغيره کي ڊيڄارجي .

● اوگی ج اوگیاں : ث [ھ] ڀرت ڀريل يا بخملي جتيءَ جو پڃو . ڌاڳي و ڀرت مان لاءِ ڪاٽ جي آنيرٽي . هاٿيءَ يا شينهن کي ڦاسائڻ جي کڏ.

● آوّل : صفت [ع] پهريون- مُنڍ وارو- شروعاتي . (ث) شروعات - ابتدا - آغاز.

- آوَل آنا : پهرين اچڻ. سڀني کان اڳ اچڻ. پهريون نمبر اچڻ.
- آوَل منزل پهنچانا : دفن ڪرڻ. قبر ۾ پورڻ.
● اوُلا يا اوُلے : ذ [هہ] ڳڙو. پردو. اوٽ. (صفت) تمام ٿڌو.
- اولا هوجانا : برف جهڙو ٿڌو ٿي وڃڻ. ٺري پوڻ.
- اولا ڪرنا : آجهو ڪرڻ. اوٽ ڪرڻ.
- اولے پڙنا : ڳڙا وسڻ. ڳڙا پوڻ. سخت ٿڌ پوڻ.
● اوُلتي يا اوُلتيان : ث [هہ] ڇپر يا تنبوءَ جي ڪنار (جتان مينهن جو پاڻي هيٺ ڪري).
● اوُل جلوُل : صفت [اردو] بي ڍنگو. بدوضع. اڻ گهڙيل. بد تهذيب. بد اخلاق. سست. آرسي. بي معنيٰ (ڳالهه).
● اوُل فَوُل : ذ [اردو] بيهوديون ڳالهيون. گارگند. بڪ شڪ. لپاڙ.
- اول فول بڪنا : بڪواس ڪرڻ. بڪ شڪ ڪرڻ.
● آولما، اولمہ : ذ [ترکي] آهو ذبح ٿيل جانور جنهن جي کل جا وار ڪوسي پاڻي سان صاف ڪجن. اوبارل گوشت.
- اولمہ ڪرنا : ذبح ٿيل جانور جا ٺهڪندڙ پاڻيءَ سان وار صاف ڪرڻ.
● آون : ث [هہ] اُن. پشم.
- آوني : صفت. اوني. پشمي.
● آونا يا آونے : صفت [هہ] اوڻو. گهٽ. پوڻو. ڪسو. (ذ) تلوار جو هڪ قسم (جا ننڍي ۽ سنهي ٿئي). ڪاتي يا تلوار (جا وري وري سيراڻ چاڙهڻ ڪري سنهي ٿي وڃي).
- آونا هوجانا : گسي وڃڻ. سنهون ٿي وڃڻ. خراب ٿي وڃڻ.

● آونٹ : ذ [هہ] اٺ.
- آونٹ کا پاد : محاورہ. بي معنيٰ ڳالهه. گنڍ جو ٽيٽ. ڍيڪ.
- آونٹ کٹارا : ذ. هڪ قسم جو ڪنڊن وارو وڻ (جنهن کي اٺ گهڻو کائي).
- آونٹ گاؤ : ذ. هڪ قسم جو جانور. زراف.
- آونٹنی يا آونٹنیاں : ث. اٺڻي. ڏاچي.
- آونٹنی سوار : ذ. اوٺي. ٽپالي. قاصد.
● آونجری : ث [هہ] ٻنڀي جي موقعي تي اَن جو اهو حصو جو خيرات يا ڪنهن پير جي نالي تي جدا ڪري رکن.
● آونچا يا آونچے : صفت [هہ] اچو. بلند. اتاهون. معزز. مانوارو. امير. رئيس. ڏکو. وڏيءَ قيمت وارو. (ث) آونچی.
- آونچا بول بولنا : ڏاڍي ڳالهائڻ. ٻٽاڪ هڻڻ.
- آونچا چڑھنا : مٿي تي چڙهڻ. ترقي ڪرڻ.
- آونچا سنائی دینا : گهٽ ٻڌڻ ۾ اچڻ. ٻوڙاڻ هجڻ.
- آونچا سننا : گهٽ ٻڌڻ. ٻوڙو هجڻ.
- آونچا کرنا : اوچو ڪرڻ. مٿي ڪرڻ.
- آونچا گهر : ذ. وڏو گهر. اميراڻو گهر. خانداني گهر.
- آونچا گهرانا يا آونچے گهرانے : ذ. خانداني گهراڻو. اوچو گهراڻو.
- آونچا نيچا : صفت. هيٺ مٿي. ناهموار. ڪرڙ ٻڙ. (ث) آونچی نیچی.
- آونچا هاتهہ : ذ. بالا دستي. حڪومت. سخي مرد.
- آونچا هونا : اوچو ٿيڻ. مٿي ٿيڻ. چڙهڻ. ترقي ڪرڻ. وڌڻ.
- آونچائی يا آونچائیاں : ث. اوچائي.

▬ آونچي آسامي : صفت. مالدار- شاهوڪار. وڏيءَ پُهچ وارو.

▬ آونچي چوٽي : ث. جبل جي آتاهين چوٽي. وارن ويڙهڻ جو هڪ طريقو (جنهن ۾ سينڌ ڪڍڻ ڪان سواءِ وارن جا ٽي حصا ڪري چوٽيءَ واري حصي سان ڳنڍيا آهن).

▬ آونچي دُڪان : ث. مشهور دڪان- ڪوٺي.

▬ آونچي گانا، لہنا : پاڻ پڏائڻ. فخر ڪرڻ. پنهنجي شيءِ کي ساراهڻ. ڊاڙ هڻڻ.

▬ آونچي ناڪ ڪرنا : مُنهن مٿي ڪرڻ. سُرخرو ڪرڻ. عزت ڪرڻ. فخر ڪرڻ.

▬ آونچي ناڪ والا: صفت. مغرور- وڏائي خور. (طنزاً) بيحيا- بيغيرت.

▬ آونچے نيچے پانو پڑنا : ڪڙ ٻڙ سبب آڏيڙا کائڻ. گمراهہ ٿيڻ. بدراهہ ٿيڻ (عورت).

● آونچ نيچ : ث [هہ] لاهو چاڙهو. هيٺانهين مٿانهين. چڱائي مٺائي. نفعو نقصان. گهاٽي واڌي.

▬ آونچ نيچ ديکهنا، سمجهنا : زماني جا لاها چاڙها ڏسڻ. نفعو نقصان سمجهڻ. آزمودو پرائڻ.

● آونڌ : ذ [هہ] ڪکائين چيت کي مضبوط ٻڌڻ جي رسي.

● آونڌهنا : لازم [هہ] آونڌو ٿيڻ. آٿلڻ- آبتو ٿيڻ. برباد ٿيڻ. تباهہ ٿيڻ- بگڙڻ.

▬ آونڌها : صفت. آونڌو. آبتو. بيوقوف- جاهل. تباهہ- برباد.

▬ آونڌها ڪرنا : آونڌو ڪرڻ. ليٽائڻ. تابع ڪرڻ. نشي ۾ مدهوش ڪرڻ.

▬ آونڌهانا : متعدي. آونڌائڻ- آونڌو ڪرڻ. ليٽائڻ (ٿانءَ).

▬ آوندهي پيشاني : ث. ويٺل نراڙ. بدصورت ماڻهو. (صفت) بدنصيب- منحوس- نياڳو.

▬ آوندهي سيدهي پٽي پڑهانا : آونڌيون آبتيون صلاحون ڏيڻ. غلط ڳالهيون پڌائڻ. ڏوڪو ڏيڻ.

▬ آوندهي کهوپڑي : محاوره. اونڌي سمجهہ. آياٽپ- بيوقوفي.

▬ آوندهے مُنہ دُودهہ پينا : ٻاراڻي ڳالهہ ڪرڻ. بي سمجهيءَ وارو ڪم ڪرڻ.

▬ آوندهے مُنہ گرنا : آونڌي مُنهن ڪرڻ- مُنهن ڀر ڪرڻ. اونڌي ڪنڌ پوڻ. شرمسار ٿيڻ.

● آونکَل بيد ڪرنا : متعدي [اردو] ڪڪ ڪرڻ- بيزار ڪرڻ.

● اونگلا دينا : متعدي [اردو] چيڙي چڏڻ. چيڙائي چڏڻ. برغلائي چڏڻ. گمراهہ ڪرڻ. شوق ڏياري چڏڻ.

● آونگنا : متعدي [هہ] گاڏيءَ جي ڦيٿن يا سرائيءَ کي تيل ڏيڻ.

● آونگهنا : متعدي [هہ] آونگهڻ- پنڪيون کائڻ- جهوٽا کائڻ. اوٻاسيون کائڻ. آهستي هلڻ. ڦيٿن کي تيل ڏيڻ.

▬ آونگهہ : ث. اونگهہ- پنڪي- جهوٽو. ننڊ جو خمار- گهيرَ.

▬ آونگهتے گُذرنا : ننڊ ۾ وقت گذرڻ. پنڪيون کائيندي وقت گذرڻ. غفلت ۾ وقت وڃڻ.

● آونهون : ندا [هہ] نہ!- مَتان! انڪاري لفظ.

● آونے پونے : تابع فعل [هہ] گهٽ قيمت تي- نقصان کائي- ٽوٽي ۾.

▬ آونے پونے بيچنا : گهاٽي واڌي ۾ وڪڻڻ- گهٽ آگهہ تي وڪڻڻ- نقصان کائي وڪڻڻ.

● اوهہ : ڪلمہ استغنا [هہ] ڪهڙي پرواهہ آهي- فڪر ڪونهي. عجب جو آواز "اڙي!". تڪليف وقت وات مان نڪتل آواز "آهہ، آف!".

● اوھا ۽ اوھے: ذ [ھ] چُلھہ جو مارنگ.

● اوھو: کلمهٔ استعجاب [ھ] واھ واھ!۔ شاباس!.

● اوئی: کلمهٔ تعجب و افسوس [ھ] آئيي (عورتون ایذاءَ وقت یا نازنخريءِ ھي لفظ استعمال کنديون آھن).

- اوئی اَللّٰہ: محاوره. آئيي آلا!.

● آھا: کلمه تعجب [ھ] آھا!.

- آھاھا: کلمهٔ تعجب. آھا، آھا! (خوشي، عجب یا تعریف وقت استعمال ڪرڻ جا لفظ).

● آھار: ذ [ھ] کاڌو۔ خوراڪ۔ آھارُ. ڪلف. پيڻ.

- آھار چڙھانا، دینا: ڪپڙي کي ڪلف ڏيڻ.

● آھالی: ذ [ع. آھل ۽ آھالی] ماڻھو. ڪم ڪار وارا ماڻھو. نوڪر.

- آھالی موالی: ذ. نوکر چاکر. ڪم ڪار وارا ماڻھو. یار دوست.

● آھَرا ۽ آھَرے: ذ [ھ] پوک لاءِ پاڻي گڏ ڪرڻ جو تلاءُ. چيٽن یا ڪاٺين جو ڍڳ. باھ جو مچ.

● آھَر، تَہَر: ث [ھ] اَٿل پٿل. گھٻراھٽ۔ پریشاني.

● آھَرَن: ذ [ھ] سنداڻ.

● آھلے گہلے: تابع فعل [اردو] نازنخري سان.

- آھلے گہلے پھرنا: ناز سان ھلڻ۔ ٽيلارا ڏيڻ. موجون ڪرڻ.

● آھیر: ذ [ھ] ھندن جو ھڪ قبيلو (جي مال ڌارين ۽ کير وڪڻن). (ث) آھيری.

● آھیری: ث [ھ] ھڪ راڳ جو نالو.

● آیال: ذ [ھ] گھوڙي جي ڪنڌ جا وار۔ ٻشڪون.

● اِیتَر: صفت [ھ] تَرڙو۔ ھلڪيءَ طبيعت وارو. ڪميڻو.

● ایچ پیچ: ذ [ھ] ڦيرگھير۔ مٽ سٽ. وڪڙ۔ داءُ. مکر۔ فریب. دغابازي.

- ایچ پیچ نہ جاننا: زماني جي اَٿل پٿل مان واقف نہ ھئڻ. زماني سازيءَ جي معاملن ۾ ناتجربيڪار ھئڻ.

● آیرا ۽ آیرے: ذ [اردو] شطرنج راند ۾ بادشاھ کي شھ کان بچائڻ لاءِ وچ ۾ ڏنل ساري۔ آنڇڪ.

● ایرا پھیری: ث [ھ] ڏي وٺ. خرید و فروخت. بدل سدل۔ ڦيرڦار۔ مٽ سٽ.

● آیرا غَیرا ۽ آیرے غیرے: ذ [ھ] پنھنجو پرائو. رواجي ماڻھو۔ لُلُو پنجو.

● ایر پھیر، ایرا پھیر: ذ [ھ] مٽ سٽ۔ ھير ڦير. اَٿل پٿل. ڏي وٺ (مال جي). خرید و فروخت. فریب۔ دغا، اختلاف.

● ایڑ ۽ اِيڑیں: ث [ھ] ڪُڙي. مَھميز۔ آڙي (گھوڙي کي).

- ایڑ کَر جانا: گھوڙي کي آڙيون ھڻي تيز ڊوڙائي وڃڻ. گھوڙي کي آڏائي وڃڻ.

- ایڑ لگانا، مارنا: آڙي ھڻڻ۔ مھميز ڏيڻ.

● ایڑی ۽ ایڑیاں: ث [ھ] ڪُڙِي.

- ایڑی چوٹی کا زور لگانا: ننھن کان چوٽيءَ تائين زور لڳائڻ۔ حد کان زیاده ڪوشش ڪرڻ.

- ایڑی دیکھنا: ڪُڙي ڏسڻ (نظر کان بچڻ لاءِ عورتن جو ھڪ سوڻ).

- ایڑیاں رگڑ رگڑ کَر مَرنا: چڙيون ھڻي مرڻ. ڦٿڪي ڦٿڪي ساھ ڏيڻ.

- ایڑیاں رَگڑنا: چڙيون ھڻڻ. ڦٿڪڻ۔ لُڇڻ پُڇڻ. گھڻي ڪوشش ڪرڻ.

- ایڑیاں گھس جانا : هلي هلي ڪڙيون گسي وڃڻ. حد کان زياده اچ وڃ ڪرڻ.
- ایڑیاں گھسنا : چڙيون هڻڻ- ڪُرڙيون هڻڻ. ٺڪڻ. گهڻي ڪوشش ڪرڻ.

● آیسا ۓ آیسے : صفت [هـ] اهڙو. هن جهڙو. ايترو. (تابع فعل) مِثل- وانگر.

- آیسا تیسا، وَیسا : صفت. هِهڙو تِهڙو- معمولي- اجايو سجايو.
- آیسا نہ ہو : تابع فعل. ائين نه ٿئي- مبادا- خُدانخواسته.
- آیسی تیسی : محاوره. گارطور ڪم ايندڙ لفظ.
- آیسے : صفت. تابع فعل. هن طرح - هيئن.
- آیسے میں : تابع فعل. اهڙي حالت ۾- تڏهن.

● ایک : صفت [هـ] هڪ- واحد. هڪڙو. اڪيلو- ڇڙو. سچو. متفق. متحده.

- ایک آدھ : صفت. هِڪ آڌ- ايڪڙ ٻيڪڙ- ڪو ڪو.
- ایک ایک: صفت. هڪ هڪ. هرهڪ. سڀ.
- ایک ایک کرکے: تابع فعل. هڪ هڪ ڪري. هڪڙو هڪڙو ٿي. آهستي آهستي- رفتي رفتي. واري واري سان. جُدا جُدا- ڌار ڌار.
- ایک ایک گھڑی گننا : گهڙيون ڳڻڻ- ڏاڍو انتظار ڪرڻ.
- ایک بات : تابع فعل. هڪڳالهه. پڪي ڳالهه.
- ایک پانی :ذ. هڪ ٻيري جو سينهن. پهرئين واري ۾ ڏنل پاڻي (پوک کي).
- ایک پانٔو پھرنا : هڪڙي ٽنگ تي هلڻ. تمام گهڻو رُلڻ. هڪ هنڌ سُک نه اچڻ.
- ایک پانٔو سے کھڑا رہنا : هر وقت تيار رهڻ. حڪم ملڻ لاءِ تيار رهڻ.
- ایک پر ایک بھاری ہونا، گرنا : هڪٻئي مٿان ڊهڻ (گهبراهٽ ۾).
- ایک پل : ذ. هڪ گهڙي- ٿوري دير. ساعت- کن.
- ایک تال : ث. سُرن جو ميلاپ. سازن جي هم آهنگي. ڳائڻ، ناچ ۽ سازن جو ميلاپ.
- ایک ٹانگ پھرنا : هڪڙي پير تي ڦرڻ. يڪساهي ڪم ۾ لڳو رهڻ.
- ایک جان ہونا : يڪ جان هئڻ. بيحد محبت هئڻ.
- ایک دم: تابع فعل. يڪدم- هيڪدم- فوراً.
- ایک دو: صفت. هڪ ٻه- ٿورا- چند.
- ایک رسّی میں بندھنا : هڪڙيئي ڏوهه ۾ گهڻا ماڻهو ٻڌجڻ يا پڪڙجڻ.
- ایک رنگا : ذ. يڪ رنگو- هڪ رنگو. ڳاڙهي رنگ جو ڪپڙو- ريٽو.
- ایک روان بھی میلا نہ ہونا : هڪڙو وار به ونگو نه ٿيڻ. ڪجهه نقصان نه رسڻ.
- ایک زمانہ : ذ. سڄي دنيا- سارو جهان. سڀ ماڻهو.
- ایک ساتھ : تابع فعل. گڏ. گڏجي- هڪ ٿي- ميڙي.
- ایک فصلی : ث [اردو] سال ۾ هڪ دفعو آباد ٿيندڙ زمين.
- ایک قلم : صفت [اردو] يڪدم- فوراً. بلڪل- بنهه.
- ایک کی ایک سے کہنا : هڪڙي جي ڳالهه ٻئي سان ڪرڻ- لائي چائي ڪرڻ.
- ایک کی سو سو سنانا : هڪ جون ڏهه ڏهه ٻڌائڻ. سڏيون ٻڌائڻ. منهن ٽوڙ جواب ڏيڻ.
- ایک گھاٹ اتارنا : سڀني سان هڪ جهڙو سلوڪ ڪرڻ.

- ایک لڑا : ذ. هڪڙيءَ سَر وارو هار.
- ایک مُنہ : ذ. هڪ زبان - هڪ آواز.
- ایک نظر : ذ. ٿوري دير - هڪ نظر.
- ایک نہ ایک : تابع فعل. ڪو نہ ڪو - هڪ نہ هڪ. هڪ آڌ - ٿورو گهڻو.
- ایک نہ سُننا : هڪڙي بہ نہ ٻُڌڻ - ڪا ڳالهہ نہ مڃڻ.
- ایک وار پر لگانا : هڪڙيئي داءَ تي لڳائڻ. جُوا ۾ ڪُل رقم يڪي جُڳ ۾ لڳائڻ.
- ایک ہونا، ہوجانا : هڪ ٿيڻ - هڪ ٿي وڃڻ. ٻڌي ڪرڻ. متفق ٿيڻ.
● ایکا : ذ [هہ] ايڪو - اتفاق - ٻڌي.
● ایکا ایکی : تابع فعل [هہ] يڪدم - آمالڪ. اوچتو - ناگهان.
● ایل فیل : ذ [اردو] زنانو جهيڙو - ٻڙيڪو. بدزباني - گار گند.
● ایلوا : ذ [هہ] ايرڙيو - مصبرّ.
● اِیمان : ذ [ع] خدا تي يقين ۽ حضرت محمد صلّي اللّٰه عليه وسلّم جن جي نبوت تي اقرار. دين - مذهب. اعتقاد - يقين. انصاف. اعتبار. نيت.
- اِیمان بھٹک جانا : ايمان خراب ٿيڻ.
- اِیمان چور : صفت. بي ايمان - دغا باز - اندر جو ڪارو.
- اِیمان لگتی کہنا : ايمان جي ڳالهہ ڪرڻ - سچ چوڻ.
- اِیمان لانا : دين اسلام قبول ڪرڻ. ايمان آڻڻ. اعتبار ڪرڻ - مڃڻ.
● اِینٹ ۽ اِینٹیں : ث [هہ] سِر. آهو شاگرد جو هڪڙيئي درجي ۾ گهڻي وقت تائين رهي.
- اِینٹا ۽ اِینٹے : ذ. وڏي سِرَ.

- اِینٹ اُلٹنا : سِرَ اونڌي ڪرڻ جو ٽوٽو ڪرڻ (دشمن کي نقصان پهچائڻ لاءِ عورتون مسجد ۾ سِر اونڌي ڪري دشمن جو نالو وٺنديون آهن).
- اِینٹ بندی، کاری : ث. سِرن جي اوساري.
- اِینٹ سے اِینٹ بجانا : تباهہ ڪرڻ. ڊاهڻ (عمارت). نابود ڪرڻ.
- اِینٹ کی خاطر مسجد ڈھانا : جيري خاطر ٻڪري ڪُهڻ.
- اِینٹیں پاتھنا : سرون وجهڻ - سِرون ٺاهڻ.
● آینٹھنا : متعدی [هہ] وٽ ڏيڻ - وڪڙ ڏيڻ - مروڙڻ. آڪيڙڻ - سيٽڻ. فخر ڪرڻ. ٺڳيءَ سان ڪا شيءِ ڦُري وٺڻ. ڇپائڻ - نپوڙڻ. (لازم) سيٽجڻ (عضوا) - ڪُوڙجي پوڻ (بدن). ونجڻ (سيءَ ۾).
- آینٹھ : ث. وَٽ - وَڪڙ - مروڙو - آڪيڙو. لَپيٽَ - وراڪو. چِڪَ - ڊُوهَ. سيٽَ - آڪڙَ. ضد - تيسو. دشمني - وير.
- آینٹھتے پھرنا : آڪڙ جي هلڻ - سيٽجي هلڻ. ناز سان هلڻ.
- آینٹھ لینا : ٺڳيءَ سان ڪا شيءِ ڪسي وٺڻ.
- آینٹھن : ث. سيٽَ (بدن جي) - آڪيڙَ. مروڙ. پيچ.
- آینٹھن میں رہنا : آڪڙ ۾ رهڻ. بيپرواهہ رهڻ.
- آینٹھے باز : صفت. آڪڙ باز. ضِدي - هٺيلو.
- آینٹھے خان : صفت. آڪڙ باز. ضدي - هٺيلو.
● اِینٹی چینٹی : ث [اردو] پيڙهي - سُٺا جيٺرا - اِڇي پِڇي. نندو وڏو.
● آینچنا : متعدی [هہ] ڇڪڻ. ڇُهڻ. ٻاهر ڪيڏڻ. ڪڍي وٺڻ. لغڙ کي ڇڄي ڏيڻ. ٺٺيءَ ۾ پيچ هٿ ڪي جهٽ پٽ ٻئي جو لغڙ ڪاٽا ڪرڻ. ضامن پوڻ. ذمو کڻڻ.

- آينچ: ث. ڪشش لاڙو - ڪاڍو.
- آينچا: صفت. چڪيل- ڪشيل - تاڻيل
- آينچا تانی: ث. ڇڪ ڇڪان - ڇڪتاڻ. معاملو - رڳڙو.
- آينچا دينا: ٽنگي ڇڏڻ - لڙ ڪائي ڇڏڻ.
- آينچ پينچ: ذ. ور وڪڙ واري ڳالهه - پيچيده معاملو.
- آينچ لينا: ڇڪي وٺڻ - ڪڍي وٺڻ. ڇڪ ڏيڻ (چلم کي). ذميدار ٿيڻ. ڪمائي وٺڻ.
- آينچن: ث. ڇڪڻي- ڇڪ. ڇڪتاڻ - کهل.
- ● اِينڌهن: ذ [هہ] ٻارڻ (ڪاٺيون، ڪوئلا، ڇيڻا وغيره).
- ● آينٺنا: لازم [هہ] آڪڙجڻ. سيٺڻ (بدن). وڏائو ڪرڻ. آرس ڀڃڻ. ليٽڻ - ليٽڻ ٻيٽڻ.
- آينڊ: صفت. آڪڙيل - سيٺيل. سُست - ٽوٽي - بيڪارو - نڪمو - ڪاهل. آڏو رو - آڏو ڳابرو.
- آينڊا آينڊا پهرنا: آڪڙيو گهمڻ. ٽاڏ ون ڏيندو وتڻ. مواڙيو گهمڻ.
- آينڊ هونا: نڪمو ٿيڻ - خراب ٿيڻ. بگڙي وڃڻ. ڪاوڙجي پوڻ.
- ● آينڊوا ۽ آينڊوے: ذ [هہ] سينهوڙو - سينهون. پتڪو.
- آينڊوی: ث. سينهوڙي. پگڙي.
- ● آينڊی بينڊی: صفت [هہ] بيهودي - ناشائسته - آڻ سُهائيندي.
- آينڊی بينڊی پڙ جانا: مصيبت ۾ اچي وڃڻ. نقصان پوڻ.
- آينڊی بينڊی سُنانا: گهٽ وڌ ڳالهائڻ - گاريون ڏيڻ.

# ب

**ب**: ث [ع . ف] اردو، سنڌي، عربي ۽ فارسي "الف - ب" جو ٻيو اکر. تلفظ "بي". اردو ۽ هنديءَ ۾ بعضي "و" سان بدلجندڙ اکر. ابجد موجب عدد (٢).

- ● بابر: ث [هہ] گاهه جو هڪ قسم (جنهن مان واڻ ٺاهيندا آهن). سٺائيءَ جو هڪ قسم.
- ● بابرنگ، باؤبرنگ: ذ [هہ] واوڙنگ (هڪ قسم جو پسارڪو وکر).
- ● بابل: ث [هہ] هڪ قسم جو ڳيچ (جو شاديءَ ۾ ڪنوار کي رخصت ڪرڻ وقت ڳائيندا آهن).
- ● بابل: ذ [هہ] پيءُ - آبو.
- ● بابو: ذ [هہ] راجڪمار. وڏگهرائو ماڻهو. پڙهيل ماڻهوءَ جو خطاب. محرر - منشي. ٻارُ.
- بابوجی: ذ. ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ عزت جو خطاب.

● باپ : ذ [هہ] پيءُ - بابو. وڏو - بزرگ. استاد. گرو.

- باپ بنانا : بابو بنائڻ. ڪنهن مان ڪم ڪڍڻ لاءِ خوشامد ڪرڻ.

- باپ تک جانا : پيءُ تائين وڃڻ - پيءُ تي گار ڏيڻ.

- باپ دادا : ذ. ابو ڏاڏو. وڏا- بزرگ.

- باپ دادا کا نام ڈوب جانا: وڏن جي بدنامي ٿيڻ. خاندان جو نالو نشان به نه رهڻ. خاندان ختم ٿيڻ.

- باپ مارے کا بير لينا : پراڻو وير وٺڻ. خانداني دشمني جو بدلو وٺڻ.

● بات ع باتيں: ث [هہ] ڳالهه. جملو- فقرو. بيان - ذڪر. قول. مثال - چوڻي. ويچار. قصو- ڪهاڻي. احوال. واقعو. نصيحت. حڪم. لعنت ملامت. بهانو.

- بات آزمانا : ڳالهه آزمائڻ - ڪنهن ڳالهه جو تجربو ڪرڻ.

- بات آنا : الزام اچڻ - حرف اچڻ. پيغام اچڻ (شاديءَ جو).

- بات آئی گئی ہو جانا : ڳالهه آئي وئي ٿي وڃڻ- قصولٿي مٽي ٿي وڃڻ. معاملو ٺري وڃڻ.

- بات اٹھا نہ رکھنا : ڪسر نڇڏڻ - گهٽتائي نه ڪرڻ.

- بات اڑانا : افواهه پکيڙڻ. مشهوري ڪرڻ. آهل ڪرڻ. ڳالهه ٺاهڻ.

- بات الٹنا : ڳالهه ڦيرائڻ. خلاف چوڻ. ابتڙ چوڻ. ڪا ڳالهه چئي وري ڦري وڃڻ. وري وري ساڳي ڳالهه چوڻ.

- بات بات میں کھچنا : ڳالهه ڳالهه تي رسڻ.

- بات باندھنا : ڳالهه ٺاهڻ. بهانو بنائڻ. الزام هڻڻ.

- بات بڑھانا : ڳالهه وڌائڻ- معاملو وڌائڻ. جهيڙو وڌائڻ. خلل مچائڻ. بحث وڌائڻ. مشهور ڪرڻ. عزت وڌائڻ. تيليءَ مان ٿنڀ ڪرڻ.

- بات بڑی کرنا : وڏي ڳالهه ڪرڻ. ڳالهه مٿي ڪرڻ. تائيد ڪرڻ - ها ۾ ها ملائڻ.

- بات بگڑنا : ڳالهه خراب ٿيڻ. ڪم ڦٽي وڃڻ. ساک وڃڻ. اعتبار وڃڻ.

- بات بننا : ڪم ٺهي اچڻ. ساک قائم رهڻ. پت سان رهجي اچڻ. ڪاميابي ٿيڻ.

- بات پانا : ڳالهه جو آنت لهڻ- مطلب سمجهڻ. پيد معلوم ڪرڻ. مطلب پورو ٿيڻ.

- بات پچنا: د ل ۾ ڳالهه ٽڪڻ. اندر ۾ راز محفوظ رهڻ.

- بات پختہ ہونا : ڳالهه پڪي ٿيڻ (شاديءَ وغيره جي).

- بات پر آنا : پنهنجي ڳالهه تي اچڻ. ضد ٻڌي بيهڻ. پڪو ارادو ڪرڻ.

- بات پکڑنا: غلطي پڪڙڻ - چڪ جهلڻ. عيب معلوم ڪرڻ.

- بات پکی کرنا : ڳالهه پڪي ڪرڻ. انجام پڪو ڪرڻ. آخرين طرح فيصلو ڪرڻ.

- بات پلٹنا : ڳالهه ٺٽائڻ. ڳالهه ڦيرائڻ. آلي وڃڻ.

- بات پلے باندھنا : ڳالهه کي ڳنڍ ٻڌڻ - نصيحت ياد رکڻ. ضد ڪرڻ.

- بات پوچھنا : ڳالهه پڇڻ. خبر پڇڻ- احوال وٺڻ. ڌيان ڏيڻ.

- بات پھوٹنا : ڳالهه کلڻ- راز ظاهر ٿيڻ.

- بات پھیلانا : ڳالهه وڌائڻ. مشهوري ڪرڻ.

جهيڙو وڌائڻ .

= بات پی جانا : ڳالهہ ڪائي وڃڻ. ڳالهہ ٽارائي وڃڻ .

= بات پیدا کرنا : نئين ڳالهہ پيدا ڪرڻ. خصوصيت پيدا ڪرڻ .

= بات ٹھاننا : پڪو پهہ ڪرڻ. ارادو ڪرڻ.

= بات ٹھن جانا : ضد پيدا ٿيڻ- جهيڙي جهڙي حالت پيدا ٿيڻ . تڪرار ٿيڻ .

= بات ٹھیرانا : ڳالهہ پڪي ڪرڻ . مائٽي ڪرڻ. رت بيهارڻ . فيصلو ٿيڻ .

= بات چبا جانا : ڳالهہ ڪائي وڃڻ . ڳالهہ ٽارائي وڃڻ .

= بات چیت : ث. ڳالهہ ٻولهہ - گفتگو. حال احوال.

= بات دبانا : ڳالهہ لڪائڻ - معاملو لٺي مٺي ڪرڻ .

= بات رکھنا : ڳالهہ رکڻ . آبرو رکڻ- عزت رکڻ . لحاظ رکڻ . بهتان مڙهڻ .

= بات سوجھنا : ڳالهہ سجهڻ . ڪا نئين ڳالهہ خيال ۾ اچڻ .

= بات سہنا : ڳالهہ سهڻ - برداشت ڪرڻ .

= بات کا بتنگڑ بنانا : ڳالهہ مان ڳالهوڙو ڪرڻ. تيليءَ مان ٿنڀ ڪرڻ . خسيس ڳالهہ تي جهيڙو وڌائڻ .

= بات کا پچنا : اندر ۾ ڳالهہ ٽڪڻ . راز لڪل رهڻ.

= بات کو منہ سے لینا : ٻئي جي دل جي ڳالهہ ڪرڻ . ساڳي ڳالهہ ٻئي جي چوڻ کان اڳ چئي ڏيڻ .

= بات کھٹکنا : ڳالهہ ڪُڪڻ . ڪا ڳالهہ ڪنڊي وانگر چڀڻ . شڪ هجڻ .

= بات کھونا : اعتبار وڃائڻ - پت وڃائڻ.

= بات کی پنچ : محاوره. آنجام جي پوئواري- قول کي پاڻي . ڪيل ڳالهہ پوري ڪرڻ تي ضد.

= بات گھڑنا : ڳالهہ گهڙڻ - ڳالهہ ٺاهڻ . بهانو ٺاهڻ. ڪوڙ هڻڻ .

= بات گئی گذری ہونا : ڳالهہ ختم ٿي وڃڻ- قصو لٿي مٽي ٿيڻ .

= بات مارنا : ڳالهہ ڦيرائڻ. مخالفت ڪرڻ. چپ ڪرائڻ . دڙڪو ڏيڻ . ٻٽاڪ هڻڻ . هام هڻڻ .

= بات منہ پر لانا : ڳالهہ زبان تي آڻڻ . يادگيري ڏيارڻ .

= بات میں : تابع فعل . ٿوريءَ دير ۾- گهڙيءَ ۾- يڪدم - جهٽ پٽ .

= بات میں پنخ (فی) نکالنا : ڳالهہ مان ڪنڊا ڪڍڻ . نڪته چيني ڪرڻ .

= بات نیچی پڑنا : ڳالهہ گهٽ ٿيڻ- ساک وڃڻ . عزت گهٽجڻ .

= باتون ، باتونی ، باتونیا : صفت . گهڻ ڳالهائو- جهڳي خور- ٻڪٻڪيو.

= بات ہانکنا : جهڳي هڻڻ . ڳالهہ گهڙڻ . ڪوڙ ڳالهائڻ . ٻٽاڪ هڻڻ .

= بات ہنسی میں اڑا دینا : ڳالهہ کلي ٽاري ڇڏڻ . ڪنهن ڳالهہ کي اهميت نه ڏيڻ.

= بات ہونا : ڳالهہ ٿيڻ- گفتگو ٿيڻ . ڪو خاص واقعو ٿيڻ .

= بات ہیٹی ہونا : ڳالهہ گهٽ ٿيڻ . عزت ۾ رخنو پوڻ .

= باتوں پر جانا : ڳالهين تي لڳڻ . چوڻ تي هلڻ .

= باتوں سے کلیجا پک جانا : ڪنهن جي ڳالهين يا حرڪتن کان اندر سڙڻ . بيزار ٿيڻ .

= باتوں کا باغ لگانا : مزيدار ڳالهيون

ٻڌائڻ. کوڙ ٻـَدوڙ ڳاهي ٻڌائڻ. چاپلوسي ڪرڻ.

▬ باتـَون کا جهازُ باندهنا : ڳالهائڻ ۾ ٻئي کي واروئي نہ ڏيڻ. اجائي جهڳي هڻڻ.

▬ باتـَون ميں : تابع فعل. ڳالهين ۾. اجاين ڪمن ۾. خوشامد سان. ڏڳيءَ سان.

▬ باتـَون ميں آنا : ڳالهين ۾ اچڻ - دوکي ۾ اچڻ. ڀنيلجي وڃڻ.

▬ باتـَون ميں آڑانا : ڳالهين ۾ ٽارڻ. کـِلَ مسخريءَ ۾ ٽاري ڇڏڻ. ڳالهين تي ڳالهين ۾ ٽـَـڪڻ.

▬ باتـَون ميں اُلجهانا : ڳالهين ۾ ڦاسائڻ. ڳالهين ۾ روڪڻ.

▬ باتـَون ميں پهـُسـلانا : ڳالهين ۾ ٽي ٽڳارڻ- ٻـَرغلائڻ - ڀـَنيلائڻ.

▬ باتـَون ميں دهـَرلينا : ڳالهين ۾ ٽي جهلي وٺڻ - لاجواب ڪرڻ.

▬ باتون ميں لگانا : ڳالهين ۾ لڳائڻ. سيڙائڻ. ڌيان ٻئي پاسي ڪرائڻ.

▬ باتيں آڑانا : افواهہ ڦـِهلائڻ. ڪـِلا ڪرڻ. جهڳي هڻڻ.

▬ باتيں بـَگهارنا : ٻٽاڪون هڻڻ - ٻاڙون هڻڻ.

▬ باتيں بـَنانا : ڳالهيون ٺاهڻ. خوشامد ڪرڻ. بهانا ٺاهڻ. الزام هڻڻ.

▬ باتيں چهانٿـنا : کوڙيون ڳالهيون ڪرڻ. طعنا هڻڻ - مهڻا ڏيڻ.

▬ باتيں سـُنانا : ڳالهيون ٻڌائڻ. حال احوال ٻڌائڻ. گاريون ڏيڻ. لعنت ملامت ڪرڻ.

▬ باتيں ڪـَرنا : ڳالهيون ڪرڻ- ذڪر ڪرڻ. تعريف ڪرڻ - ڳـُڻ ڳائڻ.

▬ باتيں لـَگانا : چغليون هڻڻ. الزام مڙهڻ.

▬ باتيں مـِلانا : ها ۾ ها ملائڻ. ڳالهيون ٺاهي ٻڌائڻ. گسا مـِلائڻ.

● باٹ ۓ باٹيں : ث [هـ] واٽ- راهہ- رستو. مسافري. ورهاست (پتن جي).

▬ باٹ مارنا : رستي تي ڦـُرَ ڪرڻ.

● باٹ : ذ [هـ] وَٽ - تورو.

● باجا ۓ باجے : ذ [هـ] باجو- واڄو.

▬ باجا گاجا : ذ. بينون باجا- سازَ سـُرودَ. ڏوهہ ڏام.

● باجـرا : ذ [هـ] ٻاجهري- ٻاجهر. سنهي بوند- سـِينهن جون ڪٽيون.

▬ باجرا بـَرَسنا : سنهي بوند بوند پوڻ- ڇانٽ پوڻ.

▬ باجرا سا بـِکهـَرنا : وياڪل ٿيڻ- بيقرار ٿيڻ- بي چين ٿيڻ.

▬ باجرا سـُرغ : ذ. هڪ قسم جو ڪاري رنگ جو پکي(جنهن جي کنڀن تي ٻاجهريءَ جي داڻن جيڏا پيلا داغ ٿين).

▬ باجری : ث. ٻاجهري. ڪـُڪڙ جو هڪ رنگ.

● باجـنا : لازم [هـ] وڄڻ (واڄو يا گهڙيال وغيره). آواز ڪرڻ. مشهور ٿيڻ.

● باجی ۓ باجـِياں : ث [ترکی] وڏي ڀيڻ- آدي.

● باچهہ ۓ باچهيں : ث [هـ] واڇ- وات جو پاسو.

▬ باچهيں آنا، پـَکنا، پهـَٹـنا : واڇون پـَچڻ- جـُوت لڳڻ (بيماري).

▬ باچهيں کهـِل جانا، کهـِلنا : واڇـُون ٽڙڻ. تمام گهڻو خوش ٿيڻ. گهڻو کـِلڻ. حيران ٿيڻ.

● باچهہ ۓ باچهيں : ث [هـ] ورڇ- ورهاست- زمين جي مختلف حصن جي ڊل جـِي شرح. جمع بندي. ڀـَتي - حصو. چندو- ڦوڙي.

▬ باچهہ بـَرار : ذ. صفائي (معاملي جي).

ذميداري .

- باچھہ ڈالنا : محصول جمع ڪرڻ . ڍل جي وصولي ڪرڻ . حصو وجهڻ - پتي وجهڻ .

- باچھہ ڪترنا : چندو ڪرڻ - ڦوڙي ڪرڻ .

● باچھنا : متعدی [ ھ ] ڇانڊڻ . چونڊڻ . جدا ڪرڻ . چِلڻ . صفا ڪرڻ . (ذ) هڪ قسم جو اوزار (گاهه ڪٽڻ جو)- رنبو.

● بادام لچھتا : ذ [ھ] مٺائيءَ جو هڪ قسم.

● بادَل : ذ [ھ] ڪڪر.

- بادل آنا، اٹھنا : ڪڪر اچڻ - ڪڪر چڙهڻ. جهڙ ٿيڻ .

- بادل امنڈنا : ڪڪر ڀرجي اچڻ. جهڙ ڇانئجڻ .

- بادل برسنا : ڪڪر وسڻ - مينهن پوڻ .

- بادل پھٹنا، چھٹنا : ڪڪر ڇڙ و ڇڙ ٿيڻ. جهڙ لهي وڃڻ . آسمان ۾ نيوائي ٿيڻ .

- بادل جھوم جھوم کے برسنا : ڪڪرن جو زور شور سان وسڻ. زوراٺتي برسات پوڻ.

- بادل چڑھنا : ڪڪر اٿڻ- ڪڪر چڙهڻ. جهڙ ٿيڻ .

- بادل دیکھہ کر گھڑے پھوڑنا : وقتي فائدي جي اميد ۾ آئيندي جو نقصان ڪرڻ. ڪلهي اميد جي آسري وڏو نقصان ڪرڻ .

- بادل رُندھہ رُندھہ کر آنا : ڪڪرَ هڪ ٻئي ۾ ڳتجي آچڻ . جهڙ لسَ ڪري اچڻ .

- بادل کھلنا : آسمان صاف ٿيڻ - ڪڪرَ ٽڙي پکڙي وڃڻ .

- بادل گرجنا : ڪڪرَ گجڻ .

- بادل گھر آنا : ڪڪر ڇانئجڻ - جهڙ اچڻ.

- بادل میں تھگلی لگانا: تمام ڏکيو ڪم ڪرڻ . ناممڪن ڪم ڪرڻ .

● بادلا یا بادلے : ذ [ھ] بادلو- ريشم يا زريءَ جي تارن سان ٺهيل ڪپڙو. زريءَ جي پانڪ .

● بادلی : ث. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم (جنهن ۾ زريءَ جي ڪنار هجي).

● بادی : ث [ھ] بادي- ريح .

- بادی پھیلانا : آرس پئجڻ . جهيڙو مچائڻ .

- بادی چور: ذ. هاڙهو چور- اڙاهه چور. چورن جو سردار .

- بادی کی طرح چھنٹ جانا : ڇڙوڇڙ ٿي وڃڻ- ٽڙي پکڙي وڃڻ .

● بارُ : ث [ف] وقت - عرصو- دير. وارو- دفعو- گهمرو. دروازو.

- بارکائی : ث. شاديءَ جي هڪ رسم موجب آها گهورَ جا گهوٽ جون ڀيڻون ڪنوار جي گهر اچڻ تي گهوٽ کان وٺنديون آهن .

- بار لگانا : دير لائڻ . سيڙائڻ (رستي ۾) . رڪاوٽ وجهڻ . اعتراض ڪرڻ .

- بار ناری : ث. لانگ چوٽي- رنڊي .

● بارُ : ذ [ف ] بار- بوجهه . پڇ. وارو- گهمرو . پيٽ - حمل . ڦر- ميوو. (صفت) وسائيندڙ- پکيڙيندڙ .

- بار آنا : وارو اچڻ - موقعو اچڻ . ڦر (ميوو) اچڻ (وڻ ۾ ) .

- بار بٹائی : ث. ڳاهڻ لاءِ وَلِ کي پڙ ۾ پکيڙڻ جي حالت .

● بارَہ : عدد [ ھ ] ٻارهن ( ١٢ ) .

- بارہ باٹ : ذ. ٻارهن واٽون. پاٽت جو جهيڙو. آئيٽت . (صفت) ڇڙ وڇڙ - جد اجدا .

- بارہ باٹ ھونا : ڪوبہ رٿيل ڪم خراب ٿيڻ.

- بارہ پتھر : ذ . ڇاوڻيءَ جي حد (جتي عام

طرح ٻارهن ٻٽر لڳل هوندا آهن ) . چاوٽي .
▬ باره پتهر باهر ڪرنا : ٻارهن ٻٽر ٻاهر ڪيڻ - شهر نيڪالي ڏيڻ . ڀائيچاري مان ڪيڻ .
▬ باره دري : ث . ٻارهن دروازن وارو گهر (جو باغ ۾ درياهه تي يا محلات جي مٿان ٺاهيو وڃي ) .
▬ باره سنگها : ذ . ٻارهن سڱو - ڦاڙهو .
▬ باره ماسا : صفت . ٻارهن مهنن وارو - ٻارهن ماهو . ( ذ ) هنديءَ ۾ آهو گيت جنهن ۾ عورت جي طرفان ٻارهن مهنن جي فراق جو بيان ڪيو ويو هجي .
▬ باره ماسي : ذ . آهو وڻ جو ٻارنهن مهينا سائو رهي - سدا بهار . اهو ڦُلي جو ٻارنهن مهينا پورهيو ڪري .
▬ باره مهينے : ذ . ٻارهن مهينا . سڄو سال . هميشه .
▬ بارهوں پرتيره : ذ . ڪبوتر جو هڪ قسم (جنهن جو پُڇ اڇو ۽ باقي حصو ڳاڙهو ، سائو يا پيلو هجي )
● باري ڳ باريان : ث [ هہ ] ڪن ۽ نڪ ۾ پائڻ جو هڪ زيور - والي . سورهن ورهين ڪان ننڍي ڇوڪري . باغيچو . دري . وارو - گهمرو - ڦيرو . چونڪي . پهرو . موقعو - وقت .
▬ باري باري : تابع فعل . واري واري سان - هڪٻئي جي پٺيان .
▬ باري بهرنا : پنهنجي واري جو پهرو ڏيڻ .
● باڑ ڳ باڑيں : ث [ هہ ] لوڙهو - واڙ .
▬ باڑ باندهنا : لوڙهو ڏيڻ - واڙ ٺاهڻ .
● باڑهہ ڳ باڑهيں : ث [ هہ ] لوڙهو . واڙ . ڪنارو . تيزي - ڌار (هٿيار جي ) . سپاهين جي قطار . آٿل - چاڙهہ (پاڻيءَ جو) . ڏوڙيو (بندوقن جو) . واڌ - اوسر .
▬ باڑهہ آترنا : ڌار مٺي ٿيڻ (هٿيار جي) .
▬ باڑهہ آڑانا ، داغنا ، مارنا : گهڻيون بندوقون هڪ ئي وقت گڏ ڇوڙڻ .
▬ باڑهہ پر چڑهنا : سراڻ چڙهڻ (هٿيار) . آماده ٿيڻ - تيار ٿيڻ . فريب ۾ اچڻ .
▬ باڑهہ پر رکهنا : نشان تي رکڻ (جتي هٿيار جو ڌڪ هٽڻو هجي) . هُشي ڏيڻ - ڀڙڪائڻ .
▬ باڑهہ پڑنا : گولين جو مينهن وسڻ .
▬ باڑهہ تهيز ڪرنا : ڌار تيز ڪرڻ - منهن تکو ڪرڻ (ڪاتيءَ وغيره جو) .
▬ باڑهہ چلنا : هڪ ئي وقت توبون يا بندوقون گڏ ڇٽڻ .
▬ باڑهہ دردري هونا : ڌار مٺي ٿيڻ . هٿيار جي منهن ۾ ڪرنڊ پئجي وڃڻ .
▬ باڑهہ روکنا : حملو روڪڻ .
▬ باڑهيا : صفت . سراڻ چاڙهيندڙ .
● باڑى ڳ باڑياں : ث [ هہ ] باغيچو - وٽن جو جهڳٽو . ڀاڄيءَ جو ٻارو . واڙي . پوک .
▬ باڑى بيننا ، چننا : واڙي پيلڻ . باغ مان ميوو يا ڀاڄي پٽڻ . ڪپهہ چونڊڻ .
▬ باڑى گرنا : واڙي پوکڻ . باغ پوکڻ .
● باز : ذ [ف] مشهور پکي - بازُ . ( تابع فعل ) وري - موٽي .
▬ باز آنا : پچر ڇڏڻ . ترڪ ڪرڻ ( عادت ) . پشيمان ٿيڻ .
▬ باز دعوے : ذ . مقدمي تان هٿ کڻڻ جي حالت .
● بازار : ذ [ف] بازار - بازر .
▬ بازار آتر جانا : اگهہ لهي وڃڻ - بازار موڙي ٿيڻ .

- بازار اُٹھ جانا : بازار بند ٿي وڃڻ .
- بازار بٹّا : ذ . ڪموتي- لاٽ . دلالي.
- بازار بڑھنا : بازار بند ٿيڻ . بازار آڪري ٿيڻ.
- بازار بھاؤ پٹنا : ڏؤ تي موچڙا کائڻ - خوب ڪٽجڻ .
- بازار بیٹھک : ث. پڙيءَ جو محصول .
- بازار تیز ہونا : آگھہ چڙھڻ - بازار آڪري ٿيڻ .
- بازار چڑھنا : بازار چڙھڻ - بازار آڪري ٿيڻ . اگھہ چڙھڻ .
- بازار چمکنا : بازار گرم ٿيڻ. واپار وڌڻ .
- بازار دکھانا : بازار جو منهن ڏيکارڻ- وکري لاءِ بازار ۾ ڪٺي اچڻ .
- بازار دیکھنا : بازار ڏسڻ - بازار ۾ گھولڻ يا پُڇائڻ .
- بازار سرد ہونا: بازار ٺنڍي ٿيڻ- واپار گھٽجڻ.
- بازار کرنا : بازار ۾ خريد فروخت لاءِ وڃڻ. ڪنهن جاءِ کي عام ڪري ڇڏڻ .
- بازار گرم ہونا : بازار گرم هئڻ. واپار جو خوب چلتو هئڻ- بازار آڪري هئڻ . ڪنهن شيءِ جو بازار ۾ گھڻو کاپو هئڻ .
- بازار گرنا : اگھہ گھٽجڻ- بازار ڪِرڻ- بازار موڙي ٿيڻ .
- بازار لگانا : بازار لڳائڻ . گوڙ ڪرڻ- هُل ڪرڻ .
- بازارُو: صفت- گھٽ درجي جي شيءِ- سستي شيءِ (جا جلد وڪامي وڃي).
- بازاری : صفت. بازار جو. عام- رواجي. واهيات (ماڻهو) .
- بازاری آدمی : ذ . ڪميڻو ماڻهو- بدفضيلتو ماڻهو.
- بازاری گپ : ث. بي بنياد ڳالهہ- افواه .

● بازُو : ذ [ف] ٻانهن . ڪنڀڙاتي (پکيءَ جي). ٻانهين (ڪٽ يا دروازي جي). مدد گار عورت-
- بازُو پھڑکنا : ٻانهن ڦرڪڻ (دوست سان ملاقات جو سوڻ) .
- بازُو تولنا : آڏامڻ جي تياري ڪرڻ (پکي). وڙهڻ يا وڃڻ جي تياري ڪرڻ .
- بازو ٹوٹنا : ٻانهن ڀڄڻ . ڀاءُ مري وڃڻ. مدد گار وڃڻ .
- بازو دینا : ٻانهن ڏيڻ. مدد ڏيڻ.
- بازو وا کرنا : ٻانهون کولڻ (ٻاکر پائڻ لاءِ) . آڏامڻ .

● بازی ج بازیاں : ث [ف] راند - کيل - تماشو. ٺڳي- فريب . تاس يا چوپڙ جي راند . شرط. باولي (ڪبوتر جي) .
- بازی آنا : پٽن جي ورهاست ۾ سُٺا پتا اچڻ.
- بازی اُٹھنا : راند ختم ٿيڻ .
- بازی اُڑنا : راند نہ نبرڻ .
- بازی بدنا : بازي ٻڌڻ- شرط ٻڌڻ .
- بازی جیتنا : راند کٽڻ . شرط کٽڻ . ڪامياب ٿيڻ .
- بازی دینا : بازي ڏيڻ. دوکو ڏيڻ . شڪست ڏيڻ . وَجھہ ڏيڻ .
- بازی کھیلنا : راند کيڏڻ. بازولي پائڻ (ڪبوتر).
- بازی لے جانا : گوءِ کٽي وڃڻ . اڳتي وڌي وڃڻ . شرط کٽي وڃڻ .
- بازی ہارنا : شرط هارائڻ . راند هارائڻ .

● باسؔ : ث [هہ] بانس- بُو . آهجاڻ . تمام ٿورو ذرو .
- باس متی : ذ. خوشبودار چانورن جو هڪ قسم .

● باسَنُ: ذ [ھ] باسڻ - برتن - ٿانُءُ.

● باسٹھہ: عدد [ھ] ٻاھٺ (٦٢).

● باسی: صفت [ھ] ٻانس وارو. ٻاروٺو. رهندڙ- رهاڪو.

— باسی تِباسی: صفت. ٻن ٽن ڏينھن جو ٻاروٺو (ڪاڌو).

— باسی عید: ث [اردو] عيد جو ٻيو ڏينھن.

— باسی کڑھی میں اُبال آنا: وقت گذرڻ کان پوءِ ڪنھن ڪم جو ارادو يا ڪوشش ڪرڻ. ڪمھلو ڪم ڪرڻ.

— باسی کھانا: ذ. ٻاروٺو ڪاڌو.

— باسی مُنہ: ذ. اَڻ ڌوتل منھن. خالي پيٽ.

● باغاتی: صفت [اردو] باغ جي (پيدايش، ڪمائي، ڊل). باغ واري (زمين)- باغ لائق.

● باقی: صفت [ع] بچيل - رهيل. (ث) بچت- بقايا.

— باقی چُکانا: بقايا ڏيئي ليکو چڪتو ڪرڻ. حساب بيباق ڪرڻ.

— باقی دار: صفت. جنھن تي اوڌر رهيل هجي- قرضي.

● باکھہ: ذ [ھ] اوھہ - ڪيري.

● باکھَر، باکھَل: ذ [ھ] چوپائي مال جي واڙ. مڪان. ويڙهو (جنھن ۾ گھڻا گھر هجن). حاطو. اڱڻ. اوزارن جو ٿيلھو. دوا جو هڪ قسم. هر جو هڪ قسم (جو زمين جو سٿيون سخت حصو ڪيڙيندو آهي ۽ ٻوٽا به اکوڙيندو ويندو آهي).

باکھڑی، باکھلی ۽ باکھڑیاں، باکھلیاں: ث [ھ] پنج ڇھہ مھينا کير ڏيئي پوءِ وهڪي ويندڙ ڏڳي يا مينھن - ڪانگھاري.

● باگ ۽ باگیں: ث [ھ] واڳ. تلوار جي مُٺ. واگھہ (شينھن).

— باگ پکڑائی: ث. هندن ۾ شاديءَ جي هڪ رسم (جنھن ۾ گھوٽ جي گھوڙي جي واڳ جھليندڙ کي لاڳ ملندو آهي).

— باگ چھوڑ دینا: واڳ ڇڏي ڏيڻ. گھوڙي کي پنھنجي مرضيءَ تي ھلڻ ڏيڻ. سنڀال ڇڏي ڏيڻ. ڇُڙواڳ ڇڏڻ.

— باگ ڈور: ث. واڳ. آھا رسي جا واڳ طور ڪم اچي. واڳ ڏور- اختيار.

— باگ ڈور ہاتھہ میں لینا: واڳ ڏور هٿ ۾ ڪرڻ- اختيارات سنڀالڻ.

— باگ ڈھیلی کرنا: واڳ ڍري ڪرڻ- واڳ ڇڏي ڏيڻ. ڍڳي واڳ ڏيڻ. ڇُڙواڳ ڇڏڻ. آزادي ڏيڻ.

— باگ کھینچنا: واڳ ڇڪڻ. واڳ کي ڇڪي ڏيئي گھوڙو بيھارڻ.

— باگ گیر: ذ. گھوڙو ٻڌندڙ- سئيس.

— باگ لینا: واڳ وٺڻ - واڳ جھلڻ.

— باگ موڑنا: واڳ موڙڻ. واڳ ورائڻ. واپس ورڻ. گھوڙي جو رخ ٻئي پاسي ڪرڻ. توجھہ ٻئي پاسي ڪرڻ.

● باگَڑ: ذ [ھ] ھرڻن جو ولر. "ٻارت" ۾ هڪ علائقي جو نالو.

— باگَڑ بِلا: ذ. جھنگراڙ ٻلو- جھنگ ٻِلو.

— باگڑی: صفت. "باگڑ" جو رهاڪو. واگھڙي.

● باگھہ: ذ [ھ] واگھہ- شينھن. (ث) باگَھن، باگھنی.

— باگھہ بَکری: ث. چوڪرن جي هڪ راند جو نالو.

— باگھہ کا پَٹھا: ذ. شينھن جو ٻچو.

- باگھہ نگھہ : ذ. واگھہ جا نشان (جي ٻارن کي نظر کان بچاءَ لاءِ ٻچيءَ ۾ ٻڌبا آهن). هٿيار جو هڪ قسم- چنبو- واگھہ نک.
● باگھي : ذ [هہ] ويلڻ- گهنر (تنگ يا پير جي زخم سبب چڏن ۾ ٿئي).
● باگيسري : ث [هہ] هڪ راڳڻيءَ جو نالو- ٻاگيسري.
● بال٘ ۽ بالپن : ث [هہ] سورهن سالن کان گهٽ عمر جي ڇوڪري. سنگ (سارين، ڪڻڪ، جوَن جو).
- بال٘ رکھا : ذ. ٻڪن پوکڻ جي سنڀال لاءِ مقرر ڪيل واهي. پيهو.
● بال٘ : ذ [هہ] ڇوڪرو- ٻار٘. وارَ. مصريءَ جو ڏاڳو. (بلورن راند ۾) آها گولي جا سپني کان ٻري هجي. سيرو- چير٘- ڦوٽ- ڏرز.
- بال آترنا : وار لهڻ. وارَ ڇٽڻ- وار ڪرڻ- وار ڪسڻ. وار کوڙجڻ.
- بال آگنا : وار ڄمڻ.
- بال٘ بال٘ بچنا : وار وار بچڻ- ذري گهٽ بچڻ. وار جيترو به نقصان نہ پهچڻ.
- بال بال دشمن هونا : ننڍو وڏو دشمن هئڻ- سڀ دشمن هئڻ.
- بال بال گنج٘ موتي پرونا : وار وار ۾ موتي پوئڻ- تمام گهڻو هار سينگار ڪرائڻ.
- بال باندها : صفت. مغلوب- مطيع- زير. ٻانهن ٻڌو. پوري نشان تي (ڏڪ).
- بال باندها غلام هونا : ٻانهن ٻڌو غلام هئڻ- مطيع هئڻ. پوريءَ طرح قبضي ۾ هئڻ.
- بال بچّون والي : ث. ٻارن ٻچن واري- اولادڻ (عورت). ماتا جي بيماري.
- بال بچّے : ذ. ٻار ٻچا- اولاد- عيال. گهر. ڪٽنب.
- بال برابر : صفت. وار جيترو- وار برابر. ٿير جيترو- تمام ٿورو.
- بال بنانا : چوٽي ڪرڻ. وار ٺاهڻ. حجامت ٺاهڻ.
- بال بهونري : ث. گهوڙي جي نراڙ تي وارن جي گهنڊي يا ڀونري (جا عموماً نياڳ جي نشاني سمجهي ويندي آهي).
- بال بيکا نہ هونا : وار ونگو نہ ٿيڻ- ذرو بہ نقصان نہ پهچڻ.
- بال پڑ٘نا : سيرَ پوڻ- ڦوٽ پوڻ (شيشي ۾).
- بال پکنا : وار اڇا ٿيڻ- پيرسن ٿيڻ.
- بال توڑ٘ : ذ. آها ڦرڙي جا وار ٽٽڻ جي ڪري ٿيندي آهي.
- بال جهڑنا : وار ڪسڻ- وار ڪِرڻ- وار ڇڻڻ.
- بال چيکٽ هونا : تيل ۽ مير٘ سان وار چيڪو ٿيڻ.
- بال چننا : وار چونڊڻ (نچڪٽي سان).
- بال چهتري : ث. تارُون٘ءَ جا وار.
- بال چهڑ : د. دوا ۾ ڪم ايندڙ هڪ خوشبودار گاهہ- سنبل الطيب.
- بال خورا : ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ وار ڇڻي ويندا آهن).
- بال سفيد هونا : وار اڇا ٿيڻ- پيري اچڻ.
- بال صفا : ذ. وارن لاهڻ جي هڪ دوا.
- بال کا کمبل بنانا : ڳالهہ ۾ تمام گهڻو وڌاءُ ڪرڻ. تيليءَ مان ٿنڀ بڻائڻ.
- بال کماني : ث. ڏانوءَ جي سنهي تار (جا واچ ۾ [illegible] اچي)- وار٘.
- بال کهچڑی هونا : آڌا (گهڻا) ۽ ڪارا

(ٽورا) وار هئڻ .

ـ بال کھڑے ہونا : وار اُڀا ٿيڻ (ڊپ يا سيءَ سبب). وار ڪانڊارجڻ .

ـ بال کی بھیڑ بنانا : نوڙيءَ مان نانگ ڪرڻ. تيليءَ مان ٿنڀ ڪرڻ .

ـ بال کی کھال کھینچنا : مکڻ مان وار ڪڍڻ . ڏاڍي غور سان جاچ ڪرڻ . چنڊ چاڻ ڪرڻ . عيب ڪڍڻ .

ـ بال گوپال : ذ . ڇوڪرا ٻاڪرا - آل اولاد - ٻَر ٻَچا. چيلا - مريد .

ـ بال گوندھنا : وار ڳُنڍڻ - چوٽيون ڪرڻ .

ـ بال میں گرہ پڑنا : ڪو ڏکيو معاملو درپيش اچڻ . سُٽ منجهڻ .

ـ بال نوچنا : چڱيا پٽڻ - وارَ پٽڻ .

ـ بال ھٹ : ث . ٻاراڻو ضد - تيسو . ڪيٽو.

● بالا یا بالے : ذ [ھ] ننڍيءَ عمر جو ٻارُ- ڇوڪرو . پوک کي ڪائينڊڙ جيت جو هڪ قسم. هڪ خوشبودار ٻوٽي جو نالو. جوَن يا ڪڻڪ جي سُٽ برابر پوک . ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ زيور- والو. (صفت) ٻاراڻو- ڇوڪراڻو. ناسمجهه. بي سمجهه - چريٽ .

ـ بالا بھولا : صفت . ٻالو ڀولو- سادو سودو .

ـ بالا پن : ذ . ٻالپڻ - ٻالڪپڻ .

ـ بالا پہننا : والو پائڻ . مطيع ٿيڻ .

ـ بالا جوبن : ذ . نئين جواني. جواني جو روپ.

ـ بالا چاند : ذ . نئون چنڊ- هلال (چنڊ).

ـ بالی یا بالیاں : ث . والي (ڪن ۾ پائڻ جي). ڇوڪري (ٻالي ڀولي، ڪنواري). سنگ (ڪڻڪ وغيره جو). تختو (تختائين دروازي جو). ننڍڙا وار (جي واڌ نہ ڪن).

ـ بالی بھولی : ث . ٻالي ڀولي (ڇوڪري).

ـ بالی پتّے : ذ . پنن جي شڪل وانگر والين يا ايرينگن جون پنکڙيون .

ـ بالی عمر : ث . ٻالڪپڻ - ننڍي عمر .

ـ بالے کی مچھلی : ث . مڇيءَ جي شڪل جهڙو هڪ زيور (جو عورتون ڪنن ۾ پائين).

● بالا : ذ [ف] مٿانهين . دوکو- فريب . بدن جي بيهڪ- ڊول . (صفت) اوچو- بلند- اتانهون . مٿي . اڳيان - سامهون .

ـ بالا بالا جانا : مٿان مٿان وڃڻ . لڪي وڃڻ. جدا جدا وڃڻ . پرڀرو وڃڻ .

ـ بالا بتانا، بتا دينا : دوکو ڏيڻ - ٺڳڻ . حيلو ڪرڻ - بهانو ڪرڻ . ٽارڻ .

ـ بالا بند : ذ . سرؤ (جو فوجي سپاهي پٽڪي جي ٻاسي کان لڙڪائي ڇڏيندا آهن). ڪُلي يا پٽڪي جو طُرو . پڳڙيءَ جو هڪ قسم. ڪوٽ جو هڪ قسم.

ـ بالا پوش : ذ . پلنگ پوش . سيني ڪپڙن جي مٿان پائڻ جو جُبو.

ـ بالا خانہ : ذ . ماڙي . مٿين ڪوٺي .

ـ بالا دینا : دوکو ڏيڻ . فريب ڏيڻ.

ـ بالائی : ث . مَلائي - ٿَر (کير جي).

ـ بالاے طاق : صفت. طاق تي . جُدا - پري.

ـ بالاے طاق رکھنا : پَري رکڻ - جدا رکڻ . علحده رکڻ . نظر انداز ڪرڻ .

ـ بالائی کام : ذ. مٿيان ڪم - فالتو ڪم.

● بالٹی یا بالٹیاں : ث [ھ] ٻاڙدي - ٻالٽي .

● بالشت یا بالشتیں : ث [ف] گرانٺ - ٻارنهن آڱر ماپ .

ـ بالشتیا یا بالشتئے : ذ. گرانٺ جي قد جيڏو ماڻهو- ٻاڙيءَ جيڏو- گرانٺ مُنڙيو.

● بالک : ذ [ھ] ٻالڪ - ٻارُ. ابهم - کيرپياڪ.

- بالڪپن، بالڪپنا : ذ. ٻاراڻي وهي- ننڍپڻ - ٻالڪپڻو.
- ● بالڪا ۽ بالڪي : ذ [هه] ٻالڪو- شاگرد. چيلو- مريد. پُٽيلو.
- ● بالم : ذ [هه] عاشق. پيارو. معشوق- محبوب. خاوند- مڙس- پتار. ننڍڙو گهوٽ. ڪپڙي جو هڪ قسم.
- بالم چاول : ذ. چانورن جو هڪ قسم.
- ● بالو : ث [هه] ريتي- واري. ٻجري. مڪائي جي سنگ جا ٻج.
- بالو بُرد : ث. اها زمين جنهن تي دريا چڙهڻ بعد واري اچي وڃي ۽ پوک نه ڪري سگهجي.
- بالو چار : ذ. درياهه جو ڇڏيل ريٽ.
- بالو گهڙي : ث. واريءَ جي گهڙي.
- ● بام : ث [هه] مڇيءَ جو هڪ قسم- ٻوهڻ.
- ● بامني : ث [هه] جيت جو هڪ قسم- وڇونءَ جي ناني.
- ● بان : ذ [هه] ٻاڻُ- تير. زخمي جانور جي رت جا نشان آلڙ (وير). واڻُ. وناهه. (ث) عادت- خصلت. خاصيت.
- بان بيٺهنا : وناهه ۾ ويهڻ.
- بان پڙنا : عادت پوڻ. هيرَ پوڻ.
- بان ڈالنا : عادت وجهڻ- عادت ڏارڻ. سيکارڻ- تربيت ڏيڻ. سڌارڻ.
- ● بانا : متعدى [هه] کولڻ. پکيڙڻ. آڇلڻ. (لازم) ڪُلڻ- ڦاڙڻ.
- ● بانا ۽ بانے : ذ [هه] شڪل- صورت. ڍنگ- ڍول. عادت. خاصيت. پيشو- ڌنڌو. ذات. پوشاڪ- لباس. ويس. ويڙهو. ريشمي ڌاڳو. ريشمي ڏورو (جو پهلوان ٻانهن يا پير ۾ ٻڌندا آهن). ڪبوترن جي پيرن ۾ ٻڌل ڌاڳن جو ڇلو. تلوار جو هڪ قسم. شرط- بازي.
- بانا باندهنا : هٿيار ٻڌڻ- تيار ٿيڻ. سنڌرو ٻڌڻ- ڪمر ڪشڻ. ڪنهن ڪم جي سٽي هجڻ جي دعوى ڪرڻ. پڪو خيال ڪرڻ. شرط ٻڌڻ.
- بانا بدلنا : ويس بدلائڻ- ٻهروپ ڪرڻ.
- ● بان بان : ث [هه] بڪواس- بڪ بڪ.
- بان بان کرنا : بڪ بڪ ڪرڻ. گوڙ ڪرڻ. راز ظاهر ڪرڻ.
- ● بانات ۽ باناتيں : ث [هه] اوني ڪپڙي جو هڪ قسم (جو گهٽو ڪري وڏي ٻر وارو ٿئي).
- ● بانبي ۽ بانبياں : ث [هه] نانگ يا ٻلا جو ٻِرُ.
- ● بانٹنا : متعدى [هه] ورهائڻ- تقسيم ڪرڻ. حصا ڪرڻ.
- بانٹ : ث. ورهاست- ورڇ. ٻُتي- حصو. ٻَن جي ورڇ مينهن وغيره کي ڏُهائي وقت ڏنل چارو- ٻاڙو. وٽُ- تورو.
- بانٹ بونٹ : ث. ونڊ ورڇ- ورهاست.
- بانٹ چونٹ کرنا : ونڊ ورڇ ڪرڻ. حصا پتيون ڪرڻ.
- ● بانج، بانجهہ : صفت [هه] سنڍ (عورت). ڪلراٺي زمين (جنهن ۾ پوک نه ٿئي). (ذ) وڻ جو هڪ قسم (جنهن جي گلن جو هار ٺاهي ٻارن جي ڳچيءَ ۾ صحت خاطر وجهندا آهن).
- ● باندا : ذ [هه] ٻيپاڙي ول- آڪاس ٻيل.
- باندا لگنا : برباد ٿيڻ- تباهه ٿيڻ.
- ● باندهنا : متعدى [هه] ٻڌڻ- جڪڙڻ. لپيٽڻ. ويڙهڻ (بسترو). ڏيڻ (گنڍ). لڳائڻ (الزام). ٻڌڻ (شرط). ٺاهڻ (مضمون). ڏيڻ (بند). مقرر ڪرڻ (ڏِن). ڪرڻ (همت). ٺاهڻ (شعر).
- باندهه : مصدر "باندهنا" مان امر. (ث)

بندُ - روڪ. پاڻيءَ بندڻ لاءِ ڏنل بند.

▬ باندهہ رکھنا: ٻڌي وهارڻ. قيد ڪرڻ - پڪڙي وهارڻ.

● باندهينو: ذ [هہ] بندش - روڪ. الزام - تهمت. سازش. تجويز - انڪل. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم - باندڻو.

▬ باندهنو باندهنا: تهمت هڻڻ - ڏوهہ مڙهڻ. سيٽ سيٽڻ - سازش ڪرڻ.

● باندی ڄ باندیاں: ث [هہ] ٻانهي - گولي. نوڪرياڻي.

▬ باندی بچّہ: ذ. ٻانهيءَ جو ٻارُ. نهايت تابعدار.

● بانڈا ڄ بانڈے: صفت [هہ] ڪُبڙو - ڪُڪو. لُولهو لنگڙو. لُنڊو - ڀانڊو. (ث) بانڈی ڄ بانڈیاں.

● بانڈی ڄ بانڈیاں: ث [هہ] ڏنڊو. ڏڪو. سونٽي بدقسمتي - نياڳ. مصيبت.

▬ بانڈی باز: صفت. لٺڙيو - ڏڪائي - ڏنڊئي. جهيڙاڪ.

▬ بانڈی چلنا: لٺ لڳڻ - جهيڙو ٿيڻ.

● بانس: ذ [هہ] هڪ قسم جو مشهور وڻ. ٻارهن فوت ڊگهو بانس (جنهن سان زمين ماپجي).

▬ بانس پر چڑھانا: خوار ڪرڻ - بدنام ڪرڻ.

▬ بانسواڑی: ذ. بانس جو ٻيلو.

▬ بانسوں اچھلنا: تمام خوش ٿيڻ. خوشي يا ڪاوڙ جي حالت ۾ ٽپا ڏيڻ.

● بانسا ڄ بانسے: ذ [هہ] نڪ جو هڏو - ٻيني. ڪرنگهي جو هڏو. ناڙي (جا هر ۾ ٻڌل هجيءَ ٻج ڇٽڻ جي ڪم اچي). بانس جو هڪ قسم.

● بانسری، بانسلی: ث [هہ] بنسري - بانسري.

بانک ڄ بانکیں: ث [هہ] ڏنگُ - موڙ - ورُ. درياءَ جو ورُ. ڪمند چاڙهڻ لاءِ نعل جهڙو هڪ اوزار. گهہ جو هڪ قسم. چوڙيءَ جو هڪ قسم. چاٻي (ڦيٽي جي). گدامڙيءَ جي ڦار.

● بانکا ڄ بانکے: صفت [هہ] ڏنگو - ڦڏو - سُڙيل - وريل. بهادر - دلير. اڙٻنگ - آڙو. لُچو - بدمعاش. ڇڙواڳ. آلبيلو - ڇهيلو. ٽڙو. هڪ قسم جو ٽُوتارو.

▬ بانکا چھیلا: صفت. آلبيلو. اڙٻنگ. عاشق مزاج.

▬ بانکپن: ذ. ڏنگائي. البيلائي - چلولائي. نازنخرو. بدمعاشي - لوفر پائي. بيٺ پائي. بهادري.

▬ بانکی ادا: ث. معشوقاڻو انداز - ناز نخرو. البيلائي.

▬ بانکی چتون: ث. ڪهائيندڙ گهور. ناز واري نگاهہ. نخري سان ڏسڻ جي حالت.

● بانکڑی ڄ بانکڑیاں: ث [هہ] زريءَ جي پٽي (جا پانڪ وانگر ڪپڙي تي هڻندا آهن).

● بانگاہ، بانگر ڄ بانگاہے، بانگرے: ذ [هہ] وڻ. وڻن جو فصل.

● بانگر: ذ [هہ] مٿانهين زمين. مٿانهين ۽ ڪڙ ٻڙ واري زمين. اها زمين جنهن تي درياءَ جو پاڻي چڙهي نہ سگهي. غير آباد پوٺو.

● بانگڑو: صفت [هہ] بيوقوف - مورک. ٻالو پولو.

● بانگی: ث [هہ] نمونو. نموني طور ورتل يا رکيل شيءِ. چاشني.

● بانوے: عدد [هہ] ٻيانوي (٩٢).

● بانہہ ڄ بانہیں: ث [هہ] ٻانهن - ٻاڙو. مدد - آسرو. طاقت - ٻل. پاڳ - مددگار.

▬ بانہہ بل: ذ. ٻانهن ٻلُ. مددگارُ.

▬ بانہہ پکڑنا: ٻانهن کان جهلڻ. مدد ڪرڻ.

▬ باڻهيں چڑهانا : ٻانهون کنجڻ . وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ .

● باني : ث [هہ] ٻاڻي. آواز. ڳالهہ. نصيحت- بزرگن جو قول . حڪايت . ڪپڙي جي ٻڻڻ ۾ ڪم ايندڙ ڌاڳو. پيلي مٽي (جنهن سان ڪنڀار ٿانو رڱين).

▬ باني پر آنا : ڪاوڙ ۾ اچڻ . پنهنجيءَ تي اچڻ . ضد ڪرڻ .

● بانيا ڄ بانيے: ذ [هہ] واڻيو. هندو واپاري .

● باوا : ذ [هہ] بابو- پيءُ . فقير . سنياسي . استاد .

▬ باوا کا : تابع فعل . پيءُ جو- بابي جو- ذاتي- موروثي .

● باورا ڄ باورے : صفت [هہ] چريو- بانولو. (ث) باوري .

● باورچي ڄ باورچي : ذ [ترکی] بورچي- راڌائو . (ث) باورچڻ .

▬ باورچی خانہ : ذ. رڌڻو- بورچيخانو .

● باون : عدد [هہ] ٻاونجاهہ (٥٢).

● باہ : ث [هہ] تڪليف. محنت. ڪم ۾ هٽجڻ يا ٿڪجڻ جي حالت .

▬ باہ مرنا : تمام گهڻي محنت ڪرڻ - ٿڪجڻ (ڪم ۾).

● باهر، باهر : تابع فعل [هہ] ٻاهر . ٻاهرئين پاسي نڪتل . جدا- الڳ. پري . وڌيڪ . خلاف .

▬ باهر جانا : ٻاهر وڃڻ. مسافريءَ تي وڃڻ . ڪاڪوس جي خيال کان جهنگ ڏي وڃڻ . گهمڻ وڃڻ .

▬ باهر دهکيلنا، ڈهکيلنا : ٻاهر ڪيڻ . لوڏي ڪيڻ .

▬ باهر کا : صفت . ٻاهريون - ڌاريون . اجنبي . ڳوٺاڻو- ٻهراڙيءَ جو.

▬ باهر کرنا : ٻاهر ڪرڻ - ٻاهر ڪيڻ . ڪيڏي ڇڏڻ . جدا ڪرڻ .

▬ باهر کی هوا لگنا: ٻاهرين هوا لڳڻ . ڌارين جو اثر پوڻ . گهمڻ ڦرڻ جو شوق ٿيڻ .

▬ باهر والا : صفت. ٻنگي. هوٽل جو اهو ملازم جو هوٽل کان ٻاهر گراهڪن کي مال پهچائي.

● باهرا، باهرا ڄ باهرے: ذ [هہ] ڪوهہ تي وارو وٺندڙ (ڪوهہ مان نڪتل ڏول وغيره کي وٺي ڪپ تي آڻيندڙ).

● باهن ڄ باهنے : ذ [هہ] گاڏي يا ڪا بہ سواري . وهٽ (اٺ، ڏاڳو، گڏهہ، گهوڙو وغيره). رستو- واٽ. چيلو (ڦيٿن جو نشان). کيڙيل زمين .

● باهنا : لازم [هہ] کولڻ . پکيڙڻ. ٽيڙڻ (ڏند). هر ڏيڻ - کيڙڻ . محنت ڪرڻ- ٿڪڻ - هٽجڻ . واهڻ (ڪم ۾). هڻڻ (هٿيار). گهيڙائڻ - وڃهڻ. سان چاڙهڻ . ڦرڻ. پٺيان پوڻ - هٿ ڌوئي لڳڻ.

● باؤ : ث [هہ] وائُ . ريح - بادي. وائي سور. گهڙي - هوڙ. هٺ - غرور.

▬ باؤ باندهنا : خوشامد ڪرڻ. سيٺ ڪرڻ.

▬ باؤ بيڑنگ : ذ. واوڙنگ. ڏسو "بابرنگ".

▬ باؤ بنک : ث. گهوڙن جي هڪ بيماري .

▬ باؤ بندی : ث . خيالي پلاءُ - آجايا پهہ . ڪنهن ڪم لاءِ اجائي ڪوشش. خوشامد . ڳالهہ ٻڌائڻ. دوکو- ٺڳي.

▬ باؤ ڈنڈی پهرنا : ٽيٽ منجهڻ . آزار ۾ پوڻ.

▬ باؤ کهمبا : ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم- واپڻيا .

▬ باؤ گولا : ذ. بادگولو. پيٽ جو هڪ مرض.

● باؤنا ج باؤنے : ذ [هہ] باونڻو- جهنبو. هڪ قسم جو گهہ (جو اڪثر هندو استعمال ڪندا آهن). بدن سڀني جي حالت - آڪڙيل.

● باؤلا ج باؤلے : صفت [هہ] چريو - باولو. سودائي- ڀورالو. چيٽو (ڪتو). بيوقوف.

= باؤلا ڪتا : ذ. چيٽو ڪتو. اهو ماڻهو جو ٻين ڪي هرو ڀرو ايذاءَ پهچائي.

= باؤلے ڪتے کا کاٹنا : چيٽي ڪتي جو چڪ هڻڻ. چيتو ٿي پوڻ. ڪنهن ماڻهوءَ کي چيٽڪتائي ٿيڻ.

● باؤلی ج باؤلیاں : ث [ف] اهو جانور يا شيءِ جنهن تي شڪاري پکيءَ کي شڪار جهلڻ جي مشق ڪرائجي. ڏاڪڻ وارو کوهہ- باولي. فريب. هٿيٺي.

= باؤلی دکهانا، دینا : شڪاري پکي کي "باولي" ڏيڻ. هٿي ڏيڻ - پڙڪائڻ - آپارڻ.

● باؤنی ج باؤنیاں : ث [هہ] چندي جي ٻڌسن جي محفل ۾ ناچ. ٻج چٽڻ جو وقت.

● بائی ج بائیاں : ث [هہ] خاتون. معزز عورت جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ (هندن ۾ پارسين ۾)- بائي. ڀيڻ - همشيره. رنڊي- ڪجري.

= بائی جی : ث. ڪجري يا رنڊيءَ سان مخاطب ٿيڻ جو لفظ.

● بائیس : عدد [هہ] ٻاويهہ (٢٢).

● بایاں ج بائیں : صفت [هہ] کاٻو- ڏانو (هٿ). (ث. بائیں). (ذ) کاٻي هٿ وارو طبلو.

= بایاں بولنا : کاٻي پاسي کان ڪنهن پکيءَ يا جانور جو آواز اچڻ (جو چڱو سوڻ ليکبو آهي).

= بایاں پیر چوسنا : کاٻو پير چمڻ. اُستاد ڪري مڃڻ. آڻ مڃڻ.

= بائیں آنکهہ پهڑکنا : کاٻي اک ڦرڪڻ (جو بد سوڻ ليکبو آهي).

= بائیں طرف : تابع فعل. کاٻي پاسي- ڏائي طرف.

● ببرا ج ببرے : ذ [هہ] ڪبوترن جو هڪ رنگ (نيري رنگ جي پرن تي ڪارا نشان).

● ببری ج ببریاں : ث [هہ] پيشانيءَ جا ڪتريل وار (سونهن خاطر ڪي زالون پيشانيءَ جا ٿورا وار ڪتري ڇڏينديون آهن). زلفي. گهوڙي جون ڪتريل شڪون. آڻ جا گهنڊيدار وار.

● ببوا، ببوا ج ببوے : ذ [هہ] ننڍو ٻار. ٻار جي شڪل جو رانديڪو.

● ببول : ذ [هہ] ٻٻر (وڻ).

= ببول کے پیڑ بونا : ڪندا پوکڻ. نقصان جهڙا ڪم ڪرڻ. جهيڙي جو بنياد رکڻ.

● ببولا ج ببولے : ذ [هہ] واچوڙو.

● ببهاس : ث [هہ] هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● ببئی ج ببئیاں : ث [هہ] هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽي ۽ ان جو ٻج. مينا (پکي) جو هڪ قسم.

● ببی ج ببیاں : ث [هہ] چمي.

● بپیا ج بپیائیں : ث [هہ. ف] تاس ۾ راتيءَ جو پتو.

= بپیانہ : صفت. زنانو. زالن جي استعمال جو.

● ببهیس، ببهیسی : ث [هہ] بواسير. علت آبنه.

= ببهیسیا : صفت. بواسير جو مريض. بدفعلي ڪرائيندڙ. گهٽيون ڳالهيون ڪندڙ. فريبي- چالاڪ.

● بپتا : ث [هہ] ڏک- تڪليف. مصيبت. تباهي- زوال.

= بپتا پڑنا : مصيبت پوڻ - آفت پوڻ. عذاب نازل ٿيڻ.

● بپهرنا : لازم [ھ] بپيجڻ . هوش ڪان نڪرڻ (ڪاوڙ ۾). ڪاوڙجڻ - خفي ٿيڻ . چڙڻ . وڦلڻ (جوش ۾). مچرجڻ .

● بَت ئ بَتيان : ث [ھ] "بات" جو مخفف. ڳالهه . لفظ . ڏوراپو - مهڻو .

– بَت بڑهاؤ : ذ . بڪ ڪندڙ . ڳالهير . معاملائي .

– بَت ڪهاؤ هونا : گفتگو ٿيڻ - بحث ٿيڻ . صلاح مشورو ٿيڻ . تڪرار ٿيڻ - جهيڙو ٿيڻ .

● بُت : ذ [ھ] آهو تختو يا سِرُ جنهن تي جواري چڪو آچلائيندا آهن . [ف] پٿر وغيره مان ٺهل بوتو .

● بتّا ئ بتّے : ذ [ھ] گرانٽ .

● بُتّا ئ بُتّے : ذ [ھ] دوڪو - فريب . ڏنو - دَم . بهانو - حيلو . مُڪ - ٺونشو .

– بُتّا دينا : ڏنو ڏيڻ . ڪوڙو دلاسو ڏيڻ . فريب ڏيڻ - دوڪو ڏيڻ . بهانو ڪرڻ .

– بُتّے بازی : ث . ڏني بازي . ٺڳي . گشو پڻو .

● بتاشا ، بتاسا ئ بتاشے : ذ [ھ] پتاشو .

– بتاشا گهلنا : آبرو ٿيڻ - ڳري ڪندا ٿيڻ (جسم) .

● بتانا : متعدی [ھ] ٻڌائڻ - چوڻ - سڻائڻ . آگاه ڪرڻ . ڏيکارڻ . سيکارڻ . سمجهائڻ . پچڻ (ڳجهارت) . ڏيکارڻ (رستو) . ظاهر ڪرڻ (نالو) .

● بتانا ئ بتانے : ذ [ھ] زيور جو هڪ قسم (جو مرد توڙي زالون ڪرائيءَ ۾ پائين) . لوهه جو چوڙو (جو سونارا چوڙين جي ماپ لاءِ پاڻ وٽ رکندا آهن) . گهوڙي جي نبض .

● بيتانا : متعدی [ھ] گذارڻ - گهارڻ (وقت) . نباهڻ .

● بُتانا : متعدی [ھ] وِسائڻ - گُل ڪرڻ .

مان ڪرائڻ .

● بتاؤں : ذ [ھ] واڳڻ .

● بتترانا : متعدی [ھ] عيب ڪيڻ - ويڪون ڪيڻ . ڪوڙو ڪرڻ . چڙوچڙ ڪرڻ .

● بتنگڑ ئ بتنگڑے : ذ [ھ] وڏائي (ڳالهه جو) . "ڏسو بتنگڑ" . (صفت) گهڻ ڳالهائو .

● بتلانا : متعدی المتعدی [ھ] ڏسو "بتانا" .

● بتنا : لازم [ھ] گذرڻ (وقت) .

● بتنگڑ ئ بتنگڑے : ذ [ھ] ڊگهي ڳالهه - ڊگهي گفتگو . تيليءَ مان ٿنڀ . وڏو بحث . وڏو معاملو .

● بتورا ئ بتورے : ذ [ھ] چٽين جو ڍڳ .

● بتورن : ذ [ھ] ڳاهيل انّ جو ڍڳ .

● بتوری : ث [ھ] اناج جو هڪ قسم .

● بتولا ئ بتولے : ذ [ھ] ڏنو - گشو - رَماڪ . ٺٺولي . (صفت) دغا باز - فريبي . ڏنائي - ٺڳ . (ث) بتولن ئ بتولنياں .

– بتولی ئ بتولياں : ث . اجائي گفتگو . مسخري . ٺٺول .

● بيتهرانا : متعدی [ھ] پٿارڻ . پکيڙڻ . ڪينبڊيرڻ . چٽڻ (ٻج) . خراب ڪرڻ . چنبا هڻڻ .

● بتهوا : ذ [ھ] ساڳ جو هڪ قسم - مَريڙو .

● بتّی ئ بتّيان : ث [ھ] وَٽِ (بتيءَ جي) . ڦَٽ ۾ پيل ريڙ . پليتو (بندوق جو) . وَرُ (پڪي جو) . تيلي (ماچيس جي) . پاسريءَ جو گوشت . مَرُ (بدن جي) . نڪ ۾ پيل پڙو . ميڻ بتي .

– بتّی آکسانا : وٽ مٿي ڪرڻ (بتي يا ڏيئي جي) .

– بتّی دکهانا : پليتو ڏيڻ (بندوق کي) .

وٽ ٻاري ڏيڻ. ٻاھ ڏيڻ.

● ٻيٽي ج ٻيٽيون: ث [ ھہ ] ٻارن جي ھڪ راند. ٻوڙ، ڇونڪارو- نجات.

▬ ٻيٽي ٻول جانا: مقابلي يا راند ۾ پوئتي رهجي وڃڻ.

● ٻٽيھس: عدد [ ھہ ] ٻٽيھہ (٣٢).

▬ ٻٽيسا: ذ ويايل عورت جي کائڻ لاءِ ھڪ قسم جي خوراڪ (جا ٻٽيھن مسالن مان ٺهندي آهي). ھڪ قسم جي دوا (جا گھوڙيءَ کي ويامڻ بعد کارائيندا آهن).

▬ ٻٽيس آڀوشڻ: ٻٽيھہ زيور. عورت جي سينگار جا ٻٽيھہ ڳھڻا.

▬ ٻٽيس دھارين دودھ بخشنا: پُٽ جي مري وڃڻ تي ماءُ جو پنھنجيءَ خدمت جا حق معاف ڪرڻ. ٿڃ بخشڻ.

▬ ٻٽيسي ج ٻٽيسيان: ث. ٻٽيھہ ڏند- ٻٽيھي (ڏندن جي).

▬ ٻٽيسي دکھانا: ڏند ڏيکارڻ- ڏند ڪيڻ. زور سان کلڻ. ويچارا ڪيڻ- چھرا ڏيڻ. منٿ وغيره ڪرڻ.

● ٻٽ: ذ [ ھہ ] وِرچ- وَنڊ. حصو- پتي. وٽ (پيٽ ۾). رستو- واٽ. وَٽُ- تورو. ٻڙ (وڻ). ڪوڏي. (ث) پٽو- نيل (ڌڪ جو بدن تي ٿيل نشان). گھنج (پيٽ جو).

▬ ٻٽ تڙائي: ث. وڻن ۾ تورن جي ساليانی جاچ.

▬ ٻٽ جانا: ورھائجي وڃڻ. ونڊجي وڃڻ. چڙوچڙ ٿيڻ.

▬ ٻٽ مار: ذ. رستي تي ڦُر ڪندڙ- رهزن- ڦورُو.

▬ ٻٽ ماري: ث. راه ويندي ڦُر- رهزني.

▬ ٻٽوائي ج ٻٽوائيان: ث. رسيءَ وٽڻ جو

ڪم- پاڄ. رسيون پيچڻ جو اُجورو.

● ٻٽا ج ٻٽي: ذ [ ھہ ] وَٽو- لاٽ. نقصان- ٽوٽو (واپار ۾). ڪمي. عيب- ڏوھہ. بدنامي- داغ. ھندپاٿو. سُجرائي. وَٽُ- تورو. روھيءَ تي مصالحي پيھڻ جو پٿر. گھن رکڻ لاءِ ڪاٺ جو ڏبلو. اهو گولو جو مداري ڏور تي ھلائيندا آهن. اهو گولو جو سير چوڙائيندڙ ماڻھوءَ جي ھٿ ۾ ڏبو آهي. ڪوھہ تي رکيل ڪاٺي.

▬ ٻٽا آنا: ٽوٽو پوڻ- نقصان پوڻ. عيب لڳڻ- ٽِڪو لڳڻ- حرف اچڻ.

▬ ٻٽا ٻاز ج ٻٽي ٻاز: ذ. بازيگر- مداري. ٺڳ- فريبي.

▬ ٻٽا ٻازي: ث. ٺڳي- عياري. مداريءَ جو کيل.

▬ ٻٽا دھار، ڈھال: صفت. سنئون سڌو- ھموار- سنڌريل. تباھہ- ويران- برباد.

▬ ٻٽا لڳانا: عيب لائڻ. ٽڪو لائڻ. بدنام ڪرڻ. الزام ھڻڻ.

▬ ٻٽي کھاتي: ذ. نفعو نقصان. نہ ملڻ جوڳي رقم- ٻُڏل رقم.

● ٻٽانا: متعدی [ ھہ ] ورھائڻ- ونڊڻ- ورڇڻ. خيال ٻئي پاسي ڏانھن ڇڪائڻ- ھٽائڻ (ڌيان).

● ٻيٽانا: متعدی [ ھہ ] پکيڙڻ- ڪينڊيرڻ.

● ٻٽائي ج ٻٽائيان: ث [ ھہ ] ورِڇ. ٻٽئي (فصل جي). زمين جي ڍل (روڪڙ بدران جنس ۾). ٻٽئي جا ڏينھن.

▬ ٻٽائي دار: ذ. ٻٽئي دار- ٻٽئي مان حصو کڻندڙ- سُجيري.

● ٻٽلوھي، ٻٽلوئي ج ٻٽلوھيان، ٻٽلوئيان: ث [ ھہ ] اهو پٽل جو ٿانءُ جو پاڻي پيئڻ يا ڏُھائيءَ جي ڪم اچي.

● بٽڻ: ذ [انگ. button] بٽڻ - ڳنڍو.

● بٽڻا: لازم [هہ] ورهائجڻ - ونڊجڻ - حصا ٿيڻ. هٽڻ (خيال، ڏيان). جدا ٿيڻ. ڳڪرڻ. (متعدي) ونڊڻ - ورهائڻ - ورڇڻ. وٽڻ - ڳجڻ (رسو). مروڙڻ. ڪتڻ - ڪمائڻ. وصول ڪرڻ. چڙو چڙ ٿيڻ. (ذ) رسي وٽڻ جي ڪاتي.

● بٽڻي ڄ بٽڻيان: ث [هہ] ٻنهي جي ڏنڊي. ڏسو "ٻهيٽني".

● بٽوا، بٽوا ڄ بٽوے: ذ [هہ] بٽون. ننڍن جو لوٽي جهڙو هڪ برتن.

● بيٽوا ڄ بيٽوے: ذ [هہ] "بيٽا" جو تصغير. ٻچڙو- ٻٽڙو.

● بٽوارا، بٽوارہ ڄ بٽوارے: ذ [هہ] زمين جي ورهاست - ورهاڱو- تقسيم. زمين جي ورهاست جو تفصيل سان لکيل دستاويز.

● بٽورن: ث [هہ] ڪتي ۾ واو ڪر ٿيل آن جي ميڙ سيڙ. وانگريل آنڌ. ميڙ سيڙ (ٻچاڙيءَ جي)- گند ڪچرو. (ذ) چونڊيو (سنگن جو).

● بٽورنا: متعدي [هہ] ميڙڻ- گڏ ڪرڻ- جمع ڪرڻ. ڍير ڪرڻ. سميٽڻ - سنهيڙڻ.

● بيٹونا: متعدي [هہ] ڦڪيڙڻ. سنڌرڻ. چٽڪارڻ.

● بيٹهانا: متعدي [هہ] ويهارڻ. ڪنڀائڻ. ڦچائڻ. نوڪري ويهارڻ. ويهارڻ (آري تي). مقرر ڪرڻ (ڪم تي). ويهارڻ (ڦيرو) لڳائڻ (حساب). جمائڻ (رعب).

▬ بيٹها دينا: ويهاري ڇڏڻ. ڦاهي چڙهڻ (گهر). سخت نقصان پهچائڻ.

▬ بيٹهالنا: متعدي. ويهارڻ. ڏسو "بٹهانا".

● بيٹهڪ: ذ [هہ] اوطاقي جو گهر.

● بٽنئي ڄ بٽنئيان: ث [هہ] ڪلابات اٽڻ جو ڪر - چڪمدوزيءَ جو ڪر. هڪ قسم جو ڳکي.

▬ بٽنيا: ذ. ڪلابات اٽندڙ.

● بٽيا ڄ بٽيائيں: ث [هہ] هڪ قسم جي ريشمي پٽي (جا زالون چوٽيءَ ۾ ٻڌنديون آهن).

● بٽيا ڄ بٽيائيں: ث [هہ] پيچرو. ڊ ٻون. ناريل. ٻنبو (عورت جو). سخت ڪرڙو.

● بيٹيا ڄ بيٹيائيں: ث [هہ] "بيٹي" جو تصغير. ڇوڪرڙي.

● بٽير: ذ [هہ] هڪ قسم جو ڳکي- ٻٽيرو.

▬ بٽير باز: صفت. ٻٽيرا پاليندڙ ۽ ويڙهائيندڙ.

▬ بٽير هاتهہ لگنا: ڪا سٺي شيءِ يا غير معمولي شيءِ هٿ اچڻ.

● بيجار: ذ [هہ] آهو ڍڳو جو نسل لاءِ ڌاريل هجي- سانُ. باس باسيل ڍڳو. شهوتي. ڏنو سنو.

● بيجلا ڄ بيجالے: صفت [هہ] گهڻي ٻيجوارو- ٻج سان ڀريل (سنگ).

● بجانا: متعدي [هہ] وڄائڻ (ساز، سيڪو، دهل وغيره).

● بيج بيجا: صفت [هہ] رکڻي خراب ٿي ويل - ٻانسي. اها شيءِ جا ڏپ ڪري وئي هجي. آڦر ڪيل (ڏونئرو وغيره).

● بيج بيجنا: لازم [هہ] ڪا شيءِ گرميءَ سبب يا گهڻو وقت رکڻ ڪري ڏپ ڪري وڃڻ يا خراب ٿيڻ (جو آن مان بدبوءِ جا ڀڀڪارا نڪرندا هجن). ٻرڪڻ (ڪيئان).

● بجر: صفت [هہ] سخت- ڏکيو- دشوار. (ذ) منڌيڙو (ضرب جي نشاني). وڄ. هيرو- الماس. گرو ۽ سخت پٿر.

▬ بجر بٽو: ذ. هڪ قسم جو وڻ (جنهن جي ٻل جا داڻا ٻارن کي نظر کان بچائڻ لاءِ هار ٿاهي ڳچيءَ ۾ ٻڌبا آهن).

▬ بجر بهنگ: ذ. تماڪ.

▬ بَجر پڙنا : وڄ ڪرڻ. برباد ٿيڻ - ناس ٿيڻ.

▬ بَجر ڪيٽ : ذ. جيت جو هڪ قسم (جو ڪاٺيءَ يا پٿر ۾ سوراخ ڪري).

▬ بَجرَنگ، بَجرَنگي : صفت. مضبوط جسم وارو. محنتي - پورهيت.

● بَجرا ٻ بَجرے : ذ [ه] ٻيڙيءَ جو هڪ قسم (جا هيٺان گول ٿئي).

● بَجري : ث [ه] ڪَڪري.

● بِجلي ٻ بِجليان : ث [ه] وڄ - کِنوڻ. آنب جو ٻِيتو - ڪونلو. (صفت) تيز - چالاڪ - ڦڙت.

▬ بِجلي پڙنا، گرنا : وڄ ڪرڻ. مصيبت پوڻ.

▬ بِجلي چمڪنا، ڪوندنا : وڄ چمڪڻ - کنوڻ ٿيڻ.

▬ بِجلي ڪڙڪنا : وڄ ٿيڻ - وڄ سبب گوڙ ٿيڻ.

● بَجنا : لازم [ه] وڄڻ. آواز ٿيڻ. (ذ) ٻارن جو هڪ رانديڪو - جهنجهڻو. ناٿو. (صفت) وڄڻو.

● بِجُّو : ذ [ه] هڪ قسم جو جانور (جو قبرن مان مردا ڪڍي کائي) - گورپٽ. ننڍڙين ۽ چمڪندڙ اکين وارو ساهو.

● بِجَوٿها : ذ [ه] هڪ قسم جو گهڻو (جو ٻانهن ۾ پائبو آهي).

● بَجوڙنا : متعدي [ه] سخت مار ڏيڻ. جهڳورڻ.

● بِجوگ : ذ [ه] جدائي - ڦوڙائو.

▬ بِجوگ پڙنا : جدائي پوڻ - ڦوڙائو پوڻ. مصيبت پوڻ.

● بُجهارت ٻ بُجهارتين : ث [ه] ٻُجهارت - ڳُجهارت.

● بِجهرا : ذ [ه] گڏوچڙ اَن (جنهن ۾ ڪڻڪ، جَوَ، جوار، چڻا، مسور شامل هجي). (صفت) گڏ وچڙ (ٻج).

● بُجَهرا ٻ بُجهرے : ذ [ه] ڪنهن ٿانءَ جو ڍڪڻ. ڍَڪڻي.

● بِجهڪاوَ : ذ [ه] آهو ڪِنگر جو ٻنيءَ ۾ اوندو ڪري ٽنگيندا آهن جنهن کان پکي ۽ جانور ڊڄي ڀڄي ويندا آهن - اوڙو.

● بُجهنا : لازم [ه] وسامڻ - ٺرڻ (باه). گهٽجڻ (جوش). اداس ٿيڻ. پاڻي چڙهڻ (هٿيار تي). لهڻ (آڳ). وسامڻ - گل ٿيڻ. ٽڪجڻ.

▬ بُجها : صفت. مايوس - غمگين - وسامل.

▬ بُجها دينا : وسائي ڇڏڻ.

▬ بُجهانا : متعدي. وِسائڻ. ٺارڻ (باه). اُجهائڻ. گهٽ ڪرڻ (ڪاوڙ). لاهڻ (آڳ). اُداس ڪرڻ. خنجر يا تلوار تي زهر چاڙهڻ. ٻجڻ - حل ڪرڻ (ڳجهارت، حساب). سمجهائڻ. تاس جي پتن کي پاڻ ۾ چڱيءَ طرح ملائڻ.

▬ بُجهوَّل : ث. ڳجهارت - پرولي.

▬ بُجهي آواز : ث. جهيڻو آواز.

▬ بُجهي طبيعت : ث. اُداسي - اُباڻڪائي.

● بُجهيرا ٻ بُجهيرے : ذ [ه] گهگهيءَ رکڻ لاءِ ڪاٺيءَ جي منجڻ.

● بِجَنَي : ث [ه] آهو اَن جو ٻج لاءِ خريد ڪيو وڃي.

● بِجِيا : ذ [ه] وڻ جو هڪ قسم. پنگ. ٻاڄي.

● بَچ : ث [ه] هڪ قسم جي ٻوٽي.

● بِچارا ٻ بِچارے : صفت [ه] ويچارو. غريب. ٻالو ڀولو. (ث) بِچاري ٻ بِچاريان.

● بِچارنا : متعدي [ه] ويچارڻ - سوچڻ - غور ڪرڻ - خيال ڪرڻ. جانچڻ. گلا ڪرڻ. ارادو ڪرڻ.

- بچار: ذ. ويچار. خيال. اٽڪل. تجويز. اٽڪل - اندازو. سمجهه - عقل. تميز. ارادو.
- بچار ڪرنا: ويچار ڪرڻ. ڏسو "بچارنا".
- ● بچالي: ث [هہ] اهو گاهه جو گهوڙن جي هيٺان وڇايو وڃي - ڏاڻ.
- ● بچپن، بچپنا ۽ بچپنے: ذ [هہ] ننڍپڻ - ٻار پڻو - ٻالڪپڻو.
- بچپن، بچپنا ڪرنا: ناداني ڪرڻ - ٻاراڻي ڪرڻ.
- ● بچگانا: صفت [ف. بچگانه] ٻاراڻو - ٻارن جي لائق (عموماً جتيءَ لاءِ استعمال ٿيندو). (ذ) ٻارن جي جتي. اهو چوڪرو جنهن کي ڪدڙي پاليو هجي. (ث) بچگاني.
- ● بچڪنا: لازم [هہ] ڊڄڻ. گهٻرائجڻ. ڀڄي وڃڻ. ڪسڪي وڃڻ. سُڙڻ (عضوو). مايوس ٿيڻ.
- بچڪ: ذ. خوف - ڊپ. ڌاهه. مايوسي. ڪراهت - بُڇان.
- بچڪانا: متعدي. ڊيڄارڻ. ڀونتي هڻائڻ. ڦيرائي ڇڏڻ. مايوس ڪرڻ.
- ● بچلا ۽ بچلے: صفت [هہ] وچون - درمياني - وچولو.
- ● بچلنا، بچل جانا: لازم [هہ] گهمندو ڦرندو رهڻ - آواره ڦرڻ. ڀُلجڻ - ٿيڙڻ. رستو ڀُلجڻ. وڇڙڻ - جدا ٿيڻ. ڀٽي رهجي وڃڻ. ڪم خراب ٿيڻ - ڳرُ ٻڙ ٿيڻ. وچڙڻ - ڳنڍ وچڙ ٿيڻ. خراب ٿيڻ - ناراض ٿيڻ. ڪاوڙجڻ. ٽهڻ. ضد ڪرڻ (ٻارن وانگر).
- ● بچن: ذ [هہ] وچن - عهد - اقرار. ڳالهه. ٻولهه - گفتگو. فال - سون.
- بچن دينا: وچن ڏيڻ - اقرار ڪرڻ - انجام ڪرڻ.
- بچن نبهانا: پورو پاڙڻ - انجام ڪي پاڻي ڏيڻ - وعده وفائي ڪرڻ.
- ● بچنا: لازم [هہ] بچڻ - محفوظ رهڻ. بچت ٿيڻ. جيئرو رهڻ. زنده رهڻ. پري رهڻ (ڪنهن ڪر کان). آزاد ٿيڻ. ڇٽڻ (بيماريءَ مان).
- بچا: مصدر "بچانا" جو امر. (صفت) بچيل - رهيل.
- بچا بچايا: صفت. بچت سچت. رهيل کُهيل.
- بچا دينا: بچائي ڇڏڻ (خرچ يا نقصان کان). جياري ڇڏڻ. بچائي ڏيڻ - بچت ڪري ڏيڻ.
- بچا کھچا ۽ بچے کھچے: صفت. رهيل کهُيل - باچو ساچو. اوبارو سوبارو (ڪاڏو).
- بچا لانا: بچائي آڻڻ. حفاظت سان آڻڻ. سنڀالي آڻڻ - لڪائي آڻڻ.
- بچانا: متعدي. بچائڻ. سنڀالڻ. لڪائڻ. محفوظ ڪرڻ. ٽارڻ. هٽائڻ. ڇڏائڻ (مصيبت کان). آزاد ڪرڻ. جيارڻ.
- بچانے والا، بچان هار: صفت. بچائڻهار - بچائڻ وارو - محافظ. خدا تعاليٰ.
- بچاؤ: ذ. بچاءُ - آسرو - آڙ. سنڀال - حفاظت. بهانو - عذر. رهائي - ڇوٽڪارو. امن - پناهه.
- بچ بچاؤ: ذ. بچاءُ. حفاظت.
- بچ جانا: بچي وڃڻ. چڙهي پوڻ (بيماريءَ مان). ڇٽي وڃڻ (الزام کان).
- بچ رهنا: بچي پوڻ. بچي وڃڻ - محفوظ رهڻ. پرهيز ڪرڻ. بقايا رهڻ - باقي بچڻ.
- بچ کے چلنا: پاڻ بچائي هلڻ - سنڀالي هلڻ.
- ● بچورنا: متعدي [هہ] پُرڻ - ٽڪر ڪرڻ. پرزا ڪرڻ. اڌيڙڻ. کولڻ. عيب جوئي ڪرڻ.
- ● بچوليا ۽ بچولیے: ذ [هہ] وچوارو - وچولو - تياڪر - دلال. ڪنڌڙ.

● بَچّہ ۽ بَچّے: ذ [هہ] ٻچو- ٻار- ڇوڪرو. ننڍڙو ٻار. جانور جو ٻچو. وڻ جو ننڍون گوشو. (صفت) نادان- بي سمجهه. ناتجربيڪار- معصوم.

— بَچّہ باز: صفت. لونڊيباز.

— بَچّہ بالا: ذ. ٻَٽ ٻَچا- ڇوڪرا ٻاڪر- اولاد.

— بَچّہ بهرانا: ٻچي کي چوڳو ڏيڻ.

— بَچّہ پهرنا: پيٽ ۾ ٻار ڇُرڻ (جو ڇوٽين مهني ٿيندو آهي).

— بَچّہ ريش: ذ. ٿيڏي (ڪاڏيءَ جي هيٺان ۽ چپ جي هيٺان وارا وار).

— بَچّو: ذ. طنزطور استعمال ٿيندڙ لفظ- ٻچو.

— بَچّوں کا کهيل: محاوره. ٻارڻي راند- سولو ڪم- معمولي ڳالهه.

— بَچّے کچّے: ذ. ٻار ٻچا- ڦر ڏڪر- ڪٽنب.

— بَچّے نکالنا: ٻچا ڦٽڻ- ٻچا نڪرڻ (آنن مان).

— بَچی ۽ بَچياں: ث. ڇوڪري. ٿيڏي (آهي وار جي چپ ۽ ڪاڏيءَ جي وچ ۾ ٿين).

● بَچهڑا ۽ بَچهڑے: ذ [هہ] ڳابو- وهڙو- (صفت) نوجوان- نوعمر. بيوقوف. (ث) بَچهڑي ۽ بَچهڑياں.

● بِچهڑنا: لازم [هہ] وڇڙڻ- جدا ٿيڻ- الڳ ٿيڻ. وڇڙي وڃڻ. وڃائجڻ.

● بِچهلنا: لازم [هہ] وڇڙڻ. ڏسو "بچهڑنا". (صفت) لسو- تيرڪڻو.

● بِچهنا: لازم [هہ] وڇائجڻ (بسترو). پکڙجڻ (هند). سنڌرجڻ (زمين). جهڪڻ- نوڙت ڪرڻ.

— بِچها جانا: وڇائجي وڃڻ. بيحد آڌرڀاءُ ڏيڻ.

— بِچها دينا: وڇائي ڇڏڻ. ليٽائي ڇڏڻ. پکيڙي ڇڏڻ. ڪيرائي ڇڏڻ (ماري يا زخمي ڪري).

— بِچهانا: متعدي. وڇائڻ. ڪيرائڻ. ليٽائڻ. پکيڙڻ- منتشر ڪرڻ.

● بِچهنا گ: ذ [هہ] هڪ قسم جي زهريلي ٻوٽي.

● بَچهنيا: ث [هہ] ڇيڇي- ڪيرڙي.

● بِچهو: ذ [هہ] وڇون- ڀَنُون. جابلو ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جي ڇهڻ سان خارش ٿئي). (صفت) ايذائيندڙ- نقصانڪار.

● بِچهوا ۽ بِچهوے: ذ [هہ] وڇون. مُڙيل ڪاتي. خنجر. هڪ قسم جو ڇلو (جو پير جي آڱوٺي يا ڇيچ ۾ پائجي). سٽيءَ جو ٻوٽو. هڪ قسم جي ٻوٽي. آچار جو هڪ قسم.

● بِچهوڑنا: متعدي [هہ] وڇوڙڻ. جدا ڪرڻ. ڏُڪر ڪرڻ. ٿاڙڻ (ڪپهه).

● بِچهونا ۽ بِچهونے: ذ [هہ] هنڌ- بسترو. وڇاڻو. وڇائڻ جو ڪو به ٿيڙ. ماتم جو پٿر.

— بِچهونا پڑنا: (هندن ۾) سوءَ طور پٿر وڇائجڻ.

● بَچهيّا ۽ بَچهيّاں: ث [هہ] ڳابي.

● بَچهيا ۽ بَچهيائيں: ث [هہ] ڳابي- وهڙي. ڏيءَ کي پيار مان چوندا آهن. هندن ۾ هڪ رسم (جا سرڻي جي تيرهين يا سترهين ڏينهن ادا ڪندا آهن).

● بُچهيانا، بُچهيانا: متعدي [هہ] کن لاڙڻ (جيئن جانورن کن)- کن ڪپڻا ڪرڻ.

● بَچهيرا، بَچهيڑا ۽ بچهيرے: ذ [هہ] وڇيرو. (ث) بچهيري ۽ بچهيرياں.

— بَچهيرا پلٽنن: ذ. ڇوڪرن جي ڇانگ.

● بَچهيلا ۽ بَچهيلے: ذ [هہ] ڳابي جو ڇوڙو (ڇوڙو).

● بَحثنا: لازم [اردو] بحث ڪرڻ. تڪرار

کرڻ - جهڳڙو ڪرڻ. ضد ڪرڻ.

● بُخاری ج بُخاریاں: ث [اردو] دونهين جي نيڪال جي چمني - بخارو.

● بَخْتْ: ذ [ف] ڀاڳ - نصيب.

- بَخت اَلٽنا: نصيب آونڌو ٿيڻ - بخت ڦيٽڻ. قسمت بدلجڻ.

- بَخت پهرنا: قسمت بدلجڻ.

- بَخت کهلنا: نصيب کلڻ - ڀاڳ کلڻ.

- بَختوں جلا: صفت [اردو] بدقسمت - نڀاڳو. بي اولاد. (ث) بختوں جلی.

● بَخْشنا: متعدی [ف. بخش] بخشڻ - معاف ڪرڻ. ڏيڻ (انعام، زمين وغيره).

● بَخْيانا: متعدی [ف. بخيہ] سبڻ - ٽوپڻ.

● بَخْيہ ج بَخيے: ذ [ف] بخيو - ٽوپو.

- بَخيہ اُدهيڑنا: ٽوپو اُڌيڙڻ. راز فاش ڪرڻ - عيب ظاهر ڪرڻ. سخت سزا ڏيڻ.

● بَدْ: ث [هہ] ذ مو. تعلق. (ذ) ويلڻ (چڏن ۾ ٿيل ڳوڙهي). سَچ - ڳِل (گولين راند جو). (صفت) [ف] خراب - بُڇڙو.

● بِدا: ذ [ع. وداع] رخصت جي اجازت. روانگي - رخصت. ڪنوار جي سائٽائي گهر مان روانگي.

● بِدسال: ذ [هہ] واٿيو.

● بُدبُدانا: لازم [هہ] ٻُڻ ٻُڻ ڪرڻ - چپن ۾ چوڻ - آهستي چوڻ. ٻڙ ٻڙ ڪرڻ.

● بُدر بُدر: تابع فعل [اردو] آهستي آهستي.

- بُدر بُدر کرنا: آهستي آهستي ڪجهہ چوڻ. چپن ۾ گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

● بِدری ج بِدریاں: ث [هہ] ٽاسي، جست وغيره جو مرڪب ڌاتو (جنهن تي چانديءَ جو پٽ چڙهيل هجي).

● بِدکنا: لازم [هہ] ڊڄڻ. ڇرڪڻ. ٽهڪڻ. هٽڻ (دل).

- بِدکانا: متعدی. ڊيڄارڻ - ڇرڪائڻ - ٽهائڻ. هٽائڻ.

- بِدک جانا: ڇرڪ پوڻ. ڊڄي وڃڻ. ٽهي وڃڻ. بدگمان ٿيڻ. هوشيار ٿيڻ.

● بُدکنا: لازم [هہ] اُڇلجڻ - ٽپ ڏيڻ - ڪُڏڻ.

● بَدلنا: لازم [ع. بَدَل > اردو. بدلنا] بدلجڻ - مٽجڻ - ڦرڻ - تبديل ٿيڻ. (متعدی) بدلائڻ. تبديل ڪرڻ - مٽائڻ. ڦيرائڻ. اُٿلائڻ.

- بَدَل: ذ. بدلو - عوض. جزا. (تابع فعل) بدلي ۾ - عيوض ۾.

- بَدلانا: متعدی. بدلائڻ. ڦيرائڻ. مٽائڻ.

- بَدلائی: ث. شيء بدلائڻ جو عيوض - اُتر.

- بَدل جانا: بدلجي وڃڻ - ڦري وڃڻ.

- بَدل دینا: بدلائي ڇڏڻ. ڦيرائي ڇڏڻ.

- بَدلوانا: متعدی. بدلرائڻ - مٽارائڻ.

- بَدلہ: ذ. بدلو - انتقام. قصاص. آجر - ڏنو. آجورو.

- بَدلہ لینا: بدلو وٺڻ. عوض وٺڻ.

● بَدلی ج بَدلیاں: ث [هہ] "بادل" جو تصغير. ننڍڙو ڪڪر. ڪڪر جو ٽڪر - ڪڪري.

- بَدلی کی چهاؤں: محاوره. ڪڪر جو پاڇو. ناپائدار - عارضي.

● بَدَن: ذ [ع] جسم - تن - بت. شرمگاه.

- بَدن آتشو هونا: مار کان جسم نيرو ٿيڻ.

- بَدن پر بوٹی چڑهنا: جسم تي ٿولهہ چڙهڻ.

- بَدن پهلنا: جسم پچي پوڻ - سلو ٿيڻ.

- بَدن توڑنا: آرس ڀڃڻ - ڪَر موڙڻ.

سُستي لاهڻ .

- بَدن ٽُوٽنا : بدن ۾ ڀاڃ ٿيڻ - بدن ڀڃڻ (آڻ لڳي بخار سبب). لِڱ ڪوسا ٿيڻ.

- بَدن جَلنا : بدن ٻرڻ (بخار سبب) .

- بَدن چُرانا : شرم ڪان جسم ڪوئڻ .

- بَدن سَنسَنانا : جسم ۾ سيسراٽ ٿيڻ (ڊپ يا سيءَ سبب) . لِڱ ڪانڊارجڻ .

- بَدن گَدرانا : سَنهَر وَنر ٿيڻ . بدن ڀرجڻ .

- بَدن گهُلجانا : جسم ڳري وڃڻ - ڳري ڪندا ٿيڻ .

● بَدنا : متعدي [هہ] رکڻ - مقرر ڪرڻ. ٻڌڻ (شرط) . چاڻڻ - سمجهڻ . وعدو ڪرڻ .

● بُدهه : ذ [هہ] ٻُڌر- اربع (ڏينهن) .

● بَدهاوا ج بَدهاوے: ذ [هہ] ٻار ڄمڻ جي مبارڪ- واڌائي. خوشخبري. مبارڪباد جو گيت . خوشي- عيش. ٻار ڄمڻ جي خوشيءَ ۾ جيڪي ڏنو وڃي. ڪپڙن جو وڳو جو شادي وغيره جي موقعي تي تحفي طور ڏيندا آهن .

- بَدهائي ج بَدهائيان: ث. ڏسو "بَدهاوا". واڌَ- ويجهَ (اولاد ۾). ٻار ٿيڻ جي آميد .

● بَدهنا ج بَدهنے : ذ [هہ] بَدنو- ڪوزو .

● بِدهنا :لازم [هہ] وِنڌڻ- سوراخ ڪرڻ- ٽُنگ ڪرڻ .

● بُدهو: ذ [هہ] بيوقوف- آحمق - مُورک .

● بَدهي ج بَدهيان: ث [هہ] گُلن جو هار. زيور جو هڪ قسم. وَڌ- ڀَنو. تلوار جو هلڪو زخم. چمڙي جي ڀَٽي (جنهن تي حجام پاڪي تکي ڪندا آهن).

● بَڌهيا ج بَڌهيے: ذ [هہ] ڪَنڍو- ڪامو.

● بَڌهيا ج بُڌهيے : صفت [هہ] پوڙهو- ٻَڍو- ڪَراڙو- پيرسن . (ث) بُڍهي .

- بُڍها پهُونس : ذ. تمام پوڙهو- جهور پوڙهو .

- بُڍها ٺهُڏا : صفت . تمام پوڙهو.

● بَڍهار : ذ [هہ] ڇڄ کي ڀيو ڏينهن ترسائڻ جي حالت .

● بَر : ذ [هہ] وَرُ- مڙس. ڪپڙي جي ويڪر- ٻَرُ .

- بَر دکهائي : ث. سڱ جي ڳالهہ پڪي ٿيڻ کان اڳ ساهريجن کي گهوٽ ڏيکارڻ جي هڪ رسم .

● بُر : ث [هہ] ڪپڙي جي ٻُر. ٻَج .

- بُردار : صفت . ٻُر ٻُر وارو. ٻَج وارو.

● بَرسا ج بَرسے : ذ [هہ] زرد جو ٻچو.

● بِرسا ج بِرسے: ذ [هہ].جَوَ ۽ چڻا يا جَوَ ۽ مٽر (جي گڏي ٻنيءَ ۾ پوکجن) .

● بُرا ج بُرے: صفت [هہ] خراب- ڪينو- گندو. آڻ وڻندڙ. نقصانڪار. بيشرم. ڪميڻو. منحوس- نياڳو. (ذ) خرابي- نقصان .

- بُرا بهلا : صفت . چڱو مٺو. گهٽ وڌ (ڳالهائڻ). جهڙو تهڙو- رواجي .

- بُرا بهلا کهنا : گهٽ وڌ ڳالهائڻ- جُٺ ڦِٽ ڪرڻ. گاريون ڏيڻ.

- بُرا چاهنا: مٺو گهرڻ- مٺگهرو ٿيڻ . نقصان پهچائڻ جو ارادو ڪرڻ .

- بُرا حال هونا : بڇڙا حال ٿيڻ . مفلس ٿيڻ . غريب ٿيڻ .

- بُرا دن : ذ. خراب ڏينهن . نياڳو ڏينهن . منحوس وقت .

- بُرا کام : ذ. خراب ڪم . زنا- حرامڪاري.

- بُرا کهنا : خراب ڳالهائڻ. بَدنام ڪرڻ. شڪايت ڪرڻ . گِلا ڪرڻ .

- بُرا لگنا : خراب لڳڻ - آڻ سهائيندڙ لڳڻ.

بي واجبي لڳڻ .

— بُرا ماننا : دل ۾ ڪرڻ - رنج ٿيڻ - ناراض ٿيڻ. پسند نہ ڪرڻ .

— بُرا مُنہ بَنانا : بُڇڙو منهن ڪرڻ.

— بُرا وَقت : ذ. خراب وقت . تڪليف جو وقت - مصيبت جو وقت . مفلسيءَ جا ڏينهن .

— بُرائی ۽ بُرائیاں : ث. خرابي - بُڇڙائي - بَدي . نقصان . چُغلي - گِلا . عيب . نيپاڳ . الزام - تهمت .

— بُری بَننا : خراب حالت ٿيڻ - بُڇڙي ٿيڻ .

— بُری بهَلی کَہنا : چڱي مٺي ڳالهہ چوڻ. نصيحت ڪرڻ . گهٽ وڌ چوڻ .

— بُری خبر : ث. مرڻ جي خبر - موت جي خبر. خراب خبر.

— بُری طرح : تابع فعل. خرب نموني - بيڍنگي نموني سان .

— بُری لَت : ث. خراب عادت .

— بُرے کی جان کو رونا : ظالم کي هٿ کڻي پٽڻ .

● بَرابَر : صفت [ف] هموار- سڌو. هڪ جهڙو - مطابق . وانگر- جيئن . همسر. ويجهو- قريب . لڳا تار- ساندهہ . بيشڪ - ضرور.

— بَرابَر آنا : گڏ اچڻ- هڪ جهڙو اچڻ - مقابلي ۾ ٻئي برابر ٿيڻ .

— بَرابَر بَرابَر : تابع فعل. گڏو گڏ - پرسان - ويجهو و يجهو.

— بَرابَر چهُوٹنا : مَٽ ٿيڻ (ڪُشتي ، ويڙهہ يا مقابلي ۾).

— بَرابَر سے جواب دینا : اڏنگو جواب ڏيڻ. وڏي جو لحاظ نہ ڪري اجايو جواب ڏيڻ.

— بَرابَر کا : تابع فعل . جيڏو- هڪ جيترو.

— بَرابَر کرنا : هڪ جيترو ڪرڻ. سنوت ۾ رکڻ.

— بَرابَر کی ٹکَّر : هڪ جهڙو مقابلو (ڪُشتيءَ وغيره ۾ ).

● بَرات ۽ بَراتیں : ث [هہ] جنج - شاديءَ جو جلوس .

— بَراتی : صفت. جاڃي .

● بُرادَہ : ذ [ف] ٻُورو (ڪاٺيءَ جو). چورو- سفوف .

● بَرانا : متعدی [هہ] چيڙائڻ. ستائڻ. مسخري ڪرڻ . وِڦلڻ. بڪڻ. طعنا ڏيڻ .

— بَراهٹ : ث. وِڦل. مسخري . بڪ .

● بِرانا ۽ بِرانے : صفت [هہ] بيگانو- ڌاريو- پاهريون.

● بَرانڈا : ذ [ف. بر آمده] وِراندو.

● بَرانڈی ۽ بَرانڈیاں : ث [اردو] اوورڪوٽ.

● بِراوا دینا : متعدی [هہ] بهانا ڪرڻ. ٽارڻ. رمارڪ ڏيڻ - ڏٽا ڏيڻ .

● بُربُرا ۽ بُربُرے : ذ [هہ] ٻوڙيو- ڦوڪٽو (پاڻيءَ جو).

● بُربُرانا : متعدی [هہ] چنڊا هڻڻ. چِٽڪارڻ. ٻُورو چِٽڻ .

● بَربَری ۽ بَربَریاں : ث [ اردو ] ڪاساين جي اصطلاح ۾ پوڙهي ٻڪري .

— بَر بَری خانہ : ذ. ڪوسُ گهر.

● بِرتا ۽ بِرتے : ذ [هہ] قوت . زور- ٻل . قابليت . حيثيت - لياقت . خوبي . حوصلو.

— بِرتے رهنا : بانُور ڪرڻ . ڀروسو ڪرڻ .

● بَرتاؤ : ذ [هہ] ورتاءُ - طريقو - ڍنگ . رواج - رسم - دستور. استعمال .

● بَرتَن : ذ [هہ] ٿانءُ - باسڻ .

— بَرتن بهانڈے : ذ. ٿانوَ ٿپا .

● بَرتنا : متعدی [ ه ] وَرتائڻ - واپرائڻ - استعمال ڪرڻ . صرف ڪرڻ . آزمائڻ . نباهڻ . سلوڪ ڪرڻ .

● برچن : ذ [ه] پيهن جو آتو . چاپڙو پيهن جو چورو (جنهن ۾ لوڻ مرچ وغيره ملائي وڪڻندا آهن) .

● بَرچها ج بَرچهے : ذ [ه] ٻڇي - ڀالو- نيزو .

▬ بَرچهی ج بَرچهيان : ث . ٻڇي - ننڍو ڀالو .

▬ بَرچهيت : ذ . نيزي باز .

▬ بَرچهی لگانا، مارنا : ڀالو هڻڻ . تڪليف ڏيڻ - صدمو پهچائڻ .

● بَرَس : ذ [ه] ورهيه - سال .

▬ بَرسا برس : تابع فعل . سالئون سال - هرسال .

▬ بَرسوں جهلانا : گهڻي وقت تائين آسري ۾ رکڻ . سالن جا سال پنڌ ڪرائڻ .

▬ بَرسی ج بَرسيان : ث . ٻارهو - ساليانې ورسي .

● بَرسات ج بَرساتيں : ث [ه] برسات جي مند . بارش - سينهن .

▬ بَرساتی : ث . سينهن ۾ پيچڻ کان بچائيندڙ ڪوٽ .

▬ بَرساتی پهنسيان : ث . سينهوگيءَ جو مَلو .

● بَرَسنا : لازم [ه] سينهن وسڻ - بارش پوڻ . وسڻ (دولت) . پَوڻ (موچڙا) .

▬ بَرسانا : متعدی . وَسائڻ . گهڻي انداز ۾ ڏيڻ - ورسائڻ . انُ وائڻ . پکيڙڻ .

▬ بَرساؤ : صفت . وسندڙ . وسڻ لاءِ تيار (سينهن) .

▬ بَرَس پڙنا : وسي پوڻ . زور سان سينهن پوڻ . ناراض ٿيڻ - سخت ڪاوڙجڻ .

● بَرَف : ذ . ث [ف] ڄميل پاڻي - بَرف . پارو . (صفت) تمام ٿڌو .

▬ بَرفانی : صفت . برف وارو (جبل ، علائقو) .

● بَرق : ث [ع] بجلي . کنوڻ - وڄ .

▬ بَرقی رو : ث [ف] بجليءَ جي وهڪ .

● بَرقانا : متعدی [غ . برق > اردو . بَرقانا] ڪنهن شيءِ ۾ بجلي ڀرڻ .

● بُرَکنا : متعدی [ه] ٻرکڻ . ٻورو ڇٽڪارڻ .

▬ بُرکی ج بُرکيان : ث . ٻرکو - چپٽي (ٻوري جي) .

▬ بُرکی ڈالنا، مارنا : چپٽي وجهڻ . ٻورو ڇٽڪارڻ . ڪامڻ ڪرڻ . موهڻ .

● بَرکها : ث [ه] برسات - بارش - مينهن .

▬ بَرکهارت : ث . برسات جي موسم .

● بَرگد : ذ [ه] ٻڙُ (وڻ)

▬ بَرگد کی جٹا، داڑهی : ث . ٻڙ جون جٽائون (تاندورن واريون پاڙون) .

● بَرما، بَرماه ج برمے : ذ [ ه ] زمين ۾ سوراخ ڪرڻ جو اوزار - بَرمو .

● بَرمانا : متعدی [ ه ] برمي سان سوراخ ڪرڻ . زخمي ڪرڻ .

● بَرموهی ج بَرموهيان : ث [ه] بد شڪل - پَروائتي . (ذ) بچڙي شڪل .

● بَرنا ج بَرنے : ذ [ه] وڻ جو هڪ قسم .

● بَروا : ث [ه] واريامي زمين (جا پوک لائق نه هجي) . هڪ راڳڻي جو نالو .

● بَرَوَٹ : ث [ه] هڪ قسم جي پيٽ جي بيماري .

● بَروٹها، بَروٹها ج بَروٹهے : ذ [ه] ڏيڍي - پلوپڙو .

● بِرہ : ذ [ه] فراق - جدائي - وڇوڙو .

▬ بِرها : ث . جدائي - فراق - وڇوڙو . جدائي جو غم .

- بِرھَنَ: ث. جُدائيءَ جي ماريل (عورت).
● بَرھا ۽ بَرھے: ذ [ھ] رَسي. ڪَشو- تسمو. پاٽيءَ جي آڏ. ڳوٺ ڪان پَري پري زمين.
● بَرھَم: صفت [ف] چڙ و چڙ- پڪڙيل- پريشان- مُنجهيل. ناراض- ڪاوڙيل.
● بَرھَمَن: ذ [ھ] بِرھمڻ.
● بَرھي ۽ بَرھيان: ث [ھ] ھڪ قسم جي ماني (جنھن ۾ دال يا قيمو وجھي پچائيندا آھن). خوشبودار گاھ جو ھڪ قسم.
● بَرھيانا ۽ بَرھيانے: ذ [ھ] پيرين جو جهنڊو.
● بَرئي: ث [ھ] پان وڪڻندڙ. پان جي پوک ڪندڙ.
● بَري ۽ بَريان: ث [ھ] شاديءَ ڪان ھڪ ڏينھن اڳ گھوٽ جي طرفان ڪنوار جي گھر موڪليل تحفو (جنھن ۾ ڪپڙا، زيور، مٺائي وغيره ھوندا آھن).
● بَريَت: ث [ھ] چوپي يا چمڪ وغيره جي ڌڪ جو بُتَ نشان- بڻو.
● بَريٺها ۽ بَريٺھے: ذ [ھ] پرٽ- ڌوٻي- ڪٽڻي. گھٽ درجي جي زمين.
- بَريٺھَن: ث. ڌوٻڻ- ڪٽياڻي.
● بڑ: ذ [ھ] بڙ (وڻ).
- بڑوليان: ث. بڙ جو ٻج- بڙ ٻون.
● بڑ: صفت [ھ] "بڑا" جو مخفف. ھي لفظ مرڪب ۾ صفاتي اڳياڙي طور ڪم اچي "بڑ پيٹو، بڑدنتا، وغيره".
- بڑ باگڑ: ث. ھڪ قسم جو وڏو چمڙو (پکي).
- بڑ بينيا: ذ. وڏيءَ چهنب وارو (ڪبوتر). وڏي نڪ وارو ڪبوتر.
- بڑ پيٹو: صفت. گھڻ کائڪ- پيٽوڙي. لالچي.
- بڑ دنتا: صفت. وڏن ڏندن وارو- ڏندرو.
- بڑ ڪنا: صفت. وڏن ڪنن وارو.
- بڑ مونھي ۽ بڑ مونھيان: ث. ڏگھي مُنھن واري. مادي سُوئر.
- بڑ نڪا: صفت. وڏي نڪ وارو.
- بڑھونٹا: صفت. وڏن چپن وارو- چپو.
● بڑ: ث [ھ] بڪ- جھڪي. و قُل- و لَل.
- بڑ لگانا: بڪ لڳائڻ- بڪ ڪرڻ. جھڪي ھڻڻ. چرين وانگر ڳالھيون ڪرڻ.
- بڑ ميں آنا: جوش ۾ اچڻ- ڪاوڙ ۾ اچڻ.
● بڑا ۽ بڑے: صفت [ھ] وڏو- شاھي. ڊگھو. اوچو. ويڪرو. زياده. اعلىٰ. بھتر- عمدو. وڏو (عُمر، رُتبي، قد وغيره ۾). گھڻو. مشڪل- ڏکيو (ڪم). وڏيءَ عمر جو- بزرگ. مائٽ- سرپرست (ث. بڑي). (ذ) مگن يا آڙد جي تريل ٽڪي.
- بڑا آدمي: ذ. وڏو ماڻھو. امير- دولتمند. سردار. معزز.
- بڑا اُستاد: ذ. وڏو اُستاد. ھوشيار. چالاڪ.
- بڑا بُوڑھا: صفت. نھايت پوڙھو- وڏڙو- بُزرگ. پيءُ ڏاڏو. تجربيڪار (مرد). (ث) بڑي بُوڑھي ۽ بڑي بُوڑھيان.
- بڑا بول: ذ. ھام. لپاڙ- ٻٽاڪ. تڪبر.
- بڑاپا: ذ. وڏي چمار- وڏپڻ. بُزرگي.
- بڑا قاف: ذ [اردو] پڙوو- ڪُنڊ.
- بڑا ڪام ڪرنا: وڏو ڪم ڪرڻ. آفرين جوڳو ڪم ڪرڻ.
- بڑا ڪرنا: وڏو ڪرڻ. وڌائڻ- آچو ڪرڻ.

- گھو ڪرڻ. پالڻ - پرورش ڪرڻ. وِسائڻ (ڏيو). عزت ڏيڻ.

● بڑا کوا : ذ. هڪ قسم جو ڪانءُ.

— بڑا کھانا : ذ. ڏور ڏار واري دعوت. وڏو ڄڃ.

— بڑا گھان مارنا : وڏي ڪاميابي حاصل ڪرڻ. وڏو مَيدان مارڻ. وڏي سورهيائي جو ڪم ڪرڻ.

— بڑا گھر : ذ. وڏو گهر اميراڻو گهر. شريف گهر. جيل خانو.

— بڑا گھرانا : ذ. وڏو گهراڻو. معزز خاندان.

— بڑائی : ث. وڏائي. گهڻائي. ڊيگهه. بزرگي. عظمت. نالو. ناموس. پڻاڪ- ڊاڙ. غرور. درجو- عهدو.

— بڑائی چھٹائی : ث. وڏ ننڍائي.

— بڑائی کرنا : وڏائي ڪرڻ. تعريف ڪرڻ. پڻاڪ هڻڻ.

— بڑی آسامی : ث. مالدار (ماڻهو). وڏو گراهڪ.

— بڑی الائچی : ث. نر ڦوٽو.

— بڑی بات : ث. وڏي ڳالهه. ڏکيو ڪم. عجيب ڳالهه. چڱو ڪم.

— بڑی بڑی باتیں : محاوره. ڊگهيون ڊگهيون ڳالهيون. لمبيون چوڙيون ڳالهيون.

— بڑی بی : ث. مائي وڏي- پوڙهي مائي.

— بڑی ڈیوڑھی : محاوره. امير ماڻهو. سخي مرد.

— بڑی فجر : ث. وڏو صبح- ڏينهن جي مهل.

— بڑی گوٹی : ث. بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ بدن تي داڻ داڻ نڪرندي آهي).

— بڑی مائیں : ث. دوا جو هڪ قسم.

— بڑے کام آنا : مصيبت وقت ڪم اچڻ- ڏکئي وقت ۾ مدد ڪرڻ.

— بڑے لوگ : ذ. وڏا ماڻهو. امير ماڻهو.

— بڑے میاں : ذ. ڪنهن پير مرد کي سڏڻ يا مخاطب ڪرڻ لاءِ عزت ڀريو لفظ. پوڙهو ماڻهو. ڀريو مڙس.

● بڑبڑا جانا : لازم [اردو] گهٻرائجي وڃڻ. بدحواس ٿيڻ.

● بڑبڑانا : لازم [هـ] وِڦلڻ. ننڊ ۾ ڳالهائڻ. بڪ ڪرڻ. جهڳي هڻڻ.

● بڑ بڑانا : لازم [هـ] سُس ڦُس ڪرڻ- پِٽ پِٽ ڪرڻ. چپن ۾ ڳالهائڻ. پنهنجي منهن پٽ پٽ ڪرڻ. بڪڻ. سڻ مڻ ڪرڻ (آهستي پڙهڻ). بِرو ڀلو چوڻ.

— بڑ بڑ : ث. بڙ بڙ- بڪ بڪ- بڪواس.

— بڑ بڑاهٹ، بڑ بڑائی : ث. بڙ بڙ- پِٽ پِٽ. بڪ بڪ.

— بڑ بڑیا : صفت. بڙ بڙيو. چپن ۾ ڳالهائيندڙ.

● بڑبڑہری : ث [اردو] بزرگن جي فاتح (جا زالون هر شاديءَ جي موقعي تي ڪن).

● بڑ بھس : ث [هـ] پيريءَ ۾ جوانيءَ جون ڳالهيون. پيريءَ ۾ عقل گهٽجڻ جي حالت.

● بڑرا : ذ[هـ] ڪڪڪ ۽ چڻن جو گڏ وچڙ اَن.

● بڑنگا، بڑنگے : ذ[هـ] ڪامَ- شهتير- داسو.

● بڑھاپا : ذ [هـ] ٻُڍاپڻ- پيري- ڪُراڙپَ.

● بڑ هرا : ذ [هـ] خوشبودار گاهه جو هڪ قسم.

● بڑ ھل : ذ [هـ] هڪ قسم جو وڻ ۽ اَن جو ڦَر.

● بڑھنا : لازم [هـ] وَڌڻ. ڊگهو ٿيڻ. گهٽو ٿيڻ. بند ٿيڻ (دڪان). وسامڻ (بتي). پاڇي ٿيڻ- بچڻ. اڳتي هلڻ.

— بڑھ آنا : وڌي اچڻ- اڳتي اچڻ.

- بڑھا چڑھا : صفت. چڑھيل- نالي وارو.
- بڑھا دينا : وڌائي چڙهڻ. اڳتي ڪرڻ.
- بڑھانا : متعدی. وڌائڻ - اڳتي ڪرڻ. سپهرڻ. رڌهڻ. ڊگهو ڪرڻ. ترقي ڏيڻ. وسيع ڪرڻ. هشي ڏيڻ. پکڙائڻ. چڙائڻ (ڏيج). ڪٽڻ (دسترخوان). وسائڻ (بتي). بند ڪرڻ (دڪان). رڪائڻ (وار). وڌائڻ (دل). ٽنگڻ (هٽ). چاڙهڻ (لغڙ).
- بڑھاوا يا بڑھاوے: ذ. وڌاءُ. حوصلو- هُشي. چاڙهه - دم- ڏنو. خوشامد. مبالغو.
- بڑھاوا دينا: هُشي ڏيڻ. ترغيب ڏيڻ- همت ڏيارڻ. ڏنو ڏيڻ. پڏائڻ.
- بڑھاؤگُن : ذ. ڌاتوءَ جي اها خاصيت جنهن سبب اُن کي وڌائي سگهجي.
- بڑھ بڑھ کے بولنا : تمام گهڻو ڳالهائڻ - زوردار نموني ۾ رد ڪد ڏيڻ يا بحث ڪرڻ. اجايو گوڙ ڪرڻ. پٺاڪون هڻڻ.
- بڑھتی، بڑھوتری : ث. واڌارو- واڌ- اضافو. اوج- ترقي. برڪت. سرسبزي. بقايا- بچت. گهٽائي.
- بڑھتی منانا: ترقي چاهڻ- واڌارو گهرڻ.
- بڑھ کے بولنا : پٺاڪون هڻڻ- ڊاڙون هڻڻ. گستاخي ڪرڻ. بي ادبيءَ سان ڳالهائڻ. هٺ ڪرڻ. هام هڻڻ. وڌيڪ بولي ڏيڻ (نيلام ۾).
- بُڑھوا يا بڑھوے: صفت [ه] پوڙهو.
- بڑھئی بڑھئی: ذ [ه] واڍو. پکيءَ جو هڪ قسم- ڪاٺڪٽو.
- بڑھیا : صفت [ه] اوچو- اعليٰ. قيمتي. پٿر جو هڪ قسم. دال جو هڪ قسم. اناج ماپڻ جو هڪ ماپو.
- بُڑھيا يا بڑھياں: ث [ه] پوڙهي (عورت)- ڪُراڙي. اک جي ڪپڙ.

- بڑی يا بڑياں : ث [ه] مسالحيدار پيٺي جو ٽڪر (جنهن جو پوڙ رڌبو آهي)- وڙي.
- بڑيرا يا بڑيرے : ذ [ه] ڀنو (ڀنيءَ جو).
- بُزّا يا بُزّے : ذ [ف. بُزڪ] هڪ قسم جو ٻگهه پکي (جنهن جا کنڀ اڇا ۽ ڪارا ٿين).
- بَس : ذ [ه] وَس. زور- ٻل. اختيار- مرضي.
- بَس چلنا : وس هلڻ. اختيار هئڻ.
- بس ميں : تابع فعل. وس ۾- اختيار ۾. دڙڪي ۾.
- بِس : ذ [ه] وِهُ- زهر. سخت ڪڙي شيءِ.
- بِس اگلنا : خراب ڳالهائڻ. بيعزتي ڪرڻ. بغض ڪيڻ.
- بِس بونا : بدي ڪرڻ. فساد جو بنياد وجهڻ.
- بِس بھرا يا بِس بھرے: صفت. زهريلو. فسادي.
- بِس دينا : زهر ڏيڻ- وهه ڏيڻ.
- بِس کھپرا، کھوپرا : ذ. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم. گوهيرو- گوهه جو هڪ قسم.
- بِس کی گانٹھ : محاوره. وِهه جي ڳنڍ. زهريلو. بدمعاش. ظالم. دل جو ڪنڊو- اندر جو ڪارو.
- بِس گھولنا : وِڪ گَڏڻ. جهيڙي جون ڳالهيون ڪرڻ. گلا ڪرڻ.
- بِس ملانا : وهه ملائڻ- زهر ملائڻ.
- بِسهری يا بِسهرياں : ث. زهريلو سرڻو (نانگ وغيره). ڦرڙيءَ جو هڪ قسم (جا آڱرين ۾ ٿئي).
- بِسيلا : صفت. زهريلو.
- بِسار، بِسارا : ذ [ه] ٻج طور آڏارو ورتل اَن" (جو فصل لهڻ تي پيٺو يا ٽيٺو ڏيندا آهن).

● بَسانا : متعدی [هہ] وسائڻ - آباد ڪرڻ . رَهائڻ . عطر ۾ واسڻ .

▬ بَسا بسايا : صفت . آباد - وسايل . رونقدار (علائقو).

● بِساندؕ : ث [هہ] ڪِڪائڻ جي ڏپ . بَدبُو - بانس . عيب . موروثي آثر . اصليّت .

▬ بِساندا ؏ بِساندے : صفت . ڪِڪو - بدبودار . ڪميٺو - هاڪڙو - ترڙو . بي لذت - آلوٹو .

● بِساوَٹؕ : ث [هہ] خوشبوءِ - سڳند .

● بِساوَری : ث [ هہ ] پُونِئِپاڙو - سواڙ (جا ڪنهن ڳوٺ آباد ڪندڙن ڪان ورتي وڃي).

● بِستَرا ؏ بِستَرے : ذ[هہ] بِسترو - هنڌُ . فقيرن جي ويهڻ جي جاءِ - پاڻاري .

▬ بِسترا بِچهانا ، کَرنا ، لَگانا : هنڌ وڇائڻ - بسترو لڳائڻ .

● بَستي ؏ بَستِياں : ث [ هہ ] آبادي - وَسندي - وَسَنديُن . ڳوٺ . آبادي . رونق .

● بِسَرنا : لازم [هہ] وِسرڻ - ڀُلجڻ - دل تان لهڻ (ڳالهه).

● بِسمِ الله : ث [ع] "بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحيمِ" جو مخفّف (الله جي نالي سان شروع ٿو ڪريان). شروعات - اِبتدا . ڪنهن چڱي ڪم شروع ڪرڻ جي رسم .

▬ بِسم الله هی غلط هونا : شروعات ئي غلط هجڻ .

● بَسنا : لازم [ هہ ] وسڻ - رهڻ - آباد ٿيڻ - واسجڻ (خوشبوءِ ۾).

● بُسنا : لازم [هہ] رکئي بدبودار ٿيڻ - اوسنو ٿيڻ . بانسارو ٿيڻ .

● بَسَنتؕ : ث [هہ] بسنت جي سَندَ . راڳڻي جو هڪ قسم (سرِراڳ جي چوٿين راڳڻي). سَرنهن جا گل . آهو ميلو جو ڪنهن درگاهه تي بهار جي موسم ۾ لڳي .

▬ بَسَنت پهُولنا : سرنهن جي گلن جو ڪُلڻ . بهار جي مند اچڻ . پيلاڻ ڇانئجڻ .

▬ بَسَنتي : صفت . زرد - پيلو . بَسنت جي ميلي ۾ ويندڙ . (ث) ڳيڙو يا پيلي پوشاڪ .

● بَسَنى ؏ بَسَنياں : ث [هہ] واسٹي - نورو (چيلهه سان رہين بڌڻ جو).

● بِسنی ، بِشنی : صفت [هہ] ڪُلڇٹو - بدعادتو . عياش . بدڪار . رنگيلو .

● بِسوا ؏ بِسوے : ذ [هہ] وِيسوو (جريب جو ويهون حصو).

● بِسورنا : لازم [هہ] رنڻهارڪو ٿيڻ - رئڻ جهڙو ٿيڻ . رئڻ جهڙو منهن ڪرڻ . آهستي روئڻ .

▬ بِسوری : صفت . رنڻهارڪو . ٿوري ڳنهي ڳالهه تي روئي ڏيندڙ .

● بَسُولا ، بَسولا ؏ بَسولے : ذ [هہ] واهولو (واڍڪو اوزار).

● بَسولی ؏ بَسولياں : ث . تيشي (رازڪو اوزار).

● بَسيرا ؏ بَسيرے : ذ [هہ] رات رهڻ جي جاءِ . واهيرو . ترسڻ يا آرام ڪرڻ جي جاءِ . آها مهل جنهن تي پکي پنهنجي آکيرن ۾ اچي وهن .

▬ بَسيرا بولنا : سج لٿي مهل جهرڪين جي وڻ تي چيرچير ڪرڻ .

▬ بَسيرا کَرنا : رات جو آرام ڪرڻ - رات ٽڪڻ - راتائو ڪرڻ .

● بَغبَغانا : لازم [ع . بَغبَغا] مست ٿي ڳُرڻ (آٹ). گهُگهلڻ (ڳيرو ، ڪبوتر). مست ٿيڻ . شهوت ۾ اچڻ .

▬ بَغبَغايا پهرنا : آٹ وانگر مست ٿيو ڳُرندو

وتڻ. ٽاڏون ڏيڻ.

● بَغبَغون: ذ [هہ] ڪبوترن جو (مستيءَ ۾) آواز.

● بَغَل ~ بَغلين: ث [ف] ڪڇ. پاسو. ڪنارو. طرف.

— بغلانا: لازم. پاسي ٿيڻ - هڪ طرف ٿيڻ - رستو ڏيڻ.

— بَغل بجانا: بَغل وڄائڻ - ڪڇون ٺوڪڻ. خوشي ڪرڻ. ٺمول ڪرڻ.

— بَغل بِلائی: ث. ڪڇوراڙي.

— بَغل سُونگهنا: دل ڪچي ٿيڻ ڪان ڪڇ سُونگهڻ. شرمندو ٿيڻ - ڦڪو ٿيڻ. پشيمان ٿيڻ.

— بَغل کا پهوڑا: ذ. ڪڇوراڙي. (صفت) تڪليف ڏيندڙ - ڏکوئيندڙ (ماڻهو).

— بَغل گرم کرنا: ڪڇ ڪوسي ڪرڻ.

— بَغل گنَد: ث. ڪڇن ۾ پگهر جي بدبو.

— بَغل ميں: تابع فعل. پاسي ۾ (ساڄي يا کاٻي)- ڀَر ۾.

— بَغل ميں دَبانا: ڪڇ ۾ ڪرڻ. ڀاڪُر پائڻ. لڱيءَ سان قبضي ۾ ڪرڻ. زوريءَ ڦٻائڻ. ڪڇ ۾ هڻڻ - چورائڻ.

— بَغل ميں لينا: ڪڇ ۾ ڪرڻ. هڪ پاسي ڪرڻ. ڀاڪر پائڻ. پاسي ۾ وهارڻ. ڀاڪرن ۾ ڪٽي وجهڻ.

— بَغل ميں مُنه ڈالنا: ڪڇ ۾ مُنهن هڻڻ - شرمسار ٿيڻ.

— بَغلی ~ بَغليان: ث. حمائيل. پاسي يا ڪڇ هيٺ ڏيڻ جو وهاٽو. زالن جي سٽي سڀي وغيره رکڻ جي ڳوٿري. ڪُشتيءَ جو هڪ داءُ. جهولي (فقير جي)- بَگري. آٽ جو هڪ عيب (جنهن ۾ آٽ جي ران پيٽ سان لڳندي آهي)

— بَغلی ڈوبنا: ڪُشتيءَ ۾ مخالف جي بغل سان ٽڪري داءُ بچائڻ. چالاڪي ڪرڻ.

— بَغلی گور: ث. لَحد واري قبر.

— بَغلی گهونسا: محاوره. پاسيرو ڌڪُ. ويجهو دشمن. دوست نما دشمن.

— بَغليں بجانا: بَغل وڄائڻ- ڪڇون ٺوڪڻ. خوشي ظاهر ڪرڻ. خوش ٿيڻ. فخر ڪرڻ.

— بَغليں جهانکنا: ڪڇُن ۾ ڏسڻ. شرمسار ٿيڻ. پڇڻ جو رستو ڳولڻ. لاجواب ٿيڻ.

● بَغلول: ذ [ف] بيوقوف - احمق. بيهودو- واهيات.

● بُکّا ~ بُکّے: ذ [هہ] بُڪ. لَپ - مُٺ. دونهين يا ٻاڪ جو اوبارو.

— بُکّے آڑانا: خوشبوءِ سان واسي ڇڏڻ.

● بَکائين ، بَکاين: ذ [هہ] بَڪائڻ نم (جنهن جو ٻُور تمام ڪڙو ٿئي).

● بِکَٽ: صفت [هہ] وڏو. خوفناڪ- ڀوائتو. ڏکيو- اهنجو. بڇڙو- بدشڪل.

— بِکَٽ پَہاڑا: ذ. اٺيُور ڪوڙو (ٻاءُ منو، ڏيڍ وغيره).

● بُکَٽ ، بُکَّٽ ، بُکتا ، بُکّتا: ذ [هہ] بُڪ - چِنبو.

— بُکّا بهرنا ، مارنا: بُڪ ڀَرڻ - چنبو ڀرڻ. رانپوٽو هڻڻ. جهَپو هڻڻ.

● بَکرا ~ بَکرے: ذ [هہ] ٻَڪرُ.

— بکر کُود کرنا ، مچانا: ٽپڻ ڪُڏڻ. ٽِينگَ ڏيڻ.

— بَکری ~ بَکرياں: ث. ٻَڪري. (صفت) غريب- مفلس.

— بَکری کی بولی بولنا: هيسجي وڃڻ. عاجزيءَ

ان ڳالهائڻ .

● بيکسنا : لازم [هہ] ٽٽڻ - ڪٽڻ . سورجڻ (وڻ) - ٻور جهلڻ . خوش ٿيڻ . کلڻ - مشڪڻ . ڪنوسائجڻ - سڪڻ . سڙي وڃڻ - ڳري وڃڻ .

— بيکسا : صفت . ڪڙو - ڪسارو .

— بيکساهٽ : ث . ڪڙاڻ - ڪساراڻ .

— بيکسيلا : صفت . ڪسارو .

● بکتل : ذ [هہ] بڪل - پوتيءَ کي خاص طريقي سان ويڙهڻ .

— بکل مارنا : بڪل هڻڻ .

● بکنا : لازم [ هہ ] بڪڻ - بڪ ڪرڻ . لباڙ هڻڻ .

— بکت : ث . بکواس - بڪ . بڪاڪ - لباڙ .

— بک بک : ث . بڪبڪ - يخي . بڪاڪ .

— بک جانا : بڪي ڇڏڻ . نہ چوڻ جهڙي ڳالهہ چئي ڇڏڻ .

— بک جهک : ث . بڪبڪ .

— بکواس : ث . بڪبڪ - جهڳي - يخي . اجايو ڳالهائڻ - ٽر ٽر .

— بکواسی : صفت . بڪبڪيو . بڪاڪي - لباڙي .

— بکی : صفت . بڪبڪيو - بڪٽو . گهڻ ڳالهائو .

— بکے جانا : هڪڙي ڳالهہ وري وري چوڻ .

● بکنا : لازم [ هہ ] وڪامڻ - فروخت ٿيڻ . سطيع ٿيڻ .

— بکاؤ : صفت . وڪڻو - وڪامڻ لائق - وڪري لاءِ .

— بک جانا : وڪامي وڃڻ - وڪامجڻ .

— بکری : ث . وڪرو - مرادي .

— بکوانا : متعدی . وڪڻائڻ - وڪرو ڪرائڻ .

● بکنی : ث [هہ] چورو - ٻورو . ڪتر . اها دوا جنهن جي ڪائڻ سان ڪبوتر تيڪاآڏامي سگهن .

● بکوٹا ڇ بکوٹے : ذ [ هہ ] ٻڪ . ڏسو "بکٹا"

● بکوٹنا : متعدی [هہ] رهنبڙا هڻڻ - رانپوڻا هڻڻ - رهڙڻ .

● بکولی ڇ بکولیاں : ث [هہ] هڪ قسم جو جيت يا ڪيئون (جو سارين کي نقصان پهچائي).

● بکھار، بکھاری : ث [هہ] وکار - گدام - ڀانڊو (اناج جو).

● بکھان : ذ [هہ] بدنامي - ٺٺول .

— بکھان ڈالنا : بدنام ڪرڻ لاءِ ڪنهن جا عيب ظاهر ڪرڻ .

— بکھان کرنا : بيجا ڳالهہ ڪرڻ - اڻ سهائيندي ڳالهہ چوڻ . گهٽ وڌ چوڻ .

● بکھتر، بکھر : ذ [هہ] ڪڪڪهہ سان نڪتل ميل . تيلي ٻج . حاطو . وڻاڻ .

● بکھرنا : لازم [ هہ ] ڇڙوڇڙ ٿيڻ - منتشر ٿيڻ . کنڊرڻ . بي ترتيب ٿيڻ . ٽيڙڻ پکڙڻ . خراب ٿيڻ .

— بکھرانا : متعدی . پکيڙڻ - ڇڙ و ڇڙ ڪرڻ - کنڊيرڻ .

— بکھر جانا : ڇڙ و ڇڙ ٿيڻ - منتشر ٿيڻ .

● بکھری ڇ بکھریاں : ث [هہ] گهر - جاءِ - جهوپڙي .

● بکھیرنا : متعدی [هہ] ڇڙ و ڇڙ ڪرڻ - منتشر ڪرڻ . کنڊيرڻ . پکيڙڻ - ڇٽڻ (ٻج).

● بکھیر : ث . ڇڙوڇڙ ڪرڻ جي حالت - کنڊير . گهور .

— بکھیر کرنا : گهوٽ جي مٿان پئسا گهورڻ - گهور ڪرڻ .

● بکھیڑا ڇ بکھیڑے : ذ [هہ] تڪرار -

پٽيون پاسو.

● پڇهونڊ؟: ذ [هہ] بار (جو پٺن تي کڻجي يا ٻڌجي).

● پڇهونڊي: ث. ڪنهن طرف پٺ ڏيڻ ويهڻ جي حالت.

● پچّي: صفت [هہ] چنبڙيل - چهنل. لڳل - ڳنڍيل. پڪو - پختو. يڪ آواز (ڳائڻ ۾). (ث) جوڙ - ڳنڍ.

- پچّي ڪاري: ث. رنگين پٿرن کي ديوار وغيره ۾ جڙڻ جو ڪم. جڙت - جڙاءُ. سرن ۽ چن جو ڪم - چونڪرين وارو فرش.

- پچّي ڪرنا: سڪرمڪ ملائڻ (سرن يا رنگين پٿرن جا). ملائڻ. پچائڻ. مضبوط ڪرڻ.

● پچّي: صفت [هہ] ڦڪل - چيپل - چيٿيل. ڦاٿل. ڪٽيل.

● پچيس؟: عدد [هہ] پنجويهہ (٢٥).

● پچيسي: ث [هہ] چوپڙ راند (جا ڪوڏين سان رهجي).

● پخ؟: ث [ف. اردو] پخي - لهاڙ - بکواس. گوڙ - شور. اٽڪاءُ - رنڊڪ.

- پخ پهيلانا، ڪرنا: جهڳڙو ڪرڻ - شرارت ڪرڻ. بڪ ڪرڻ - گوڙ ڪرڻ.

- پخ لگانا: شرط وجهڻ - رنڊڪ وجهڻ. جهڳڙو پيدا ڪرڻ - جهنجهٽ پيدا ڪرڻ.

- پخ نڪالنا: عيب ڪڍڻ - وڏ ڪڍڻ. اعتراض ڪرڻ.

- پخيا ۽ پخئي: ذ. فسادي - جهيڙاڪ. (صفت) بيهودو - نالائق.

● پخال؟ ۽ پخاليس: ث [هہ] مشڪ - سانداري.

- پخال پهيٽيا: صفت. وڏي پيٽ وارو - پيٽير. گهڻ کائڪ.

● پخنا ۽ پخني: صفت [اردو] ڪميڻو - رذيل - ذليل. جهيڙاڪ - فسادي. (ث) پخني ۽ پخنيان.

● پدا ۽ پدے: ذ [هہ] پکيءَ جو هڪ قسم - ڦيدي. ڪانياٺي.

● پدانا: متعدي [هہ] نيٺ ڏيارڻ. ٿڪائڻ - هلاڪ ڪرڻ. ڪڪ ڪرڻ - شڪست ڏيڻ.

● پدنا: لازم [هہ] نيٺ ڏيڻ. هارائڻ - ٿڪجي پوڻ.

● پدّو، پدوڑا: صفت [هہ] ٺيمر - نيٺ ڇڏيندڙ. بزدل - گيدي - ڊڄڻو.

● پدينہ: ذ [ف] خوشبودار ٻاڄيءَ جو هڪ قسم - ڦودنو.

● پر ۽ پر: ذ [ف] پر - کنڀ - پڪ. زور - ٻل - ست.

- پر باندهنا: پکيءَ جا کنڀ ٻڌڻ (جيئن آڏامي نہ سگهي). بيوس ڪرڻ - عاجز ڪرڻ.

- پر پرزے نڪالنا: ساماڻجڻ. هوشيار ٿيڻ - چالاڪ ٿيڻ.

- پر ٽوٽنا: طاقت گهٽجڻ - زور ٽٽڻ.

- پر جهاڙنا: کنڀ ڪوهڻ - (پکيءَ جو) کنڀ ڇاڻڻ.

- پر ڦينچ ڪرنا: پر ڪترڻ - بيوس ڪرڻ - معذور ڪرڻ.

- پر لگنا: کنڀ ڄمڻ. (مجازاً) تيکو هلڻ. عزت وڌڻ. ترقي ڪرڻ - اڳتي وڌڻ. مشهور ٿيڻ - ناميارو ٿيڻ.

- پر مارنا: کنڀ هڻڻ - آڏامڻ. ڪنيڙائيءَ سان ڏڪ هڻڻ. ڏاڍي ڪوشش ڪرڻ. بيقراري ظاهر ڪرڻ.

● پرا ۽ پرے: ذ [هہ] صف - قطار. وکر - ٽولو

(پکين جو).

– پَرا بانڌهنا، جمانا: قطار ٺاهڻ - صف ٻڌڻ. قطار ۾ ويهڻ.

● پَرا ج پَرے: ذ [ھ] شهر. ڳوٺ - وسندي - واهڻ. پاڙو - محلو.

● پَرات؟ ج پَراتيں: ث [ھ] وڏو ٿالهه (آٽي ڳوهڻ لاءِ).

● پَراٹها ج پَراٹهے: ذ [ھ] آڱرانو.

● پُرانا ج پُرانے: صفت [ھ] پُراڻو - قديم - جهُونو. آڳاٽو - اڳوڻو. اڳئين زماني جو. پوڙهو - ٻُڍو - پيرسن. آزمودگار - تجربيڪار - هوشيار.

– پُرانا خُرانٹ، گهاگ: صفت [اردو] جهُور پوڙهو. تجربيڪار - جهونو جوڳي. چالاڪ ۽ آزمودگار پوڙهو.

– پُرانے سردے اُکهيڙنا: پراڻا واقعا ٻڌائڻ. پراڻا سور ياد ڪرڻ.

● پَرائی: صفت [ھ] "پرايا" جو مونث. پَرائي - ٻئي جي - ڌارين؟.

– پَرائی آگ میں پڑنا: ٻين جي مصيبت پنهنجي سِر تي کڻڻ - پرائي باهه ۾ ٽپي پوڻ.

● پَرایا ج پَرائے: صفت [ھ] پرايو - ڌاريو - ٻئي جو. اوپرو - اوڇتو - ڌاريو (ماڻهو). نڌڪو.

● پَرَ؟بال؟ ج پَرَ؟بال؟: ذ [ھ] اک جي اندرئين پاسي ڇاول وار - پڙوال.

● پَرَ؟بَت؟: ذ [ھ] جبل - پهاڙ.

● پَرَت؟: ذ [ھ] ورق - پرت. تهه - پردو.

● پَرَ؟تال؟: ث [ھ] پڙتال (پوک جي). جانچ پڙتال - چڪاس.

● پَرَ؟تَل؟ ج پَرَ؟تَل؟: ذ [ھ] سواري جو سامان (جو گهوڙي وغيره تي لڏيل هجي) - لڏ.

– پَرتَل کا ٹٹو؟: محاوره. ڍڍو. سزور ماڻهو.

● پِرچ؟ ج پِرچِيں: ث [ھ] ساسر - رڪيبي.

● پَرَ؟چا ج پَرَ؟چے: ذ [ھ] امتحان ۾ سوالن جو پنو - پيپر. اخبار.

● پَرَ؟چانا: متعدی [ھ] پَرچائڻ. راضي ڪرڻ. ريجهائڻ. چَٽ ٻڌڻ. ميلاپ ڪرائڻ - رضامندو ڪرائڻ.

● پَرَ؟چَک: ث [ھ] پُچڪار. چَٽَ - ڏاڍر. طرفداري - پاسخاطري. حمايت - مدد. اشارو - آهچ.

– پَرچک دينا: آپارڻ - هُشي ڏيڻ. ڏگهڻ - ڏوڪو ڏيڻ.

● پَرَ؟چَم؟ ج پَرَ؟چَم؟: ذ [ف] جهنڊي جو ڪپڙو - ٻيرق. جهنڊو - وانٽو.

● پَرَچنا: متعدی [ھ] پَرچڻ - سَرچڻ. راضي ٿيڻ - خوش ٿيڻ. مائل ٿيڻ. واقف ٿيڻ.

● پَرَ؟چُون؟: ذ [ھ] ريزڪي وکري جو وکر (اٽو، دال، لوڻ، مرچ وغيره).

– پَرچُونيا ج پَرچونئے: ذ. ريزڪي شيون وڪڻندڙ.

● پَرَچہ ج پَرَچے: ذ [ف] ٽڪرو (ڪاغذ جو) - پُرزو. اخبار. رسالو. خط - چٺي. زمين جي ڪاتي جو نقل. پيپر (امتحان جو).

● پَرَ؟چها ج پَرَ؟چهے: ذ [ھ] اوٻٽي - اوبرو. نبيرو. ساريون (جي پاڻهي پيدا ٿين). ڏاپر - سانت.

● پَرَ؟چهاواں، پَرَ؟چهانواں: ذ [ھ] ڏسو "پرچهائيں".

● پَرَ؟چهائيں: ث [ھ] پاڇو - پاڇولو. ڇانو - سايو. اثر (جن، پري وغيره جو).

– پَرچهائيں سے بهاگنا، ڈرنا: پاڇي کان ڊڄڻ. پاسي ٿيڻ - پري ڀڄڻ.

● پَرَ؟چهی ج پَرَ؟چهياں: ث [ھ] خَرزِين -

کڙيو (جو بارگير وهٽ تي رکجي ).

● پَرْچي ج پَرْچيان : ث [هہ] ڪاغذ جو ٽُڪرو . چِٺِي - خط .

● پَرْخَچے : ذ [اردو] ٽُڪر - ٽُڪرا - پُرزا .

● پَرْدادا : ذ [هہ] پڙ ڏاڏو . (ث) پَرْدادي.

● پَرْدَهْ ج پَرْدے : ذ [ف] پردو - پوش . گهونگهٽ - نقاب . برقعو . دروازي جي اڳيان پناهہ لاءِ ڏنل پٽ - ڏيڍي . پڙويلو . طبق - تهہ .

- پَرده اُٿهانا : پردو ڪڻڻ . بي نقاب ڪرڻ . راز آگهاڙڻ .

- پَرده ڈالنا : پردو وجهڻ - ڍڪڻ - لڪائڻ .

- پَرده کرنا : پردو ڪرڻ . پرهيز ڪرڻ .

● پَرْسُون : تابع فعل [هہ] پرينهن . ٽيوڏينهن.

● پَرَکهْنا : متعدی [هہ] پَرکڻ . آزمائڻ - تجربو ڪرڻ . امتحان وٺڻ . چڪاسڻ .

- پَرَکهْ : ث . پرک . سڃاڻ - پَروڙ . امتحان - آزمائش - تجربو.

● پَرْلا : صفت [هہ] پَري جو - پريون- پرانهون.

● پَرْنالا ج پَرْنالے : ذ [هہ] ڇت تان پاڻي وهڻ جو نارو - نيسارو.

● پُرْوا : ث [هہ] پُورب (اوڀر) جي هوا (جا مينهن کي آڻي ).

● پَرْوان : ذ [هہ] پيڙهيءَ جي آها ڊگهي ڪاٺي جنهن ۾ سوڙهہ ٻڌبو آهي .

- پَروان چڙهنا : مٿي چڙهڻ . آسرڻ . عروج تي پهچڻ . جوان ٿيڻ - بالغ ٿيڻ . وڌڻ ويجهڻ . آباد ٿيڻ . مرادون ماڻڻ . ڪامياب ٿيڻ .

● پَرْوايا ج پَرْوائے : ذ [هہ] کٽ جي پاون هيٺان رکڻ جي ڍڪي - پيرڙي .

● پُرونا : متعدی [هہ] پوئڻ (موتي)- پوچ ڪرڻ . سُئي ۾ ڌاڳو وجهڻ . پوئڙي ۾ وجهڻ ( ڪاغذ ) .

● پَري ج پَريان : ث [هہ] وسنئُن . ڳوٺ .

● پَرے : تابع فعل [هہ] پري - ڏور- پريان . هن طرف - ٻئي پاسي . جدا - الڳ .

- پَرے بِٹھانا : پري ويهارڻ - جدا ويهارڻ . گهٽ سمجهڻ .

● پَرِيوا ج پَرِيوے : ذ [هہ] هڪ قسم جو ڪبوتر جهڙو پکي .

● پُڙا ج پُڙے : ذ [هہ] وڏي پڙي - پڙو . دهل جو چمڙو .

● پَڙا پَڙ : تابع [هہ] ٺهڪو (موچڙن جو)- ٺهہ ٺهہ - سٽ سٽ . مينهن پوڻ جو آواز .

● پَڙَت : ث [هہ] اصل قيمت يا خرچ . بازاري نرخ . خرچ .

- پَڙت پهيلانا : سراسري خرچ ٻڌڻ . خرچ جو اندازو لڳائڻ .

● پَڙْتا : ذ [هہ] سراسري ورڇ . حصو - پتي . ڊل ( في ايڪڙ ) جي شرح .

● پَڙْتال : ث [هہ] جاچ - پرک - چڪاس . نظرثاني . پيهر چڪاس ( زمين وغيره جي ) . سٽ سٽ (ڏڪن جي) - ٺهہ ٺهہ (موچڙن جي).

- پَڙتال پَڙنا : مار ملڻ - موچڙا ملڻ .

● پَڙْتالنا : لازم [هہ] چڪاس ڪرڻ . پڙتال ڪرڻ . ڇڪون ڪيڻ - سڌارو ڪرڻ . حساب ملائڻ . پيو دفعو ڳڻڻ .

● پَڙْتي : ث [هہ] غيرآباد زمين . آرڙ زمين.

● پَڙْنا : لازم [هہ] پوڻ . پئجڻ . پئجي رهڻ . ڊهڻ . ڪِرڻ . داخل ٿيڻ . ڪڙڪڻ (مٿان).

- پَڙا پانا : پٽ تان لهڻ . مفت ملڻ .

- پَڙا رهنا : پيو هجڻ . ليٽيو رهڻ . بيڪار هجڻ- نڪمو هجڻ .

- پَڑاؤ ج پَڑاؤ : ذ . منزل ۔ ڇانوڻي . ڊاہو .
- پَڑاؤ ڈالنا : منزل ڪرڻ ۔ ڇانوڻي هڻڻ . ڊاہو ڪرڻ .
- پَڑ جانا : پئجي وڃڻ . پئجي رهڻ . پاسو ڪوڙڻ . ڪري پوڻ .

● پَڑَوس ج پَڑَوس : ذ [ھ] پاڙو ۔ محلو.
- پَڑوسی ج پَڑوسی : ذ . پاڙيسري ۔ پاڙيوارو. (ث) پڑوسَن ج پڑوسنیں .

● پَڑھنا : لازم [ھ] پڙهڻ . علم پرائڻ ۔ تعليم حاصل ڪرڻ . سبق وٺڻ . ورد ڪرڻ . ٻولي ڪرڻ (جانور ، پکي) . هڻڻ (جادو ، منتر).
- پَڑھا : صفت . پڙهيل ۔ تعليم يافتو .
- پَڑھا لِکھّا ج پَڑھے لِکھّے : صفت. پڙهيل ڳڙهيل ۔ تعليم يافتو ۔ پڙهيل لکيل .
- پَڑھانا : متعدی . پڙهائڻ ۔ تعليم ڏيڻ . برغلائڻ . سيکارڻ .
- پَڑھائی : ث. تعليم ۔ سکيا. پڙهائي . پڙهائي .

● پُڑیا ج پُڑیاں : ث [ھ] ڪاغذ جي ٻڌل پُڙي . دوا وغيره جي پُڙي . وَچ ۔ ٻاڌِي .

● پَسارا ج پَسارے : ذ [ھ] پکيڙ (سامان جي)۔ سامان ٽڙيل پکڙيل هئڻ جي حالت .

● پَسانا : متعدی [ھ] اوٻاريل شيء مان نيوڙي پاڻي ڪيڻ . ٺهڪندڙ شيءَ تان گجي لاهڻ .

● پَساؤ : ذ [ھ] اوٻاريل شيء (چانور وغيره) جو بچيل پاڻي .

● پَسائی : ذ [ھ] هڪ قسم جا چانور .

● پِسۡتَئی : صفت [اردو] پستائي ۔ پستن جهڙي رنگ وارو ۔ هلڪو سائو .

● پَسَر : ث [ھ] چوپائي مال کي رات جو چارڻ جي حالت .
- پَسر چَرانا : رات جو ڪنهن جي ٻنيءَ ۾ مال چارڻ . چيڪ چارڻ .

● پَسَرنا : لازم [ھ] پکڙجڻ ۔ ٿهلجڻ (پاٿيٺ) . ويجهڻ ۔ وَڌڻ . ليٽي پوڻ ۔ آرام وٺڻ. ضد ڪرڻ ۔ ڪينو ڪرڻ (ٻارن جو) . مڃڻ ۔ قبول ڪرڻ . خواهش ڪرڻ .

● پَسۡلِی ج پَسۡلِیاں : ث [ھ] پاسراتي ۔ پاسري.
- پَسلی پھَڑک اٹھنا ، پھَڑکنا : ڪنهن ڳالھ جي اڳواٽ خبر پوڻ ۔ ڪڙڪ پوڻ .
- پَسلی کا آزار : ذ . ٻارن جي هڪ بيماري .
- پَسلیاں نِکَل آنا : پاسرائيون نڪري اچڻ . تمام ضعيف ٿيڻ (جنهن ۾ هڏا نڪري اچن) .

● پِسنا : لازم [ھ] پيسجڻ ۔ ڏرجڻ ۔ اٽو ٿيڻ . گهوٽجڻ. چيچجڻ ۔ چيپاتجڻ. برباد ٿيڻ ۔ تباھ ٿيڻ .
- پِسانا : متعدی . پيهائڻ (اٽو وغيره) .
- پِسائی ، پِسوائی : ث . پيهائڻ جي مزوري (اٽي وغيره جي) ۔ پيهائي .
- پِسَنۡہارا ج پِسَنۡہارے : ذ . اٽو وغيره پيهڻ وارو . (ث) پِسَنۡہاری ج پِسَنۡہاریاں.

● پِستّو ج پِسوّ : ذ [ھ] هڪ قسم جو جيت ۔ ڪارڙو .

● پَسُوج : ث [ھ] ڪچو توپو ۔ ڪوڪ .

● پَسُوجنا : متعدی [ھ] ڪَچو ڪَرڻ ۔ ڪوڪڻ (ڪپڙو) .

● پَسیجنا : لازم [ھ] پگهرجڻ . ڳَرڻ ۔ رِجڻ . پاڻي ٿيڻ . ڪهڪاءُ اچڻ . ترس کائڻ ۔ رحم کائڻ . مهربان ٿيڻ . ٿوري سيڪ تي پَچڻ.

● پَسینا : ذ [ھ] پگهر ۔ پسينو.
- پَسینا آنا ، نِکلنا : پگهر اچڻ ۔ پگهر نڪرڻ.
- پَسینے چھُوٹنا : پگهر ريلا ڪري وهڻ . پگهر وهڻ. (شرم يا غيرت سبب) پگهرجي وڃڻ.
- پَسینا ہرا ہونا : پگهر سُڪڻ ۔ پگهر ڏَرڻ.

● پَسئيو : ذ [ھ] چانورن جي پيچڙي .

● پَڪّا ۽ پَڪّے : صفت [ھ] پڪو. پڪل . پختو- مضبوط. پائدار. رڌل- اوباريل. تجربيڪار- آزمودگار. هوشيار- چالاڪ. (ث) پکی ۽ پکيان.

ـ پَڪا پڪايا : صفت. رڌل پڪل - ٺهيل ٺڪيل . تيار.

ـ پَڪا ڀوڙا: ذ. پَڪل ڦُٽو. اهو ڦٽ جنهن ۾ پُونءِ پرجي آئي هجي. (صفت) ڏڪويل.

ـ پَڪّا ڪَرنا : پڪو ڪرڻ- مضبوط ڪرڻ . ذهن نشين ڪرڻ (سبق)- ياد ڪرڻ .

● پُڪارْنا : متعدی [ھ] پڪارڻ- سڏڻ. دانهن ڏيڻ. فرياد ڪرڻ. پڌائڻ- خبر ڪرڻ . هڪل ڪرڻ. هوڪو ڏيڻ . صدا هڻڻ .

ـ پُڪار : ث . سڏ - هڪل. واڪو. صدا. هوڪو. گوڙ- هل. پڙهو- ڍنڍورو. دانهن- فرياد.

● پکانا: متعدی [ھ] پچائڻ- رڌڻ. پال وجهڻ (ميوو).

● پَڪَڙْنا : متعدی [ھ] جهلڻ - وٺڻ - قابُو ڪرڻ. پڪڙڻ - ٻڌڻ - گرفتارڪرڻ . منع ڪرڻ- روڪڻ . ترسائڻ - بيهارڻ .

ـ پَڪَڙ : ث. پڪڙڻ جي حالت- جهَل. گرفت. اعتراض .

ـ پکڙانا : متعدی. جهلائڻ- وٺائڻ- پڪڙائڻ . هٿ ۾ ڏيڻ. قابو ڪرائڻ. گرفتار ڪرائڻ .

ـ پکڙ دهَکڙ : ث. وَٺ پَڪڙ- وٺ وٺان . گِرفتاري .

ـ پکڙ لانا : پکڙي اچڻ- جهلي اچڻ. گِهلي آڻڻ. زوري وٺي اچڻ .

● پَکنا : لازم [ھ] پَچڻ. رڌجڻ- تيار ٿيڻ (طعام). پچڻ (ميوو، ڦٽ).

● پَکْوان ۽ پَکْوان : ذ [ھ] پڪوان. گيهہ ۾ تريل ماني. مالپڙو.

● پکْوانا: متعدیالمتعدی [ھ] پچرائڻ. رڌائڻ.

● پَکَوڑا ۽ پَکَوڑے: ذ [ھ] پڪوڙو.

ـ پَکَوڑی ۽ پَکَوڑیاں: ث. هڪ قسم جاپڪوڙا.

● پَکهال ۽ پَکهالیں : ث [ھ] وڏي پکال- ساندارو . وڏو پيٽ - ڍِڍُ .

ـ پکهال پيٹا، پهيٹُو، پهپیا: ذ. صفت. وَڏ پيٽو - پيٽير- گهڻ کائڪ .

ـ پَکهالی ۽ پکهالی : ذ. پَکالِي - بهشتي .

● پکهاوَج ۽ پکهاوَجیں : ث [ھ] هڪ قسم جو دهل- پکواز .

ـ پکهاوَجی ۽ پکهاوَجی: ذ. پکواز وڄائيندڙ- پکوازي .

● پُکهْراج ۽ پُکهْراج : ذ [ھ] پُکراج (قيمتي پٿر).

● پکهْروٹا ۽ پکهْروٹے : ذ [ھ] سون يا چانديءَ جو ورق. سون يا چانديءَ جو ورق لڳل پان.

● پکهْوا ۽ پکهْوے : ذ [ھ] پاسو - طرف. بَغل- ڪَڇ. هَنجهہ- پاڪر. آسرو- پرجهلو. جاءِ جي ڪُنڊ.

● پکهيرُو، پکهيڑُو : ذ [ھ] پکيئڙو- پکي. اهو ماڻهو جو هر هنڌ اچي وڃي سگهي.

● پَگ ۽ پَگ : ذ [ھ] پگهَ- پيرُ. قدم. وِکَ.

ـ پَگْڈَنڈی ۽ پگڈنڈیاں : ث. پيچرو- سنهي واٽ.

● پَگا ۽ پَگے : ذ [ھ] وهٽ جي پوين پيرن ۾ ٻڌڻ جي رسي- پڇاڙي.

● پگڑی ۽ پگڑیاں : ث [ھ] پَگڙي- پَٽڪو- پَگِ. عزت- آبرو.

- پگڑی اتارنا : پڳ لاهڻ- پٽڪو لاهڻ. عزت لاهڻ- آبرو وڃڻ.
- پگڑی اُچھالنا : پڳ لاهڻ. عزت لاهڻ. خوار ڪرڻ- ذليل ڪرڻ.
- پگڑی باندھنا : پڳ ٻڌڻ- دستار بندي ڪرڻ. وارثيءَ جي پڳ ٻڌڻ.
- پگڑی بدلنا : پڳ مٽائڻ. پڳون مٽائي ياري رکڻ. پڳ مٽ يار ٿيڻ.

● پگلا ۓ پگلے : صفت [ه] پاڳل- چريو. سودائي. احمق- ڀوڪ. (ث) پگلی ۓ پگلیاں.

● پگلنا : لازم. ڏسو «پگھلنا».

● پگنا : متعدی [ه] چاش ٿيڻ. چاش ۾ پوڻ. عاشق ٿيڻ- فدا ٿيڻ.

● پگھلنا : لازم [ه] پگهرڻ- رجڻ- ڳرڻ. پاڻي ٿيڻ (برف، ڌاتو). نرم ٿيڻ (دل).
- پگھلانا : متعدی. پگهارڻ- ڳارڻ- رجائڻ. نرم ڪرڻ. راضي ڪرڻ.

● پل ۓ پل : ذ [ه] ڪِن- لحظو- پل- دم. تمام ٿورڙو وقت. اک جو پردو- پلڪ.
- پل بھر میں : تابع فعل. ڪِن پل- اک ڇنڀ ۾.
- پل پل : تابع فعل- هرگهڙي- هروقت.
- پل مارنا : اک ڇنڀڻ- اک پورڻ پٽڻ.

● پُل ۓ پُل : ذ [ف] پُل- موري.
- پُل باندھنا : پُل ٻڌڻ- موري ٺاهڻ. وڌاءُ ڪرڻ- مبالغو ڪرڻ. ڍير لڳائي ڇڏڻ. ڪُوڙ ڳالهائڻ.
- پُل بندی : ث. پُل ٻڌڻ يا ٺاهڻ جو ڪم. پُل جي مرمت. پُل تان لنگهڻ جو محصول.

● پلا ۓ پلے : ذ [ه] ڪرنڊي (دبي مان تيل وغيره ڪڍڻ لاءِ)- ٽيپري.

● پلی ۓ پلیاں : ث [ه] ننڍي ڪرنڊي- ٽيپري. ڳوٺڙو. چمچي.
- پلی پلی جوڑنا : ٿورو ٿورو ڪري ميڙڻ- ذرو ذرو ڪري گڏ ڪرڻ.

● پلا ۓ پلے : ذ [ه] چادر يا پوتي وغيره جو پلوءُ- پلاند- دامن. ڪپڙي جي ڪنڊ. وڇوٽي- فاصلو. بندوق يا تير جي مار. هڪ ماپو. ٽن مٽن جو هڪ وزن. ٻوري- پري. بار (جو مٽي يا ٻنيءَ تي ڪٽجي)- بوجهه. مدد- حمايت- طرفداري. ساهميءَ جو هڪ پڙ. ٺڪنچيءَ جو ڦَر.
- پلا باندھنا : پلو ٻڌڻ. ڳوڙ ٻڌڻ. دشمن سان مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيڻ.
- پلا بھاری ہونا : پڙ ڳرو ٿيڻ. وزندار هجڻ- ڳرو هجڻ. گنهگار هجڻ. پٽ هئڻ. دنيا جي ڌنڌي ڌاڙيءَ ۾ مصروف هجڻ.
- پلے بندھنا، پڑنا : پلوءُ ۾ ٻڌجڻ. پناري پوڻ. نڪاح ۾ اچڻ. هٿ اچڻ.
- پلے جھنجھی کوڑی نہ ہونا : پلوءُ ۾ ڪوڏي به نه هجڻ- صفا هٿين خالي هجڻ.
- پلے سے باندھنا : پلئه ۾ ٻڌڻ. حوالي ڪرڻ- ذمي ڪرڻ.

● پلا ۓ پلے : ذ [ه] ڪتي جو ٻچو- ڀُونگڙو- گُلير. (ث) پلی ۓ پلیاں.

● پلانا : متعدی [ه] پيارڻ. ڏيڻ (پاڻي). ريج ڪرڻ.
- پلائی : ث. کير پيارينڌڙ- دائي. اها چوڪري جنهن کي کير پياريو وڃي. کير پيارڻ جي اُجرت.

● پلاؤ ۓ پلاؤ : ذ [ه] پلاهه- پلاءُ.
- پلاؤ پکانا : پلاهه رڌڻ. پهه پچائڻ.

● پَل پڙنا : محاوره . جلهه ڪرڻ - حملو ڪرڻ . اوچتو ڪاهي پوڻ . مٿان ڪڙڪڻ . مٿان پوڻ (ڊنبلي جي صورت ۾) .

● پِلپِلانا : متعدی [ه] نرم ڪرڻ - ڪُڻڪِرو ڪرڻ . ليگِيڙو ڪرڻ - ڦِلهڙو ڪرڻ .

– پِلپِلا : صفت . نرم - ڪُڻڪرو . ليگيڙو .

– پِلپِلاهَٽ : ث . ڪُڻڪرائي . ڦلهڙائي .

● پُلپُلانا : متعدی [ه] (ڪائڻ مهل) ڦڏن وانگر وات هلائڻ . چُوسڻ .

● پَلٽَن ج پَلٽَنين : ث [انگ. Battalion] پلٽڻ - فوج - لشڪر . پيادل فوج جو هڪ دستو .

● پَلٽنا : متعدی [ه] ورڻ - موٽڻ - واپس اچڻ . اُٿلڻ . ڦِرڻ . الي وڃڻ . اُبتو ڪرڻ - اونڌو ڪرڻ . مٽائڻ - بدلائڻ . ڦيرائڻ .

– پَلٽ : ث . موٽ - واپسي . اُٿلائي . اُبت . ڏي وٺ - مٽا سٽا .

– پلٽا ج پلٽے : ذ . ورائي - اُٿلائي . موٽ .

– پلٽا کهانا : اُٿل کائڻ . موٽ کائڻ . اُبتو ٿيڻ . ڦيرو کائڻ .

– پلٽانا : متعدی . موٽائڻ - واپس ڪرڻ . واپس وٺڻ . وٺڻ .

● پلڇهي ج پلڇهيان : ث [ه] لٽيي (وٽ) .

● پلڙ ج پلڙ : ذ [ه] ٻيڙي ي ٽوپيءَ جو هڪ پاسو .

● پلڙا ج پلڙے : ذ [ه] ساهميءَ جو پڙو . ٻه پڙي ٽوپيءَ جو هڪڙو پاسو . (ث) پلڙي ج پلڙيان .

● پلڪ ج پلڪين : ث [ه] پنبڻ - اک جا وار . دم - کِن - لحظو - گهڙي .

– پلڪ بهيگنا : پنجهر پرڻ - آبديده ٿيڻ .

– پلڪ بچهانا : اکيون وڇائڻ . عزت ڏيڻ .

– پلک پسيجنا : پنجهر پرڻ . رحم اچڻ - ترس اچڻ .

– پلک پيٽا : صفت [اردو] چنجهو - اکيون چنجهندڙ .

– پلک جهپکنا : اکيون چنجهڻ . اکيون ٽپڻ . اک ٻوٽ ڪرڻ - ٿورو آرام ڪرڻ .

– پلک مارنا : اک پچڻ . اک جو اشارو ڪرڻ . اک چنجهڻ . اک ٻوٽ ڪرڻ - ٿوري ننڊ ڪرڻ .

– پلکون سے نمک چننا : ڏکيو ڪم ڪرڻ . سخت محنت ڪرڻ .

● پلنا : متعدی [ه] پلجڻ - پرورش ٿيڻ . وڏو ٿيڻ . گذر سفر ڪرڻ .

● پلنا : لازم [ه] پيڙجڻ - تيل نڪرڻ . چيچجڻ - چيپاڄجڻ . گهڻي محنت يا ڪوشش ڪرڻ . وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ . حملو ڪرڻ - هلان ڪرڻ . خوفائتي هنڌ بي ڊپو هليو وڃڻ .

● پلندا ، پلندہ ج پلندے : ذ [ه] سٿو - ٿهو - بنڊل (ڪاغذن جو) .

● پلنگ ج پلنگ : ذ [ه] وڏي کٽ . وڏن پاون واري کٽ . کٽ .

– پلنگ توڑ : ذ . نکمٽو - بيڪار ۽ تونني ماڻهو . هڪ قسم جي دوا .

– پلنگڑی ج پلنگڑيان : ث . ننڍو پلنگ - کٽ .

● پلو : ذ [ه] پلئہ - پلاند - دامن . ويڪري پانڊ - وڏي پٽي واري ڦيت (پانڪ) .

– پلو ميلانا : سازش ڪرڻ - منصوبو سٽڻ . صلاح ٿيڻ .

● پلوٿها ، پلونٿها : صفت [ه] پٺيئيءَ جو (پار) . (ث) پلوٿهي ، پلونٿهي .

● پَلْہَنْڈا ع پَلْہَنْڈے : ذ [ھ] گھڙامنجي- منجڻ (مٽن رکڻ لاءِ). پاڻيءَ رکڻ جي جاءِ.

● پَلِيتَہ ع پَلِيتے : ذ [ف] وٽيل ڏور. وٽ- پليتو- فليتو. ساڙڻ جو تعويذ.

● پَلِيتھَن : ذ [ھ] پليٿڻ- آٽڻ.

▬ پَلِيتھن پَکانا : تباھ کرڻ- برباد کرڻ.

▬ پَلِيتھن نِکالنا : ڏاڍي مار ڏيڻ- پيچ ڪڍڻ- هڏ گڏ پچڻ.

● پَلِيو : ذ [ھ] شوروو. لاس (شوروو گھاٽو ڪرڻ لاءِ).

● پَن، پنا ع پَن، پنے : ذ [ھ] اسم ٺاهڻ لاءِ ڪم ايندڙ پڇاڙي (ڀولاپن، بچپن، بچپنا وغيره).

● پَن : ذ [ھ] "پاڻي" جو مخفف (جو مرکب لفظن جي منڍ ۾ ڪم اچي، جيئن پن گھٽ، پن گھٽا وغيره).

▬ پَن بھتا : ذ. رب- پنڙو پت.

▬ پَن چکي ع پَن چکيان : ث. پاڻيءَ جي زور تي هلندڙ چڪي يا جانڊ.

▬ پَن ڏبا ع پَن ڏبے : ذ. توبو (پکي).

▬ پَن ڏبي ع پَن ڏبيان : ث. هڪ قسم جو آبي پکي.

▬ پَنگھَٽ : ذ. درياء يا واھ تان پاڻيءَ پرڻ جو هنڌ- گھاٽ- تڙ. پاڻيءَ پرڻ جي جاءِ.

▬ پَنِھيارا ع پَنِھيارے : ذ. پاڻي پرندڙ- بھشتي. (ث) پَنِھيارن، پَنِھارن.

● پنا ع پنے : ذ [ھ] برڳ- ورق- پنو.

● پنّا ع پنّے : ذ [ھ] هڪ قسم جو قيمتي پٿر- زمرد. هڪ قسم جو شربت (جو گيدامڙي يا ليمي وغيره کي پاڻي ۾ ملائي ٺاهيندا آهن). ڪاغذ- پنو. ورق (چانديءَ يا سون جو).

● پَنَپنا : لازم [ھ] ساٺو ٿيڻ- آباد ٿيڻ. ترقي ڪرڻ. سڌرڻ. تازو توانو ٿيڻ.

● پَنْجَر ع پَنْجَر : ذ [ھ] بجرو- بوتو. هڏائون پڃرو.

● پِنْجرہ ع پِنْجرے : ذ [ھ] پڃرو. بوتو- هڏائون پڃرو (ماڻهوءَ جو).

● پِنْجکُٹ : ذ [ھ] هڪ قسم جو جھنگلي پوتو.

● پِنْجنا : متعدي [ھ] ڏاتوءَ جي پگهل ٽانءَ کي ٽانڪو هڻڻ- ريھ ڏيڻ.

● پَنْجورا ع پَنْجورے : ذ [ھ] هڪ قسم جو رانديڪو (ننڍي سنهن وارو ٽانءُ). (صفت) مُٽو- گھٽو پيشاب ڪندڙ.

● پَنْجہ ع پَنْجے : ذ [ف] پنجن شين جو مجموعو. پنجن نشانن وارو پتو- پنجي. انسان يا جانور جي پنجن آگرين وارو حصو- چنبو. مُٺ. قبضو. اختيار- وس. ڌاتوءَ سان ٺهيل چنبو (جو تابوت يا علم تي هڻندا آهن).

▬ پَنجہ لڑانا : چنبو ويڙهائڻ. زور آزمائڻ.

▬ پَنجہ مارنا : چنبو هڻڻ. جھپ هڻڻ- جھٽ هڻڻ.

▬ پَنْجوں کے بَل چَلنا : پڇن تي هلڻ. آهستگيءَ سان هلڻ. وڏائيءَ سان هلڻ.

▬ پَنجے جھاڑ کَر پيچھے پڑنا : هٿ ڌوئي پٺيان لڳڻ. هڪ سنو ٽي ڪنهن ڪم کي لڳڻ.

▬ پَنجے گاڑنا : چنبا کپائڻ. قبضو ڪرڻ.

▬ پنجے ميں آنا : چنبي ۾ اچڻ- قبضي ۾ اچڻ- وَر چڙهڻ.

● پَنْجيرا ع پَنْجيرے : ذ [ھ] ٽانئن کي ريھ ڏيندڙ. قلعي گر.

● پَنْجِيری : ث [ھ] هڪ قسم جي خوراڪ (جا اٽي، گيھ، کنڊ، کونر ۽ سکل ميوي سان ٺاهيندا آهن، خاص ڪري ڪنوار يا ويم واري عورت کي کارائيندا آهن).

● پَنْچا ج پَنْچے : ذ [هہ] آنءَ سان بہ‍ کيڻ جي پنج شاخي ڪاٺي - ڏانداري .

● پَنْچَلُ : ذ [هہ] ڪنهن وڻ جو سڀ کان ننڍو ميوو.

● پَنْچهَّا : ذ [هہ] ڦٽ جو ريشو. ڪِيڪَ .

● پَنْچهّی ج پَنْچهّی : ذ [هہ] پکي . (مجازاً) سيلاني - رولاڪ . گهومو .

● پَنْدْرَهْ : عدد [هہ] هڪ عدد - پندرهن (١٥).

● پِنْڈ ج پِنْڈ : ذ [هہ] پِنوڙو. چاٺو. لڏون (مٺائي). گرهہ - لقمو.

● پِنْڈا ج پِنْڈے : ذ [هہ] جسم - بدن . مٽيءَ جو گوڙهو - پِنوڙو. لڏون . ڍيرو.

- پِنڈا پهٗنکنا: بدن گرم ٿيڻ - سخت بخار ٿيڻ.

● پِنْڈْلی ج پِنْڈْليان : ث [هہ] پِنيءِ - بُڪي (ٽنگ جي).

● پِنْڈُولُ : ث . هڪ قسم جي ميٺوڙي رنگ جي مٽي (جا پوچي ڏيڻ جي ڪم اچي).

● پَنْسارُ ج پَنْسارُ : ذ [هہ] پَسارُ - پسارڪو وڪر .

- پَنساری ج پَنساری : ذ . پَساري .

● پَنْکهہ ج پَنْکهہ : ذ [هہ] کنڀ - پَکَ . پَرُ - کَنيڙاٺي .

- پَنکهہ پَسارنا : کنڀ ٽيڙڻ . پر پکيڙڻ . آڏامڻ جي تياري ڪرڻ .

- پَنکهی ج پَنکهی : ذ . پکي . (ث) هڪ قسم جو اوني ڪپڙو .

● پَنْکها ج پَنْکهے : ذ [هہ] پکو - وِجڻو . جهلڻي .

- پَنکها جهلْنا : وجڻو هڻڻ - پکو هڻڻ . جهلڻي چڪڻ .

- پَنکهے لَگْ جانا : زور سان دل ڌڙڪڻ (بيماري يا بيقراري سبب ).

● پَنْکهڑی ج پَنْکهڑیاں : ث [هہ] ننڍڙو پن - گُل جو پن - پنکڙي.

● پَنْکهِنی : صفت [هہ] بدڪار - زاني .

● پِنْکی ج پِنْکیاں : ث [هہ] ننڊ جو جهوٽو - پنڪي.

● پِنْگُوڑا ج پِنْگُوڑے : ذ [هہ] پينگهو . لوڏ .

● پُنْنا : متعدی [هہ] پِٽڻ . پِٽڻ - پاراتا ڏيڻ. گارگند ڪرڻ - لعنت ملامت ڪرڻ .

● پَنْواڑی ج پَنْواڑی : ذ [هہ] پان وڪڻندڙ .

● پَنْهانا : متعدی [هہ] ڪير ڏهڻ وقت ٿڻن کي پاڻي هڻڻ . مهڙائڻ (ڍڳي وغيره ).

● پَنْیالا ج پَنْیالے : ذ [هہ] هڪ قسم جو ميوو (جو جمونُ جيڏو ٿئي) .

● پَنْیانا : متعدی [هہ] پاڻي ڏيڻ (پنيءَ کي). پُسائڻ - آلو ڪرڻ . ريج ڪرڻ . پاڻي ٿيڻ .

● پَنیری ج پَنیریاں : ث [هہ] پيجو (سارين وغيره جو) - پيجارڻ. ننڍڙا پُوٽا .

● پَوْ : ث [هہ] پرهہ - باڪَ . پِنڀِيرڪو - فجر .

- پَو پهٹنا، پهوٹنا : پرهہ ڦُٽڻ - باڪ ڦٽڻ . فجر ٿيڻ - صبح ٿيڻ .

● پَوْ : ث [هہ] چوپائي مال کي پاڻي پيارڻ جي جڳهہ . آواڙو . پَٿون (ڍاري جو) .

- پَوْ بارَهْ : ذ. پُٿون پارهن . سوڀ - کَٽ (جوا ۾) .

- پو باره هونا : پٿون پارهن ٿيڻ . فائدو ٿيڻ .

● پَوّا ج پَوّے : ذ [هہ] پاءُ . چوٿون حصو. (شراب جي) پاءُ جيتري شيشي.

● پُوّا ج پُوّے : ذ [هہ] ڪنهن بہ جانور جو ڪير پياڪ ٻچو. نانگ جو ٻچو. هڪ قسم جو پُونو. هڪ قسم جو گاهہ .

● پوپلا ع پوپلے : ذ صفت [ھ] پتہو - ڦڏو - ڀڏو. (ث) پوپلی ع پوپلیاں .

● پُوت ع پُوت : ذ [ھ] پُٽ .

● پوتا ع پوتے : ذ [ھ] پُٽ جو پُٽ - پوٽو. (ث) پوتی ع پوتیاں .

▬ پوتوں پھلنا : پوٽن پڙ پوٽن وارو ٿيڻ - اولادي ٿيڻ . وڌڻ ويجهڻ .

● پوتڑا ع پوتڑے : ذ [ھ] ننڍي ٻار يا بيمار جي هيٺان وڇائڻ جو ڪپڙو. پراڻو ڪپڙو.

● پوتنا : متعدی [ھ] راڳڻ - ليپڻ . پوچي ڏيڻ .

● پوتھیا ع پوتھیائیں : ث [ھ] تماڪ رکڻ جي ٻوٿري .

● پوتیا ع پوتیے : ذ [ھ] پوتڙو - گوڏ جو ڪپڙو. هڪ قسم جو رانديڪو.

● پوٹ ع پوٹیں : ث [ھ] ٿيلهي - ڳنڍڙي - هڙ . ڳٿڙي - ڀُنارڪ. ڪپڙو (جنهن ۾ اناج ٻڌجي ). ڪفن . چادر (ميت جي). جهجهائي - گهڻائي. ڪتاب جو اهو حصو جتان جلد ٻڌڻ لاءِ توپو ڏجي.

▬ پوٹ گُل : ذ . هڪ قسم جو گاهه .

● پوٹا ع پوٹے : ذ [ھ] گُجي (پکيءَ جي) . پڇو (پکيءَ يا جانور جو). ننڍڙو ٻار. (جنهن جا اڃا کنڀ نه نڪتا هجن ).

▬ پوٹا بھرنا : گُجي ڀرڻ . داڻو چڳڻ (پکي).

● پوٹلا ع پوٹلے : ذ [ھ] وڏي ڳٿڙي . بُجڪو.

▬ پوٹلی ع پوٹلیاں : ث . ڳنڍڙي - هڙ . بجڪي - ٿيلهي . اگهڙي ۾ ٻڌل دوا جي سوڙي .

● پوٹی : ث [ھ] هڪ قسم جي وَل (جنهن جا پن پان جهڙا ٿين ).

● پُوجنا : متعدی [ھ] پُوڄڻ - بندگي ڪرڻ . عزت ڏيڻ .

▬ پُوجا : ث . پوڄا - بندگي .

▬ پُوجا پاٹ : ث . پاٺ پُوڄا - بندگي .

● پُوچھنا : متعدی [ھ] پُڇڻ - پڇا ڪرڻ . دريافت ڪرڻ . معلوم ڪرڻ . تحقيقات ڪرڻ . ڳولا ڪرڻ - جاچ ڪرڻ . بيمار کي پڇڻ . موڪل وٺڻ - اجازت وٺڻ . ڌيان ڏيڻ - خيال ڏيڻ . وٺڻ (صلاح ) . عزت ڏيڻ . سنڀال لهڻ .

▬ پُوچھ : ث . پُڇا - دريافت . ڳولا - جاچ . طلب.

▬ پُوچھ گُچھ : ث . پڇا ڳاڇا . جاچ جوچ - تحقيقات.

▬ پُوچھنا گاچھنا : پُڇڻ ڳاڇڻ - پڇا ڳاڇا ڪرڻ.

▬ پود : ث [ھ] ٻيجو . ٻوٽو . ٽڏو . نسل - بنياد . ٻار . نوجوان . واڳ جي مهاڙي .

▬ پود لگانا : ٻيجو لڳائڻ . ٻوٽو ٽڏاري ٻئي هنڌ هڻڻ .

● پودا ، پودہ ع پودے : ذ [ھ] ٻوٽو . ننڍو ٻار . لغام جي مهاڙي .

● پودنہ ع پودنے : ذ [ھ] هڪ قسم جو ننڍڙو پکي .

● پودینہ : ذ [ف] هڪ قسم جي خوشبودار ڀاڄي - ڦودنو .

● پور ع پوریں : ث [ھ] ٻن ٽڪرن جو ڳنڍي يا سنڌ . ٻُل (آڱر جو) . ڳُري (ڪمند جي). ڳُري (ڪمند جي) .

● پور ، پورا : ذ [ھ] شهر - پُري "شڪارپور ، ڪانپور وغيره".

● پورا ع پورے : ذ [ھ] بانس جو ٽڪر - پُور . ڳُري .

● پُورا : صفت [ھ] پورو - مڪمل . سچو . سربستو . سڄو - سمورو . درست - ٺيڪ .

▬ پُورا آترنا : ٺيڪ اچڻ - پرک ۾ پورو اچڻ . ٺهڪي اچڻ .

- پُورا هونا : پورو ٿيڻ. مڪمل ٿيڻ. ختم ٿيڻ.
- پُورے دِنوں (سے) هونا : حامله عورت جو پورين ڏينهن سان هجڻ.

● پُوری ج پُوریاں : ث [هہ] ميدي يا اٽي جي تَريل ننڍڙي ماني- پُوري.

● پوری ج پوریاں : ث [هہ] ڪمند وغيره جو ننڍو ٽُڪر- ٻَل- گُري.

- پوریاں کَرنا : گُريون ڪرڻ- ٽُڪر ٽُڪر ڪرڻ. گِترا گِترا ڪرڻ.

● پوس : ذ [هہ] سَنبت جو نائون مهينو- پوهه.

● پوسنا : متعدی [هہ] پالڻ- نپائڻ. وڏو ڪرڻ.

● پوکِنا : متعدی [هہ] گهوڙي يا ٻئي ڪنهن وهٽ جو پٺڙي لِڏ لاهڻ.

● پوکهَر ج پوکهَر : ذ [هہ] تَلاءُ. ڍنڍ.

● پولا ج پولے : صفت [هہ] پورو- کوکو- خالي. نرم. ڍرو. (ذ) بيوقوف- نادان.

● پولا ج پولے : ذ [هہ] گِنو (گاهه جو). مُٺ ڪن ڪانا. گاهه جي مُوڙي. (ث) پولی ج پولیاں.

● پَون : صفت [هہ] مُنو- پَوڻو.

● پَونا ج پَونے : ذ [هہ] مُنو- پوڻو.

● پُونجی : ث [هہ] مُوڙي. ميڙي چونڊي. دولت.

● پُونچهہ ج پُونچهیں : ث [هہ] پُڇ- دُم.

● پونچهنا : متعدی [هہ] اگهڻ- صاف ڪرڻ. چنبڙ (مٽي).

- پونچهہ : ث. اگهہ سگهہ. صفائي- چنڊ ٿوڪ.

- پَونچهَن : ث. صفا ڪرڻ جو ڪپڙو. ڪُرڙ- ڪُرچڻ. اوبر. ٻهٽ.

● پَونڈا : ذ [هہ] هڪ قسم جو ڪمند (جنهن مان ڪنڊ يا گُڙ نه ٺهندو آهي).

● پُونسَلائی ج پُونسَلائیاں : ث [هہ] ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار.

● پونکا ج پونکے : ذ [هہ] ڪيئون. سپوڪي.

● پونکنا : لازم [هہ] چوپائي مال کي دست ٿيڻ.

● پونگا ج پونگے : ذ [هہ] بانس جي گُري. پورو نَڙو. ٽنگ جي نَري. (صفت) خالي- پورو. بيوقوف- چسو.

● پُونی ج پُونیاں : ث [هہ] ڪپهه جي پُوڻي (جنهن سان ڌاڳو ٺاهين). ٿورو ذرو.

● پَونیا ج پَونیے : ذ [هہ] ململ جو پارهن والن جو ٿان.

● پهاپا، پهاپها ڪُٹنی : ث [هہ] ڪُٽڻي- ڏوتي. وچ ويڙهائو عورت. پوڙهي تاڪ.

● پهاٹک ج پهاٹک : ذ [هہ] وڏو دروازو- ڦاٽڪ. واڙ- واڙو. ڍڪ (رولو مال کي بند ڪرڻ جو).

- پهاٹک سے چهڑانا : ڍڪ مان (چوپايو مال) ڇڏائڻ. قيد مان آزاد ڪرائڻ.

● پَہاڑ ج پَہاڑ : ذ [هہ] جبل- ڏونگر.

- پَہاڑ ٹلنا : وڏي مصيبت ٽرڻ.

- پَہاڑ ٹوٹ پڑنا، ٹوٹنا : جبل سِر تي ڪرڻ. آفت سِر تي ٽُٽي پوڻ. اوچتي مصيبت نازل ٿيڻ.

- پَہاڑ ڈهانا : ظُلم ڪرڻ.

- پَہاڑ سا دِن : محاوره. جبل جيڏو ڏينهن. تمام وڏو ڏينهن (جو ڪاٽڻ مشڪل ٿي پوي).

- پَہاڑ سے ٹکر لینا : جبل سان متو هڻڻ. پاڻ کان وڏي سان مقابلو ڪرڻ.

- پَہاڑ کاٹنا : جبل ٽڪڻ- ڏونگر ڏارڻ. تمام سخت ڪم ڪرڻ. ڏکيو ڪم ڪرڻ.

- پهاڑی ج پهاڑی : ذ. جابلو- ڪوهستاني.

- پَہاڑی ج پَہاڑیاں : ث. ٽڪر- ٽڪري.

هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

▬ پـَهاڙي ڪـَوّا ؏ پـَهاڙي ڪـَوّے: ذ. هڪ قسم جو وڏو ڪانءُ.

● پـَهاڙا ؏ پـَهاڙے: ذ [هہ] ڪوڙو (رياضي).

● پهاڙنا: متعدی [هہ] ڦاڙڻ. ڦوڙڻ- چيرڻ. ٽڪر ڪرڻ. ڏارڻ. ڦيٽائڻ (ڪير).

▬ پهاڙ کهانا: ڪنهن جانور جو ڪنهن کي چيري ڦاڙي کائڻ. ڪاوڙ سان ڳالهائڻ.

● پهاگ: ذ [هہ] گـُلال- ڳاڙهو رنگ (جو هوليءَ جي موقعي تي هندو هڪ ٻئي کي هڻندا آهن). هوليءَ تي ٿيندڙ تماشا. عيش عشرت جو سامان. رنگ هڻڻ يا اڇلائڻ جو ڪم.

▬ پهاگ کهيلنا: گلال هڻڻ- هولي سلهائڻ. خوشيون ڪرڻ- موجون ڪرڻ.

● پهاگن: ذ [هہ] سنبت جو ٻارهون مهنو- ڦڳڻ.

● پهال ؏ پهالين: ث [هہ] تير جي چـُهنب. چـُونـِي (هر جي)- ڦارُ. سوپاريءَ جو وڏو ٽڪر.

▬ پهالا ؏ پهالے: ذ. هر جو ڦارُ- چـُونـِي. (ث) پهالی ؏ پهاليان.

پهانا ؏ پهانے: ذ [هہ] ڪارب (جـُتيءَ جو). چـَپر- چـِپٽي (ڪاٺيءَ جي).

● پهاند: ذ [هہ] ڦندو. دام. ڪوڙڪو. چال- ٽـَپ- پـِڏ. تڪليف- ڏکيائي.

▬ پهاند لـَگانا، مارنا: ڦند پکيڙڻ- ڪوڙڪو منڊڻ. فريب ڏيڻ- ڌوڪو ڏيڻ.

● پهاندنا: متعدی [هہ] ٽپڻ- چالُ ڏيڻ. ڦند پکيڙڻ- دام ۾ آڻڻ- ڪوڙڪي ۾ ڦاسائڻ.

● پهانس: ث [هہ] جسم ۾ چـِٻي ويل ڪک وغيره- چـِپت. ڪـُتـَ. روحاني تڪليف يا ايذاءُ. چـِڪار. آندو. آڱرين جي ننهن ۾ چايل سـَرُ.

▬ پـَهانس چـُبهنا، لـَگنا: چـِپت لڳڻ. ڪـُتَ لڳڻ. تڪليف پهچڻ- صدمو رسڻ. چـِڪار ٿيڻ.

● پهانسنا: متعدی [هہ] ڦاسائڻ. جهلڻ- پڪڙڻ. ڦندي ۾ ڦاسائڻ. قابو ڪرڻ- سوگهو ڪرڻ. ٺڳڻ- فريب ڪرڻ. ڦاسائڻ (ڏوهہ ۾).

▬ پهانس: ث. ڦندو. دام- ڪوڙڪو. روڪ- رنڊڪ.

▬ پهانس لـِينا: ڦندي ۾ ڦاسائڻ. پڪڙي وٺڻ. دام ۾ آڻڻ.

● پهانسی ؏ پهانسـِيان: ث [هہ] ڦاهي- ڦاسي. سـُوري. موت جي سزا. ڦاهي ڏيڻ جو رسو.

▬ پهانسی کهـَڙی هونا: ڦاسي ٽنگجڻ.

▬ پهانسی لـَگنا، هونا: ڦاسي ملڻ- ڦاسي اچڻ.

● پهانڪ ؏ پهانڪيں: ث [هہ] ڦارَ (ميوي وغيره جي)- (گدري وغيره جي) ڦاڪَ.

● پهانڪـِنا: متعدی [هہ] ڦـَڪڻ- ڦـَڪـّ پرڻ. لپون ڀري کائڻ. ٽڪرو کائڻ. اُڏائڻ (نائو). ٽڪرو ڳالهائڻ. ڪوڙ ڳالهائڻ. بهتان هڻڻ.

▬ پهانڪ: ذ. ڦـَڪُ- ڦـَڪو. لـَپ- لپوڙو.

● پهاوڙا ؏ پهاوڑے: ذ [هہ] پاهوڙو (لوهہ يا ڪاٺ جو).

▬ پهاوڑی ؏ پهاوڑياں: ث. پاهوڙي (لوهہ يا ڪاٺ جي).

● پهاها ؏ پهاهے: ذ [هہ] پـَهو (ڦـَٽ وغيره تي رکڻ جو).

▬ پهاها رکهنا: پهو رکڻ. زخم جو علاج ڪرڻ.

● پهـَبـَڪنا، پهـَپـَڪنا: لازم [هہ] آسرڻ- آپرڻ (وڻ). واڌ کائڻ. مچڻ (جسم).

● پهـَبـْنا: لازم [هہ] ڦـَبڻ. ڪـَپڻ- ٺهڪي اچڻ. سـُونهـَڻ. موزون لـَڳڻ- مناسب لـَڳڻ.

▬ پهـَبـْتی ؏ پهـَبـْتيان: ث. ٺهڪي ايندڙ

ڳالهه. ٺهڪندڙ چرچو. موزون گفتگو. موقعي آهر گفتگو.

- پهَبتي ڪَسنا: ٺوڪ هڻڻ- چرچو ڪرڻ.
- پهَبَن: ث. موزونيت. سينگار. سُونهن.

● پهُپا ج پهُپے: ذ [هہ] ڦُڦيءَ جو مڙس- ڦُڦڙ. (ث) پهُپي ج پهُپياں.

- پهُپيرا ج پهُپيرے: ذ. پُڦات- پُڦيءَ جو پُٽ. (ث) پهُپيري ج پهُپيرياں.

● پهَپَدنا: لازم [هہ] ڦٽڪڻ- لُڇڻ. ڦڙڪڻ.

● پهَپَڙدلالے: ذ [هہ] خوشامد. چاپلوسي. ڏڻا.

- پهَپَڙدلاليا: ذ. خوشامدي- چاپلوس. ٺڳ- فريبي. ڏٺي.

● پهَپَس، پهَپَسا: صفت [هہ] اجايو ٿُلهو ۽ بي زور ماڻهو- ڦيڦو. بي ڊول. ڦنڊيل. ڦِڪو- بيسواد.

● پهَپُسا ج پهَپُسے: ذ [هہ] ڪاٺ جي ڇت تي ڳاري جو ليپو.

● پهَپَڪنا: لازم [هہ] وڌڻ (وڻ). تازو توانو ٿيڻ (جسم). بدن تي ماس نڪرڻ.

- پهَپَڪ: ث. واڌ- اوسر. ماچ (بدن جي)- ٿولهه.
- پهَپُڪا ج پهَپُڪے: ذ. ڦوڦيندو- ڦُلڻو.

● پهَپولا ج پهَپولے: ذ [هہ] ڦُلڻو- ڇُلڻو- ڦوڦيندو. ليڦ.

- پهَپولے پَڙنا: ڦلڻا پوڻ- ڇُلڻا پوڻ. لڦون پوڻ. صدمو رسڻ.
- پهَپولے پهوڙنا: دل جو بخار ڪڍڻ- ڪاوڙ ڇنڊڻ. دشمني ظاهر ڪرڻ.

● پهَپهوندي: ث [هہ] ڇارو (جو ڪنهن پاڻياٺي شيءِ تي پئجي وڃي)- سينور.

- پهَپهوندي لَگنا: ڇارو پئجڻ- سينوارجڻ.

● پهَٽ: ذ [هہ] ڦهڪو (چماٽ وغيره جو). شَپڪو (چهبڪ وغيره جو). چرڙاٽ (ڪپڙي ڦاڙڻ جو).

● پهِٽ: ذ [هہ] ڇُٽ- ڦِٽ. بد دعا- پاراتو.

- پهِٽ پهِٽ ڪرنا: ڇُٽ ڦِٽ ڪرڻ. تعدي ڪرڻ. پِٽ پاراتو ڪرڻ.

● پهُٽ: صفت [هہ] اڪيلو. هڪڙو. جُدا- ڌار.

● پهَٽڪا ج پهَٽڪے: ذ [هہ] گهڙي- ڪَين- پلڪ. پيچرو. ڪانگهاري ۾ نڪتل رت.

- پهَٽڪا نہ کهانا: گهڙي به نہ جيئڻ. آفت مري وڃڻ.

● پهَٽڪار: ذ [هہ] ڦهڪو- سٽڪو. گهوڙي وغيره کي سيڪارڻ جووڌو چهبڪ. هڏي- چڙب.

● پهَٽڪارنا: متعدی [هہ] چهبڪ سان ٺڪاءُ ڪڍڻ. ڪپڙي کي سٽڻ. ڳار ڏيڻ. ڇُٽ ڪرڻ- تعدي ڪرڻ. ڪا شيءِ ڪٽي پٽڻ. جدا ڪرڻ.

● پهِٽڪارنا: متعدی [هہ] ڦِٽڪارڻ- ڦِٽ لعنت ڪرڻ. تعدي ڪرڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ. ڳاريون ڏيڻ.

- پهِٽڪار ج پهِٽڪاريں: ث. ڦٽڪار- ڇُٽ- تعدي. پِٽ- پاراتو. خواري- بدنامي.
- پهِٽڪار بَرَسنا: لعنت ملامت وسڻ- ڦٽڪار پوڻ. بي رونقي ٿيڻ- اداسي ٿيڻ.

● پهِٽڪري: ث [هہ] هڪ قسم جو پسارڪو وکر- ڦِٽڪي.

● پهُٽڪل: صفت [هہ] جُدا- ڌار. گهڻن عددن کنيل (قرض). گڏيل. مختلف- جُدا جُدا. ريزگاري- ريجو.

● پهُٽڪل: ذ [هہ] اڪيلو- واحد. مختلف. نرالي قسم جو. ريزگاري- ريجو. پگهل ٿڻل شيون. نڙيل پکڙيل شيون.

● پھٹکَن : ث [ھ] آھو ڪچرو جو انؔ مان چاڙهڻ سان نڪري ـ ڪپرو .

● پھٹکنا : متعدی [ھ] چنبڻ (انؔ) . چاڙهڻ . تارڻ (انؔ) . چنبڙ ڦوڪ ڪرڻ . جدا ٿيڻ ـ ڌار رهڻ . اوچتو اچڻ .

ـ پھٹکنے نہ دینا : ويجهو يا پرسان اچڻ نہ ڏيڻ .

● پھٹکی ج پھٹکیاں : ث [ھ] پکين وغيره ڦاسائڻ جو پڃرو. پکين کي پڃائڻ لاءِ ميوي جي وڻن ۾ ٽنگيل ڏول .

● پھٹکی ج پھٹکیاں : ث [ھ] داغ ـ چٽو ـ نشان . ٽيري ـ ڳوڙهي . هڪ قسم جو ننڍو پکي .

● پھٹنا : لازم [ھ] ڦٽڻ . ڏرڻ . ڦاٽڻ . چيرجڻ .

ـ پھٹا : صفت . ڦاٽل ـ ڦاٽي ويل .

ـ پھٹا پرانا : صفت. پراڻو ـ ڦاٽل ٽٽل .

ـ پھٹ پڑنا : ڦاٽي پوڻ ـ ڏري پوڻ. گهڻي انداز ۾ ٿيڻ. ڌُلهو ٿيڻ ـ سڄي پوڻ . زور هجڻ .

ـ پھٹے میں پاؤں اڑانا ، دینا : پرائي معاملي ۾ ٽنگ اڙائڻ . پرائي پچار ۾ پوڻ . وچ ۾ ڳالهائڻ ـ دخل ڏيڻ .

● پہچان : ث [ھ] واقفيت ـ شناخت . تميز ـ چاڻ سڃاڻ . پرک . پروڙ ـ نشان ـ اهڃاڻ .

● پہچاننا : متعدی [ھ] سڃاڻڻ . معلوم ڪرڻ ـ چاڻڻ . سمجهڻ . واقفيت ڪرڻ ـ سڌ رکڻ .

● پھدپھدانا : لازم [ھ] اپرڻ ـ ٽهڪڻ . مورجڻ (وڻ) . ڪنهن بہ شيءِ جي گهڻائي ٿيڻ (جيئن وار ، ڦريون وغيره) .

● پھدکنا : لازم [ھ] ٽپنگ ڏيڻ ـ چال ڏيڻ ـ ٽپ ڏيڻ . خوشيءَ وچان نچڻ ڪڏڻ .

ـ پھدک ، پھدکا ج پھدکے : ذ . چال ـ ٽپنگ ـ ٽپ .

ـ پھدکی ج پھدکیاں : ث . چال ـ ٽپنگ ـ پدي . هڪ قسم جو ننڍو پکي ـ ڦوسڙي .

● پھندا ج پھندے : ذ [ھ] ڪنوھ جي پٽ ۾ پير رکي لهڻ چڙهڻ لاءِ ٺاهيل ڪٽپ .

● پہر ج پہر : ذ [ھ] پهر ـ ٽن ڪلاڪن جو عرصو . پهري وارو . نوبت ـ ڌمال .

● پھر : تابع فعل [ھ] وري . ٻيو دفعو . موٽي . پوءِ ـ بعد ۾ .

● پھر : ث [ھ] پکين جي اڏامڻ جو آواز .

ـ پھر سے اڑ جانا : پڙکو ڪائي اڏامڻ ـ فرڙاٽ ڪري اڏامڻ . تيزيءَ سان اڏامي وڃڻ .

● پہرا ج پہرے : ذ [ھ] پهرو ـ چوڪي . چوڪيدار . حراست ـ قيد .

ـ پہرا اٹھنا : پهرو لهڻ . نظر بندي ختم ٿيڻ .

ـ پہرا بٹھانا : پهرو ويهارڻ . پهريدار مقرر ڪرڻ .

ـ پہرا دینا : پهرو ڏيڻ . چوڪسي ڪرڻ . حفاظت ڪرڻ .

● پھرّاٹا ج پھرّاٹے : ذ [ھ] فرڙاٽ . پکيءَ جو زور سان اڏامڻ جو آواز . ڦونگهارو (گهوڙي جو) . جهنڊي جي ڪائي . بانس جو ٽڪر .

● پھرارا : صفت [ھ] سڪل ـ خشڪ ـ ٿوٺ .

● پھرّانا : لازم [ھ] ٿيا ڏيڻ ـ ٽپنگ ڏيڻ ـ چال ڏيڻ . ڦڙڦڙ ڪرڻ (جهنڊو ، بيرق) . ڦڙڪڻ .

● پھرتی : ث [ھ] ڦڙتي ـ چستي . چالاڪي ـ هوشياري . جلدي .

ـ پھرتیلا : صفت . ڦڙت ـ ڦڙتيلو ـ چست . چالاڪ ـ هوشيار . جلدباز .

● پھرسا ج پھرسے : ذ [ھ] ڪهاڙي .

● پھرکی ج پھرکیاں : ث [ھ] ڦرموٽي . لاٽون . ڌاڳي ويڙهڻ جي چرخي .

ـ پھرکی کی طرح پھرنا : ڦرموٽي وانگر ڦرڻ . هڪ هنڌ ٽڪاءُ نہ ڪرڻ .

● پهرنا : لازم [هہ] ڦرڻ . بدلجڻ . اٿلڻ . موٽڻ - موٽ کائڻ . واپس ٿيڻ . گهمڻ . چڪر کائڻ . ڦيرو کائڻ . گردش ڪرڻ . هٽڻ (دل) . ورڻ - سڙڻ .

– پهر آنا : ڦري اچڻ . وري اچڻ . موٽي اچڻ . ٻيو دفعو اچڻ .

– پهرانا : متعدی . ڦيرائڻ . گهمائڻ . چڪر ڏيارڻ . اٿلائڻ . اُبتو ڪرڻ . رُلائڻ . بدلائڻ .

– پهراؤ : صفت . مکياريءَ تي ورتل . شرطي (وڪرو) . وقتي . معيادي .

– پهر پهر کر : تابع فعل . وري وري . هر گهڙي .

– پهرت : ڦرڻ جي حالت . ڦيرو . گهمري (ناچ ۾) . چڪر (گهوڙي جو) .

– پهرتا رهنا : رلندو رهڻ . اجايو گهمڻ . بيڪار گهمڻ . سير ڪندو رهڻ .

– پهر جانا : لازم . ڦري وڃڻ . واپس وڃڻ - موٽي وڃڻ . آلي وڃڻ . بدلجي وڃڻ .

● پهريا يا پهرئي : ذ [هہ] پوتي - رئو . هندو عورتن جي پائڻ جو ٻڙو . لاباري جو ٽيڪو ڪٽندڙ - لاهيارو .

● پهريري : ث [هہ] ڏڪڻي - ٿرڪڻي . خوف ۾ وار ڪاندارجڻ جي حالت . سيانو . ٻڙو (عطر وغيره جو) .

– پهريري ليڻا : ڪنبڻ - ڏڪڻ - ٿرڪڻ . ڪنب هڻڻ (پکي) . ڪتي جو ٻت ڌونڌاڙڻ . سيانو پوڻ - وار ڪاندارجڻ . ٽڪ ٻجڻ - ساهي ڪڻڻ .

● پهڙ يا پهڙين : ث [هہ] سامان رکي وڪڻڻ جي پڙي . پڙ (ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جو) . گاڏيءَ جو پولُ . توب رکڻ جي جاءِ . توب گاڏيءَ جو ڦيٿو . جُوا خانو - ٽڪري .

– پهڙ باز : ذ . جُواري .

– پهڙ بازی : ث . جُوا - جوا بازي .

– پهڙيا يا پهڙئي : ذ . جوا ڪرائيندڙ - ٽڪري باز .

● پهڙ پهڙانا : لازم [هہ] ڦڙڪائڻ (کنب) . بازو هڻڻ . ڦٽڪڻ . آزاد ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ . پاڻ ڇڏائڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ .

– پهڙ پهڙاهٽ : ث . ڦڙڪو . ڦٽڪو - لوچ . پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش .

● پهڙکنا : لازم [هہ] ڦڙڪڻ (کنب) . ڦٽڪڻ - لُڇڻ . ڦڙڪڻ (عضوو) . بيقرار ٿيڻ .

– پهڙک : ث . ڦٽڪو - لوچ . بي آرامي . ڌڙڪو .

– پهڙک اٿهنا : ٽپ ڏيئي اٿڻ (خوشيءَ کان) . بيتاب ٿيڻ - بيقرار ٿيڻ (خوشيءَ کان) . ڪنهن سُٺي ڳالهه کان متاثر ٿيڻ . عاشق ٿيڻ .

– پهڙکانا : متعدی . ڦڙڪائڻ (کنب) . ڦٽڪائڻ - لُڇائڻ .

● پهڙولنا : متعدی [هہ] ڦلورڻ - سامان وغيره کي هيٺ مٿي ڪرڻ .

● پهڙی يا پهڙيان : ث [هہ] هڪ گز ويڪرو ، هڪ گز اوچو ۽ ٽيهه گز ڊگهو پٿرن جي ڍير جو ماپو . پٿرن جو ڍڳ . پٿر . وڏو پٿر .

● پهڙيا يا پهڙيائيں : ث [هہ] ڦرڙي .

● پهس : ث [هہ] جهيڻو آواز - ڦسڙاٽ .

– پهس پهس : ث . ڦس ڦس - سس پس .

– پهس پهسا : صفت . نرم - ڪُنڊرو . لپڙو - ليٻڙو . ڍرو - گهر گهلو .

● پهسڈی : صفت [هہ] سبق ، مقابلي يا راند ۾ پٺتي رهجي ويندڙ (ڇوڪرو) - موڳو . ليلهر .

● پهسر پهسر : ث [هہ] سس پس - ڦس ڦس

● پهُسڪا ۽ پهُسڪي : ذ [هہ] ڪمزور- ڍِلو- ڍرو.

● پهَسڪڙا مارَ ڪَرَ بَيٺهنا : محاوره. پلٿي ماري ويهڻ. ٽنگون ٽيڙي ويهڻ.

● پهَسَڪنا: لازم [هہ] ڦاسڻ (گپ ۾). ڦاٿڻ. آڏڙڻ. ڍرو ٿيڻ.

● پهِسڪنا: لازم [هہ] ڦوڪَ ڏيڻ-ڦونگهارو هڻڻ.

● پهَسڪنا : لازم [هہ] چُغلي هڻڻ. آهستي روئڻ (ٻار)- رِينگَڻ.

● پهُسڪي ۽ پهُسڪيان : ث [هہ] ڦُوسَ. سُس پُس.

● پهُسلانا : متعدی [هہ] پنهلائڻ - برغلائڻ. ٺَڳارڻ. ريجهائڻ (ٻار کي). هَشي ڏيڻ. ڏٽا ڏيڻ.

— پهُسلاوا : ذ. ڏٽو- دَم- گَشو. ڏوڪو- فريب.

● پهِسَلنا : لازم [هہ] تِرڪڻ. کِسڪڻ. هرکجڻ (دل). غلطي ڪرڻ. عاشق ٿيڻ - موهجڻ. لالچ ۾ اچڻ. (صفت) ترڪڻو. سڌڙيو.

— پهِسلانا : متعدی. تِرڪائڻ. غلطي ڪرائڻ.

— پهِسلَنَ : ث. تِرڪَي وڃڻ جي حالت. تِرڪڻ.

● پهُسپُنڈا : صفت [هہ] بدبودار- گندو- ڪنو. اجايو- بيڪار- فضول. (ث) پهُسپُنڈي.

● پهَڪڙ ۽ پهَڪڙ : ذ [هہ] گارگند - بد زباني - بڪواس.

— پهَڪڙ باز: صفت [اردو] بدزبان - گاريل. واتراڏو.

● پهُڪنا : لازم [هہ] جلڻ (اندر ۾). سڙڻ - ڪامڻ. پچرڻ - برباد ٿيڻ (دولت). مَرڻ (ڪشتو).

— پهُڪني ۽ پهُڪنيان : ث. باهہ کي ڦوڪ ڏيڻ جي نَلي - ڦُوڪڻي.

● پهِڪيت ۽ پهِڪيَت : ذ [هہ] پلٿي باز. لَنڊيو. لٺ باز. (مجازاً) شاطر - چالاڪ. عيار.

● پهَگُوا : ذ [هہ] هولي. هوليءَ جو گيت. هوليءَ جي موقعي تي ڏنل انعام يا خرچي.

● پَهِل : ث [ هہ ] ابتدا - شروعات. مُنڍ. اڳرائي.

— پَهِل ڪَرنا : ابتدا ڪرڻ- شروعات ڪرڻ. اڳرائي ڪرڻ.

● پهَل ۽ پهَل: ذ [هہ] ثمر- ڦَرُ. آپت - پيدائش- فصل. نتيجو- حاصلات. فائدو- نفعو- لاڀ. اجر- بدلو. هَرجي چُوني - ڦارُ. ڦَرُ (تلوار، چاقو وغيرهہ جو). تير يا نيزي جي نوڪَ. خواب جو تعبير. فال.

— پهَل آنا : وَڻَ ۾ ميوو پيدا ٿيڻ - ڦر اچڻ.

— پهَلا پهُولا : صفت. عيالي اولادي. سکيو آسودو. سرسبز. شاهوڪار- دولتمند.

— پهَل اُترنا : ميوو لهڻ.

— پهَل پانا : نتيجو ڀوڳڻ - ڪيتو لوڙڻ- بدلو ملڻ. اجر ملڻ - ثمر ملڻ. نفعو حاصل ڪرڻ.

— پهَلَت: ث. پيداوار- آپت. آبادي- پيدائش.

— پهَل لَگنا : وڻ ۾ ميوو اچڻ - ڦَر اچڻ.

— پهَل مِلنا : ڦل ملڻ. نتيجو ڀوڳڻ. اجر ملڻ نتيجو ملڻ. سزا ملڻ.

● پهُل ۽ پهُل : ذ [هہ] گُل - ڦُول (هي لفظ هميشه مرڪب لفظن جي منڍ ۾ استعمال ٿئي، جيئن پهُلواڙي، وغيرهہ).

— پهُلواري، پهُلواڙي ۽ پهُلواريان، پهُلواڙيان : ث. باغيچو - چَمَن - گُلشن. ٻار ٻچا - اولاد.

● پَہلا ۓ پَہلے : صفت [هہ] پهريون - آول. اڳيون - مُنڍ وارو. پُراڻو - قديم. اصلي. ابتدائي - شروعاتي.

پھُلاّ ۓ پھُلّے : ذ گُل جي شڪل جھڙي شيء. قنديل شيء. ڦُلو (اک جو). ڦُلو.

● پھُلا سَرا : ذ [هہ] ٺڳي - دغا - دولاب. دلاسو. گسُو. خوشامد - چاپلوسي. آکڙ - وڏائي.

- پھُلا سرے میں آنا : دوکي ۾ اچڻ - فريب ۾ اچڻ. چُرچَ تي لڳڻ.

● پھُلانا : متعدی [هہ] ڦُنڊائڻ. ڦُوڪڻ - هوا پرڻ. ٽيڪر ڏيڻ - هشي ڏيڻ. آپارڻ.

● پھَلانگنا : متعدی [هہ] ٽپ ڏيڻ - ٽپڻ. اورانگھڻ.

- پھَلانگ ۓ پھَلانگیں : ث. ٻِڏ - ٽپ - چال.

● پھَلاهی ۓ پھَلاهیاں : ث[هہ] هڪ قِسم جو وڻ (جنهن جون ٽاريون ڏندڻ طور استعمال ٿين).

● پھُلاؤ ۓ پھُلاؤ : ذ [هہ] سوج - ڦُونڊ.

● پھُلپھُلا : صفت [هہ] سَڄيل - ڦُنڊيل - سُوڄيل. ڦاٽل - ڏريل. جدا ٿيل. پَڌڙو. ترڙو.

● پھُلجھڑی ۓ پھُلجھڑیاں : ث [هہ] هڪ قسم جي آتشبازي - چرخڙي. جهيڙاڪ (عورت). وچ ويڙهائو (عورت).

- پھُلجھڑی چھوڑنا : جهيڙي جي ڳالهه ڇوڙڻ. فساد وجهڻ.

● پھُلکا : ذ [هہ] ڦُلڪو - چپاتي. ڦُلڻو. نرم زمين يا مٽي. آڪاڙو. (ث) پھُلکی.

● پھَلنا : لازم [هہ] ميوو جهلڻ - ڦرجڻ. فائديمند ٿيڻ. بدن تي تمام گهٽيون ڦرڙيون نڪرڻ. تمام گهڻو اولاد ٿيڻ - وڌو ڪُٽنب ٿيڻ. نتيجو ظاهر ٿيڻ. سُڦل ٿيڻ - سَجايو ٿيڻ

● پھُلنا: متعدی[هہ] ٽڙڻ (گُل). ڦٽڻ (باک).

- پھَلنا پھُولنا : وڌڻ ويجهڻ. آباد ٿيڻ - سائو ٿيڻ. عيالي اولادي ٿيڻ.

● پَہلُو ۓ پَہلُو : ذ [ف] پاسو. بدن جو پاسي وارو حصو - ڪُک. بغل. پَرُ - ويجهڙائي. رُخ - طرف.

- پَہلُو بچانا : پاسو بچائڻ. پاسو ڪرڻ. ٽارڻ. الڳ رهڻ - جُدا رهڻ.

- پَہلُو بدلنا : پاسو بدلائڻ. پاسو ورائڻ.

- پَہلُو بسانا : پر ۾ ويهڻ يا سمهڻ. پاڙو وسائڻ. پَر ۾ رهڻ. پاسي ۾ دفن ٿيڻ.

- پَہلُو مارنا : برابري ڪرڻ - مقابلو ڪرڻ.

- پَہلُو میں بیٹھنا : پَر ۾ ويهڻ - پاسي ۾ ويهڻ. ويجهو ويهڻ. ڪچ ڪوسي ڪرڻ.

- پَہلُو نکالنا : وجهه ڳولڻ - موقعو تلاش ڪرڻ. تجويز سوچڻ. معنيٰ يا مطلب ڪيڻ.

● پھَلوا ۓ پھَلوے : ذ [هہ] چادر وغيره جي ڪنارن تي لڳل جهالر. ڦندڻ.

● پَہلوَنٹھا : ذ [هہ] پهٺيڻيءَ جو (ٻار).

● پھَلی ۓ پھَلیاں : ث [هہ] ڦري (چڻن وغيره جي).

● پھُلّی : ث [هہ] ڦُلو (اک جو). هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

● پَہلے : تابع فعل [هہ] پهريائين. اڳي. اڳئين وقت ۾. مُنڍ ۾ - شروع ۾.

- پَہلے پَہل : تابع فعل. پهريائين پهريائين - شروع شروع ۾. منڍ ۾.

● پھَلیاں دھرنا : محاوره [اردو] ڏندن نڪرڻ کان اڳي ستهارن جو سڄڻ.

● پھَلیر : صفت [هہ] چِٽڪمري (ڏيڀي).

● پھُلیل : ذ [هہ] خوشبودار تيل - سرهو تيل.

● پھَن ۓ پھَن : ذ [هہ] ڦڻ (نانگ جي).

● پَہنُچا کے پَہنُچے : ذ [هہ] ڪرائي. پانھن ۾ پائڻ جو هڪ زيور.

= پَہنُچا پَکَڑنا : هڪ ٻئي کي ڪرائين کان جهلي زور آزمائي ڪرڻ. بي تڪلفي ڪرڻ. تنگ پکيڙڻ. دست اندازي ڪرڻ.

پَہنُچنا : لازم [هہ] پهچڻ - رسڻ. حاصل ٿيڻ. وصول ٿيڻ. برابر ٿيڻ.

= پَہنُچ : ث پُهچ - رسائي. پُڄندي. وس- زور. رسيد.

= پَہنُچانا: متعدی. پهچائڻ- رسائڻ- پُڄائڻ. ڏيڻ (تڪليف، سزا، فائدو). ڪرڻ(پلائي وغيره).

= پَہنُچا هوا : محاوره. پُهتل بزرگ- درويش. ولي.

● پَہنُچی کے پَہنُچياں : ث [هہ] پانهن ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو زيور- پَونچي.

● پهَندْ، پهَندا کے پهَندْ، پهَندے: ذ [اردو] ڦندو. ڪوڙڪو. دولاب- فريب. قيد- بند. نڙيءَ ۾ ڦاٿل گيرهه. ريشمي ڌاڳي ۾ آيل ڳنڍ.

= پهَندا ڈالنا : ڦندو وجهڻ - ڦاسائڻ - اڙائڻ.

= پهَنديت : ذ. ماري. آهو ڌاريل پکي جو ٻين پکين کي چوٽي لاءِ سڏي (ءِ اهي پکي ماري ڦاسائي وٺندو آهي).

= پهَندے ميں آنا، پهَنسنا : ڦندي ۾ ڦاسڻ. دام ۾ ڦاسڻ. فريب ۾ اچڻ - دوکي ۾ اچڻ. قبضي ۾ اچڻ.

● پهُندنا کے پهُندنے : ذ [هہ] سوني يا ريشمي ڌاڳن جو ڦُندڻ - ڦونڊڙو.

= پهُندنا سا : محاوره. تمام ننڍو - ننڍڙو.

پهَنسنا : لازم [هہ] ڦاسجڻ - جهلجڻ - ڦاسڻ (جار ۾). وڪڙ ۾ اچڻ - وٺجڻ (بيماري ۾).

= پهَنسانا : متعدی. ڦاسائڻ - جهلائڻ. گرفتار ڪرائڻ. پڪڙائڻ. مُنجهائڻ - اڙائڻ- اٽڪائڻ. قابو ڪرڻ - فريب ۾ آڻڻ - دوکي ۾ آڻڻ.

= پهَنساوا : ذ. گرفتاري - قيد. مونجهه. بندش- جهل - روڪ.

● پهَنسی کے پهَنسياں: ث [هہ] ڦُرڙي. آرائي.

● پهَنکا کے پهَنکے : ذ [هہ] ڦڪو - ڦَڪُ.

= پهَنکی : ث. ڦڪي. ڦَڪُ.

● پهُنکارنا : متعدی [هہ] ڦوڪون ڏيڻ (نانگ).

= پهُنکار کے پهُنکارين: ث. ڦوڪ (نانگ جي).

● پهُنکنا : لازم [هہ] سڙڻ - ٻرڻ. ڪامڻ (اندر ۾). دف ٿيڻ (دولت).

● پهُنگی کے پهُنگياں : ث [هہ] گونچ. سنگ جي چوٽي. نڪ جي چوٽي.

● پَہِننا : لازم [هہ] پائڻ - پَهرڻ- ڍڪڻ (زيور، ڪپڙا وغيره).

= پَہنانا : متعدی. پهرائڻ - ڍڪائڻ (ڪپڙا، زيور وغيره).

= پَہناوا کے پَہناوے : ذ. پوشاڪ - لباس. چوڙ - هنڍ (ڪپڙي جي).

● پهُننگ کے پهُننگين : ث [هہ] وڻ جي چوٽي. ناريءَ جي چوٽي. ڇٻڪ جي چوٽي.

● پهوار، پهوهار کے پهوارين، پهوهارين :ث [هہ] ٻُونڊ ٻُونڊ (مينهن جي)- سنهون مينهن.

● پهوپا، پهوپها کے پهوپے، پهوپهے: ذ [هہ] پُڦڙ- پُڦيءَ جو مڙس. (ث) پهوپی، پهوپهی کے پهوپياں، پهوپهياں.

● پهوٹک : صفت [هہ] ٽڙڪندڙ- ٺاڪٺوُن. معمولي ڌڪ لڳڻ سان ڀڄي پوندڙ شيءِ.

● پهوٹنا : لازم [هہ] ڦُٽڻ. ڦوٽ ڪاڻڻ.

چيرجڻ . ڦاٽڻ (ڪاٺي) . آيرڻ (سلو) . ڀڄڻ .
ٽڙڪڻ . نڪرڻ (گونچ) . ڪُلڻ (راز) . نڪرڻ
(اک) . ڇوٽڻ - ڪُڇڻ . جُدا ٿيڻ - ڌار ٿيڻ .
▬ پهُوٽ : ث . چير - شگاف . سير . ڦوٽ -
ڦيٽاڙو . نفاق . جُدائي - وڇوڙو . جهيڙو . فساد .
ريڙ . (صفت) جُدا - ڌار - علحده . اڪيلو .
▬ پهُوٽ پڙنا : چيرجي پوڻ . ڦاٽي پوڻ .
اڻبڻت ٿيڻ - نفاق پوڻ . دشمني ٿيڻ . روئي ڏيڻ .
▬ پهُوٽ پهُوٽ ڪي رونا : اوڇنگارون ڏئي
روئڻ - زار زار روئڻ .
▬ پهُوٽ ڈالنا : نفاق وجهڻ - دشمني وجهڻ
(ٻن جي وچ ۾) .
▬ پهُوٽي ڪَوڑي نہ هونا : ڪوڏي بہ نہ هجڻ .
ڪجهہ بہ نہ هجڻ . مفلس هجڻ - ڪنگال هجڻ .
● پهوڑا ۽ پهوڑي : ذ [هہ] ڦٽُ .
▬ پهوڑا پڪنا : ڦٽ ڀرجڻ .
● پهوڙنا : متعدي [هہ] ڦوڙڻ . چيرڻ (ڪاٺي) .
ڀڃڻ - ٽڪرا ڪرڻ .
● پهُوس : ذ [هہ] سڪل گاهہ . ڪک ڪانا .
پراڻي ۽ بيڪار شيء . هڪ قسم جو تماڪ (جو
ڦڪو ٿئي) . (صفت) پوڙهو - ڪراڙو .
● پهُوسڙا ۽ پهُوسڙي : ذ [هہ] پوچڙو .
ڪپڙي مان نڪتل تندون . ڀڇو - ڀار . بيڪار
شيء .
● پهوڪٽ ۽ پهوڪٽ : ذ [هہ] رس نپوڙي
ڪڍڻ کان پوءِ باقي بچيل شيء - ڦوڳ . ڇاڻ .
(صفت) ڦوڳ جهڙو . ڦڪو . بي سواد .
▬ پهوڪٽ : صفت [هہ] نڪمو . نالائق .
ڪنڌل - ڪنگال .
▬ پهوڪٽ ڪا : صفت . مفت جو - بنا پئسي .
▬ پهوڪٽ ميں : تابع فعل . مفت ۾ - بنا پئسي -
بنا خرچ .
● پهُوڪل ، پهُوڪلا : صفت [هہ] پورو -
خالي - ڪوڪو . ڪنگل . غريب - مفلس . ڦوڳ .
هلڪو . ڪمزور - نرم .
● پهُول ۽ پهُول : ذ [هہ] گُل - ڦُل .
ڪاغذ يا ڪپڙي جو گُل . ڦُندڻ - ٽونٽر .
هڪ قسم جو ڌاتو - ڪنجهو . اک جي ماڪي .
داغ (ڪوڙهہ جو) . حيض - ماهواري . ڪينئون
(جو گوشت يا ڦٽ ۾ پوي) .
▬ پهُولا ۽ پهُولي : صفت . ٽڙيل (گل) .
▬ پهُول آنا : گُل اچڻ - گل ٿيڻ . حيض اچڻ .
▬ پهُول جهڙنا : گُل ڇڻڻ . خوش ڪلامي ٿيڻ .
ڇٽڪون نڪرڻ (باهہ آتشبازي وغيره مان) .
▬ پهُول چڙهانا : گُل چاڙهڻ (قبر تي) .
▬ پهُول چُننا : گُل چونڊڻ - گل ٽوڙڻ .
▬ پهُول ڪُمهلانا ، سُرجهانا : گُل ڪومائڻ .
▬ پهُول کهلنا : گُل ٽڙڻ .
▬ پهُول گوبهي : ث . هڪ قسم جي گوبي -
گُل گوبي .
● پهُولنا : لازم [هہ] گُل جهلڻ . ڦُلارجڻ -
ٻُورجڻ . ٽڙڻ .
▬ پهُولنا پهلنا : وڌڻ ويجهڻ . عيالي اولادي
ٿيڻ . ترقي ڪرڻ .
▬ پهُولي پهلي : محاوره . خوش آباد هجي .
وڌي ويجهي - عيالي اولادي ٿئي .
● پهُولنا : لازم [هہ] سُڄڻ - ڦُنڊڻ . ڀرجڻ -
ڦُوڪجڻ (هوا سان) . آڦرجڻ (پيٽ) . ڏلهو
ٿيڻ . متارو ٿيڻ . آڪڙجڻ - مغرور ٿيڻ . خفا ٿيڻ -
ناراض ٿيڻ .
▬ پهُولا ۽ پهُولي : ذ . پکين جو هڪ مرض (جنهن
۾ پکي آڦرجي ٻوندو آهي) گهوڙي جي پير يا

رانَ جو آچو چِٽو. (صفت) سُڄيل. ڦُوڪيل.

▬ پھُولا نہ سَمانا : خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ نہ ماپڻ.

▬ پھُول' بَیٹھنا : ڦُوڪجي ويهڻ. رُسي ويهڻ۔ ڪاوڙجي ويهڻ.

▬ پھُول' جانا : سُڄي پوڻ. ڦُوڪجي پوڻ. ٿُلهو ٿي پوڻ. آڪڙجي وڃڻ.

● پھُونٹ' ۽ پھُونٹ : ذ [ھ] ريپڙ.

▬ پھُونٹی ۽ پھُونٹیاں : ث. ريپڙي.

● پھُونس' : ذ [ھ] ديکھو "پھُوس"۔ سکل گاھ.

● پھُونکنا : متعدی [ھ] ڦوڪڻ - هوا ڀرڻ. ڦوڪ ڏيڻ. ٻارڻ۔ ساڙڻ. دَم ڪرڻ (دعا وغيرھ). چلم يا حقي جو پاڻي ڦوڪ ڏئي ڪڍڻ. مارڻ (ڪُشتو).ورغلائڻ۔ ڀنيلائڻ.دُف ڪرڻ(دولت).

▬ پھُونک ۽ پھُونکیں :ث. ڦُوڪَ. ڦوڪو. ڦيٿو. شُوڪارو - منتر. دُعا. (ذ) چلم يا حُقي جي ڦوڪَ.

▬ پھُونک دینا : ڦُوڪي ڇڏڻ. ساڙي ڇڏڻ. آڏائي ڇڏڻ. برباد ڪرڻ.

▬ پھُونک پھُونک کے (پاؤں) قدم رکھنا : سمجهي سوچي قدم کڻڻ. گهڻي خبرداريءَ سان هلڻ. احتياط سان هلڻ.

▬ پھُونک نِکَل' جانا : ڦُوڪَ نِڪرڻ - دم نڪرڻ. هوا نڪرڻ.

● پھُوھَڑ' ۽ پھُوھَڑ : صفت [ھ] بيوقوف - نادان. بد لڇڻ - بد تميز. ڄٽ - بي هنر. چسو. بيحيا - بيشرم. بي ڍنگو.

▬ پھُوھَڑ'پَن ، پھُوھَڑ'پَنا : ذ. ڄٽپائي- بي ڍنگائي. بد فضيلتي. بيحيائي. بيوقوفي.

● پھویا ۽ پھوئے : ذ [ھ] ڪپهه جو ڦَھو. ڦٽو (عطر جو).

● پَھنیا ۽ پَھنیے : ذ [ھ] چاڪ - ڦيٿو. چرخي. چڪرو. چَڪُ (کوھ جو).

● پھپیڑا ۽ پھپیڑے : ذ [ھ] ڦِڦڙُ.

● پھیر'نا : متعدی [ھ] ڦيرڻ - ڦيرائڻ. گهمائڻ. موٽائڻ. بدلائڻ. واپس ڪرڻ. موڙڻ. آڌلائڻ. هٽائڻ (ارادي تان). ڪٽائڻ (دل). پڙهڻ (تسبيح). گهمائڻ (هٿ).

▬ پھیر' : ذ. ڦيرُ - ڦيرو. وَر - موڙ. ڏِنگَ. فرق - تفاوت. فريب - ڦَند. رولو.

▬ پھیرا ۽ پھیرے : ذ. چڪر - طواف - ڦيرو. گهمرو. گشت - دورو. موڙ - وَر. هندن ۾ گهوٽ ڪنوار جو باھ جي چوڌاري ڦرڻ.

▬ پھیر'پڑ'نا : ڦير پوڻ- فرق هوڻ- تفاوت ٿيڻ.

▬ پھیر'پھار' : ذ. ڦير ڦار- تبديل - مٽ سٽ.

▬ پھیر'دینا : ڦيرائي ڇڏڻ. موڙي ڇڏڻ. بدلائي ڇڏڻ. موٽائي ڏيڻ - واپس ڪرڻ.

▬ پھیر میں آنا ، پڑ'نا : ڦيري ۾ اچڻ. چڪر ۾ اچڻ. نقصان ۾ پوڻ. مصيبت ۾ ڦاسڻ. فريب ۾ اچڻ - ڦندي ۾ ڦاسڻ.

▬ پھیر' میں ڈالنا : مصيبت ۾ وجهڻ. گمراھ ڪرڻ. دوکو ڏيڻ.

▬ پھیری ۽ پھیریاں : ث. ڦيري. گهمرو. گشت (گهورڙئي يا فقير جو).

▬ پھیری کر'نا ، لگانا : ڦيري ڪرڻ - گهورڙئي جو وکري لاءِ چڪر هڻڻ.

▬ پھیری والا ۽ پھیری والے : ذ. گهورڙيو- ڦيريءَ وارو.

● پھیرے : ذ [پھیرا ۽ پھیرے] هندن جي هڪ رسم موجب شاديءَ ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار جو باھ جي چوڌاري ڏنل سَت ڦيرا.

● پھیکا ۽ پھیکے : صفت [ھ] ڦِڪو. آلوڻو.

هيڊو- زردو (رنگ). هلڪو- جهڪو (رنگ). بي سواد (کاڌو). بيزار- اداس. رُکو- اٽيو. (ث) پھیکی ج پھیکیاں.

= پھیکا پڑجانا : پيلو ٿي وڃڻ. (دپ يا شرم کان) منهن جو رنگ ڦري وڃڻ. شرمندو ٿيڻ- لڄي ٿيڻ. رنگ جهڪو ٿيڻ.

= پھیکی هنسي : ث. مٺين ۾ دل سان کلڻ جي حالت. ڦڪائيءَ جي کِل.

● پھیلنا : لازم [هہ] پکڙڻ. پسرڻ (مس). ڇڙوڇڙ ٿيڻ. ٽڙڻ پکڙڻ. وڌڻ- ڪشادو ٿيڻ- ويڪرو ٿيڻ. وِ يڇڻ- ڇڪجي وڏو ٿيڻ. مشهور ٿيڻ.

= پھیلانا : متعدی. پکيڙڻ. وڌائڻ. وڇائڻ (بسترو وغيره)- پٽارڻ. مشهور ڪرڻ.

= پھیلاؤ : ذ. پکيڙ. واڌ. ويڪر. گهيل. ڪنڊپهر.

● پہیلی ج پہیلیاں : ث [هہ] پرولي- ڳجهارت.

= پہیلی بجھانا، بوجھنا : ڳجهارت پڇڻ- پرولي سلڻ. اشارن ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ.

● پھین : ذ [هہ] ڦيڻ. گجي- جهڳ.

پھینٹا ج پھینٹے : ذ [هہ] پٽڪو. دستار.

● پھینکنا : متعدی [هہ] اڇلڻ- اڇلائڻ. ڪيرائڻ (مٿان). وڃائڻ- ضايع ڪرڻ. گهورڻ (پئسا). ڇوڙڻ (تير). ڏيڻ (دل).

● پھینی : ث [هہ] هڪ قسم جي مٺائي- سترپيڻي.

● پھیپھا : ذ [هہ] ڪُڪڙ جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ڪڪڙ بيضا نہ ڏيندي آهي).

● پی، پیا : ذ [هہ] پريتم- محبوب. پيارو. خاوند- مڙس.

● پے : حرف جر [هہ] مٿي- مٿان. تي.

● پئے : ذ [ف] پير- قدم. نشان- آهڃاڻ. پير جو نشان- پيرو. پٺ. نَس- رڳ.

= پئے لے جانا : پيرو کڻڻ. پٺ وٺڻ. پڇا ڪرڻ. جاچ ڪرڻ.

● پیادہ ج پیادے : ذ [ف] پيادو- پيادل- پنڌ. پيادو (سپاهي). شطرنج جو هڪ مُهرو.

● پیار : ذ [هہ] قرب- محبت. چاهہ. عشق.

= پیارا ج پیارے : صفت. پيارو- محبوب. وڻندڙ. دلپسند. سُهڻو.

= پیار کرنا : پيارڪرڻ- قرب ڪرڻ- محبت ڪرڻ.

= پیاروں پیٹی : محاوره. مٺن مٺي- مائٽن مٺي. نانگي نپٽي- ڏُهاڳڻ.

● پیاز ج پیاز : ذ [ف] بصر.

● پیاس : ث [هہ] اُڃ- تاس- تيهہ. سڪ- آسَند. ٻارن جي هڪ بيماري (جنهن ۾ اُڃ گهڻي لڳندي آهي).

= پیاسا، پیاسے : صفت. اُڃايل- اُڃيو- اُڃارو. سڪايل. آسائتو.

= پیاسا مرنا : اُڃ سان مرڻ. سخت اُڃايل هجڻ.

= پیاس بجھانا : اُڃ لاهڻ- پاڻي پيڻ. خواهش پوري ڪرڻ.

= پیاس مرنا : اُڃ مرڻ- اُڃ لهڻ.

= پیاسی ج پیاسی : صفت. اُڃايل- اُڃيو- سڪايل.

● پیال ج پیال : ذ [هہ] سُڪل ڪانا- پلال.

● پیالہ ج پیالے : ذ [ف] پيالو- وٽو. پٽ- ڪشتو. ٽيجهي جو ختمو- فاتحہ. فقيرن جي دعوت.

● پیپ : ث [هہ] ڦٽ مان نڪتل گند- پُونءِ- روڳ.

= پیپ پڑنا : پونءِ پوڻ- ڦٽ ۾ گند پوڻ.

پیپا ج پیپے : ذ [انگ. Pipe] پيپ.

کاٹ یا لوھہ جو گول وڏو دٻو. (صفت) تمام ٿلهو.

● پیپَل ؑ یا پیپَل ؑ : ذ [ھ] پپر (وڻ).

● پیتَل ؑ : ذ [ھ] هڪ قسم جو ڌاتو- پيتَل.

— پیتلی : صفت. پتل جو- پتل جهڙو. پتل جي رنگ جو.

● پیٹ ؑ یا پیٹ ؑ : ذ [ھ] پيٽ- شِڪم. معدو- اوجهہ. گرڀ- حمل. بک. لالچ- حرص. ڏنڊو- روزگار. خوراڪ.

— پیٹ اَپھَرنا : پيٽ اڦرجڻ.

— پیٹ بَجانا : پيٽ وڄائڻ. خوشي ڪرڻ.

— پیٹ باندھنا : پيٽ ٻڌڻ. بک ڪاٽڻ.

— پیٹ بڑھنا : پيٽ وڌڻ- پيٽ وڏو ٿيڻ.

— پیٹ بولنا : پيٽ ۾ گڙگڙ ٿيڻ.

— پیٹ بھَر جانا : پيٽ ڀرجي وڃڻ. ڍئجي وڃڻ. ڪنو ٿيڻ- ڪڪ ٿيڻ. مغرور ٿيڻ.

— پیٹ بھَر لینا : رکو سکو کائي پيٽ ڀرڻ. گذارو ڪرڻ.

— پیٹ بھَرنا : پيٽ ڀرڻ- ڍءُ ڪرڻ. آسودو ٿيڻ- خوشحال ٿيڻ.

— پیٹ پالنا : پيٽ پارڻ. ڏکيو سکيو گذر ڪرڻ.

— پیٹ پَر پتھّر باندھنا : پيٽ تي پٿر ٻڌڻ- فاقا ڪيڻ- بُکون ڪاٽڻ.

— پیٹ پکڑنا : بد حواس ٿيڻ- پريشان ٿيڻ.

— پیٹ پوچھَن ؑ : ذ. پويون ٻار.

— پیٹ پھاڑنا : پيٽ ڦاڙڻ. پيٽ چيرڻ. تمام گهڻو کائڻ.

— پیٹ پھُولنا : پيٽ ڦوڪجڻ. پيٽ وڌڻ. حمل ظاهر ٿيڻ.

— پیٹ ٹھنڈا رہنا : اولاد سلامت رهڻ.

— پیٹ چلنا : دست اچڻ.

— پیٹ چوٹٹی : صفت. آها عورت جنهن جو پيٽ (حمل جي حالت ۾) نہ وڌي.

— پیٹ رہنا : پيٽ ٿيڻ- حمل رهڻ.

— پیٹ سے پٹّی باندھنا : پيٽ کي پٽيون ٻڌڻ- بکون ڪاٽڻ.

— پیٹ کاٹنا : ٿورو کائڻ. مقرر کاڌي کان گهٽ ڏيڻ.

— پیٹ کی آگ بجھانا : پيٽ جي باهہ وسائڻ- بُک لاهڻ.

— پیٹ کی آنچ ؑ : محاوره. ڏاڍي بُک. آنڊي جي باهہ- رت جي چِڪ.

— پیٹ گَدرانا : حمل جي حالت ۾ پيٽ ظاهر ٿيڻ. حمل جون نشانيون ظاهر ٿيڻ.

— پیٹ مارنا : روزيءَ تي لت ڏيڻ. پيٽ تي لت ڏيڻ.

— پیٹ مَسوسنا : بکيو رهڻ- لنگهڻ ڪيڻ.

— پیٹ میں بَل پڑنا : گهڻي کلڻ ڪري پيٽ ۾ سُور پوڻ. پيٽ ۾ گهمرا پوڻ.

— پیٹ میں داڑھی ھونا : ٻاراڻي وهيءَ ۾ عقل جون ڳالهيون ڪرڻ. ننڍپڻ ۾ تمام چالاڪ هجڻ.

— پیٹ میں کھلبلی پڑنا، مچنا : پيٽ ۾ ڪوئا ڊوڙڻ. پريشاني يا گهٻراهٽ جي حالت ۾ پيٽ ۾ وڪڙ پوڻ.

— پیٹو یا پیٹُو : صفت. تمام گهڻو کائيندڙ- پيٽير- پيٽوڙي. هٻچي.

— پیٹ والی یا پیٹ والیاں : ث. پيٽ واري- پيٽ سان- حامله.

● پیٹا یا پیٹے : ذ [ھ] پيٽ- ڍِڍُ. اوجهڙ- اوجهري (جانور جي). جهول (لغڙ جي ڏور جو). حساب ڪتاب جو سرو. تخمينو- اندازو- ڪٿ.

— پیٹا پانی : ذ. سخت سيئنهن- زوردار بارش.

— پیٹا توڑنا : لغڙ جي ڏور کي جهول واري

هٿن ڄنگهن سان لتون هڻڻ، لٽڪڻ هٿي ڪاڻا ڪرڻ.

● پیٹنا: متعدی [هہ] مارڻ. ڌڪ هڻڻ - ڪُٽڻ. پيٽڻ - روئڻ - ماتم ڪرڻ. (ذ) جهيڙو. روج - ماتم.

● پیٹھہ ع پیٹھیں: ث [هہ] پُٺ - پُٺي. جانورجي جسم جو مٿيون حصو. پُشت - پُٺ - ٽيڪ. آسرو. سهارو.

▬ پیٹھہ پیچھے: تابع فعل. پر پُٺ - پٺيان - غير حاضريءَ ۾.

▬ پیٹھہ ٹھوکنا: پُٺي ٺوڪڻ - شاباس ڏيڻ - همت وڌائڻ.

▬ پیٹھہ دکھانا، دینا: پُٺ ڏيکارڻ. ڀڄي وڃڻ - ڀاڄ ڪائڻ. مسافريءَ تي وڃڻ. آسهڻ - روانو ٿيڻ.

▬ پیٹھہ لگنا: ڪُشتيءَ ۾ پُٺيءَ ڀر ڪرڻ (جا هارائڻ جي نشاني آهي). ليٽڻي ليٽڻي پُٺي لڳي پوڻ.

▬ پیٹھہ موڑنا: پُٺي ڦيرڻ - پُٺي ڏيکارڻ. ڀڄي وڃڻ.

● پیٹھا ع پیٹھے: ذ[هہ] هڪ قسم جو نالو - پيٺو.

● پیٹھی: ث [هہ] ماٺهن يا مڱن وغيرهہ جي دال يا اَن جو اَٽو (جنهن مان وڙيون ٺاهيندا آهن).

● پیٹی ع پیٹیاں: ث [هہ] چيلهہ ۾ ٻڌڻ جو ڪپڙي يا چمڙي جو پٽو - ڪمر بند. ويابل عورت جي چيلهہ ۾ ٻڌڻ جو پٽو. چاول پار ڪي ويڙهڻ جو پٽو - تنجڻ. بلبل جي چيلهہ ۾ ٻڌل ڏور. جانور جي ڪنڌ ۾ ٻڌل پٽو. چمڙي جو ويڪرو ۽ ڊگهو ٽُڪرو - پٽو. ننڍي پيٽي يا صندوق.

● پیچ: ث[هہ] اوباريل چانورن جو پاڻي - پيڇ.

● پیچ ع پیچ: ذ [هہ] وَر - وَڪڙ. گهرو. پيٽ ۾ سُور - وَٽ. داءُ - وارو.

▬ پیچ کھانا: اندر ۾ وٽ کائڻ.

▬ پیچ میں آنا، پڑنا، پھنسنا: وَر ۾ اچڻ - وڪڙ ۾ اچڻ. مصيبت ۾ ڦاسڻ.

▬ پیچوان ع پیچوان: ذ. هڪ قسم جو حقو (جنهن جو نڙ تمام وڏو ۽ ويڙهيل ٿئي) - سرڪلياڻ حقو. بلغاري نڙ.

▬ پیچ و تاب: ذ. بيقراري - لوچ پوچ. گهٽي - غصو - ڪاوڙ.

● پیچھا: ذ [هہ] پويون پاسو - پٺيون طرف. پويون حصو - پچاڙي. پيڇو - تعاقب. پونڱي - پيروي.

▬ پیچھا چھڑانا: پيڇو ڇڏائڻ - جند ڇڏائڻ - جان بچائڻ.

▬ پیچھا کرنا: پيڇو ڪرڻ - پُٺ وٺڻ - پٺيان لڳڻ.

▬ پیچھا نہ چھوڑنا: پٺ نه ڇڏڻ - پيڇو نه ڇڏڻ - جند نه ڇڏڻ.

● پیچھے: تابع فعل [هہ] پٺيان - پويان. غير حاضريءَ ۾. بعد ۾ - پوءِ. واسطي. لاءِ.

▬ پیچھے پڑنا: پٺيان پوڻ - پويان لڳڻ. دشمني ڪرڻ. خوار ڪرڻ.

▬ پیچھے پیچھے: تابع فعل. پٺيان پٺيان - پويان پويان. گڏوگڏ.

● پیدل: صفت [هہ] پيادو - پنڌ - پيادل. (ذ) پيادو (سپاهي).

● پیر: ذ [هہ] پير. پير جو نشان - پيرو. اَن گاهڻ، تيل پيڙڻ يا نار ۾ وهڻ وقت جانورجي ڪرن جا نشان. اَن گاهڻ جي جڳهہ. ڍڳ - انبار. اَٽ صاف ٿيل اَن.

▬ پیرا: ذ. پيرن جا نشان - پيرو.

● پیر: ذ [اردو] هڪ ڏينهن جو نالو - سومر.

● پيرڪوا ع پيرڪوءِ: ذ [هہ] پاڻيءَ مٿان آڏامندڙ هڪ قسم جو جيت- تارونڙو. ڪاٺيءَ جو ٽڪر جو ڪُنڍي (مڇي ڦاسائڻ جي) سان ٻڌل هوندو آهي.

● پيرنا: لازم [هہ] ترڻ. پاڻيءَ مٿان لڙهڻ.

ـ پيراڪُ ع پيراڪُ: ذ. تارُو.

ـ پيراڪي: ث. ترڻ جو هُنر- ترڻي.

● پيڙُ ع پيڙُ: ذ [هہ] وڻ- درخت.

ـ پيڙي ع پيڙيان: ث. ٿڙ (وڻ جو). ڪُٽ. وڻ جي اُها پاڙ جنهن مان ٻيو وڻ پيدا ٿئي. پان جو هڪ قسم. ميويدار وڻن جي ڏل.

● پيڙا ع پيڙے: ذ [هہ] مٺائيءَ جو هڪ قِسم- کير پيڙو. گوهيل آٽي جو چاٺو.

● پيڙها ع پيڙهے: ذ [هہ] ويهڻ جي واٽيل ننڍڙي سنجي. سُورُو.

پيسا ع پيسے: ذ [هہ] هڪ قسم جو سڪو- پيسو- ڏوڪڙ. ناڻو- رقم.

ـ پيسا جوڙنا: پئسا گڏ ڪرڻ- پئسا ميڙڻ.

ـ پيسے برابر بوٹياں ڪرنا: پوٽيون پوٽيون ڪرڻ.

ـ پيسے والا: صفت. پئسن وارو- دولتمند- شاهوڪار.

● پيسنا: متعدي [هہ] پيهڻ- آٽو ڪرڻ. ستائڻ. پيهڻ (چڪي). ڪرٽڻ (ڏند).

ـ پيس ڈالنا: پيهي ڇڏڻ. آٽو ڪري ڇڏڻ. برباد ڪري ڇڏڻ. پائمال ڪرڻ.

ـ پيسنا پيسنا: سخت محنت ڪرڻ- ڪشالا ڪيڻ. ڪشٽ ڪاٽڻ. تڪليفون سهڻ.

ـ پيسني: ث. جنڊ ۾ هڪ دفعي وڌل اَن جي لپ- ڳارو.

● پيڪ: ث [هہ] ٿُڪ. پان جي ٿُڪ.

ـ پيڪدان: ذ. ٿُڪن ڇڏڻ جو ٿانءُ- ٿُڪدان. ٿُڪو.

● پيلا ع پيلے: صفت [هہ] ڦِڪو- زردو- هيڊو (رنگ). ڪيسري- زعفراني.

● پيلنا: متعدي [هہ] ڏِڪڻ- ٽيلهڻ. دٻائڻ. تيل ڪيڻ- پيڙڻ. ڦُسڻ.

● پيلو ع پيلو: ذ [هہ] چار يا کيڙ جو وڻ. تيير- ٻانُ. جيت- ڪيڙو. هڪ قسم جو خيالي پکي. (ث) هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● پيمڪ: ث [هہ] ڪلابتن جي سنهي ڏوري- زريءَ جي پانڪ.

● پينا: متعدي [هہ] پيئڻ (پاڻي وغيره). ڇڪڻ (حقو، بيڙي وغيره). مارڻ (ڪاوڙ).

● پينتاليس: عدد [هہ] هڪ عدد- پنجيتاليهه (٤٥).

● پينترا ع پينترے: ذ [هہ] وڙهڻ ۾ بيهڪ يا حملي ڪرڻ جو طريقو. حملي جو نمونو. وار جو ڍنگ. داءُ- وار.

ـ پينترا بدلنا: ڍنگ بدلائڻ- نمونو بدلائڻ (مقابلي ۾). پاسو بدلائڻ.

● پينٺهه: ث [هہ] هفتيوار خريد فروخت جو مقرر ڏينهن (خصوصاً چوپائي مال لاءِ). چوپائي مال جي پيڙي (جتي اُنين اُنين ڏينهن خريد فروخت ٿئي).

● پينجني، پينجنيا ع پينجنيان: ث [هہ] چمڪيدار ڪڙي جا ڪبوترن جي پيرن ۾ ٻڌندا آهن. بيل گاڏيءَ جي ڦيٽي جي چاٻي.

● پيندا ع پيندے: ذ [هہ] هيٺيون حصو يا ترو (ٿانءَ، صندوق وغيره جو). ڪنهن به شيءِ جو ترو (جنهن جي آڌار تي بيهي سگهي). توف يا بندوق ۾ بارود رکڻ جي جاءِ.

● پينس: ذ [هہ] رُڪام- ريزش. پالڪي-

جو هڪ قسم.

● ٹوڑی ج ٹوڑیاں : ث [ھ] هڪ قسم جي راڳڻي.

● ٹوسا ج ٹوسے : ذ [ھ] ڀڀڻ جي ڏوڏي. ٽشو- ريشو.

● ٹوک : ذ [ھ] ٽڪر- ڀاڱو- حصو.

● ٹوکرا ج ٹوکرے : ذ [ھ] ٽوڪرو. ڇٻو. ڪارو. هڪ قسم جي ننڍي پيڙي- ڍونڊي. چوپڻ راند ۾ هارايل بازي.

- ٹوکرا سر پر ہونا : مٿي تي بوجو هجڻ- سر تي بار هجڻ.

- ٹوکری ج ٹوکریاں : ث. ٽوڪري. ڇٻي. ڪاري.

- ٹوکری ڈھونا : بار ڍوئڻ- ٽوڪرا ڍوئڻ- مزوري ڪرڻ.

● ٹوکم ٹاک : صفت [اردو] ٺيڪ- درست. پورو (تور ۾).

● ٹوکم ٹاکا : ذ [ھ] جهيڙي جهٽي جي ڳالهه- ٺيڪڙو.

● ٹوکنا : متعدی [ھ] ٽوڪڻ. پڇڻ- پڇا ڪرڻ. روڪڻ- منع ڪرڻ. چوڪ ڪڍڻ- غلطي ٻڌائڻ. اعتراض ڪرڻ. نظر هڻڻ- هوس.

- ٹوک : ث. روڪ- منع. نظر- هوس. دشمني- مخالفت.

- ٹوک دینا : ٽوڪي ڇڏڻ. منع ڪرڻ.

- ٹوک میں آنا : (ننڍڙي ٻار کي) نظر لڳڻ.

● ٹوکنا ج ٹوکنے : ذ [ھ] هڪ قسم جو ٿانءُ (جو پاڻيءَ رکڻ لاءِ ڪم اچي).

● ٹولا ج ٹولے : ذ [ھ] پاڙو- محلو. ڍير- ڍڳ. آهجاڻ- پار پيتو.

● ٹولی ج ٹولیاں : ث [ھ] ٽولي. مجموعو- ميڙ (ماڻهن جو).

● ٹوم : ث [ھ] ڳهه ڳٺو- زيور. سنهي ٺلهي شيءِ. ٺاهه ٺوهه- هار سينگار. سهڻي عورت. ساهدار عورت. چالاڪ- ڦڙت. آنڊا. ڇڻي (ڪبوترن جي وٺڻ جي). ڀڙوي- ڏوتي.

- ٹوم ٹام : ث. ڳهه ڳٺو- سنهي ٺلهي شي.

- ٹوم چھلا : ذ. سنهو ٺلهو زيور. هلڪي قيمت وارو زيور.

● ٹونا ج ٹونے : ذ [ھ] ٽوڻو- ڦيڻو. جهاڙ. ٽوٽڪو. هڪ قسم جو ڳيچ (شاديءَ جي موقعي جو).

- ٹونا الٹنا : جادوءَ جو اثر موٽائڻ (جيئن جادو ڪندڙ تي وجي اثر ٿئي).

- ٹونہائی ج ٹونہائیاں : ث. ٽوڻو ڦيڻو ڪندڙ عورت- پوپي.

- ٹونے ٹوٹکے : ذ. ٽوڻا ڦيڻا. تعويذ ڦل. منتر جنتر. جادو وغيره.

● ٹونٹا ج ٹونٹے : ذ [ھ] آتشبازي جو هڪ قسم- ٽونٽو. بانس جو ٽڪرو. ڪارتوس.

● ٹونٹی ج ٹونٹیاں : ث [ھ] ٽڻ (ڪونري جي)- ڏنڊي.

● ٹونڈی ج ٹونڈیاں : ث [ھ] دن- ناف. گجر يا مُوري وغيره جي پڇڙي. ٽونٽي پاڻهن.

● ٹونگنا : متعدی [ھ] ڪٽو ڪٽو ڪري کائڻ- چهنگارڻ. ٿورو ٿورو ڪري کائڻ. ٽونگارڻ.

● ٹوہنا : متعدی [ھ] ڳولڻ. ووڙڻ. ڇهڻ. چرچ ڪرڻ.

- ٹوہ : ث. تلاش- ڳولا. ووڙ. سنڀال- نگهباني. پتو- ڏس.

- ٹوہا ٹوئی : ث. ڳولا ڦولها. ووڙول. ڇنڊ ڇاڻ. نظرداري- نگهباني.

- ٹوہ لگانا، لینا : پتو لهڻ. ڳولا ڪرڻ.

وڙڙ ڏيڻ .

▬ ٹوهئيا ۽ ٹوهئے : ذ. وڙڙيندڙ. ڳولا ڪندڙ. ڳولو. جاسوس.

● ٹوئی : ث [هہ] ڪانو (سَر جو). ڳَري (جُوار وغيره جي).

● ٹهاٹ : ث [هہ] ديکهو "ٹهاٹهہ".

▬ ٹهاٹيں مارنا : لهرون هڻڻ (درياءَ، سمنڊ).

● ٹهاٹر : ذ [هہ] درن ۽ دربن کي ڳڙڪين وارو فريم. پڃرو (ڪبوترن جو). آتشبازيءَ جو هڪ قسم.

● ٹهاٹهہ : ذ [هہ] سنٿهن وغيره ٺاهڻ لاءِ ڪاٺين جي اڏاوت ـ مانداڻ. پڪو ـ ٺُوئو. ٺاهه ٺوهه ـ زيب زينت. ٺاٺ ـ دبدبو ـ شان شوڪت. انبوه ـ ميڙ. گهٽائي ـ جهجهائي.

▬ ٹهاٹهہ کرنا : ٺاهه ٺوهه ڪرڻ. دبدبو ڪرڻ. ڪنيڙائيون هڻڻ (ڪبوتر). ڪُڪڙن جو ڦونڊجي هلڻ (ويڙهه وقت).

▬ ٹهاٹهہ مارنا : پکيءَ جو آڏامڻ کان اڳ پَر هڻڻ. آرام ڪرڻ ـ آسايش ڪرڻ.

● ٹهاڈا، ٹهاڑا : صفت [هہ] آپو ـ بيٺل. ٹُلهو متارو ـ ڏتو مٿو. سگهارو.

● ٹهاری ۽ ٹهاریاں : ث [هہ] لَٺ. لوڙهه.

● ٹهانسنا : متعدی [هہ] زور سان وجهڻ. دبي پرڻ ـ ڏتڻ. ڦُسڻ. پچائڻ. ڪنگهڻ.

● ٹهاننا : متعدی [هہ] پڪو ارادو ڪرڻ. ارادو ڪرڻ ـ خيال ڪرڻ.

▬ ٹهان لینا : پڪو ارادو ڪرڻ ـ پڪو پهه ڪري ڇڏڻ.

● ٹهائیں ٹهائیں : ث [هہ] بڪواس ـ بيهودي گفتگو.

● ٹهپّا ۽ ٹهپّے : ذ [هہ] ٺپو. پورُ. ڇاپو. مُهر.

▬ ٹهپّا لگانا : ٺپو هڻڻ ـ نشان ڪرڻ. مُهر لڳائڻ.

● ٹهپنا : متعدی [هہ] ٺپڻ. ڏڦڻ (ڇيٽا وغيره ڪُٽڻ). سٽڻ. نشان ڪرڻ.

● ٹهٹرنا : لازم [هہ] سُڪي پوڻ (سيءَ ۾) ـ بند جي پوڻ (ٿڌ ۾). ڪومائجڻ. ٿڌ سبب وڻ، بوٽي وغيره جو واڌ نه ڪرڻ.

● ٹهٹکنا : لازم [هہ] هڪي ٻڪي رهڻ. هڪڻ ـ هٽڪڻ.

● ٹهٹهہ : ذ [هہ] انبوه ـ ميڙ ـ هجوم.

● ٹهٹهّا ۽ ٹهٹهّے : ذ [هہ] ٺوڳ چرچو. کِلِ مسخري. ٺهڪ. ٺوڪ ـ چٽر.

▬ ٹهٹهّا اڑانا : ٺوڳ ڪرڻ ـ چرچو ڪرڻ. ٺوڪ ڪرڻ. چٽر ڪرڻ.

▬ ٹهٹهّا سمجهنا : مسخري سمجهڻ. آسان سمجهڻ ـ سَولو سمجهڻ.

▬ ٹهٹهّا لگانا : ٺٺولي ڪرڻ. چٽر ڪرڻ. ٺهڪ ڏيڻ.

▬ ٹهٹهّے باز : صفت. چرچائي ـ ٺوڳائي.

● ٹهٹهری ۽ ٹهٹهریاں : ث [هہ] بانس جي ڪاٺين جي اڏاوت (ڇت يا سنٿهن لاءِ). (ذ) تمام ڏٻرو ماڻهو.

● ٹهٹهول، ٹهٹهولی : ث [هہ] ٺٺولي ـ مسخري. چٽر.

● ٹهڈّا ۽ ٹهڈّے : ذ [هہ] لغڙ جي وچ واري ٿلهي بانس جي پٽي. پٽيءَ جو ڪنڊو.

● ٹهڈّی ۽ ٹهڈّیاں : ث [هہ] ڪاڏي.

● ٹهرّا ۽ ٹهرّے : ذ [هہ] ديسي شراب (سستو ۽ گهٽ درجي وارو). زناني چولي جي ڪَهي. ڪچي سير.

● ٹهس : صفت [هہ] ڏاڍو ـ سخت. ٺيهرو. دبي

پريل . مضبوط . نڙ . ڪند ذهن - موڳو . ڪاهل .
▬ ٺهَسا ٺهَسَ : صفت . ڏيي پريل - ڏٿيل .
ڀَر پور - ڪناتار .
▬ ٺهَس پَنَ : ذ . سختي . نهرائي . ڳؤرائي .
ڇمي وهڻ جي حالت . بي ڊولائي - بدصورتي .
● ٺهَسّا ۽ ٺهَسّے : ذ [هہ] تڪبر - غرور -
وڏائي . ڏام ڏوم - دبدبو . ناز - نخرو .
▬ ٺهَسّے سے چَلنا : شان سان هلڻ . ناز نخري
سان هلڻ . غرور سان هلڻ .
● ٺهَسڪا ۽ ٺهَسڪے : ذ [هہ] آنڊو .
● ٺهَسڪنا : متعدی [هہ] ٺڪر جي ڏانئون
کي هڪبئي مٿان اڇلائي پڃڻ . مٿان ڪري
ڇڏڻ . ڪٽي اڇلڻ . ڪٽي ڪڍائڻ . آهستي آهستي
روئڻ ( ٻار جو ) - ريڱو ڪرڻ .
● ٺهُسڪي ۽ ٺهُسڪيان : ث [هہ] ڦوس .
● ٺهُسنا : لازم [هہ] ڏني پرڻ - ڦسڻ -
گهوڄڻ . اونسڻ .
● ٺهُسّي ۽ ٺهُسّيان : ث [هہ] هڪ قسم جو
زيور (جو ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن ) .
● ٺهڪانا ۽ ٺهڪانے : ذ [هہ] ٺڪاڻو . جڳهہ -
هنڌ . آستان .
▬ ٺهڪانا ڪرنا : ٺڪاڻو ڪرڻ - گهر ٺاهڻ .
شادي ڪرڻ .
▬ ٺهڪانے لگانا : ٺڪاڻي لڳائڻ . منزل مقصود
تي رسائڻ . پورو ڪرڻ (ڪم) . ماري ڇڏڻ .
● ٺهڪ ٺهڪ : ث [هہ] کڙڪو - ٺڪ ٺڪ .
کيٽ پيٽ - گهپي .
● ٺهڪرا ۽ ٺهڪرے : ذ [هہ] ٺڪر - ٺڪري .
● ٺهڪرانا : متعدی [هہ] ٺڪرائڻ . انڪار ڪرڻ .
ڇڏڻ . لوڏڻ . نوڪر هٿي ڇڏڻ . برباد ڪرڻ -
تباهہ ڪرڻ . ڪيي ڇڏڻ . انڪار ڪرڻ .

● ٺهڪنا : لازم [هہ] ٺوڪجڻ . ويهي وڃڻ
( زمين ۾ ) . قيد ۾ پوڻ .
● ٺهگنا : متعدی [هہ] ٺڳڻ - ٺڳي ڪرڻ .
دغا ڪرڻ .
▬ ٺهگ : ذ . ٺڳ - دغاباز .
▬ ٺهگائی : ث . ٺڳي - دغا .
▬ ٺهگ ليِنا : ٺڳڻ - فريب ڪرڻ .
▬ ٺهگی : ث . ٺڳيي - فريب .
● ٺہلنا : لازم [هہ] ٺهلڻ - پسار ڪرڻ .
گشت ڪرڻ - چڪر ڏيڻ . سير ڪرڻ - گهمڻ .
▬ ٺہل : ث . پسار . سير - گشت . چاڪري -
خدمت .
▬ ٺہلانا : متعدی . گهمائڻ - پسار ڪرائڻ .
سير ڪرائڻ . هٽائڻ - هڪ پاسي ڪرڻ .
▬ ٺہلوا : ذ . پانهو - نوڪر - ٺهليو . (ث) ٺهلني .
● ٺهليا ۽ ٺهليائيں : ث [هہ] دلو (پاڻيءَ جو) -
گهاگهر . ننڍو مٽ .
● ٺهمري : ث [هہ] ٺمري - هڪ قسم جو راڳ .
● ٺهمڪا ۽ ٺهمڪے : صفت [هہ] ٻندرو - ٺينگٺو .
● ٺهمڪنا : لازم [هہ] لوڏ سان هلڻ - نخري
سان هلڻ .
▬ ٺهمڪ : ث . ناز سان هلڻ جي حالت -
نخري سان هلڻي . معشوقاڻي چال .
▬ ٺهمک ٺهمک چلنا : ناز نخري سان هلڻ -
لاڏ ڪوڏ سان هلڻ .
▬ ٺهمک چال : ث . لوڏ سان هلڻي - ناز واري
ٽور . معشوقاڻي رفتار .
● ٺهمڪي ۽ ٺهمڪيان : ث [هہ] چيچي (لغڙ ڪي) .
● ٺہنا ۽ ٺہنے : ذ [هہ] ڏارُ (وڻ جو) - ڏار .
● ٺهنٺهہ : ذ [هہ] سڪل ڏار (وڻ جو) .
(صفت) ٺنڊو . ٺونٺو . لولهو .

● ٹھنٹھنانا : لازم [ھ] ٺَن ٺَن ڪرڻ. خالي ٿانوَ کڙڪڻ.

● ٹھنڈ : ث [ھ] ٿڌ - ٺار. سيءُ. سيارو.

– ٹھنڈ پڑنا : ٿڌ پوڻ - سيءُ پوڻ. ڏسو "ٹھنڈک پڑنا".

● ٹھنڈا ؏ ٹھنڈے : ذ. صفت [ھ] ٿڌو. چُپ - خاموش. ڍرو - سُست. بردبار - گنڀير. رحمدل. بي جان - مُردو.

– ٹھنڈا پڑنا : ٿڌو ٿيڻ. خاموش ٿيڻ. سست ٿيڻ. بي جان ٿيڻ - مُردو ٿيڻ.

– ٹھنڈا سانس ؏ ٹھنڈے سانس : ذ. ٿڌو ساهه.

– ٹھنڈا کر کے کھانا : صبر سان هلڻ. ڌيرج سان هلڻ. عقل ۽ خيال سان ڪم ڪرڻ.

– ٹھنڈا کرنا : ٿڌو ڪرڻ - ٺارڻ. مارڻ - ساهه ڪڍڻ. گهٽ ڪرڻ (ڪاوڙ). پوڙڻ. تسلي ڏيڻ.

– ٹھنڈا وقت : ذ. ٿڌ جو وقت (صبح يا سانجهيءَ جو).

– ٹھنڈا ہونا : ٿڌو ٿيڻ - ٺرڻ. خوش ٿيڻ. ڪاوڙ لهڻ. موڙو ٿيڻ (واپار). بي سواد ٿيڻ (کاڌو).

– ٹھنڈائی : ث. ٿڌاڻ. ڀنگ. ٿاڌل.

– ٹھنڈک : ث. ٿڌ - سردي - ٺار. خوشي - راحت. آرام - فرحت. آٿت - تسلي.

– ٹھنڈک پڑنا : ٿڌ پوڻ - ٺار پوڻ - سيءُ پوڻ. آرام اچڻ (دل کي). فرحت اچڻ.

– ٹھنڈی : صفت. ٿڌ - سردي - ٺار. (صفت) ٿڌي.

– ٹھنڈی آگ : ث. هلڪي باهه.

– ٹھنڈی کڑھائی : ث. مٺائيءَ جو هڪ قسم.

– ٹھنڈی مٹی : محاوره. ٿڌي مٽي. ڍيڻو جسم. ڍير سان بالغ ٿيڻ وارو ماڻهو. زنانو.

– ٹھنڈی نکلنا : ماتا جي بيماري ٿيڻ.

– ٹھنڈے ٹھنڈے جانا : ٿڌ ۾ وڃڻ - صبح جو سوير وڃڻ.

– ٹھنڈے سانس بھرنا : لازم. ٿڌا ساهه کڻڻ. ڏک ظاهر ڪرڻ.

● ٹھنکنا : لازم [ھ] ڪَڙڪڻ - وڄڻ (ٿانوَ، رپيا وغيره).

● ٹھنکنا : لازم [ھ] ڪوڙ ڪري روئڻ - ڪوڙا ڳوڙها ڳاڙڻ. ننڍن ٻارن وانگر روئڻ.

● ٹھنگنا ؏ ٹھنگنے : ذ. صفت [ھ] بندرو - ٺينگٽو - ڇامڙو. (ث) ٹھنگنی.

● ٹھنگیر : ث [ھ] ڪٽو ڪٽو ڪري کائڻ جي حالت - چونگار - چوڳو.

● ٹہنی ؏ ٹہنیاں : ث [ھ] ٽاري (وڻ جي) - شاخ - لام.

● ٹھور ؏ ٹھوریں : ث [ھ] ٺڪاڻو. جڳهه - مڪان. پتو - نشان. جانچ - ڳولا. موقعو - محل.

● ٹھوڑی ؏ ٹھوڑیاں : ث [ھ] ڇاڙي - کاڏي.

– ٹھوڑی میں ہاتھ دینا : کاڏيءَ تي هٿ ڏيڻ. خوشامد ڪرڻ - منت ڪرڻ.

● ٹھوس : صفت [ھ] سخت - ڏاڍو. ٺهرو. ڳرو - وزنائتو.

● ٹھوسا ؏ ٹھوسے : ذ [ھ] آڱوٺو - ٺٺيو.

– ٹھوسا دکھانا : آڱوٺو ڏيکارڻ - ٺٺيو ڏيکارڻ. انڪار ڪرڻ - نابري وارڻ.

● ٹھوکر ؏ ٹھوکریں : ث [ھ] ٺوڪر - ٺُڏو. ٿاٻو - ڌڪو. ٺوڪر. گهاٽو - نقصان. ريلوي انجڻ جي سُونڊ.

– ٹھوکر پر ٹھوکر لگنا : هڪ پٺيءَ پٺيان ڌڪ لڳڻ. نقصان جي مٿان نقصان پوڻ.

— ٺهوکر کهانا : ٺوڪر کائڻ - ڌڪ کائڻ . ڏابو کائڻ . صدمو سهڻ . نقصان سهڻ . ڌوکو کائڻ .

— ٺهوکر لگانا : لت هڻڻ - ٺُڏو هڻڻ . ٺُڏي ڇڏڻ .

— ٺهوکر لينا : گهوڙي جو ٻاهڙجڻ - ڏابو کائڻ ( گهوڙي جو ) . ٻاهڙجي ڪرڻ .

— ٺهوکريں کهانا : ڌڪا کائڻ - ڏابا کائڻ . دربدر ٿيڻ . سخت نقصان سهڻ .

● ٺهوکنا : متعدی [ھ] چوڪ ڏيڻ - چوڪڻ . آڙي هڻڻ . هوشيار ڪرڻ - خبردار ڪرڻ . ٺونٺ هڻڻ .

— ٺهوکا يا ٺهوکے : ذ . چوڪ . رُگهو . ڌڪو . ٺيلهو .

— ٺهوکا دينا : چوڪ ڏيڻ . سجاڳ ڪرڻ .

— ٺهوکے دينا : چوڪون ڏيڻ . رُگها هڻڻ . ٺيلها ڏيڻ . ڌڪا هڻڻ .

● ٺهوکنا : متعدی [ھ] ٺوڪڻ . ڪُٽڻ . هڻڻ (موچڙا) . ٺپرڻ (پٽي) . دٻڻ - ڦَسڻ . وڄائڻ (طبلو) .

— ٺهوک بجا کے لينا : ٺاهي ٺوڪي وٺڻ - چڱيءَ طرح ڏسي وائسي وٺڻ . سوچي سمجهي وٺڻ .

● ٺهونٺهہ يا ٺهونٺهيں : ث [ھ] چُهنب .

● ٺهونسنا : متعدی [ھ] دٻڻ - ڦَسڻ . گهوچڻ . زور سان پرڻ . زوريءَ وجهڻ . گيهڻ - گِرڪائڻ .

● ٺهونگا يا ٺهونگے : ذ [ھ] ٺونگو . آڱر جي ڏوٽي جو ڌڪ .

● ٺهيا يا ٺهيے : ذ [ھ] دڙ ي ( ٻنيءَ وغيره ۾ نشان طور لڳايل) . گاديلو (ويهڻ لاءِ) . صندل .

● ٺهيپی : صفت [ھ] ٻُوچ - ڏٽو .

— ٺهيپی دار : صفت . ٻوچ ڏنل - بند ٿيل (بوتل) .

● ٺهيٹ : صفت [ھ] خالص - نج . ٺيٺ .

● ٺهيرنا ، ٺهرنا : لازم [ھ] بيهڻ - ترسڻ . ٽڪڻ - رهڻ . قائم رهڻ . رهڻ (حمل) . مقرر ٿيڻ (اگهہ) . صبر ڪرڻ . جتاءُ ڪرڻ .

— ٺهيرانا : متعدی . بيهارڻ - ترسائڻ . رهائڻ . ٽڪائڻ . قائم ڪرڻ . طيءِ ڪرڻ (اگهہ) . ڪرڻ (فيصلو) . بيهارڻ ( تجويز ) .

— ٺهيراؤ : ذ . بيهڪ . رهائش - قيام . منزل - جڳهہ .

● ٺهيس : ث [ھ] ڌڪو - ٺيلهو . ڌڪ . ڏڪ - صدمو .

— ٺهيس لگنا : ٺيلهو اچڻ . ڌڪ لڳڻ . صدمو پهچڻ .

● ٺهيک : صفت [ھ] ٺيڪ - درست - صحيح . لائق - موزون . مناسب - واجب . باقاعدي . پورو .

— ٺهيک آنا : ٺيڪ اچڻ - درست اچڻ . پورو اچڻ .

— ٺهيک بنانا : پُورو ٺاهڻ . ٺيڪ ڪرڻ . سڌو ڪرڻ - سزا ڏيڻ . سڌارڻ .

— ٺهيک ٺهاک : تابع فعل . هرطرح سان درست - ٺيڪ ٺاڪ . پورو - مڪمل - تندرست . چڱو ڀلو .

— ٺهيک ٺهيک : صفت . پورو پورو . مڪمل .

● ٺهيکا يا ٺهيکے : ذ [ھ] ٺيڪو - مقاطعو - اجارو . تال (طبلي جو) .

— ٺهيکا بهرنا : گهوڙي جو پستيون هڻڻ .

— ٺهيکے دار : ذ . صفت . ٺيڪيدار - مقاطعيدار .

● ٺهيکرا يا ٺهيکرے : ذ [ھ] ٺڪر - ٺڪري . ٺڪر جي ڪنهن ڀڳل ٿانءُ جو ٽڪرو .

— ٺهيکری يا ٺهيکرياں : ث . ٺڪري .

● ٺهيلنا : متعدی [ھ] ٺيلهڻ - ڌڪڻ . ريڙهڻ . سرڪائڻ . ٺونٺ هڻڻ .

— ٺهيلا يا ٺهيلے : ذ . ٺيلهو - ڌڪو . همٿ گاڏو - ٺيلهو .

● ٺهينٹ : ث [ھ] ڪَن جي مَرُ .

— ٺهينٹھی : ث . ڪن جي مَر جي ڳوڙهي .

● ٺهينگا يا ٺهينگے : ذ [ھ] آڱوٺو - ٺڻيو . ڏنڊو - سونٽو . مردانو مخصوص عضوو .

— ٺهينگا دکهانا : آڱوٺو ڏيکارڻ - ٺڻيو ڏيکارڻ .

پرواهه نه ڪرڻ . ڇيڙائڻ - ڪاوڙائڻ .
● ٽيّان : ذ [هہ] ڪوڏيءَ جو هڪ قسم .
● ٽيّان : صفت [هہ] بندرو - چاهڙو . پتڪڙو - ننڍڙو . هڪ قسم جو ننڍڙو طوطو .
● ٽيپ : ث . [هہ] ڇيپ - دب . آلاپ . مٿاهون سُر . نظم جو پويون شعر . چماٽ . ڪاپاڙو - اڳوات وڪري جو دستاويز . زيور جو هڪ قسم .
— ٽيپ ٽاپ : ث . دٻدٻو - شان شوڪت . زيب زينت . ٺٽ ٺانگر .
● ٽيپنا : متعدي [هہ] دٻائڻ - زور ڏيڻ . پيڙڻ - چيڀڻ . لکڻ - نوٽ ڪرڻ ( يادگيريءَ لاءِ ) . ڳائڻ - آلاپڻ .
● ٽير : ث [هہ] آڏو ڪپيل ڪپڙو . آڏي ڪاٽ .
● ٽيروا يا ٽيروے : ذ [هہ] ڦوهارو . گوءِ ( حقي جي ) .
● ٽيڙهه : ث [هہ] وَر - ڏِنگ . گولائي . پيچ - وَڪڙ . بيوقوفي - ناداني . تڪبر - وڏائي . غرور - تڪبر .
— ٽيڙهه کي لينا : شرارت ڪرڻ . لچائي ڪرڻ .
● ٽيڙها يا ٽيڙهے : ذ . صفت . [هہ] ڏنگو - ڦڏو - ڪج . ڇپو . پاسيرو - آڏو . وريل . مُڙيل . بدمعاش - لچو . (ث) ٽيڙهي .
— ٽيڙها بانڪا : صفت . البيلو - رنگيلو . آڙينگ . آرڏو .
— ٽيڙهاپن : ذ . وَر - ڏِنگ . دشمني - مُخالفت . ڏنگائي . بدمعاشي . لچائي .
— ٽيڙها چلنا : ڏنگو هلڻ .
— ٽيڙها سوال : ذ . ڏکيو سوال . مکيہ مسئلو .
— ٽيڙها ڪرنا : ڏنگو ڪرڻ - ڦڏو ڪرڻ . منجهائڻ ( معاملو ) .
— ٽيڙها معاملہ : ذ . مشڪل معاملو . ڏکيو ڪم .
— ٽيڙها وقت : ذ . ڏکيو وقت - مشڪل وقت .
— ٽيڙهي آنکهہ سے ديکهنا : ٽيڏي نظر سان ڏسڻ . ڪروڙي نظر سان ڏسڻ . ڪاوڙ مان ڏسڻ . بد نظر سان ڏسڻ .
— ٽيڙهي تير چهي سنانا : آڏيون اٻتيون ٻڌائڻ . گهٽ وڌ ڳالهائڻ .
— ٽيڙهي چال چلنا : خراب چال هلڻ . لچائي اختيار ڪرڻ . خراب روش وٺڻ .
— ٽيڙهي سيدهي : ث . اونڌي آبتي . آڏي ڦڏي .
— ٽيڙهي کهير : ث . ڏکيو ڪم - مشڪل ڪم . پيچيدو معاملو . مشڪل مسئلو .
● ٽيس يا ٽيسيں : ث [هہ] سور جي سوٽ . درد .
— ٽيسيں اٹهنا : سور جون سوٽون اُٿڻ .
● ٽيسو : ذ [هہ] هڪ قسم جو گل ( جنهن مان هيڊو رنگ ٺهندو آهي ) - 'پاتل' جي وڻ جو گل .
— ٽيسو پهولنا : اکيون نڪرڻ - انڌو ٿيڻ .
● ٽيڪا يا ٽيڪے : ذ [هہ] ٽِلڪ . ٽِڪو (سيندر جو) . ٽُڪو ( ماتا جي بيماريءَ کان بچاءَ جو ). داغ - نشان . هڪ قسم جو زيور - ٽِڪڙو .
● ٽيڪنا : متعدي [هہ] ٽِڪڻ - ٽيڪ ڏيڻ . ٽوٽي ڏيڻ .
— ٽيڪ : ث ٽيڪ - آڌار . آسرو . ٽوٽي - ٿنيو . انجام - اقرار . اعتبار - ڀروسو .
— ٽيڪن : ث . ٽيڪ . آڏ - روڪ . ٽوٽي - جهل .
● ٽيلا يا ٽيلے : ذ [هہ] دڙو . دڙب - ڀِٽ . مٿانهين جاءِ .
● ٽيلوا يا ٽيلوے : ذ [هہ] داسو - ڪام .
● ٽيم : ث [هہ] وٽ جو ڦلو . ڇپي (باهہ جي).
● ٽيمي : ث [هہ] چڻنگ - آلو . باهہ .
● ٽيں : ث [هہ] طوطي جو آواز .

▬ ٽهيں ٽيں : ث. ٽين، ٽين. ٻڪ ٻڪ .
● ٽهينا يا ٽهينے : ذ [هہ] هڪ قسم جو ننڍو ڪُڪڙ. ٽرڙو ڪڪڙ. (ث) ٽيني يا ٽينياں .
● ٽهينٽ : ذ [هہ] ڪرڙ جو ڏيلهو - ڏونرو. اڪ جو دوڏو. وڻ جو ڏينهو .
● ٽينٽوا : ذ [هہ] نڙگهٽ - ڳلو - حلق .
▬ ٽينٽوا دبانا : گهوگهو ڏيڻ - ڳلو گهٽڻ . تنگ ڪرڻ - پريشان ڪرڻ . لاچار ڪرڻ - مجبور ڪرڻ .
● ٽهيني يا ٽهيني : صفت [هہ] ٻندرو - ٽينگٽو .
● ٽهيو، ٽيو : ث [هہ] عادت - علت . رسم - رواج . ڍنگ - طريقو . ڀُور - خيال .
● ٽيوڪي يا ٽيوڪياں : ث [هہ] ٽوٽي - جهل .

# ث

**ث** : ث [ع] اردو "الف - ب" جو ڇهون اکر - سنڌي "الف - ب" جو ناٺون ۽ عربي جو چوٿون اکر. تلفظ "ثي". ابجد موجب عدد ۵۰۰.
● ثانيہ : ذ [ع] پل - لحظو - ڪن.
● ثَواب : ذ [ع] بدلو - عوض - اجر. نيڪ ڪمن جي جزا. نيڪ ڪمن جو ڦل (اڳئين جهان ۾). نيڪ ڪم.
▬ ثَواب بَخشنا : نيڪ ڪم جو اجورو ڏيڻ . فاتحه يا درود جو ثواب بخشڻ.
▬ ثواب ڪمانا : ثواب ڪمائڻ - نيڪ ڪم ڪرڻ.
▬ ثواب لُوٽنا : ثواب ڪمائڻ .

# ج

**ج** : ث [هہ] اردو "الف - ب" جو ستون اکر - سنڌيءَ جو ٻارهون عربيءَ جو پنجون ۽ فارسيءَ جو ڇهون اکر. تلفظ "جيم". ابجد موجب عدد (۳) .
● جاٽ : ذ [هہ] هندن جي هڪ قوم جو ناٽو (جا ٻنيءَ ٻاري جو ڪم ڪري) .
● جاڙا : ذ [هہ] سيارو . سياري جي مُند . ٿڌ - سيءُ .
▬ جاڙا پڙنا : سيارو شروع ٿيڻ . ٿڌ پوڻ .
▬ جاڙا لگنا : ٿڌ لڳڻ - سيءُ پوڻ .
● جاڪَڙ : ذ [هہ] دڪياري - خريدار جي مرضي.
● جاکهَن : ث [هہ] چِڪُ (کوهہ جو) .
● جاگنا : لازم [هہ] جاڳڻ - سجاڳ ٿيڻ - ننڊ مان اُٿڻ . خبردار ٿيڻ - هوشيار ٿيڻ .

- جاگ: ث. جاڳ - سُجاڳي . اوجاڳو .
● جاگ اٹھنا، پڑنا: جاڳي پوڻ - سجاڳ ٿيڻ . ننڊ مان ڇرڪ ڀري اُٿڻ .
- جاگتی جوت: محاورو. ڪرامت - معجزو.
- جاگتے رهنا: جاڳندو رهڻ - سجاڳ رهڻ . خبردار رهڻ .
● جال: ذ [هہ] ڄار (مڇين، پکين وغيره ڦاسائڻ جو) . رَچ . ڄاري . جعفري (دروازو، دري) . ڦند - فريب . مڪر .
- جال بچھانا، پھیلانا: ڄار وڇائڻ - دام منڊڻ . فريب ڪرڻ .
- جال میں آنا: ڦندي ۾ اچڻ . ڄار ۾ ڦاسڻ . دوکي ۾ اچي .
- جال میں پھنسانا: ڦندي ۾ ڦاسائڻ . ڄار ۾ ڦاسائڻ . فريب ۾ آڻڻ . مصيبت ۾ ڦاسائڻ .
● جالا: ذ [هہ] ڄارو (ڪوريئڙي جو) . اک جي هڪ بيماري - ڦلڙ . سينور (ڪاٺي جي شيء تي ٻڌ جي ويل) .
● جالی: ث [هہ] ڄاري . ڄار (مڇي وغيره ڦاسائڻ جي) - رَچ . ڄاريدار ڪپڙو . آهو پردو يا جهلي جنهن ۾ ٻار جمڻ وقت ويڙهيل هوندو آهي . چوپائي جي منهن تي ٻڌڻ جو ڇڪو.
● جامَن ج جامنیں: ث [هہ] ڄمون. سنبڙاڙُ .
● جامہ ج جامے: ذ [ف] پوشاڪ - لباس . پهراڻ .
- جامے سے باهر هونا: بيحد ڪاوڙ ۾ آپي کان نڪرڻ - پاڻيءَ مان نڪرڻ .
● جان ج جانیں: ث [ف] بدن - جسم . ساهه . حياتي - زندگي . سگهه - زور - طاقت . سَت . پيار جو لفظ "بابا جان، امي جان، وغيره".
- جان آنا: طاقت اچڻ (جسم ۾) . ساهه پوڻ . مُنهن ۾ پاڻي اچڻ . سرهائي ٿيڻ .
- جان بچانا: جان بچائڻ - حياتي بچائڻ . پاڻ کي بچائڻ (محنت يا پورهئي کان) - جند ڇڏائڻ .
- جان پر بننا: سِر تي اچڻ . سِر مان لڳڻ - ساهه جي لڳڻ .
- جان پر کھیلنا: جان جوکي ۾ وجهڻ . سِر تريءَ تي رکڻ . موت سان کيڏڻ .
- جان پڑنا: ساهه پوڻ . روح پوڻ . توانائي اچڻ . مُنهن ۾ پاڻي اچڻ .
- جان جلانا: جيءُ جلائڻ - دل ڏکوئڻ . تڪليفون ڪاڍڻ .
- جان جوکھوں میں پڑنا: جان جوکي ۾ پوڻ . مصيبت ۾ ڦاسڻ .
- جان چھڑانا: جان ڇڏائڻ . جند ڇڏائڻ . جان بچائڻ .
- جان چھوٹنا: جان ڇٽڻ - جند ڇٽڻ . ڇوٽڪارو ملڻ .
- جان دینا: جان ڏيڻ - ساهه ڏيڻ - مرڻ . جان قربان ڪرڻ . زندگي بخشڻ .
- جان ڈالنا: جان وجهڻ - زندهه ڪرڻ. ساهه وجهڻ . تندرست ڪرڻ .
- جان سپرد کرنا: ٻئي کي بچائڻ لاءِ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهڻ . ٻئي جو بچاءُ ٿيڻ.
- جان سے مارنا: آفت مارڻ - ساهه ڪڍڻ - خفا خون ڪرڻ .
- جان سے هاتھ دھونا: حياتيءَ تان آسرو ڪٽڻ . ساهه جو سانگو لاهڻ . مري وڃڻ .
- جان کا لاگو هونا: مارڻ پٺيان هجڻ - جاني دشمن هئڻ .
- جان کو رونا: نصيب تي روئڻ . پاڳ کي پٽڻ . افسوس ڪرڻ .

▬ جان کھپانا : ساهہ کپائڻ . گهٽي ڪرڻ - فڪر ڪرڻ . سخت محنت ڪرڻ .

▬ جان کے لالے پڑنا : حياتيءَ مان بيزار ٿيڻ - جيئڻ جنجال ٿيڻ .

▬ جان گنوانا : حياتي وڃائڻ - جان وڃائڻ . بيفائدي جان ڏيڻ . ري ڪٿيءَ مرڻ .

▬ جان لبوں پر آنا : پوين پساهن ۾ هئڻ - سڪرات ۾ پوڻ .

▬ جان لینا : ساهہ ڪڍڻ - مارڻ .

▬ جان لیوا : ذ. صفت. حياتي وٺندڙ . ماريندڙ .

▬ جان میں جان آنا: بدن ۾ ساهہ پوڻ- پيٽ ۾ ساهہ پوڻ . اطمينان ٿيڻ - دلجاءِ ٿيڻ . خوشي ٿيڻ .

▬ جان نکلنا : دم نڪرڻ - ساهہ نڪرڻ - مرڻ . ڊڄڻ .

▬ جان ہلکان کرنا : بيزار ٿيڻ - خفي ٿيڻ - ورچڻ . تڪليف ڏيڻ - هلاڪ ڪرڻ .

● جانا : لازم [هہ] وڃڻ . روانو ٿيڻ . هلڻ . اسهڻ . گذرڻ - لنگهڻ . سٽڻ . گهٽجڻ - داخل ٿيڻ - اندر وڃڻ . ٽرڻ - پاسو ڪرڻ . ضايع ٿيڻ - زيان ٿيڻ . وڃڻ (عورت وٽ). مرڻ - فوت ٿيڻ . لهڻ (سج) . نڪرڻ (ساهہ) .

▬ جا پہنچنا : وڃي پهچڻ - وڃي رسڻ .

▬ جاتا رہنا : ويندو رهڻ . هليو وڃڻ . باقي نہ رهڻ . نڪري وڃڻ .

▬ جاتے جاتے : تابع فعل . ويندي ويندي . هلندي هلندي .

▬ جاتی دنیا دیکھنا : دنيا کي فاني سمجهي يا موت کي ويجهو ڏسي کو نيڪ ڪم ڪرڻ.

▬ جانے دینا : وڃڻ ڏيڻ . وڃڻ جي اجازت ڏيڻ. وساري ڇڏڻ - درگذر ڪرڻ. معاف ڪرڻ.

● جانچنا: متعدی [هہ] جانچڻ- ڏسڻ. آزمائڻ. پرکڻ . سڃاڻڻ .

▬ جانچ : ث. جاچ. سڃاڻپ. آزمائش- پرک. چاڻ- شناخت .

● جانگیا يا جانگیے : ذ [هہ] پتلون وغيره جي هيٺان پائڻ جو ڪڇو . چڏي .

● جانگل يا جانگلے : ذ [هہ] تيتر .

● جانگلو : صفت [هہ] جهنگلي - وحشي . جٽ - جاهل . بيوقوف - اناڙي . بدافعال .

● جاننا : متعدی [هہ] ڄاڻڻ- سمجهڻ. سڃاڻڻ. واقف ٿيڻ . معلوم ڪرڻ .

▬ جان : ث . ڄاڻ - واقفيت .

▬ جان بوجھ کر : تابع فعل . ڄاڻي واڻي - ڄاڻي ٻجهي .

▬ جان پڑنا : معلوم ٿيڻ . محسوس ٿيڻ . خيال ۾ اچڻ .

▬ جان پہچان: ث. ڄاڻ سڃاڻ- واقفڪاري. واقفيت .

▬ جان لینا : سمجهي وڃڻ . سڃاڻي وڃڻ . واقف ٿيڻ . تاڙي وڃڻ .

▬ جاننا بوجھنا : ڄاڻڻ ٻجهڻ- سمجهڻ پروڙڻ.

▬ جانے : تابع فعل . ڄاڻي (جملي کان اڳ ۾ اچي بيخبري ظاهر ڪندڙ لفظ) - الائي - خبر نہ آهي .

● جانور : ذ [هہ] ساهوارو . حيوان - ڍور . (صفت) بيوقوف . وحشي .

● جاوتری : ث [هہ] جاوتري - هڪ قسم جو پسارڪو وکر .

● جائی يا جائیاں: ث. صفت. [هہ] جائي- ڄايل (ڌيءَ)- ڇوڪري .

● جائے پھل : ذ [هہ] گرم مصالح طور ايندڙ هڪ قسم جو وکر - جافر .

● جاپا ۓ جاپے : صفت [ھ] جاپو- جڻيل - پيدا ٿيل ڇوڪرو . (ذ) پٽ .

● جَب : تابع فعل [ھ] جڏهن- جنهن وقت.

● جَبڑا ۓ جَبڑے : ذ [ھ] جاڙي .

● جَتانا : متعدی [ھ] ڄڻائڻ. جتائڻ. چتائڻ. ياد ڏيارڻ . آگاهه ڪرڻ .

● جيتا : صفت [ھ] " جيتنا " جو مخفف . جيترو .

● جيتانا : متعدی [ھ] جيتائڻ- ڪمائڻ (راند يا جُوا وغيره ۾ ) .

● جتلانا : متعدی [ھ] ڏسو " جتانا ".

● جتن : ذ [ھ] آپاءَ - جتن. تدبير . سنڀال- خبرداري .

● جيتنا ۓ جيتنے : ذ[ھ] جيترو . (ث) جيتني.

- جيتنے میں : تابع فعل . جيتري (وقت ۾ ) . جيتري ( قيمت ۾ ) .

● جُتنا : لازم [ھ] جونجڻ (وهٽ جو گاڏي وغيره ۾). رُنڀڻ - لڳي وڃڻ (ڪم ۾).

- جُتاؤ : صفت . پوک لائق ( زمين ) .

- جُتائی : ث. هر جونجڻ جي حالت- جوٽَ .

- جُت جانا : جونجي وڃڻ (هر وغيره ۾ ڏڳا).

● جَتنی : ث [ھ] انٽ جي چرخي کي ٻڌل رسي (جنهن تان ڌور ڦري ) .

● جتها ۓ جتهے : ذ [ھ] جٿو- ٽولو . جماعت. گروهه . ميڙ - مجموعو .

● جتيانا : متعدی[ھ] پادرهٽائڻ- موچڙا هڻائڻ.

● جَٹ : ذ [ھ] پنجاب هڪ قوم .

- جَٹ سَلَنگ : ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو.

● جُٹنا : لازم [ ھ ] جُٽ ٿيڻ . گڏجڻ . جُٽبي وڃڻ . سازش ڪرڻ . گڏجي وڃڻ . لڳي وڃڻ (ڪم ۾) .

- جُٹ : ذ. جوڙو- جُٽ . ٻڌي انگ . اتفاق- ايڪو .

- جُٹی : صفت. گڏيل - گڏيل . جُٽ .

● جُٹی ۓ جُٹیاں : ث [ھ] تماڪ جو گڏيو. مانين جو ڍُهو. رپين وغيره جو ڍِڳ .

- جُٹی بھویں : ث. جاڙا ڀرون .

● جچنا : لازم [ھ] اندازو ٿيڻ . آزمائجڻ- پرکجڻ . تخمينو لڳڻ- ڪٿ ٿيڻ. دل کي وڻڻ- نظر ۾ ڪَپڻ .

- جچاتلا : صفت . ٺيڪ ٺيڪ - پورو پورو. تور تڪ ۾ جانچيل . (ث) جچی تُلی .

● جِدھر : تابع فعل [ھ] جيڏانهن - جنهن طرف . جيڏي .

● جَڑ ۓ جَڑیں : ث [ھ] پاڙ - بيخ . بنياد.

- جڑ اکھیڑنا : پاڙ پٽڻ . برباد ڪرڻ - تباهه ڪرڻ .

- جڑ پکڑنا : ٻوٽي جو پاڙ هڻڻ . مضبوط ٿيڻ (بنياد) .

- جڑ سے اکھاڑنا، اکھیڑنا : پاڙئون پٽڻ . برباد ڪرڻ .

- جڑ کاٹنا : پاڙ وڍڻ . بنياد کوٽڻ . ٽڏوڻي پٽي ڇڏڻ. برباد ڪرڻ .

- جڑی ۓ جڑیاں : ث. کنهن به ٻوٽي جي جي پاڙ (جا دوا ۾ ڪم اچي).

- جڑی بوٹی ۓ جڑی بوٹیاں : ث. ٻوٽو.

- جڑی بُوٹی ۓ جڑی بُوٹیاں : ث. ٻوٽو ۽ ان جي پاڙ (جي دوا ۾ ڪم اچن)- جڙي ٻوٽي.

● جڑنا : متعدی [ھ] جڙڻ . جڙت ڪرڻ (ڳهڻ تي). سَنڌ ميلائڻ . ڪُپائڻ-جمائڻ . لڳائڻ.

- جڑانا : متعدی . جڙائڻ .

- جڑاؤ : ذ. جڙت ( جواهرات جي).

▬ جڙائی. ث: ڏسو "جڙاؤ". جڙائڻ جي اُجرت - جڙائي.

● جُڙنا: لازم [هہ] جُڙڻ. گڏجڻ. ڇهنڻ. جمع ٿيڻ - گڏ ٿيڻ. حاصل ٿيڻ - ملڻ.

▬ جُڙانا: متعدی. ميلائڻ - گڏائڻ - لڳائڻ. ميلاپ ڪرائڻ. مرمت ڪرائڻ.

▬ جُڙائی: ث. گڏيڻ جو ڪم ڪرڻ - جوڙڻ. جوڙڻ جي مزوري.

● جُڙواں: ذ [هہ] جاڙا (ٻار). جاڙيون (شيون). جوڙو.

● جڙ پٹھا ۓ جڑیٹھے: ذ [هہ] سُوري يا گوگڙو (جنهن جون پاڙون سڪي سخت ٿي وڃن).

● جِس: ضمير. [هہ] جنهن.

▬ جِس دم: تابع فعل. جنهن مهل - جنهن وقت - جڏهن.

▬ جِس طرح: تابع فعل. جهڙيءَ طرح - جيئن.

▬ جِس قدر: تابع فعل. جيترو - جيتري قدر.

● جَست: ذ [هہ] هڪ قسم جو ڌاتو - جسِت.

● جُفتی: ث [ف] نر ماد جو ميلاپ - لڳڻ.

▬ جُفتی کهانا: نر ۽ ماد جو ميلاپ ڪرڻ - لڳ ڪرڻ.

● جکڑنا: متعدی [هہ] جڪڙڻ. قابو ٻڌڻ (رسي سان). سوگهو ڪرڻ. وٺڻ - سروڙڻ.

● جَگ: ث [هہ] جڳ - جهان. خلقت - مخلوق.

▬ جگ بیتی: ث. زماني جو قصو. ڪهاڻي - داستان - بيان.

▬ جگ هنسائی: ث. جڳ جي کِل. جڳ جي خواري. بدنامي - خواري.

● جُگ: ذ [هہ] جُڳ - زمانو - دهر. سدائين - هميشه - چوِيڙ راند ۾ ٻن مهرن جي هڪڙي خاني ۾ گڏ ٿيڻ جي حالت. تاجي جي ڌاڳن کي الڳ رکڻ لاءِ وچ ۾ ڏنل ڌاڳو.

▬ جُگ جُگ جيو: محاوره. (دعائيه) هميشه سلامت رهو. سدائين قائم هجو. وڏي عمر هجيو.

● جُگالنا: متعدی [هہ] اوڳارڻ. اوڳر ورائڻ.

▬ جُگالی: ث. اوڳر.

▬ جُگالی کرنا: اوڳر ورائڻ - اوڳارڻ. بيڪار وقت وڃائڻ

● جگانا: متعدی [هہ] جاڳائڻ - سجاڳ ڪرڻ. خبردار ڪرڻ. روشن ڪرڻ. ٻارڻ

● جگت: ذ [هہ] جڳت - جهان - سنسار. کوهه جي چوڌاري ڏنل ننڍي پت - پڳ.

▬ جگت اُستاد: ذ. صفت. جڳ مشهور ماهر. ڪامل فن.

▬ جگت سیٹھ: ذ. تمام وڏو سيٺ (جنهن جو واپار سڄي دنيا سان هلي).

● جُگت: ث [هہ] چترائي - چالاڪي. حڪمت - دانائي. اُپاءُ - تدبير. طرز - ڍنگ. استادي - حرفت. ذو معنيٰ ڳالهه - ٻٽي ڳالهه. ٽوڪ - چرچو.

▬ جُگت باز: ذ [اردو] قافيو ملائيندڙ - حاضر جواب. چرچائي.

▬ جُگت بازی: ث. چرچي بازي. تُڪ بندي.

▬ جُگت بولنا: ذو معنيٰ ڳالهه ڪرڻ. ٽوڪ ٻڌائڻ.

▬ جُگت ملانا: پَٽي ٻڌڻ. ساز باز ڪرڻ.

● جگمگانا: لازم [هہ] چمڪڻ - جرڪڻ.

▬ جگمگاهٹ: ث. چمڪو - جرڪو.

● جگر: ذ [ف] جيرو - ڪليجو. حوصلو - همت. (صفت) اولاد. عزيز. پيارو.

- جگر پر چھریاں چلنا : اندر ۾ وڍ پوڻ . سخت صدمو پهچڻ .
- جگر تهامنا : جگر جهلڻ . برداشت ڪرڻ- صبر سان سهڻ .
- جگر رکهنا: جگر ڌارڻ . همت رکڻ - حوصلو رکڻ .

● جگر جگر کرنا : محاوره . چمڪڻ - جرڪڻ - تجلا ڏيڻ .

● جگمگانا : لازم [هہ] چمڪڻ - جرڪڻ - جهڳمڳ ڪرڻ . (متعدي) چمڪائڻ . جرڪائڻ . روشن ڪرڻ .
- جگمگ :ث. جهڳمڳ- جهرمر . چلڪو - چمڪو . ڇهڇٽو- رونق .
- جگمگا : صفت . تمام گهڻو روشن - منور . روشني .
- جگمگاهٽ : جهڳمڳ- جهرمر . تجلو- چمڪو . روشني . رونق .
- جگمگ جگمگ کرنا : جهڳمڳ ڪرڻ . چمڪڻ (تارن جو) . جهرڪا ڏيڻ .

● جگنا : لازم [هہ] جاڳڻ (ننڊ مان)- سجاڳ ٿيڻ . خبردار ٿيڻ . ٻرڻ . روشن ٿيڻ .

● جگنو ۽ جگنو : ذ [هہ] هڪ قسم جو جيت (جنهن جي ڪنهن مان آڌامڻ مهل روشني نڪرندي آهي)- ڪُڙ ڪپيتو.

● جگني ۽ جگنيان : ث [هہ] هڪ قسم جو هار- جڳلي .

● جگه : ث [هہ] جڳهه . جاءِ- هنڌ . آستانو . موقعو . عهدو . نوڪري . برابر- مثل .
- جگه جگه : تابع فعل. جڳهه جڳهه - هرهنڌ - جتي ڪٿي .
- جگه دينا : جاءِ ڏيڻ . عهدو يا نوڪري ڏيڻ.

● جل : ذ [هہ] پاڻي - جر . ٿڌ - سردي . هڪ قسم جو ٻوٽو (جو دوا ۾ ڪم اچي ٿو).
- جل پان : ذ . نيرن پاڻي - ناشتو وغيره .
- جل ترنگ : ذ. هڪ قسم جو ساز. لهر- چولي .
- جل تهل : ذ . پاڻي ۽ خشڪي . بر بحر . جهر جهنگ . پاڻيءَ جي چر .
- جل تهل ايک هونا : جهر جهنگ پاڻي ٿيڻ هر طرف پاڻي نظر اچڻ ( گهڻي مينهن پوڻ سبب) .
- جل تهل هونا : تمام گهڻو مينهن پوڻ .
- جل کاگ : ذ . آبي پکيءَ جو هڪ قسم - ٽوبير پکي .
- جل ککڑ : ذ . پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم . (صفت) چيڙاڪ .
- جل کوا ۽ جل کوے : ذ . پاڻيءَ جو هڪ پکي - هنجر .

● جل : ذ [ف] ٺڳي - فريب - مڪر .
- جل دينا : فريب ڏيڻ - دوکو ڏيڻ .

● جلانا : متعدی [ هہ] جيارڻ . جيئرو ڪرڻ تازگي بخشڻ . سرسبز ڪرڻ .

● جلاها ۽ جلاهے: ذ [اردو] ڪوري . پاڻيءَ جو هڪ جيت . (صفت) بيوقوف - مورک .

● جلنا : لازم [هہ] جلڻ . ٻرڻ - سڙڻ . روشن ٿيڻ . ٻچرڻ .
- جلابهنا : صفت. سڙيل ڪاميل- سڙيل ٻڇيل . ڪاوڙيل . ڏکويل- رنجيده .
- جلاپا : ذ. ساڙ - ڪينو. بغض - حسد . رنج - غم .
- جل اٹهنا : باهہ ٻرڪي اٿڻ . ڪاوڙجي اٿڻ .
- جلانا : متعدی . ٻارڻ - جلائڻ - ساڙڻ . لڳائڻ (باهہ). اندر ساڙڻ. آزارڻ - ستائڻ . رنجائڻ.

- جَل بھُن کَر کوئلا ھوجانا : سڙي ڪوئلو ٿيڻ . ڪامي اگر ٿيڻ .
- جلتی آگ میں تیل ڈالنا : ٻرندڙ باھ تي تيل وجھڻ . جھيڙو وڌائڻ .
- جَل جانا : جلي وڃڻ - ٻري وڃڻ - سڙي وڃڻ - ڪامي وڃڻ .
- جَل مَرنا : جلي مرڻ . سڙي مرڻ . حسد ۾ جلڻ .
- جَلَن : ث . ساڙو - ڪامَ - ٻچ . سوزش . حسد . بغض - دشمني .
- جَلی بھُنی باتیں : محاوره . ھنئين سڙڻ جون ڳالھيون - ناراضپي جون ڳالھيون . طعني بازي .
- جَلی کَٹی : ث . ساڙ جون ڳالھيون . بغض جون ڳالھيون . تلخ ڪلامي .
- جَلے کَٹی سُنانا : ساڙ مان گھٽ وڌ ڳالھائڻ . سڌيون ٻڌائڻ . تلخ ڪلامي ڪرڻ .
- جَلے پھَپھولے پھوڑنا : بدلو وٺڻ - وير وٺڻ . اندر جي باھ ڪيڻ - ساڙ ڪيڻ .
- جَلے کو جَلانا : ڏکويل کي ڏکوئڻ - ستايل کي وڌيڪ ستائڻ .
- ● جُلنا : لازم [ھ] ميلڻ . ھميشه "ملنا" سان گڏ ڪم ايندڙ لفظ "ملنا جلنا".
- ● جَلیب : ذ [اردو] توتَ (ميوو). جليبي .
- ● جَلیبی ۽ جَلیبیاں : ث [ھ] مٺائيءَ جو ھڪ قسم - جليبي .
- ● جَماھی ۽ جَماھیاں : ث [ھ] اوباسي .
- جماھیاں لینا : اوٻاسيون ڏيڻ .
- ● جُمعَرات : ث [ع. جمعه + ھ. رات] ھڪ ڏينھن جو نالو - خميس - وسپت .
- ● جَمگھٹا : ذ [ھ] (ماڻھن جو) انبوھ - ڀيڙ - گوڙدي .
- ● جَمنا : لازم [ھ] ڄمڻ (ڏونرو ۽ برف وغيره). آيرڻ - ڦٽڻ (ٻوٽو وغيره) . ڪَپڻ . ھڪ ھنڌ ڪَپڻ (نظر) . ٺھڪڻ - ڦھڪڻ . ويھڻ (ذھن يا دل ۾) . لڳڻ (چماٽ) . زور وٺڻ (ميڙو ۽ بازار) .
- جَمانا : متعدی . ڄمائڻ . ڪپائڻ . ڪوڙڻ . چنبڙائڻ . مچائڻ (محفل) . ويھارڻ (ذھن ۾).
- ● جَموگا : ذ [ھ] ٻارن جي ھڪ بيماري . مرگھي .
- ● جَنتَر : ذ [ھ] اوزار . ھڪ قسم جو واڄو . سورج گھڙي . جوھر ڪيڻ جو ھڪ اوزار . منتر - جادو . رصد گاھ . ٽوٽڪو - ڦيٽو .
- جَنتر مَنتر : ذ . جادو . منتر . جادو ڪامڻ . فريب - مڪر .
- ● جَنتری ۽ جَنتریاں : ث [ھ] لوھي تارن کي سنھي ڪرڻ جو اوزار . ٽپڙو - جنتري .
- ● جَنڈ : ذ [ھ] ھڪ قسم جو وڻ (ڪاٽيون ٻارڻ لاءِ ۽ ڦريون آچار ٺاھڻ ۾ ڪم اچن).
- ● جَنگ ۽ جَنگیں : ث [ف] لڙائي - ويڙھ - يُڌ . فساد - دنگو .
- جَنگی بیڑا : ذ [اردو] جنگي ٻيڙو - بحري فوج - سامونڊي لشڪر .
- جَنگی پَرنالا : ذ [اردو] ڇت جو نيسارو .
- ● جَنگل : ذ [ھ] جھنگل - جھنگ - ٻن . ٻيلو . چراگاھ . شڪارگاھ .
- جَنگل جَلیبی : ث . سڪل گونڌھ . ھڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦَل - مٺي گدامڙي .
- جَنگل صاف کَرنا : جھنگ صفا ڪرڻ - جھنگ وڍي زمين کي پوک لائق ڪرڻ .
- جَنگلی ۽ جَنگلی : صفت . جھنگ جو - جھنگلي . ٻيلائي . وحشي . بد تميز .
- ● جَنگلا ۽ جَنگلے : ذ [ھ] جھنگلو - جاءِ کي چوڌاري ڏنل ڪاٺين يا تارن جو لوڙھو .
- ● جَنَم : ذ [ھ] پيدائش - جم - ولادت . عمر -

حياتي - زندگي.

▬ جنم جلا : ذ. صفت. ڄائي ڄم ڪان نڀاڳو- بدقسمت - نصيب تتو. (ث) جنم جلي.

▬ جنم' جنم' : تابع فعل. سدائين - هميشه.

● جننا : متعدي [هہ] ڄڻڻ (ڄار).

▬ جنا ۽ جنے : ذ. ڄڻو - شخص. (صفت) ڄايل. (ث) جني.

▬ جنانا, جنوانا : متعدي. ڄڻائڻ.

▬ جنائی : ث. دائي.

▬ جنوائی : ث. دائپو.

● جنواسا ۽ جنواسے : ذ [هہ] ڪنواريتي گهر ۾ اها جاءِ جتي گهوٽيتن کي ترسائيندا آهن.

● جنيو ۽ جنئے : ذ [هہ] ڄڻيو.

● جو : حرف صلہ[هہ] ڪو (شخص يا شيءِ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ) - جو.

▬ جو بھی : تابع فعل. ڪو به. جيڪو به. ڪير به. ڪهڙو به.

● جَو' : ذ [هہ] جَو- هڪ قسم جو اناج. ذرڙو - جَو جي مقدار جيترو.

▬ جَوالا : صفت. جَو مليل اناج.

● جَوا : ذ [هہ] هڪ قسم جو پرت (جو ٽوپين تي پربو آهي). ٽوم جي سري.

● جُوا ۽ جُوئے : ذ [هہ] پانجاري - پاڇاري. جُوا - بازي - شرط. (مجازاً) ڏکيو ڪم. مصيبت.

▬ جُوا خانہ : ذ. ٽيڪري - جُوا جو آڏو.

▬ جُواری ۽ جواری : ذ. صفت. جُواري - قمارباز.

▬ جُوا کهيلنا : جُوا کيڏڻ. شرط ٻڌڻ.

▬ جُوا هارنا : ٽڪجي پوڻ - پاڇاري لاهڻ. شرط هارائڻ.

▬ جُوئے باز' : ذ. جُواري.

● جُوار' : ث [هہ] هڪ قسم جو اناج - جوئر. سمنڊ جي وير لهڻ جي حالت - وير جو لاهہ.

▬ جُوار بهاٹا : ذ. سمنڊ جي وير جو لاهہ ۽ چاڙهہ - مدو جزر.

● جَواس' جَواسا : ذ. [هہ] هڪ قسم جو ڪنڊن وارو پوٽو يا گاهہ.

● جَوا کهار' : ذ [عہ] هڪ قسم جو پسارڪو وکر - جَو کار.

● جُوالا مُکهی : ذ [هہ] برندڙ جبل.

● جَوان' : صفت [ف] جُوان. بالغ. سگهارو - طاقتور. بهادر. سياڻو- سمجهہ پريو.

▬ جَوانی : ث. جُواني. بلوغت.

▬ جَوانی چَڑهنا : جواني چڙهڻ. بلوغت اچڻ. جوانيءَ جو زور ٿيڻ.

● جوبَن' : ذ [هہ] جواني - جوڀن. بلوغت. حُسن - خوبصورتي. تازگي.

▬ جوبَن' پَر آنا : جوڀن ۾ اچڻ. جوانيءَ ۾ اچڻ. زور وٺڻ.

▬ جوبَن پهٹا پڑنا : جوانيءَ ۾ ڦاٽڻ - ڦوهہ جواني اچڻ. حُسن جو ڪمال کي پهچڻ.

▬ جوبَن دِکهانا : جوڀن ڏيکارڻ. سونهن ڏيکارڻ. رونق ڏيکارڻ.

▬ جوبَن ڈهلنا : جواني جو گهٽجڻ. پيري اچڻ. رونق ختم ٿيڻ.

▬ جوبَن کے دِن : ذ. ڦوهہ جوانيءَ جو زمانو.

▬ جوبَن نِکلنا : جوڀن نڪرڻ - جواني ظاهر ٿيڻ. سونهن نڪرڻ. رونق اچڻ.

● جُوت' : [هہ] "جوتا" جو مخفف. وڏي جتي - پادر.

● جُوتا ۽ جُوتے : ذ [هہ] جُتي - جُوتو. موچڙو - پادر.

● جوتنا: لازم [هہ] جوٽڻ (ڏڳو، گھوڙو وغيرهہ). کيڙڻ (زمين). پوک ڪرڻ. لڳائڻ (ڪم ۾).

▬ جوت: ث. جوٽ. پوک - کيتي. کيڙيل زمين. ڏيل. ساهميءَ جو ڏورو.

▬ جوتا ۽ جوتے: ذ. هاري - ڪڙمي. جوٽو (جوڙيل ڏڳي کي گڏيءَ ۾ ٻڌڻ جو).

▬ جوتاؤ: ث. آباديءَ لائق زمين - پوک جهڙي زمين.

▬ جوتائی: ث. جوٽڻ جي حالت. پوک. جوٽڻي.

● جُوتی ۽ جُوتیاں: ث [هہ] جُتي. پادر.

▬ جُوتی پر مارنا: جتيءَ برابر سمجهڻ. نيچ سمجهڻ - خسيس سمجهڻ.

▬ جُوتی خور: صفت. پادر کائيندڙ - سوچڙن تي هريل. بيشرم. ڪميڻو.

▬ جُوتياں اٹھانا: جتيون کڻڻ. چاڪري ڪرڻ - خدمت ڪرڻ.

▬ جُوتياں چٹخاتے پھرنا: جتيون گسائيندو وتڻ. ڪنهن ڪم لاءِ رلندو وتڻ. دربدر ٿيڻ.

▬ جُوتياں سيدهی کرنا: جتيون سڌيون ڪري رکڻ. چاڪري ڪرڻ - خدمت ڪرڻ. ذليل ڪم ڪرڻ.

▬ جُوتياں کھانا: پادر کائڻ - سوچڙا کائڻ. مار کائڻ.

▬ جُوتيوں ميں دال بٹنا: سوچڙي بازي ٿيڻ. ڦيٽاڙو پوڻ - ڏڦيڙ پوڻ. ڪٽڻ کائڻ.

● جوٹ: ث [هہ] جوڙو. جُٽ. جيس. جوڙي (ڏڳن جي). (صفت) برابر.

▬ جوٹ باندھنا: جوڙو بنائڻ. جُٽ ٺاهڻ. برابر ڪرڻ.

● جُوجُو: ذ [اردو] ٻارن کي ڏيڄارڻ جو فرضي جانور - جُوجائو.

● جورُو: ث [هہ] جوءِ - زال - گهر واري.

▬ جورو کا بھائی: ذ. سالو. هڪ قسم جو گاهہ.

▬ جورو کا غلام: ذ. زال جو نوڪر - مڄڻو.

● جوڑا ۽ جوڑے: ذ [هہ] جوڙو. جوڙي - ٻه شيون. نر ماد - زال مڙس. ساٿي - رفيق. وڳو (ڪپڙن جو). (سونارن جي اصطلاح ۾) مٽ - ملاوتي سون يا چاندي.

▬ جوڑا بنا رہے: دعائيه ڪلمه. جوڙو (زال مڙس، پاڻ ۾ پيڻ) سلامت رهي (اها دعا گهڻو ڪري فقير ڪندا آهن).

▬ جوڑے بردار: ذ. صفت. جُتي کڻندڙ. خادم - خدمتگار.

● جُوڑا ۽ جُوڑے: ذ [هہ] وانگوڙو. سينهوڙي - سينهي.

▬ جُوڑا باندھنا: وانگوڙو ٻڌڻ.

● جوڑنا: متعدی [هہ] ڳنڍڻ - ملائڻ. گڏڻ - شامل ڪرڻ. جوڙ ڪرڻ. شمار ڪرڻ. چنبڙائڻ - هڻڻ (چتي). جوڙڻ - ٺاهڻ. رکڻ (دوستي).

▬ جوڑ: ذ. ڳنڍ - سنڌو - سنڌ. چتي - ٽڪڙي. ثاني - شريڪ. مٽ - برابر. جيس.

▬ جوڑ باندھنا: مقابل چونڊڻ (ڪشتي وڙهڻ لاءِ). ڪنهن ڪم تي ٻه ماڻهو مقرر ڪرڻ.

▬ جوڑ بیٹھانا: ڳنڍي يا جوڙ ملائڻ - سنڌو ملائڻ. ڀڳل هڏي کي پنهنجي جاءِ تي وهارڻ. جوڙ ڪرڻ.

▬ جوڑ توڑ: ذ. پيچ گهٽ. ڊاهہ ٺاهہ - ساز باز. صلاح مشورو. اٽڪل بازي.

▬ جوڑ جوڑ درد کرنا: سنڌ سنڌ سور ڪرڻ - سڄو بدن چُور ٿيڻ.

▬ جوڙ کا : تابع فعل. برابر جو - جيس - بدن وغيره ۾ هڪ جهڙو.
▬ جوڙ لگانا : جوڙ ڪرڻ. چتي هڻڻ.
▬ جوڙ ملانا : سنڌ ملائڻ. ڳنڍ ملائڻ. نرماد کي لڳ ڪرائڻ. ساز باز ڪرڻ.
▬ جوڙوان : ذ. جاڙا (ٻار) - گڏ ڄاول.
● جوڑی : ث [ هہ ] جوڙي. ٻه هڪ جهڙيون شيون - جُت. ٻن گهوڙن واري گاڏي. هڪ قسم جو ساز (ٻه ڏالهيون جي طبلي سان گڏ وڄائيندا آهن).
▬ جوڑی دار : ذ [اردو] ساٿي - جوڙيوال - همراهہ.
● جوشن : ذ [هہ] ڳنهہ جو هڪ قسم (ٻانهن ۾ ٻڌڻ جو).
● جوکھ : ث [هہ] پرک. شناخت. جانچ. ڪسوٽيءَ تي سون جي پرک. تور - ماپ.
● جوکھم : ذ [ هہ ] جوکائتو ڪم - جوکم. انديشو. قيمتي شيون. ويمو. نقصان - گهاٽو.
▬ جوکھم اٹھانا، سہنا : جوکم ڪٽڻ - جوکائتو ڪم ڪرڻ. نقصان سهڻ.
● جوکھنا : متعدی [ هہ ] ڏکو هڻڻ - تڪ ڪرڻ - اندازو لڳائڻ. تورڻ - وزن ڪرڻ. آزمائڻ. پرکڻ.
● جوکھوں : ث [ هہ ] انديشو - ڊپ. جوکم. قيمتي سامان (زيور وغيره). ويمو. ٽوٽو - ڇيهو. مصيبت.
▬ جوکھوں میں پڑنا : خطري ۾ پوڻ. مصيبت ۾ ڦاسڻ.
● جوگا : صفت [هہ] جوڳو - لائق. درست - واجب. (ذ) ڦوڳ - جوڳ.
● جوگن، جوگنی : ث [هہ] جوڳڻ - جوڳياڻي.

● جوگی ئَ جوگی : ذ [هہ] جوڳي. سنياسي - سادو (فقير). ٽوٽو ڦيٽو ڪندڙ.
● جوگیا : ذ [هہ] گيڙو رنگ. هڪ راڳڻيءَ جو نالو. هڪ قسم جو ڪبوتر.
● جوں : حرف تشبيه [ هہ ] جهڙو. وانگر. جيئن.
▬ جوں توں : تابع فعل. جيئن تيئن - مس مس.
▬ جوں توں کر کے : محاوره. جيئن تيئن ڪري. اٽڪل سٽڪل سان - مس مس.
▬ جوں جوں : تابع فعل. جيئن جيئن.
● جوں ئَ جوئیں : ث [هہ] جُون (وارن جي). ننڍڙي شيءِ.
▬ جوں کی چال چلنا : جُون وانگر هلڻ - تمام آهستي هلڻ.
▬ جوئیں پڑنا : جُيون پوڻ (وارن ۾).
▬ جوئیں لگنا : مٿي ۾ جيُن سُرڻ سبب پاسا بدلائڻ. ٽينگ ٽپا ڏيڻ. (طنزاً) آڪڙجي هلڻ يا ويهڻ (چاڪاڻ تہ ماٺهن اڳيان ڪنهڻ سان خواري ڏيندي).
▬ جوئیں مارنا : جُيون مارڻ. وقت وڃائڻ. دير لڳائڻ - ڳهل ڪرڻ.
● جونا : ث [هہ] دعوت. ريج ڏنل زمين.
● جونا ئَ جونے : ذ [هہ] مُنڍي (ڏانئُون ملڻ لاءِ). سپينهوڙي - سپينهي.
● جونک ئَ جونکیں : ث [هہ] پاڻيءَ جو هڪ جيت جو جسم تي چهٽي رت پٽي - جُوِر.
▬ جونکیں لگنا : جُوِرون لڳڻ. بي آرامي ڏيڻ. ساڙ وٺڻ.
● جوهڑ، جوہڑ : ذ [ هہ ] آها ڪڏ جا برسات جي پاڻيءَ سان ڀريل هجي - ڪامو.
● جوهی، جوئی : ث [هہ] پوک کي لڳندڙ

هڪ قسم جو ڪيئون .

● جهابا ج جهابي : ذ [هہ] گيهہ يا تيل رکڻ لاءِ چمڙي جي دبي . چمڙي مان ٺهيل هڪ قسم جو پروڻ . وڏو فانوس - جهاڙ .

● جهابڙُ : ث [هہ] ڏٻڻ واري زمين .

● جهابڙُ جهلا : صفت[هہ]ڪشادو- ويڪرو. بد شڪل (ماڻهو).

● جهاپڙُ ج جهاپڙُ : ذ [هہ] ٺڦڙ - چماٽ .

● جهاتُ جهاتُ ڪرنا : متعدي [اردو] هنڌان هنڌان ڦاٽل هئڻ (ڪپڙو). پيٽ ۾ سوراخ ٿيڻ.

● جهارا ج جهارے : ذ [هہ] چڏي ينگ - جهارو. وڏو چڄُ .

● جهاڙُ ج جهاڙُ : ذ [هہ] ڪنڊن وارو وڻ يا ٻوٽو. ڪنڊيءَ جو وڻ . چاگري ٻير. شيشي جو وڏو فانوس. هڪ قسم جي آتشبازي . هڪ قسم جو پرت .

- جهاڙا : ذ. ڪنڊن وارو وڻ يا ٻوٽو. گونهن- ٺورو.

- جهاڙا پهرنا : جهنگ ۾ وڃڻ (ڪاڪوس ڪرڻ لاءِ).

- جهاڙُ جهنڪاڙُ : ذ. تمام گهاٽو ۽ ڪنڊن وارو ٻوٽو يا ٻوڙو. ٻير ، ڪنڊي وغيره وڻن جو جهنگ. پڙهي نه سگهڻ جهڙا اکر. چنبڙي پوندڙ - جيجا .

- جهاڙُ ڪا ڪانٽا : محاوره. پٺ نه ڇڏيندڙ. چنبڙي پوندڙ- جيجا. جهيڙاڪ. ڦڪڙي.

- جهاڙي ج جهاڙيان : ث. ڪنڊن وارو ننڍو ٻوٽو. چنبيلي جو ٻوٽو يا ول .

● جهاڙُنا : متعدي [هہ] ٻهارڻ - صفا ڪرڻ . ڇنڊڻ. ڇنڊڻ (ميوو). (ڏڪ) هڻڻ. جهاڙ رکڻ- دعا وغيره پڙهي دم ڪرڻ. پاسو ڪرڻ. جٺ ڪرڻ. لعنت ملامت ڪرڻ .

- جهاڙُ : ذ. ڇنڊڻ يا صفا ڪرڻ جي حالت- صفائي. ڇنڊ ڦوڪ. ڦيٽو. جهاڙ.

- جهاڙا ج جهاڙے: ذ صفائي. جهاڙو- تلاشي ڪچرو- ٻهر. ڦيٽو.

- جهاڙا جهوڙي: ث. تلاشي - جهاڙو.

- جهاڙا دينا : جهاڙو ڏيڻ - تلاشي وٺڻ .

- جهاڙا ليينا : جهاڙو وٺڻ - تلاشي وٺڻ .

- جهاڙُ پونڇهه: ث. ڇنڊ ڦوڪ - صفائي .

- جهاڙُ پهونڪ: ث. ٽوڻو ڦيٽو- جهاڙ وغيره. منتر جنتر .

- جهاڙُ دينا : ڇنڊڻي ڇڏڻ. تنبيه ڪرڻ - جٺ ڪرڻ .

- جهاڙَنُ : ذ. صفائيءَ جو ڪپڙو. ڇنڊڻي. (ث) ڇاڻي. ڪچرو - ٻهر. اها شيءِ جا ٻهر مان هٿ اچي .

- جهاڙَنُ پوچهنُ : ث. ڇنڊ ڦوڪ. ٻهر مان لڌل شيءِ - اوگهہ سوگهہ . آخري ٻار (جنهن کان پوءِ ٻيو ٻار نه ڄمي).

● جهاڙُو ج جهاڙُو: ذ [هہ] ٻهاري - ٻهارو.

- جهاڙو بردار: ذ. ڀنگي- ٻهاري دار .

- جهاڙُو پهيرنا ، ديبنا : جهاڙو ڏيڻ - ٻهارو ڏيڻ. صفائي ڪرڻ- سڀ مال چوري ڪئي وڃڻ.

- جهاڙُو تارا : ذ. پڇڙ تارو.

● جهاگُ : ذ [هہ] گجي- ڦيڻ - جهگ .

- جهاگُ لانا : گجي آڻڻ . ڪاوڙ کان وات مان گجي اچڻ- ڪف وهڻ .

● جهالُ : ث [هہ] ڌاتوءَ کي لڳل ٽانڪو . وڏو ٽوڪرو . لهر- چولي . ميٺن جو هلڪو وسڪارو . پوسرات- خارش. جماع جي خواهش (عورت کي). (ذ) ڪڙاڻ- تڪاڻ . حسد. ڪاوڙ.

(صفت) ڪڙو - تلخ .

▬ جهال آنا : طوفان سان مينهن اچڻ . گڙن وارو مينهن پوڻ .

● جهالا ع جهالي : ذ [ھ] مينهن جو وسڪارو (جو ڪٽي ڪٽي پوي) - چوهو . بدي جو مينهن . هڪ قسم جو زيور (موتين جون سرون جي عورتون ڪنن ۾ پائينديون آهن) . اشارو - اهڃاڻ .

● جهالر : ذ [ھ] جهالر .

▬ جهالردار : صفت . جهالر وارو .

● جهالرا ع جهالرے : ذ [ھ] هڪ قسم جو هار . چشمو . واءِ (وڏوءِ ٽانگهو کوهه) .

● جهالنا : متعدی [ھ] پڳهل ٽانو يا زيور کي ٽانڪو هڻي گنڍڻ - ريهڻ . پاڻي وغيره کي برف سان ٿڌو ڪرڻ . مصالح وجهڻ .

● جهام : ذ [ھ] کوهه مان مٽي ڪڍڻ جو هڪ اوزار - بيلچ .

● جهان : تابع فعل [ اردو ] جتي - جنهن جاءِ تي - جنهن هنڌ .

▬ جهان تک : تابع فعل . جيتري قدر - جيستائين .

▬ جهان جهان : تابع فعل . جتي جتي - جنهن جنهن هنڌ .

▬ جهان کهين : تابع فعل . جنهن جاءِ تي - ڪنهن به هنڌ .

● جهانپ ، جهانپا : ذ [ھ] بانس جو ٽوڪرو يا پچرو . تراڪڙو ٽوڪرو . ڍڪ . ڏيڏيءَ جي اکيان ننڍڙو پڙويلو . تيلاهين ڪوڏي . گهوڙي گاڏيءَ جو ڍانڍو .

● جهانپنا : متعدی [ھ] ڍڪڻ (ڪاري يا ٽوڪري سان) .

● جهانپو : ث [ھ] هڪ قسم جو پکي - ڪتيائي پکي . فاحش عورت - چنال .

● جهانٽ ع جهانٽين : ث [ ھ ] ڪنڇو - زير ناف . رذيل ماڻهو . خسيس شيءِ .

▬ جهانٽ برابر : صفت . ڪنڇي برابر . رذيل - ڪميڻو . تمام ننڍڙو - ذرڙو .

● جهانجه : ث [ھ] ڪاوڙ . ناراضگي . ورچ - بيزاري . بيتابي ( بُک کان) - چيڙڪنائي . هڪ قسم جو ساز - جهانجهه . زيور جو هڪ قسم - جهانجهر .

● جهانجهر : ذ [ھ] چاڙهي - پٽروڻ . (صفت) پڳهل - چيريل .

● جهانسا ع جهانسے : ذ [ھ] ڏنو - دم - گشو . رساڪ - فريب .

▬ جهانسا دینا : ڏنو ڏيڻ فريب ڏيڻ - دوکو ڏيڻ .

▬ جهانسے میں آنا : فريب ۾ اچڻ - دوکي ۾ اچڻ .

● جهانکنا : متعدی [ھ] ليئو پائڻ - لياڪو پائڻ - جهاتي پائڻ . لڪي ڏسڻ .

▬ جهانک : ث . جهاتي - ليئو . پکين جو ولر .

▬ جهانک کر دیکھنا : جهاتي پائي ڏسڻ . لڪي ڏسڻ .

● جهانوان : ذ [ ھ ] پيرن جي مَرَ لاهڻ جو کهرو پٿر - ڪنرڙو .

● جهانولی ع جهانولیان : ث [ھ] اک جو اشارو . اک پچڻ جو فعل . ساڻو - نخرو .

▬ جهانولی دینا : اک سان اشارو ڪرڻ - اک پچڻ . نخرو ڪرڻ . فريب ڏيڻ .

● جهاؤ ع جهاؤ : ذ [ھ] هڪ قسم جو وڻ - لئي جو وڻ - لئو .

● جهائين ع جهائيان : ث [ھ] پاچو - اولڙو - منهن تي ڪارو داغ - چانئوان . پاري لهي وڃڻ ڪري آرسيءَ تي ڏيل نشان . ڪارو رنگ .

- جهائيں مائيں: ث. هڪ قسم جي ٻاراڻي راند.
- جهائياں پڙنا: مُنهن تي ڪارا داغ ٿيڻ - ڇاهيون پوڻ.
● جهَبّا ۽ جهَبّي: ذ [هـ] ڦَندڻ. ڦونڊر. وڏو ڪن.
- جهَبُڙا ۽ جهَبُڙي: ذ. وڏن ڪنن وارو ڪتو.
● جهَپ: ذ [هـ] ٽپو - ڇال. ٽپڙو. اَڇل. (صفت) تيز - جلد. (تابع فعل) جلدي - فوراً - جهٽ پٽ.
● جهَپاڪ: ث [هـ] تڪڙ - جلدي. چستي - چالاڪي.
- جهَپاڪا ۽ جهَپاڪي: ذ. جلدائي سان ڪم ڪرڻ جي حالت - ڦُڙتي.
- جهَپاڪا مارنا: ڦڙتيءَ سان ڪم ڪرڻ.
● جهَپانا: متعدى [هـ] لغو جو اونڌو يا ٻي تالو ٿيڻ.
● جهپانا: متعدى [هـ] شرمندو ڪرڻ - لڄي ڪرڻ.
● جهَپٽنا: لازم [هـ] جهَپو هڻڻ - جهٽ هڻڻ. لامارو هڻڻ. حملو ڪرڻ. ڊوڙڻ - پڄڻ. ڦُرڻ- ڪَسڻ. ٽپڻ - ٽپو ڏيڻ.
- جهَپَٽ: ث. جهَپو- جهَٽ. لامارو. روهڙ- ڪاهه. ڊوڙ. ڦُر.
- جهَپٽا: ذ. جهپو - جهَٽ. لامارو (سرڻ وغيره جو). جهَپٽ (بُخار جي). جهوٽو (هوا جو). ڌڪ - صدمو.
- جهَپٽا مارنا: جهپو هڻڻ. جهٽ هڻڻ. لامارو ڏيڻ.
- جهَپٽانا: متعدى. تکو ڊوڙائڻ - پڄائڻ.
- جهَپٽ لينا: جهَٽي وٺڻ - ڦري وٺڻ.

● جهَپڪنا: لازم [هـ] چنڀڻ (اکيون). هٻڪڻ. هيسجڻ. ڊڄڻ. ڏڪو ٿيڻ.
- جهَپَڪ: ث. اک چنڀڻ جي حالت. هٻڪ- هٻڪ. حجاب. جهوٽو (هوا جو).
- جهَپَڪ دِکهانا: اک چنڀ لاءِ ڏيکارڻ. ديدار ڪرائڻ. صورت ڏيکارڻ.
- جهَپڪي ۽ جهَپڪيان: ث. آلر- ڪاهه. جهٽ هڻي ڪسڻ جي حالت. لامارو (سرڻ وغيره جو). اک پچڻ جي حالت. ننڊڪي- ننڊ جو جهوٽو. ٿوريءَ دير لاءِ منهن ڏيکارڻ جي حالت- ٿورو ديدار- جهلڪ.
- جهَپڪي لينا: اک ٻوٽ ڪرڻ- ننڊڪي ڪرڻ- ٿورو آرام ڪرڻ.
● جهَٽ: تابع فعل [هـ] جهٽ- فوراً- يڪدم- جلدي.
- جهَٽ سے: تابع فعل. فوراً- يڪدم- تهتا.
● جهُٽ: ذ [هـ] "جهُوٽا" جو مخفف. ڪُوڙ.
● جهُٽ پٽا: ذ [هـ] صبح يا شام جو اونداهيءَ وارو وقت. مُنهن مير. پنبرڪو.
● جهُٽلانا: متعدى [هـ] ڪوڙو ثابت ڪرڻ. جُھوٽو ڪرڻ (ڪاڏو).
● جهَٽڪنا: متعدى [هـ] چنڊڻ. سٽ ڏيڻ. اَڇل ڏيڻ.
- جهَٽڪ: ث [هـ] سٽ. اَڇل. جهٽڪو.
- جهَٽڪا ۽ جهَٽڪي: ذ [هـ] سٽ- ڇڪي. ڍيلهو- ڌڪو. لوڏو. ڏونڻ. جهُوٽو (هوا جو) سُوٽ (سور جي). جهاٽڪو. (صفت) ڍڳل- ٽڪر ٽڪر ٿيل.
- جهٽڪا دينا: ڇڪي ڏيڻ. ڌڪو ڏيڻ- ڍيلهو ڏيڻ- لوڏو ڏيڻ. ڏونڌاڙڻ. صدمو پهچائڻ.
- جهٽڪا ڪرنا: جهاٽڪو ڪرڻ (جانور ڪي).

- جهڻڪ جانا: ضعيفائي وچان - ايروئي وچڻ .

● جهڻلانا: متعدي [هہ] ڪوڙو ڪرڻ. ڪوڙ ثابت ڪرڻ .

● جهجر: ذ [هہ] ٺڪر جي هڪ قسم جي گهگهي - جهجهري. نادي.

- جهجري ج جهجريان: ث. پاڻي ٺڌي رکڻ لاءِ هڪ قسم جي گهگهي.

● جهجڪنا: لازم [هہ] هٻڪڻ. هنڪڻ ڊڄڻ - چرڪڻ. حجاب ڪرڻ. ٽڪائي ڪرڻ .

- جهجڪ: ث. هٻڪ - هنڪ. حجاب - حياءَ - خوف - ڊپ. پريشاني - گهٻراهٽ .

- جهجڪانا: متعدي. هٻڪائڻ. ڊيڄارڻ - چرڪائڻ - حيران ڪرڻ .

- جهجڪ نڪلنا: هٻڪ لهڻ. حجاب لهڻ. ڊپ لهڻ .

- جهجڪي ج جهجڪيان: ث. هٻڪ. حجاب - حياءَ. خوف - ڊپ.

جهڙ بيري، جهڙ (جهڙ) بيري: ذ [هہ] هڪ قسم جي ٻير (وڻ يا ٻوٽو) - جاگري ٻير.

- جهڙ بيري کا کانٽا: محاوره. ٻير جي ڏنگهوري. جهيڙاڪار ماڻهو. جند نه ڇڏيندڙ ماڻهو.

● جهرجهري: ث [هہ] ڏڪڻي - رڙڻي - سياڙو - سيسرات .

- جهرجهري آنا: بدن ۾ سيسرات ٿيڻ - ڏڪڻي ٿيڻ. لڱ ڪانڊارجڻ .

● جهرمٽ: ذ [هہ] ميڙ - مجمع. ڳاهٽ. جهڳٽو (وڻن جو). گهونگهٽ.

● جهرنا ج جهرنے: ذ [هہ] آبشار. مٿاهين جاءِ تان پاڻيءَ جو ڪرڻ - جهرڻو.

● جهرجهرا: صفت [هہ] پراڻو. تمام سنهو (ڪپڙو) - جاريدار (ڪپڙو).

- جهرجهري آواز: ث. گهٽيل آواز - منجهيل آواز.

● جهري ج جهريان: ث [هہ] درز - شگاف. ننڍڙو آبشار. هڪ قسم جي بيماري (جنهن ۾ اناج سڙي ويندو آهي). سڙيل اناج.

● جهرڪٽ: صفت [هہ] سنهو - ڏٻرو. ڪومائل - بي رونق. (ذ) پرڪٽ .

● جهروڪا ج جهروڪے: ذ [هہ] دري. بالڪني. روشندان .

● جهرّي ج جهرّيان: ث [هہ] گهنج (پوڙهي ماڻهوءَ جي چمڙيءَ ۾).

- جهرّيان پڙنا: گهنج پوڻ. سرڻ پوڻ .

● جهڙاڪ، جهڙاڪا: ذ [هہ] ٺڪرو - ٽورو. زوردار مينهن جو ڇوهو.

● جهڙپ ج جهڙپين: ث [هہ] جهڙپ - ٽورو تڪرار. هلڪي لڙائي.

- جهڙپ هونا: تڪرار ٿيڻ. ٽوري ويڙهه ٿيڻ.

● جهڙڪنا: متعدي [هہ] جهڻڪڻ - ڇنڀڻ - نندڻ. دٻائڻ - ڌمائڻ .

- جهڙڪ: ث. جهڻڪي - تڙي - ڇنڀ .

- جهڙڪي ج جهڙڪيان: ث. جهڻڪي - ڌمڪي - ڇنڀ .

- جهڙڪيان ديتا: تڙيون چاڙهڻ. ڇنڀڻ - جهڻڪڻ - دٻائڻ .

● جهڙنا: لازم [هہ] ڇڻڻ (پن). ڪسڻ (وار). ڇنڊجڻ .

- جهڙ: ث. وارن يا پنن ڇڻڻ جي حالت. کاڻ ۾ چابي وجهڻ واري سوراخ ۾ ڪلي. مينهن جو لاڳيتو وسڪارو. ننڍو ٻوٽو. دس (ڳارين جو).

- جهڙا جهڙ: تابع فعل. لڳاتار - مسلسل - لاڳيتو. تمام گهڻو - بيحد.

● جهڙي : ث [هہ] لڳاتار مينهن - مينهن جو لاڳيتو وسڪارو.

▬ جهڙي بندهنا، لڳنا : لڳاتار مينهن پوڻ - برسات جو ڏڦي پئجي بيهڻ.

● جهڪ، جهڪ : ث [هہ] ڀخي - جهڳي - بڪ. تڪرار. ٻوڙهي ٻڪري.

▬ جهڪ جهڪ، جهڪ جهڪ : ث. بڪبڪ - جهڳي - ڀخي. معاملو - تنتو - رڳڙو. گهپي.

▬ جهڪ مارنا : جهڳي هڻڻ - ڀخي هڻڻ - بڪ ڪرڻ. لاف هڻڻ - لباڙ هڻڻ.

▬ جهڪي : ذ صفت. بڪبڪيو - جهڳي خور. جهڳڙالو - ضدي - چريو - مست.

● جهڪڙ : ذ [هہ] تمام تيز هوا - جهڪ. ڏُوڙيو (مٽيءَ جو).

▬ جهڪڙ چلنا : جهڪ لڳڻ - ڏوڙيو وسڻ. مٽيءَ جو طوفان لڳڻ.

● جهڪنا : لازم [هہ] جهڪڻ - نيڙڻ - نيمڻ - لڙڻ - ليٽڻ (هڪ پاسي). نئڙت ڪرڻ - نهٺائي ڪرڻ - لاڙو رکڻ - مائل ٿيڻ - رخ رکڻ. آڏ سجڻ - پيش پوڻ.

● جهڪانا : متعدی [هہ] جهڪائڻ - نئڙائڻ. نمائڻ. لاڙڻ. مطيع ڪرڻ.

● جهڪولنا : متعدی [هہ] چاچولڻ. آگهارڻ. ٽٻي هڻڻ.

▬ جهڪولا ۽ جهڪولي : ذ [هہ] لهر - چولي. لوڏو - ڏوڏو. ٽٻي.

▬ جهڪولي کهانا : لوڏا کائڻ. غوطا کائڻ - پاڻيءَ ۾ هيٺ مٿي ٿيڻ.

● جهڳڙنا : لازم [هہ] وڙهڻ - جهيڙو ڪرڻ - جهڳڙڻ. معاملو ڪرڻ - تڪرار ڪرڻ. بحث ڪرڻ. ضد ڪرڻ.

▬ جهڳڙا ۽ جهڳڙي : ذ. تڪرار - جهيڙو - جهڳڙو. معاملو. بحث.

▬ جهڳڙا اٿهانا : جهڳڙو وجهڻ جهيڙو پيدا ڪرڻ.

▬ جهڳڙا بڙهانا : جهيڙو وڌائڻ.

▬ جهڳڙا چڪانا : جهيڙو ختم ڪرڻ. نبيرو ڪرڻ.

▬ جهڳڙا ڈالنا : جهيڙو وجهڻ - جهڳڙو پيدا ڪرڻ. ٻن ڌرين کي ويڙهائڻ.

▬ جهڳڙا رڳڙا : ذ. جهيڙو فساد. تڪرار - رڳڙو.

▬ جهڳڙا ڪرنا : جهيڙو ڪرڻ - وڙهڻ.

▬ جهڳڙا کهڙا ڪرنا : جهڳڙو پيدا ڪرڻ - فساد جاڳائڻ.

▬ جهڳڙالو : ذ. صفت. جهيڙاڪ - تنتائي.

▬ جهڳڙا مول لينا : جهيڙو گهري وٺڻ. هرو ڀرو جهيڙي ۾ پوڻ. جهيڙو جهيڙو ڪرڻ.

▬ جهڳڙون ميں پڙنا : جهيڙن ۾ پوڻ. معاملن ۾ ڦاسڻ.

● جهلا ۽ جهلي : ذ [هہ] گهاتو وڻ.

● جهلانا : لازم [هہ] ڪاوڙجڻ. ناراض ٿيڻ. خفي ٿيڻ. ورچڻ. گهڻيءَ دير تائين ايذاءُ ٿيڻ. پوسرڻ (زخم).

● جهلانا : متعدی [هہ] لوڏڻ (پينگهي ۾). گيسر ڪرڻ - ڍر ڪرڻ. نمائڻ - ٽارڻ. ڏلهو دلاسو ڏيڻ - گشو ڏيڻ. چٽيي هڻڻ.

● جهلسنا : لازم [هہ] لهسجڻ - چرانجڻ. سڙڻ - پچرڻ. ڪامڻ. لوسانجڻ.

▬ جهلسا : ذ. لتهس (باهہ جي) - چرات. جهي (باهہ جي) - جهرو. (صفت) سڙيل - لوسانيل.

▬ جهلسا دينا : لهس ڏيڻ - لوسائڻ. جهرو ڏيڻ. ساڙڻ.

● جهلڪنا : لازم [هہ] جهلڪڻ - جهرڪڻ - چمڪڻ. تجلا ڪرڻ. پري کان ڏيکائي ڏيڻ (پاڻي).

▬ جهلڪَٽ : ث جهلڪ - چمڪو - تجلو. جلوو. اولڙو (پاڻيءَ جو).

▬ جهلڪانا : متعدي. چمڪائڻ - جهرڪائڻ.

▬ جهلڪَٽ دکهانا : جهلڪ ڏيکارڻ. جلوو ڏيکارڻ. ٿوري دير لاءِ ديدار ڪرائڻ.

▬ جهلڪي ۽ جهلڪيان : ث. جهلڪ. چمڪو. تجلو. ڏيکاءُ - ديدار.

▬ جهلڪي دکهانا : جلوو ڏيکارڻ. عڪس ڏيکارڻ. ديدار ڪرائڻ. نظارو ڏيکارڻ.

● جهلملانا : متعدي [هه] جهر مر ڪرڻ - چمڪڻ. ٽمڪڻ (تارا) - جهڳمڳ ڪرڻ. پاڻيءَ ۾ روشني جو اولڙو ٿيڻ.

▬ جهلمل : ث. جهرمر - جهڳمڳ. چمڪو. سج جي ترورن جو پاڻيءَ ۾ چمڪو. ٽمڪو (تارن جو).

▬ جهلمل جهلمل ڪرنا : جهر مر ڪرڻ - جهڳمڳ ڪرڻ - جهرڪڻ. ٽمڪڻ (تارا).

● جهلنا : لازم [هه] ورچي هٽڻ - پکو هٽڻ. ڳنڍجڻ (ڀڳل ٽانڊو يا زيور) - ريهه اچڻ - ٽانڪو لڳڻ.

● جهلي ۽ جهليان : ث [هه] چمڙيءَ جو اندريون سنهو تهه - جهلي. سنهو پردو.

● جهما جهم، جهم جهم : ث [هه] مينهن وسڻ جو آواز - ڇم ڇم. زريدار پانڪ جو چمڪو. ڇم ڇم (ناچ جي).

● جهمڪا ۽ جهمڪے : ذ [هه] چمڪو. ستن تارن جو ميڙ (جو آسمان ۾ ڪٽ جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي). ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ زيور - جهمڪو.

● جهمورا ۽ جهمورے : صفت [هه] وارن وارو - ٻسوجرو. اهو جانور جنهن جي جسم تي وار هجن. رڇ.

● جهنپيلا ۽ جهنپيلے : ذ [هه] ڪنراڳ - رڳڙو - معاملو - بکيڙو.

● جهنا ۽ جهناڪے : ذ [هه] ڇيڻاٽ - ٿالهي وغيره جي وڄڻ جو آواز.

● جهنانا : لازم [هه] پير وغيره جي سمهڻ ڪري آن ۾ سيون سيون لڳڻ. بيزار ٿيڻ - خفي ٿيڻ.

● جهنجهٽ : ذ [هه] جهڳڙو - فساد. معاملو. تڪرار - ڪنراڳ - کٽ ڦٽ.

● جهنجهلانا : لازم [هه] ڪاوڙجڻ. خفا ٿيڻ - بيزار ٿيڻ.

▬ جهنجهلاهٽ : ڪاوڙ. خفگي. ناراضگي.

● جهنجهن : ث [هه] ڪنجهي وغيره ٺانءُ جي وڄڻ جو آواز.

● جهنجهنا ۽ جهنجهنے : ذ [هه] هڪ قسم جو رانديڪو - جهنجهڻو.

● جهنجهنانا : لازم [هه] ڇڻڪاٽ ڪرڻ. وڄڻ. ڪڙڪڻ (ڪنجهي جو ٺانءُ).

● جهنجهني ۽ جهنجهنيان : ث [هه] ننڍڙو گهنگهرو. قيديءَ جي پير ۾ پيل پيڙي.

▬ جهنجهنيان پهنانا : پيرن ۾ پيڙيون وجهڻ. قيد ڪرڻ.

● جهنجهوڑنا : متعدي [هه] ڌونڌاڙڻ. جهنجهوڙڻ. جاڳائڻ (ننڊ مان). سجاڳ ڪرڻ. هلاڪ ڪرڻ.

● جهنجهي ۽ جهنجهيان : ث [هه] ڪوڏيءَ جو هڪ قسم (جنهن جو مٿيون حصو ڀڳل يا ڪٽل هجي) - ٽيلهان (ڪوڏي). مينهي نڪ واري عورت.

▬ جهنجهي ڪوڙي نه هونا : ڪوڏي به نه هئڻ. بلڪل ڪٽل هئڻ.

● جهَنڊ: ذ [هه] ميڙ (جانورن جو). ٽولو (ماڻهن جو). ولر. ڌڻ. جهڳٽو (وڻن جو).

- جهنڊ کے جهنڊ: محاوره. ٽولن جا ٽولا- هشام.

- جهنڊی یا جهنڊیاں: ث. سنڌيو (گاهه وغيره جو). ڪمند وغيره جي پاڙ. جهڳٽو (وڻن جو).

● جهنڈا یا جهنڈے: ذ [هه] جهنڊو. علم- انگاس.

- جهنڈا اڑانا: جهنڊو کڻڻ.

- جهنڈا گاڑنا: جهنڊو کوڙڻ. ڪامياب ٿيڻ. فتح ڪرڻ.

- جهنڈی یا جهنڈیاں: ث. ننڍو جهنڊو- جهنڊي.

● جهنڈولا یا جهنڈولے: ذ [هه] وڏن وارن وارو (تازو ڄاول ٻار)- جهنڊولو. ٻوجرو. گهاٽو (وڻ).

● جهنک: ث [هه] گهنگهرو وغيره جو آواز- ڇڻڪو.

● جهنکار: ث [هه] چيني يا شيشي وغيره جي ٿانون پچڻ يا ٽڪرجڻ جو آواز- ڇڻڪات. تلوار، زنجير يا جهانجهه جي وڄڻ جو آواز.

● جهنکاڑ: ذ [هه] گنجو وڻ.

● جهنوان: ذ [هه] جانورن جو هڪ قسم (جي عمدا ٿين).

● جهوا یا جهوے: ذ [هه] وڏو ٽوڪرو- ڪارو. درياءَ جي ڪناري تي ٻيٺل وڻ.

● جهوٹ: ذ [هه] ڪوڙ. ڪوٽ- ڪپٽ. اوٻٽر- ڄٽوٽ.

- جهوٹا یا جهوٹے: صفت [هه] ڪوڙو. ٻٽاڪي- بي ايمان. ڪوٽو (سڪو). نقلي. اوباريل- جوٺو (کاڌو).

- جهوٹ اڑانا: ڪوڙ هڻڻ. هٿل آڏارڻ- ڪوڙي ڳالهه کي مشهور ڪرڻ.

- جهوٹا کرنا: ڪوڙو ڪرڻ. اوبارڻ- اوبر ڪرڻ. وڃائڻ (کاڌو).

- جهوٹلانا: متعدی. ڪوڙ ڪرڻ.

- جهوٹ بکنا: ڪوڙ ڳالهائڻ- ڪوڙ بڪڻ.

- جهوٹ بولنا: ڪوڙ ڳالهائڻ- سچ نه چوڻ.

- جهوٹ سچ: ذ. ڪوڙ سچ.

- جهوٹ سچ لگانا: ڪوڙ سچ پڌائڻ. چغليون هڻڻ. ڪن پرڻ. شڪايتون ڪرڻ. ڳلا ڪرڻ.

- جهوٹ کا (کے) پل باندهنا: رڳو ڪوڙ ڳالهائڻ. وڏا ڪوڙ هڻڻ.

- جهوٹ کهنا: ڪوڙ ڳالهائڻ- ڪوڙ چوڻ.

- جهوٹ لگانا: ڪوڙ هڻڻ. بهتان مڙهڻ.

- جهوٹ موٹ: محاوره. ڪوڙ بدوڙ.

- جهوٹوں: تابع فعل. ڪوڙ مان. مسخريءَ مان. چرچي طور.

● جهول: ذ [هه] ڪشادگي (ڪپڙي جي)- بدن کان ڪپڙي جي وڏي هئڻ جي حالت- جهول. پونگڙ. سنها پچا.

- جهول نکالنا: پونگڙ ڪڍڻ. پچا چٽڻ (ڪڪڙ جو). ڪپڙي کي ڇڪ ڏيئي چيتر يا جهول ڪڍڻ.

● جهولا: ذ [هه] وبڪراڻ. هڪ قسم جي بيماري- اڌ رنگ. ڪوسي هوا- لڪ- جهولو. چمڙي جي گهوڙي. ٻجڪو.

- جهولا مار جانا: اڌ رنگ جي بيماري ٿيڻ. جسم نستو ٿيڻ. جهولو لڳڻ.

● جهولا یا جهولے: ذ [هه] پينگهه- لوڏ. پينگهو- هندورو.

- جهُولا جهُلانا : پينگهہ لوڏڻ . پينگهي ۾ وهاري لوڏڻ .
- جهُولا جهُولنا : پينگهہ تي لُڏڻ . پينگهي ۾ لُڏڻ .
- جهُولا ڈالنا : وڻ ۾ پينگهہ پائڻ .

● جهُولنا: لازم [هہ] لُڏڻ- جهُولڻ. لٽڪڻ- ٽنگجڻ . مگهن رهڻ .

● جهولي ج جهوليان: ث [هہ] ٻڄڪو-ڳوڌڙي . بکري ( فقيرن جي ) . جهولي - گود . دامن .

- جهولی بهرنا : جهولي ڀرڻ . گهڻي بخشش يا خيرات ڏيڻ .

● جهُومر : ذ [هہ] هڪ قسم جو زيور (جو لونڊيءَ تي پئبو آهي) . هڪ قسم جو گيچ . هڪ قسم جو ناچ - جهُمر .

● جهُومنا: لازم [هہ] لُڏڻ. جهُولڻ. لٽڪڻ. موج ۾ اچي جهُولڻ . ڏُڏڻ . ميڙڻ - ڇانئجڻ ( ڪڪر ) . جهُڪڻ - نمڻ .

● جهَونا : متعدی [هہ] هلائڻ - چورڻ. کيهل ڪرڻ . اينگهہ ڪرڻ . جهڳورڻ .

● جهونپڑا ج جهونپڑے: ذ [هہ] ڪکائون گهر - جهُڳو - جهُوپو - جهوپڙو .

- جهونپڑا ڈالنا : ڪکائون گهر ٺاهڻ- جهوپو اڏڻ .
- جهونپڑی ج جهونپڑیاں : ث . جهوپڙي - جهُڳي .

● جهونٹا ج جهونٹے : ذ [هہ] زالن جي مٿي جا وار- چوٽي . مينهن جو ڦر- ڪُونڌهون . لوڏو ( پينگهہ جو ) .

● جهَونکا ج جهَونکے : ذ [هہ] جهوٽو (هوا جو) - جهَٽڪو .

- جهونکے چلنا : تيز هوا لڳڻ .

● جهونکنا : لازم [هہ] جهوڪڻ - زور سان وجهڻ . گهوچڻ - ڦسڻ . باهہ ۾ وجهڻ . برباد ڪرڻ . مصيبت ۾ وجهڻ .

- جهونکانا : متعدی . جهوڪائڻ . دٻائڻ - ڦسائڻ .

● جهينپنا : لازم [هہ] لڄي ٿيڻ - ڦڪو ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ . ڪکو وکو ٿيڻ .

● جهيل ج جهيلين : ث [هہ] ڍنڍ . چشمو . هيٺاهين زمين - ماڙي .

● جهيلنا : متعدی [هہ] سهڻ- برداشت ڪرڻ. ڀوڳڻ - لوڙڻ .

● جهينکنا : متعدی [هہ] روئڻ - روڄ راڙو ڪرڻ . شڪايت ڪرڻ . سور روئڻ . پڇتائڻ .

● جهينگا ج جهينگے : ذ [هہ] گانگٽ .

- جهينگا تُوری : ث. ڀاڄيءَ جو هڪ قسم .

● جهينگر : ذ [هہ] هڪ قسم جو جيت - تيڏ. چُوڙو ( جو اوني ڪپڙا ڪٽي ) .

- جهينگر لگنا : چُوڙو لڳڻ ( ڪپڙن يا ڪتابن کي ) .

● جی : ندائيہ [هہ] سڏ جي جواب ۾ ڪم ايندڙ لفظ - جي . ڇا . ( حرف ايجاب ) هائو - برابر. نالي جي پٺيان عزت خاطر هي لفظ استعمال ٿئي " ابا جی ، مياں جی وغيرہ".

- جی حضوری : صفت . جي سائين ڪندڙ . خوشامدي - چاپلوس .

● جی : ذ [هہ] جيءُ - دم - ساهہ . زندگي - حياتي . دل - قلب . طبيعت .

- جيا : ذ . جيءُ . ڏسو " جی ".
- جی اٹکنا: دل اٽڪڻ- دل ڦاسڻ. محبت ٿيڻ.
- جی اُٹهہ جانا : دل کڄي وڃڻ . دل پٽجڻ. دل نہ لڳڻ . بيزار ٿيڻ - ڪڪ ٿيڻ .

- جي اُداس هونا: دل اداس ٿيڻ. مايوس ٿيڻ.
- جي اُکتا جانا: دل ڪٽجي ٿيڻ - بيزار ٿيڻ.
- جي اُلٽنا: دل گهٻرائجڻ. ساهه منجهڻ. پريشان ٿيڻ.
- جي بهٽڪنا: دل ڀٽڪڻ. بيقرار ٿيڻ. خيال هڪ هنڌ نه ٽڪڻ.
- جي بهر آنا: دل ڀرجي اچڻ - آبديده ٿيڻ. غمگين ٿيڻ.
- جي بهر بهرانا: دل هرڪڻ - دل سُرڪڻ.
- جي بهر جانا، بهرنا: دل ڀرجي وڃڻ. ڍؤ ٿيڻ. خواهش پوري ٿيڻ.
- جي بهلانا: دل وندرائڻ. دل خوش ڪرڻ. وندر ڪرڻ.
- جي بيٹها جانا: دل ٻُڏڻ - دل وسامڻ. دل ۾ مونجهه ٿيڻ. گهٻرائجڻ - پريشان ٿيڻ.
- جي پڑنا: ساهه پوڻ. ڪينئان پوڻ.
- جي جلانا: جيءَ جلائڻ - اندر ساڙڻ. آزارڻ - ستائڻ. ساڙ ڏيارڻ.
- جي چاهنا: دل چاهڻ - دل جي خواهش ٿيڻ. مرضي ٿيڻ.
- جي چرانا: ٽٽائڻ (ڪم کان). دل ڪسڻ.
- جي دار: صفت. [اردو] دل وارو - دلير - بهادر.
- جي ڈالنا: ساهه وجهڻ. همت ڏيارڻ.
- جي کڑا کرنا: دل سخت ڪرڻ. همت ڪرڻ.
- جي کڑهنا: جيءَ ڪڙهڻ. دل جلڻ. اندر ۾ وجهلڻ.
- جي کو روگ لگانا: آزار پيدا ڪرڻ - مصيبت پيدا ڪرڻ. پاڻ کي سورن ۾ وجهڻ.
- جي کهپانا: کپڻ (ڪم ۾) - گهڻي محنت ڪرڻ. ڏکيو ڪم ڪرڻ.
- جي گهبرانا: دل گهٻرائجڻ - پريشان ٿيڻ.
- جي لگنا: دل لڳڻ. دل وندرڻ - عاشق ٿيڻ.
- جي للچانا: دل هرڪڻ - دل سُرڪڻ - سِڪ ٿيڻ.
- جي لوٹنا: بيقرار ٿيڻ. تمام گهڻو چاهڻ.
- جي لهرانا: دل هرڪڻ - دل سُرڪڻ. خوشيءَ جا اُمنگ اُٿڻ. تمام گهڻي خوشي ٿيڻ.
- جي متلانا: دل ڪچي ٿيڻ.
- جي مين آنا: دل ۾ اچڻ. مرضي ٿيڻ.
- جي مين جي آنا: پيٽ ۾ ساهه پوڻ. اطمينان ٿيڻ - تسلي ٿيڻ.

● جيب ع جيبين: ث [ه] کيسو.
- جيب کترا ع جيب کترے: ذ. گنڍيچوڙ - لٽيچو.
- جيب گهڑی: ث. کيسي جي واچ.
- جيب مين پڑا هونا: کيسي ۾ پيو هجڻ. قبضي ۾ هجڻ - هٿ ۾ هجڻ.

● جيبهه: ث [ه] جِيڀ - زبان.

● جيبهی: ث. لغام جو هڪ حصو - زبانو.

● جيبهی مچهلی: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● جيتنا: متعدی [ه] جيتڻ - کٽڻ - فتح ڪرڻ (لڙائي). ڪامياب ٿيڻ. بازي کٽڻ. سرسي ڪرڻ.
- جيت: ث. کٽ - سوڀ - فتح. ڪاميابي. سَرسي. فائدو.
- جيت جانا: کٽي وڃڻ - جيتڻ. ڪامياب ٿيڻ.
- جيت هونا: جيت ٿيڻ - فتح ٿيڻ. ڪاميابي ٿيڻ.

● جيٹهه: ذ [ه] سنبت سنه جو هڪ مهينو - جيٺ. وڏو ڏيهر.
- جيٹهانی ع جيٹهانيان: ث. وڏي ڏيرياڻي.

● جيجا: ذ [ه] ڀيڻويو.

- ڈَکارُ جانا: کائي وڃڻ. هضم ڪرڻ.
- ڈَکارُ لینا: اوگرائي ڏيڻ - ڏَڪار ڏيڻ.
- ڈَکارُ نہ لینا: اوگرائي نہ ڏيڻ. ساٽ ميٽ ۾ مال هضم ڪري وڃڻ. هضم ڪرڻ. ڳڙڪائڻ.

● ڈَکرا: ذ [ذ] زهر - وِہ.

● ڈُکرا ج ڈُکرے: ذ [هہ] پوڙهو - ڪُراڙو. (ث) ڈُکریا.

● ڈَکوسنا: متعدی [هہ] پيئڻ. ڳڙڪائڻ- ڳِهڻ.

● ڈَکیانا: متعدی[هہ] مُکون هڻڻ. ٺونشا هڻڻ.

● ڈَکیتُ: ذ [هہ] ڌاڙيل - ڌاڪو.

- ڈَکیتی ج ڈَکیتیاں: ث. ڌاڙو. ڦُرُ.

● ڈَگُ ج ڈ گُ: ذ [هہ] قدم - وِک - پرانگھہ. پيڊُ - چال.

- ڈَگ بھرنا: وکون کڻڻ. هلڻ.

● ڈِگانا: متعدی [هہ] ريڙهڻ - سپيڙڻ - چورڻ. هٽائڻ. ٽيڙڻ.

● ڈگا ج ڈگے: ذ [هہ] اهو گهوڙو جو وڏا قدم کڻي. ڊگهين ٽنگن وارو گهوڙو.

● ڈَگارنا: متعدی [هہ] سوکلڻ - روانو ڪرڻ.

- ڈ گڈگا کرُ (کے) پینا: ڳٽ ڳٽ ڪري پيئڻ - ساهي کڻڻ کان سواءِ پي وڃڻ.

● ڈُگڈگانا: متعدی [هہ] وڄائڻ (ڊيبڪي).

● ڈُگڈُگی ج ڈُگڈُگیاں: ث. مدارين جي وڄائڻ جي دهلڙي - ڊيبڪي.

- ڈُگڈُگی بجانا، پیٹنا: ڊيبڪي وڄائڻ. پڙهو ڏيڻ.

● ڈَگرُ: ذ [هہ] رستو - واٽ - دڳ. طريقو- ڍنگ.

- ڈَگرُ بتانا: گسُ ٻڌائڻ. رستو ڏيکارڻ- واٽ لائڻ.
- ڈَگرُ ڈَگرُ کرنا: آڙوندو ٽاٻڙندو هلڻ.

ٺڪائڻ (اکيون).

● ڈَگرا ج ڈَگرے: ذ [هہ] بانس جي تيلين مان ٺهيل ٺوڪرو - ڪارو.

● ڈَگمگانا: لازم [اردو] ٿڙڻ. ٿاٻڙڻ. ٺوڪڻ. الڙڻ. ڏَڏڻ. ڏڪڻ.

● ڈِگنا: لازم [هہ] اُڏڻ - الڙڻ. آڙڻ. رڙهڻ- سرڻ. هٽڻ. ڏڪڻ.

● ڈَلُ ج ڈَلُ: ذ [هہ] گروہ - ٽولو. دولت-ناڻو.

● ڈَلا ج ڈَلے: ذ [هہ] چڪو. چميل شيءِ (ڏونري وغيره) جو دِڳُ. برف وغيره جو ٽُڪر.

● ڈَلانا: متعدی [هہ] لوڙڻ - ڏوڏڻ. ڏوڙڻ. رُلائڻ. در بدر ڪرڻ.

● ڈَلاؤ ج ڈَلاؤ: ذ [هہ] گند- ڪچرو. پُهر اڇلڻ جي جاءِ- ڊوني- آرُوڙي.

● ڈَلَکُ: ث [هہ] چمڪو (خاص ڪري سون جو) - اوجرُ. جرڪو- تجلو.

● ڈَلکنا: لازم [هہ] چمڪڻ - چلڪڻ.

● ڈَلنا: لازم [هہ] پوڻ. ڪرڻ- ڍَهڻ.

- ڈَلوانا: متعدی المتعدی. وجهائڻ.

● ڈَلی ج ڈَلیاں: ث [هہ] ڪنهن شيءِ جو ننڍو ٽُڪر (مٺائي، برف، مصري جو). سوپاري. سوپاريءَ جو هڪ قسم.

● ڈَمرُو ج ڈَمرُو: ذ [هہ] ڊيبڪيءَ جو هڪ قسم (جا مداري وڄائيندا آهن).

● ڈَنٹھَلُ ج ڈنٹھَلُ: ذ [هہ] ڏانڊي(سوري، گجر وغيره جي). ڳنڀر - ڏانو.

● ڈَنڈُ ج ڈَنڈُ: ذ [هہ] ٻانهن. ڏونڙو (ٻانهن جو). ورزش جو هڪ نمونو- ڏَنڊُ. جرمانو- چٽي.

- ڈَنڈ بھرنا: ڏنڊ (ورزش) پرڻ. جرمانو پرڻ.
- ڈَنڈ پیلنا: ڏنڊ پرڻ (ورزش).

- ڈَنڈ کھِلا : ذ. ڪبوترجو هڪ قسم جنهن جي پُڇ ۾ اڇا کنڀ هجن).
● ڈُنڈُ ج ڈُنڈُ : ذ [هہ] ٽُڙ. ٻنڌ. ٽُرڙ(وڻ)
● ڈَنڈا ج ڈَنڈے : ذ [هہ] ڏنڊو. سونٽو. لٺ. هٿيو- مُٺيو. حاطو.
- ڈَنڈا ڈولی کَرنا : ٽنگا ٽولي ڪرڻ .
- ڈَنڈا کھینچنا : حد مقرر ڪرڻ. پيت ٺاهڻ. ناتو ٽوڙڻ.
● ڈَنڈوَت : ث [هہ] هندو فقيرن جو سلام- ڏنڊوت .
● ڈنڈی ج ڈَنڈیاں : ث [هہ] ساهميءَ جو ڪانو. ڏنڊي. هٿيو- مُٺيو. ڀيڄرو.
- ڈَنڈی مارنا : پيڏي هڻڻ- تور ۾ ٺڳي ڪرڻ.
● ڈَنڑ ج ڈَنڑ : ذ [هہ] ڏسو "ڈنڈ".
- ڈَنڑ پیلنا : ڏسو "ڈنڈ پیلنا".
● ڈَنک ج ڈَنک : ذ [هہ] ڏنگ (وڇون، ڏيئوءَ وغيره جو). نيش .
- ڈَنک لگانا، مارنا : ڏنگ هڻڻ. آزارڻ - ايذاءَ رسائڻ.
● ڈَنکا ج ڈَنکے : ذ [هہ] ڏونڪو (نغاري وڄائڻ جو). نغارو.
- ڈَنکا بجانا : ڏونڪو وڄائڻ . نغارو وڄائڻ. ڏاڪو ويهارڻ. نڪي ڪڍائڻ.
- ڈَنکے کی چوٹ : محاوره علی الاعلان. کليو کلايو - ظاهر ظهور.
● ڈَنگیا ج ڈَنگیائیں : ث [هہ] ننڍي ٻيڙي. ڊونڊي. ننڍڙو ٽانگو (پاڻيءَ پيڻ جو). ڈونگھو.
● ڈو ج ڈو : ذ [هہ] وڏي ڏوئي - ڏونلو (ڪاٺ جو).
● ڈوبنا : متعدی [هہ] ڏسو "ڈبونا". ٻوڙڻ.
- ڈوب : ذ. ٽٻي - غوطو. ٻوڙو - ٽوٻو.

- ڈوبا : ذ. ٻوڙو - ٽوبو ٽٻي.
- ڈوب دینا : ڪپڙي وغيره کي رنگ ۾ ٻوڙو ڏيڻ . ٽٻي ڏيارڻ .
● ڈوبنا : لازم [هہ] ٻڏڻ . غرق ٿيڻ . پاڻيءَ هيٺ اچڻ ( زمين، ٻني وغيره). ضايع ٿيڻ . تباه ٿيڻ. چُور ٿيڻ ( نشي ۾ ). محو ٿيڻ ( خيال ۾ ). لهڻ (سج ، چنڊ ).
- ڈوبا : صفت. ٻڏل- غرق. پاڻيءَ هيٺ. تباه- برباد.
- ڈوبا چَر : ذ. پاڻيءَ لهڻ بعد درياءَ ۾ ظاهر ٿيل ٻيٽاري. هيٺانهين زمين جا پاڻي ۾ ٻُڏل رهي.
- ڈوبتا : صفت. ٻڏڻ وارو. (ذ) اهو ماڻهو جو ٻُڏڻ تي هجي.
- ڈوبتے کو تِنکے کا سہارا هونا: ٻڏندڙ کي ڪک جو آسرو هجڻ. مايوس کي ٿوري اميد ۾ تمام گهڻي ڏسڻ ۾ اچڻ .
- ڈوب جانا : ٻڏي وڃڻ .
- ڈوب مَرنا : ٻُڏي مرڻ . شرم ۾ ٻڏي مرڻ.
● ڈوپٹا ج ڈوپٹے : ذ [هہ] ڏسو "دوپٹا".
● ڈوڈا ج ڈوڈے : ذ [هہ] ڏهنو- ڏوڏو (پُست، ڪپهه، اڪ وغيره جو).
● ڈور ج ڈوریں : ث [هہ] ڏور. ڏوري. ڌاڳو. لغڙ آڏائڻ يا مڇيءَ ڦاسائڻ جي ڏور.
● ڈورا ج ڈورے : ذ[هہ] ڏورو. ڌاڳو. سرمي جو ليڪو (اک ۾). ڪبابن کي ٻڌڻ جو ڏورو.
- ڈورے ڈالنا : اشارن ۽ نخرن سان پاڻ ڏي توجه ڇڪائڻ . پيار ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ. ڦاسائڻ جون تدبيرون ڪرڻ . محبت آميز ڳالهيون ڪري پاڻ ڏانهن ڇڪڻ.
● ڈوری ج ڈوریاں : ث [هہ] ڏوري ڏور. ڌاڳو. پاڻي ڀرڻ جو رسو - واڄهه ريشمي

ڏوري (جا زالون چوليءَ ۾ وجھنديون آهن.)

— ڏوري کِھينچنا: رسي ڇڪڻ. سوڙهو ڪھڻ- تنگ ڪرڻ.

● ڏوريا: ذ. [هہ] ڪپڙي جو هڪ قسم- ڏوريو.

● ڏوڪنا: لازم [هہ] قيءِ ڪرڻ- آلٽي ڪرڻ- اوڪڻ. وڏا ڏڪ ڀرڻ. تمام گهڻو پيٽڻ- ڏوڪھڻ.

— ڏوڪ: ث. قيءِ- آلٽي. هڪ قسم جي بيماري (جا جانورن جي ڦڦڙن ۾ ٿئي ٿي). وڏو ڏڪ.

● ڏوڪر: ذ [هہ] هڪ قوم جو نالو (هندن ۽ مسلمانن ۾).

● ڏوگرا: ذ [هہ] راجپوتن جي هڪ قوم جو نالو.

● ڏول ۽ ڏول: ذ [هہ] ڏول (چمڙي يا لوه جو). دبو. بوڪو.

— ڏولچا ۽ ڏولچي: ذ. ننڍو ڏول. (ث) ڏولچي.

● ڏَول: ذ [هہ] ڍول- ڍنگ. شڪل- صورت. چال- هلت چلت. بدن جي بيهڪ. نمونو.

● ڏولا ۽ ڏولي: ذ [هہ] ڏولي هڪ قسم جي زناني سواري.

— ڏولا اُڇهلنا: ڪنهن عورت جو بدچال ٿيڻ.

— ڏولا نِڪلنا: ڪنوار جو ڪھوٽ جي گھر وڃڻ.

— ڏولي ۽ ڏوليان: ث. ڏولي (جنهن کي ڪھار ڪڻندا آهن).

● ڏولنا: لازم [هہ] لُڏڻ. رُلڻ. آجھوڙڻ- گمراهہ ٿيڻ. گھمڻ.

● ڏوم ۽ ڏوم: ذ [هہ] هندن جي هڪ گھٽ درجي جي قوم (جا ٽوڪريون ۽ تڏا ٺاهي). مسلمانن جي هڪ گھٽ درجي جي قوم (جا ڳائڻ وڄائڻ جو ڪم ڪري). ميراثي.

— ڏومني ۽ ڏومنيان: ث. "ڏوم" جو مونث. ميراڻ. جھرڪيءَ (پکي) جو هڪ قسم.

● ڏونڊ ۽ ڏونڊ: ذ [هہ] اهو ڍڳو جنهن جو هڪڙو سڱ مڙيل يا ڀڳل هجي.

— ڏونڊا: صفت. ڏسو "ڏونڊ". (ث) ڏونڊي.

● ڏُونڊی ۽ ڏونڊیان: ث [هہ] ڍنڍورو- منادي. نيڪي- ناموس. ڌاڪو.

— ڏُونڊي پيٽنا: ڍنڍورو ڏيڻ. مشهوري ڪرڻ.

● ڏونگا ۽ ڏونگي: ذ [هہ] مٽ مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ ڳن سان هڪ قسم جو ٿانءُ- ڏُونگھو. اهو ٿانو جنهن کي ٻنهي پاسن کان ڪڙا هجن (جنهن ۾ طعام کٽي اچجي). ننڍي ٻيڙي- ڊُونڊي. (صفت) اونهو- ڏونگھو.

— ڏونگائي: ث. اونهائي- عمق.

● ڏُونگر ۽ ڏُونگر: ذ [هہ] ڏونگر- پهاڙ- جبل. ننڍو جبل. پهاڙي ساڪ.

— ڏونگر پهل: ذ. گاهہ جو هڪ قسم (جو گهوڙا کائيندا آهن).

— ڏُونگری ۽ ڏُونگریان: ث. ننڍو جبل. ٽڪر.

● ڏُونگرا: ذ [هہ] اوهيرو- برسات جو سخت وسڪارو.

● ڏُونگي ۽ ڏُونگيان: ث [هہ] ننڍي ٻيڙي- ڊُونڊي.

● ڏهابا ۽ ڏهابي: ذ [هہ] پکين ڦاسائڻ جو ڏَبُ. ڇاڇو. ڇپت جو هڪ نمونو. هندو ٺانوائيءَ جو دڪان.

● ڏهاٽا ۽ ڏهاٽي: ذ [هہ] جھنڊ- ٻُٽ. سچاپڻ کان بچاءَ لاءِ منهن کي ٻڌل ڪپڙو. ڏاڙهيءَ کي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙي جي پٽي. مُڙدي جي وات کي ٻڌڻ جي پٽي.

- ڈھاٹا باندھنا : ڏاڙهيءَ کي ڪپڙو ٻڌڻ. ٻُٽ ٻڌڻ.

● ڈھاٹی ۽ ڈھاٹیاں : ث [ھ] اهو ڪپڙو جو گهوڙن کي وات ۾ لغام جي بدران ٻڌندا آهن. ٻُوٽاڙو. ناڪيلي. آڪيڙو. ايذاءُ. ڦندو. دام.

- ڈھاٹی دینا، چڑھانا : گهوڙي وغيره کي ٻُوٽاڙو چاڙهڻ. ڳالهائڻ کان روڪڻ.

● ڈھارَس : ث [ھ] آٿت. دلجاءِ. ڏڍ. دلاسو. مدد. پنيرائي.

- ڈھارَس دینا : دلداري ڏيڻ. آٿت ڏيڻ. اميد ڏيارڻ.

● ڈھاک : ذ [ھ] وڻ جو هڪ قسم (جنهن جا گُل ڳاڙها، ڪَڪڙيون ڪارنون ۽ پن گول ٿين، گُلن مان رنگ ٺهي، پنن مان دونا ٺهن، کوئر دوا ۾ ڪم اچي ۽ ٻج جلاب طور ڪم اچي).

- ڈھاک پھولنا : "ڈھاک" وڻ جا گل ٽڙڻ (جنهن ڪري سڄو وڻ ڳاڙهو ڏسجڻ ۾ اچي).

● ڈھال ۽ ڈھالیں : ث [ھ] ڍال. سپر.

● ڈھالنا : متعدی [ھ] ڍالڻ (ڳريل ڌاتو). سانچي ۾ وجهڻ. اوتڻ. وجهڻ.

- ڈھال : ذ. نمونو. طريقو. عادت. قدرتي بناوت.

- ڈھالواں : صفت. لهوارو. هيٺاهون.

● ڈھانا : متعدی [ھ] ڊاهڻ ڪيرائڻ. برباد ڪرڻ. ڪرڻ (ظلم).

● ڈھانپنا : متعدی [ھ] ڍَڪڻ. لڪائڻ.

● ڈھانچا ۽ ڈھانچے : ذ [ھ] پڃرو. بوتو (هڏن جو). اڻپوري اڏاوت (جاءِ جي). قالب. سانچو. خاڪو.

● ڈھانکنا : متعدی [ھ] ڍڪڻ. لڪائڻ. پوش وجهڻ. اوڍڻ.

● ڈھائی : صفت [ھ] اڍائي. (ث) ليڪَليڪوني راند ۾ اها جاءِ جتي آگ ڏيندڙ پار اکيون بند ڪري ويهي. ٻُوٽاڙو (گهوڙي جو).

● ڈھائیں : ث [ھ] ڪانئن جو ٺهيل سَنَهن (جنهن تي ڊاڪ وغيره جي ول چڙهي).

● ڈَھب ۽ ڈَھب : ذ [ھ] ڍَبُ. ڍنگ. طريقو. عادت. سياءُ. طرز. ڊول.

- ڈَھب پر لانا : ڍنگ تي آڻڻ. هيرائڻ. عادتن تي وجهڻ.

● ڈھَبنڈ ھبانا : متعدی [ھ] ترڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ. ٽاڦوڙا هڻڻ.

● ڈِھبڑی : ث [ھ] مشين ۾ ڪم ايندڙ هڪ پُرزو. نَٽ. ڍبري.

● ڈُھبڑی : ث [ھ] لُپريءَ جو هڪ قسم (جا "سهوا" (وڻ) مان ٺاهيندا آهن).

● ڈَھبّس : صفت [ھ] آهند (وهٽ).

● ڈھَپنا : متعدی [ھ] ڍڪجڻ. لڪڻ. ٻُڏڻ.

● ڈھٹ : صفت [ھ] سخت. ڏاڍو. ٿلهو ۽ گهاٽو اُڻيل (ڪپڙو).

● ڈِھٹائی : ث [ھ] نڊرپائي. تيسو. ضد. بحيائي. گستاخي.

● ڈَھٹینگڑا، ڈَھٹینگڑا : ذ. صفت. ٿلهو متارو. ڄ نو سَنو. ڏستال.

● ڈَھچر : صفت [ھ] پِيرو. ڪمزور. ڍلو. آلڙيل. ڪيرڪٽو. پوڙهو. (ذ) سرست جهڙو سامان. هڏن جو پڃرو. رڳڙو. ڦڏو. ڪٺراڳ.

- ڈَھچر باندھنا، کھڑا کرنا : سانداڻ منڊڻ. ڪٺراڳ ڪڙو ڪرڻ. ڏيکاءُ لاءِ ڪو ڪم ڪرڻ.

- ڈَھچر پھیلانا : تياري ڪرڻ. انتظار ڪرڻ. ضروري سامان گڏ ڪرڻ. ڏانڊو يا ڪم شروع ڪرڻ. چنڊڻ پکيڙڻ.

- ڈھچری: ث. تجویز- تدبیر. فریب. چالاڪي.

● ڈھڈوا: ث [ھ] پوڙهي زال - پيرسن عورت. بيشرم عورت. پکيءَ جو هڪ قسم (جي هميشه ستن جو ولر ٺاهي اُڏامندا آهن). (صفت) بڪ‌بڪ ڪندڙ- مٺي ڪاپائڻو.

● ڈھڈھ: ذ [ھ] پکيءَ جو اهو هنڌ جتان پُڇ جا وار نڪرن.

● ڈھڈہا: صفت [ھ] سر سبز- ساوو. چُهچ (رنگ). گهاٽو (رنگ).

● ڈھڈہانا: متعدی [ھ] سر سبز ٿيڻ- ساوو ٿيڻ. بهاريءَ ۾ اچڻ.

● ڈھڈسی ۽ ڈھڈسیان: ث [ھ] ڏُڏي- ڏونگو. پُڇ. پُڇ وارو هڏو- ڏمچي. حُقي جو هڪ قسم.

● ڈھرا ۽ ڈھر: ذ [ھ] هيٺاهين زمين برساتي پاڻيءَ جو تلاءُ- جهاز يا ٻيڙيءَ جو ترو.

● ڈھرا ۽ ڈھرے: ذ [ھ] شاهي رستو- وڏو رستو. عام رستو. ڍنگ- نمونو.

- ڈھرا لگا ہونا: عام رستو بڻيل هئڻ. هلي چلي هئڻ. عام رواج هئڻ.

- ڈھرے پر چلا جانا: هڪڙو ئي هٿ وٺيو اچڻ. هڪڙيءَ ئي نموني تي هلڻ.

● ڈھڑ ۽ ڈھڑ: ذ [ھ] ڌُڙ- ڌڙي. پُٺ (بدن جي).

- ڈھڑ پر آڑانا: پٺن تي ڪٽڻ. ڏاڪ تي ڪٽي وارو ڪيڻ.

● ڈھسنی: صفت [اردو] بيهودو. ٺرڙو.

● ڈھکانا: متعدی [ھ] سيڪائڻ. ڏيکاري نه ڏيڻ. دوکو ڏيڻ. برغلائڻ. ضايع ڪرڻ.

- ڈھکایا کرنا: سيڪائڻ ڪاڏي جي ڪا شيءِ وات تائين آڻي ڪسي وٺڻ. دوکو ڏيڻ.

● ڈھکنا: متعدی [ھ] ڍڪڻ. لڪائڻ.

- ڈھکنا ۽ ڈھکنے: ذ. ڍڪڻ- ڍڪُ.

- ڈھکنی ۽ ڈھکنیان: ث ڍڪڻي.

● ڈھکوسلا: ذ[ھ] ٻاهريون ڏيکاءُ. دوکيبازي. فريب.

● ڈھکوسنا: متعدی [ھ] گهٽو ڪائڻ يا پيئڻ. گِهڙڪائڻ. هڇ ڪرڻ.

- ڈھکوس: ث. هڇ.

- ڈھکوس جانا: گِهڙڪائي وڃڻ- کائي وڃڻ.

● ڈھکی ۽ ڈھکیان: ث [ھ] جهڪ. شڪار وغيره لاءِ لڪي ويهڻ جي حالت.

- ڈھکی لگانا، مارنا: جهڪ هڻي ويهڻ. لڪي ويهڻ. نشان چٽڻ.

● ڈھکیلنا: متعدی [ھ] ڌڪڻ- ٺيلهڻ- ريڙهڻ- سيرڻ.

● ڈھلّر: صفت [ھ] ڍرو- جهمپلو (ڪپڙو). سُست. (ذ) ڍاڪن ڍلو. ڪمزور.

● ڈھیل کمرا: ذ. صفت [ھ] ڪدڙو.

● ڈھلکنا: لازم [ھ] لڙڪڻ. جهڪڻ. اوتجڻ. وهڻ (پاڻي). هارجڻ.

- ڈھلک: ث. جهڪڻ يا لڙڻ جي حالت. جهڪاءُ. چِلڪو.

● ڈھلکنا: لازم [ھ] رڙهڻ. جهڪڻ. لڙڻ.

- ڈھلکا: ذ. اکين مان پاڻي وهڻ جي بيماري.

- ڈھلکا لگنا: اک مان پاڻي يا سُت وهڻ.

- ڈھلکا: ذ. ٿيلهو- لوڏو. چِلڪو.

- ڈھلکانا: متعدی. لاهڻ- ريڙهڻ. اوتڻ. وهائڻ. غلطان ڪرڻ- رنبائڻ- مشغول رکڻ.

● ڈھلملانا: لازم [ھ] ڏڏڻ. آٽڙڻ. ٻُڏڻ ترڻ.

- ڈِھلمِل: صفت. لڏندڙ. ہِلندڙ تر ۾.
- ڈِھلمِل یقین: صفت. ہہ چتو. شڪي - وھمي.
● ڈھلنا: لازم [ھ] لھڻ. جھڻ - جھڪڻ. لڙڻ. پلجڻ (ڳريل ڌاتو). اوتجڻ (پاڻي). لڪڻ(ٻيا). هيٺاهين ۾ ڏي رڙهڻ. ھٽڻ(جواني).
● ڈھلان: ث. لاھي. جھڪاڻ.
- ڈھلاؤ: ذ. لاھي - لھندي. (صفت) لھوارو. جھڪيل - نميل.
- ڈھلاؤ کھنچاؤ: ذ. ستار وغيره (ساز) ۾ تار چاڙھڻ جي ڳيٽي.
- ڈھلت: ث. بناوت. ڪارب يا سانچي ۾ وجھڻ جي حالت.
- ڈھلتا: صفت. لھندڙ. گھٽجندڙ.
- ڈھلتی چھاؤں: محاوره. بي بقا - فاني.
● ڈھلوان: صفت. لھوارو. سلامي ۾ وارو. جھڪيل.
- ڈھلوانا: متعدی المتعدی سانچي يا ڪارب ۾ وجھي ٺھرائڻ. پگھارائڻ (ڌاتو).
- ڈھلوائی: ث. قالب ۾ ڌاهڻ جي حالت. پلٽ جو ڪم.
● ڈھلنا: لازم [ھ] جھڪڻ - لڙڻ. مائل ٿيڻ. رڙهڻ - چرڻ. حرڪت ڪرڻ. کسڪڻ. تيرڪڻ. ڍوئجڻ. کڄڻ (سامان). لڙڪڻ.
- ڈھلنا پالنا: محاوره. ڦرڻو گھرڻو - هڪ ڳالھ تي قائم نہ رهندڙ.
- ڈھلوانا: متعدی کڻائڻ (سامان). ڍوئارائڻ.
● ڈھلوانسی: ث [ھ] ڪانياٽي.
● ڈِھمڈِھمی: ث [ھ] هڪ قسم جو ساز.
● ڈھمکا: ذ [ھ] "امکا" لفظ سان گڏ ڪم اچي "اَمکا ڈھمکا = فلاڻو ٽيرو"

● ڈھنا: لازم [ھ] ڍھڻ. ويھڻ (جاءِ).
● ڈھنڈھنا: متعدی [ھ] ڳولڻ - تلاش ڪرڻ.
- ڈھنڈیا: ث. ڳولا - تلاش.
● ڈھنڈورا: ذ [ھ] ڍنڊورو - پڙھو. اعلان - مشھوري.
- ڈھنڈورا پیٹنا: پڙھو ڏيڻ - ڍنڊورو ڏيڻ. بدنام ڪرڻ. مشھور ڪرڻ.
- ڈھنڈورچی: ذ. ڍنڊورو ڏيندڙ. پڙھي وارو.
● ڈھنگ: ذ[ھ] ڍنگ. نمونو. لڇڻ. طريقو.
- ڈھنگ اُڑانا: ڍنگ اختيار ڪرڻ. طرز سکڻ. ٻئي جو طريقو اختيار ڪرڻ.
- ڈھنگ برتنا: مٽيءَ دل سان پيش اچڻ. مٺاڻرو نمونو اختيار ڪرڻ.
- ڈھنگ سیکھنا: ڍنگ سکڻ. طريقو سکڻ- نمونو سکڻ. عادت اختيار ڪرڻ.
● ڈھنگڑا: صفت [ھ] سگھارو- همت ڀريو.
● ڈھوبرا ۽ ڈھوبرے: ذ[ھ] ٺڪر جو پراڻو ٿانو- ٺوبر. ٺڪر جو وڏو ٿانو.
● ڈھوڈا ۽ ڈھوڈے: ذ [ھ] ڪارب - قالب. بوتو. پڃرو. ڏيکاءُ. جھوپڙي.
- ڈھوڈا بنا رکھنا: ظاھري ڏيک ويک قائم رکڻ.
● ڈھور: ذ [ھ] ڍور- وھٽ.
● ڈھول ۽ ڈھول: ذ[ھ] هڪ مشھورساز جو نالو- دهل.
- ڈھول بجنا: دهل وڄڻ. مشھوري ٿيڻ. بدنامي ٿيڻ.
- ڈھول پیٹنا: دهل وڄائڻ. مشھوري ڪرڻ. بدنام ڪرڻ.
- ڈھول ڈھمکا: ذ. دهل دمامہ بينڊ باجا.
- ڈھولک، ڈھولکی ۽ ڈھولکیں، ڈھولکیاں:

ث. دُھلڙي- ڍولڪ.

● ڈھولا: ذ [ھ] ہنيءَ يا زمين جي دنگ وارو ٻڌو. نشان- دڙي- حد جو نشان. مٽيءَ يا سرن جو ڍير. (صفت) پيارو- دلبر. بيوقوف.

● ڈھولنا يا ڈھولنے: ذ [ھ] ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جو هڪ ڳهه (جو دهلڙيءَ جهڙو ٿئي)- ڍولڻو. ننڍي تقطيع جو قرآن شريف- تعويذ. ڍوڍو.

● ڈھولی: ث [ھ] پانن جو بنڊل (وڌ ۾ وڌ هزار يا گهٽ ۾ گهٽ سؤ پانن جو ڳٽو).

● ڈھونا: متعدی [ھ] ڍوئڻ. هڪ هنڌان کڻي ٻئي هنڌ رکڻ. کڻي وڃڻ.

- ڈھویا: ذ. راندڪن جو تحفو (جو ڪنيار، شاديءَ وغيره جي موقعي تي تحفو ڏئي)- ڍوئڻو.

● ڈھونڈ: صفت [ھ] خراب- ڪنو. پوڙهو.

● ڈھونڈنا: متعدی [ھ] ڳولڻ- تلاش ڪرڻ. جانچ ڪرڻ. پتو لڳائڻ.

- ڈھونڈ: ث. تلاش- ڳولا - جانچ.

- ڈھونڈ ڈھانڈ: ث. ڳولا ڦولا. جانچ جونچ.

- ڈھونڈنا ڈھانڈنا: ڳولڻ ڦولڻ. جانچ جونچ ڪرڻ. پڇا ڳاڇا ڪرڻ.

- ڈھونڈ نکالنا: ڳولي لهڻ. ڳولي ڪڍڻ.

● ڈھونگ يا ڈھونگ: ذ [ھ] ڍونگ. دوکو- دغا - فريب. ڏنو - دم. طرفداري. بناوت. ظاهري ڏيکاءُ.

● ڈھوئی: ث [ھ] اهي سيرون جي هڪڙو ڳڌ. کڻي سگهي.

● ڈھویا يا ڈھوئے: ذ [ھ] ڳڻن، پاڇيءَ وغيره جو ڍوئڻو (جوڪا بي خوشيءَ جي موقعي تي ڏيندا آهن).

● ڈھئی: ث [ھ] ڪپ ڪوڙي ويهڻ جي حالت - ڌرڻو. گهڻي دير ويهڻ جي حالت.

- ڈھئی دینا: ڪپ ڪوڙي ويهڻ. ڌرڻو ماري ويهڻ.

• ڈھیا: ذ [ھ] آڍائي سيرن جو وزن- ڌڙي. (ث) اڍائي سيري. ٻارن جي هڪ راند. ڳوٺ.

● ڈھیٹ، ڈھیٹھ: صفت [ھ] نٺر. ضدي - نسود. بيشرم.

● ڈھیر يا ڈھیر: ذ [ھ] ڍير - ڍڳ. انبار.

- ڈھیر کرنا: ڍير ڪرڻ - ڍڳ ڪرڻ. ڊاهي ڇڏڻ (جاءِ). ماري ڇڏڻ.

● ڈھیری يا ڈھیریاں: ث [ھ] ڍڳي - ننڍو ڍڳ (خاص ڪري روپين جو).

● ڈھیڑ، ڈھیڑھ: ذ [ھ] ڪانءُ. هڪ گهٽ ذات جو نالو - ڍيڍ.

● ڈھیل: ث [ھ] ڍر- ڍل. دير. ڳهل. سستي - آرس. لغڙ جي ڏور کي ڍر. جهول. ڇڙواڳي.

- ڈھیلا يا ڈھیلے: صفت. ڍرو - ڍلو. ويڪرو (ڪپڙو). ڦيڦو (بدن). سُست. جهول وارو. (ث) ڈھیلی.

- ڈھیلا پائینچا: ذ. ويڪرو پانچو - کليل پانچو.

- ڈھیلاپن: ذ. ڍر - ڍرائي. موڪراڻ - خُلاصگي. سُستي - ڪاهلي.

- ڈھیلا ڈھالا: صفت. ڍرو ويڪرو (لباس). ڦيڦو (جسم). سست - ڪاهل.

- ڈھیلا کرنا: ڍرو ڪرڻ. ويڪرو ڪرڻ - خُلاصو ڪرڻ.

- ڈھیل دینا: ڍر ڏيڻ. ڇڙواڳ ڇڏڻ. لغڙ کي ڍر ڏيڻ. مهلت ڏيڻ.

- ڈھیلی ڈوری چھوڑنا: ڍگهي ڏور ڏيڻ - ڇڙواڳ ڏيڻ. خود مختار ڇڏڻ.

● ڈھیلا ج ڈھیلے : ذ [هہ] پيتر. گينڊو (سون، گيھُو وغيرھ جو). چڪو. دوڙو (اک جو).

— ڈھیلا پھینکنا : پٿر اڇلائڻ. گجھو اشارو ڪرڻ.

— ڈھیلا لینا : پيتر سان وٽ چھيڻ.

— ڈھیلے چلانا : پٿر اُڇلڻ. گوڙھا هڻڻ.

● ڈھینا : لازم [هہ] ڍهڻ. ڪرڻ (جاءِ). ٽڪجڻ. هيٺو ٿيڻ.

— ڈھے پڑنا : ڍھي پوڻ - ڪري پوڻ. رهي پوڻ - ٽيڪي پوڻ.

— ڈھے پڑو : صفت. مٿان ڍھي پوندڙ. بيشرم - بيحيا.

● ڈھینڈا ج ڈھینڈے : ذ [هہ] پيٽ. وڏو پيٽ - ڍڍ. حمل - اميدواري.

— ڈھینڈا پھولنا : پيٽ نڪرڻ. ناجائز حمل ٿيڻ.

● ڈھینڈس : ذ. [هہ] پيينڊي. ڪدوءَ جو هڪ قسم.

● ڈھینگر : صفت [هہ] آيرو - ڏبرو - ضعيف.

● ڈھینکلی ج ڈھینکلیاں : ث [هہ] کوھہ مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ هڪ قسم جو اوزار (ڪٺل ڪاٺيءَ ۾ ساهميءَ وانگر ٻي ڪاٺي ٻڌندا آهن، جنهن جي هڪ پاسي پاڻيءَ جو ٻوڪو ٻڌي هيٺ کوهہ ۾ ڇڏجي ۽ ڪاٺيءَ جي ٻئي پاسي ۾ بار ٻڌي پاڻي ڪڍندا آهن).

● ڈھٹھہ : ث [هہ] ڏسڻ جي حالت. نظر - نگاھ.

— ڈھٹھہ بند : ذ. صفت. نظر بندي ڪندڙ - جادوگر. بازيگر.

— ڈھٹھہ بندی : ث. نظر بندي - چشم بندي.

● ڈیرا ج ڈیرے : ذ [هہ] تنبو - خيمو. منزل گاھ - ڏاپو. ديرو.

— ڈیرا ڈالنا : ڏاپو ڪرڻ. منزل ڪرڻ. ديرو ڄمائڻ.

● ڈیڑھ : صفت [هہ] ڏيڍ.

— ڈیڑھ اینٹ کی مسجد بنانا : ڏيڍ چانور الڳ رڌڻ. جدا رهڻ. پنهنجي روءِ سوءِ رهڻ.

● ڈیل ج ڈیل : ذ [هہ] ڏيل - جسم. جسماني بناوت - قد بت - ڪاٺي.

— ڈیل ڈول : ذ. قد بت - قد ڪاٺي. بدن جي بيهڪ - هاٺي.

● ڈینگ ج ڈینگیں : ث [هہ] ٻٽاڪ - لباڙ - لاف. بڪ - يخي. غرور.

— ڈینگ مارنا : ٻٽاڪ هڻڻ. لاف هڻڻ. وڏائي ڪرڻ.

● ڈیوڑھا : صفت [هہ] ڏيڍو - ڏيڍوٽو.

— ڈیوڑھا کرنا : ڏيڍو ڪرڻ - ڏيڍوٽو ڪرڻ.

● ڈیوڑھی ج ڈیوڑھیاں : ث [هہ] ڏيڍي. ڊنيو. درگاھ.

— ڈیوڑھی بند ہونا : ڊنيو بند ٿيڻ - در ٻي پورجي وڃڻ.

— ڈیوڑھی دار : ذ. دربان. چوڪيدار.

● ڈیہہ ج ڈیہے : ذ [هہ] ڍڳ. ڪنهن گوٺ جي ڍهي وڃڻ ڪري ٿيل دڙو - ڀڙو.

# ذ

ذ : ذ [ع] اردو "الف - ب" جو تيرهون اکر . سنڌيءَ جو چوويهون، عربيءَ جو نائون ۽ فارسيءَ جو يارهون اکر . تلفظ "ذال". ابجد موجب عدد (٧٠٠).

● ذاتُ : ث [ع] حقيقت . اصليت . شخصيت . قِسم. قوم.

— ذاتُ اوکَٽنا: اصل نسل بيان ڪرڻ. ذات پڌري ڪرڻ .

— ذاتِ شَرِيفُ: صفت. چالاڪ. فسادي. شرير.

● ذائِقَہ: ذ [ع] سواد - ذائقو. مزو - لذت .

— ذائِقہ پڑنا : چشڪو پوڻ - هير پوڻ .

— ذائِقہ چکھانا: ذائقو چکائڻ - مزو چکائڻ . سيکت ڏيڻ .

● ذِلّتُ : ث [ع] خواري. بيمزتي. ڪميٽپ .

— ذلّتُ اٹھانا: خواري ڪڻڻ - بدنامي سهڻ . شرمساري ڪڻڻ .

● ذَيل دارُ: ذ [اردو] هڪ سرڪاري عهديدار (جنهن جي اختيار ۾ ڪيترائي ڳوٺ هوندا آهن).

# ر

ر : ث [هہ] اردو "الف - ب" جو چوڏهون اکر. سنڌيءَ جو پنجويهون، فارسيءَ جو ٻارهون ۽ عربيءَ جو ڏهون اکر. تلفظ "ري". ابجد موجب عدد (٢٠٠).

● رابُ : ث [هہ] هڪ قِسم جو نرم ڳُڙ (جو اڪثر تماڪ ۾ وجهي ڳُڙاڪُو ٺاهيندا آهن). ڪمند جو رَس .

● رابڙي ، رَبڑي : ث [هہ] ڪڙهيل کير مان ٺهيل مٺائي- رَبڙي. نرم مائو.

● راپترُ : صفت [هہ] ڪَلر .

● راپي ۽ راپيان : ث [هہ] رَنبي (موچين جو اوزار) .

● راتُ ۽ راتيں: ث [هہ] رات- شب. اونده.

— راتُ آنکھوں میں کاٹنا: اکين ۾ رات ڪاٽڻ. سڄي رات جاڳي گذارڻ .

— راتُ بولنا : رات جو سناٽو ڇانيل هئڻ . اونداهي رات هئڻ .

— راتُ بھَرُ : تابع فعل. سڄي رات .

- راتؔ بهيگنا: رات ٽڏي ٿيڻ. پوئين رات ٿيڻ.
- راتؔ چلنا: رات لنگهڻ - رات گذرڻ.
- راتؔ دنؔ: ذ. ڏينهن رات. ( تابع فعل ) اٺئي پهر.
- راتؔ ڈهلنا: رات لڙڻ - رات گذرڻ.
- راتؔ کاٹنا: رات ڪاٽڻ - رات گذارڻ.
- راتؔ والا ع راتؔ والے: محاوره. چپرو(پکي).
- راتوں راتؔ: تابع فعل. رات وچ ۾ - راتو واهه.

● راجؔ ع راجؔ: ذ [هه] راج - حکومت. بادشاهي. سلطنت. دؤر - زمانو. اختيار.

- راجؔ بہا: ذ. وڏي واهه مان نڪتل ننڍو واهه. ڦاٽُ. ننڍي نهر.
- راجؔ بهنگ هونا: بادشاهي ڦِٽڻ - حکومت تباهه ٿيڻ.
- راجؔ پاٹؔ: محاوره. راج ڀاڳ. تخت تاج. حکومت.
- راجؔ پهوڑا: ذ. پٺيءَ ۾ نڪتل وڏو ڦٽ - ڀراڙي.
- راجؔ دلارا ع راجؔ دلارے: ذ. راج جو پيارو. وليعهد. راجڪمار. (ث) راجؔ دلاري.
- راج دهاني: ث. راڄڌاني- تخت گاهه- گاديءَ جو هنڌ.
- راجؔ سهاگ: ذ. عورت جو سهاڳ وارو زمانو.
- راجؔ کاجؔ: ذ. حکومت جو ڪاروبار. راج ڀاڳ.
- راجؔ کرنا: راج ڪرڻ. حکومت ڪرڻ - بادشاهي ڪرڻ. عيش ڪرڻ. آرام سان زندگي گذارڻ.
- راجؔ هنس: ذ. آبي پکيءَ جو هڪ قسم.

● راجا ع راجے: ذ [هه] راجا.

● راجهہ ع راجهہ: ذ [هه] ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار. آڏاٽو. رچُ. ڪوبه اوزار. جنهن جو ڪيرُ. وڻ يا ڪاٺيءَ جو اندريون سخت حصو- ڪنُ.

● راڑؔ ع راڑيں: ث [هه] لڙائي- جنگ. فساد - دنگو. تيسو - ڪينو ( ٻاراٽو ).

- راڑؔ مچانا: جهيڙو مچائڻ. ڪينو ڪرڻ.

● راسؔ: صفت [ف. "راست" جو مخفف] درست - صحيح- برابر. سازگار- موافق.

- راسؔ آنا: ٺيڪ اچڻ. موافق ٿيڻ. ٺهڪي اچڻ. ڀانءِ پوڻ (طبيعت).

● راسؔ ع راسيں: ث [هه] ڍير- ڍڳ. دڙو. اناج جو ڍڳ - راهه. لغام- واڳ. جوتش جي اصطلاح ۾ تارن جو ميڙ.

- راسؔ اٹهانا: راهه ڪڍڻ (اناج جي). لغام ڪڍڻ.

● راستہ ع راستے: ذ [ف] رستو. واٽ- ڏگُ. طريقو.

- راستہ بتانا: رستو ڏيکارڻ. هدايت ڪرڻ.
- راستہ بهولنا: رستو ڀلجڻ. گمراهه ٿيڻ.
- راستہ پکڑنا: رستو وٺڻ. وڃڻ - روانو ٿيڻ.
- راستہ دکهانا: رستو ڏيکارڻ.
- راستہ ناپنا: ٺوريءَ ديرلاءِ اچڻ. روانو ٿيڻ.
- راستہ نکالنا: رستو ڪڍڻ. طريقو ڪڍڻ.
- راستے پر آنا: سنئينءَ راهه تي اچڻ.

● راکهہ: ث [هه] رک - ڇاري - ڀڀوت. ميٽي- خاڪ.

- راکهہ جهاڑنا: رک ڇنڊڻ.
- راکهہ هونا: رک ٿيڻ- سڙي خاڪ ٿيڻ.

● راکهي ع راکهياں: ث [هه] رکڙي (جا هندن ۾ ڀيڻ، ڀاءُ کي ٻانهن ۾ ٻڌندي آهي).

● راگ ع راگ: ذ [هه] راڳ. ڳائڻ جو هڪ طريقو. گيت. سُر. قصو- بيان. جهڳڙو.

- راگ پورنا: قصو شروع ڪرڻ. ضدي ٻار

جو روئڻ .

– راگ دينا : راڳ ڏيڻ . ڏنو ڏيڻ - دلبو ڏيڻ . آسرو ڏيڻ .

– راگ رنگ : ذ. راڳ رنگ. راڳ روپ . عيش عشرت . تماشو .

– راگ لانا : راڳ ڪرڻ . تڪرار ڪرڻ . معاملو ڪڙو ڪرڻ .

– راگنى ج راگنيان : ث . راڳڻي .

● رال : ث [هہ] ديال (وڻ) جو کونر. ڳيڳ- پيڪ.

– رال ٹپکنا : ڳيڳ وهڻ. وات پاڻي ٿيڻ.

● رام پهل : ذ [هہ] ميوي جو هڪ قسم .

● رام ترئى : ث. ترڪاريءَ جو هڪ قسم- پيندي - ڪاٺ توري .

● رام تلسى : ث. تلسيءَ (وڻ) جو هڪ قسم.

● رام کہانى : ث [هہ] ڏکي ڳالهہ - وڏو قصو . سورن جو بيان .

● رانا : ذ [هہ] هندو راجا- راڻو. راجپوتن جي هڪ قوم جو نالو . لاباري کان پوءِ رهجي ويل اناج مان پيدا ٿيل سلو .

● رانپى ج رانپياں : ث [هہ] موچين جو هڪ اوزار- رنبي .

● رانڈ ج رانڈيں : ث [هہ] رن زال- بيوهہ.

– رانڈ کا سانڈ : محاوره. بيپرواهہ. نہ ڇڄندڙ. (ذ) بدڪاريءَ شوقين مرد . حرام جي ڪمائيءَ تي پليل .

– رانڈ نپوتى کرنا : زالن جو هڪٻئي کي پٽڻ . جهيڙو ڪرڻ .

● رانگ : ث [هہ] ٻوٽن جو رس (جو رنگڻ جي ڪم اچي)- رنگ . قلعي .

– رانگا : ذ . قلعي .

– رانگ بهرا : ذ. آهو ماڻهو جو قلعي يا جست مان رنگين رانديڪا يا زيور ٺاهي وڪڻي .

– رانگ هونا : ڳري وڃڻ . گهٽ قيمت ٿيڻ. خراب ٿيڻ . نرم دل ٿيڻ .

● رانى ج رانياں : ث [هہ] راڻي- ملڪه . عورتن جي نالي پٺيان پيار مان ڪم ايندڙ لفظ .

● راه ج راهيں : ث [ف] رستو- وات- دڳ . رواج- رسم. تدبير. طريقو.

– راه بتانا : راهہ ڏيکارڻ. وات ڏيکارڻ- رستو ٻڌائڻ. طريقو ڏسڻ. رهنمائي ڪرڻ. هدايت ڪرڻ . ٽارڻ . هلندو ڪرڻ - روانو ڪرڻ .

– راه بهٹکنا، بهٹوانا : رستو ڀلجڻ. گمراهہ ٿيڻ.

– راه پر آنا : سنئين راهہ تي اچڻ. سڌري وڃڻ.

– راه تکنا، ديکهنا : وات ڏسڻ- رستو ڏسڻ. انتظار ڪرڻ .

– راه چلتا ج راه چلتے : ذ. راهہ ويندو- واٽهڙو . مسافر .

– راه چلتے : تابع فعل. راهہ ويندي. رستي هلندي . خواهہ مخواهہ .

– راه دکهانا : رستو ڏيکارڻ . انتظار ڪرائڻ.

– راه دينا : رستو ڏيڻ . رستي تان هٽي پري ٿيڻ. رستو ڏسڻ- طريقو ٻڌائڻ .

– راه راه چلنا : رستو ڏيئي هلڻ . سڌي رستي تي هلڻ .

– راه رسم رکهنا : ڏيٺ ويٺ رکڻ- واقفيت پيدا ڪرڻ .

– راه سوجهنا : رستو سجهڻ . اٽڪل خيال ۾ اچڻ .

– راه کاٹنا : رستو ڪپڻ. مفاصلو طيءِ ڪرڻ . وچون رستو (ٿوري پنڌ وارو) اختيار ڪرڻ .

– راه کترا کر نکل جانا : ننائي پيو

رستو وٺڻ. پاسو ڏئي نڪري وڃڻ.

▬ راهٗ کَٹْنا: رستو ڪپڻ. پنڌ وڍڻ. مفاصلو پورو ڪرڻ.

▬ راهٗ کهُلْنا: رستو کُلڻ. بندش لهي وڃڻ.

▬ راهٗ کهوٹی هونا: رستو کوٽي ٿيڻ. هلڻ ۾ دير ٿيڻ. هلندي ڪم ۾ رخنو پوڻ.

▬ راهٗ لَگْنا: رستي سان لڳڻ. رستي تي چڙهڻ.

▬ راهٗ لینا: رستو وٺڻ. روانو ٿيڻ.

▬ راهٗ مار: صفت. رستي تي ڦُر ڪندڙ-راهزن.

▬ راهٗ ماری: ث. رستي جي ڦُر- رهزني.

▬ راهٗ میلْنا: رستو ميلڻ. ڪا تدبير نڪري اچڻ.

▬ راهٗ میں بچهہ جانا: رستي ۾ وڇائجي وڃڻ. تمام عاجزيءَ سان پيش اچڻ.

▬ راهٗ میں کانٹے بچهانا: رستي ۾ ڪنڊا اڇلڻ. رنڊڪون وجهڻ.

▬ راهٗ ناپْنا: رستو ماپڻ. اچي وري بڪدم هليو وڃڻ. بيٺي پير ٿي وڃڻ. ڏڪا ڪائيندو وتڻ. بيڪار رُلڻ.

▬ راهٗ وار: ذ. ڊُگ ۾ هلندڙ گهوڙو. گهوڙي جي (پنڌ) جو هڪ نمونو. ڊُگ.

▬ راه وار اٹهانا: گهوڙي کي تکو هلائڻ.

▬ راهی يا راهی: ذ. واٽهڙو- پانڌيڙو. مسافر.

▬ راهیں بتانا: رستا ٻُڌائڻ- واٽون ڏسڻ. مشورا ڏيڻ.

● رائیتا: ذ [هہ] ڳنڍڻ جو هڪ قسم (جو واڱڻ، ڪدو، وغيره جي برتي کي ٿوم جو داغ ڏيئي ۽ لسي وجهي ٺاهيندا آهن). رائتو.

▬ رائیتا بنانا، کرنا: برٿو ٺاهڻ. مار ڏيئي چيٿي ڇڏڻ.

● راؤ يا راؤ: ذ [هہ] راءِ- راجا. سردار.

● راوٹی يا راوٹیاں: ث [هہ] ننڍو تنبُو- رانٽي.

● رائی: ث [هہ] ٻُوٽي جو هڪ قسم (جنهن جو ٻج تمام سنهون ٿئي). پسارڪي وکر جو هڪ قسم- آهُر.

▬ رائی بهر: صفت. آهُر جي داڻي جيترو- ٿورو ذرو. تمام ٿورو.

▬ رائی کا پہاڑ بنانا: ننڍيءَ ڳالهہ کي وڏائي وڏو ڪرڻ. تيليءَ مان ٿنڀ بنائڻ.

▬ رائی کائی کرنا: ٽُڪر ٽُڪر ڪرڻ. ذرو ذرو ڪرڻ.

● رائے: ذ [هہ] راءِ- راجا. سردار. هندن جو هڪ لقب.

▬ رائے بیل: ث. ول جو هڪ قسم

▬ رائے جامن: ذ. ڄمونءَ جو هڪ قسم.

▬ رائے چمپا: ذ. چمپا (گل ۽ ول) جو هڪ قسم.

● رَبّا يا رَبّے: ذ [هہ] هڪ قسم جو ڇڪڙو. سُهڻي نموني جي بيل گاڏي.

● رَبانا يا رَبانے: ذ [هہ] دف (ساز) جو هڪ قسم (جو اڪثر ربابي وڄائيندا آهن).

● رَبْدَه: ذ [هہ] ربيتُ (جو پاڻيءَ جي وَهڪ سبب ٿئي).

● رَبَڑ يا رَبڑ: ذ [انگ Rubber] رَبڙُ.

● رَبڑی: ث [هہ] ڪڙهيل کير مان ٺهيل مٺائيءَ جو هڪ قسم- ربڙي. نرم مائو. مکئي جو ڏارو.

● رَپَٹ يا رَپٹیں: ث [انگ. Report] رپورٽ- اطلاع.

● رَپٹْنا: لازم [هہ] تيرڪڻ- کسڪڻ.

▬ رَپٹانا: متعدی. تيرڪائڻ- کِسڪائڻ. ڊوڙائڻ.

▬ رَپٹن: ث. تيرڪڻ. تيرڪڻ جي حالت.

● رُپَلّی يا رُپَلّیاں: ث [اُردو] رپيو (حقارت

ماں). رُپيَڙو- رُپيَڙي.

● رَتؔ ۽ رَتيان: ث [هہ] "رات" جو مخفف. رات - شب. هي لفظ اڪثر مرڪب لفظن ۾ ڪم اچي " رَتؔ جگا".

▬ رَتؔ جگا: ذ. اوجاڳي جي رات. هڪ وڏو ڏينهن (جنهن ۾ زالون سڄي رات جاڳنديون آهن ۽ ميٺا گر گلا ٺاهينديون آهن ۽ ناچ ڪنديون آهن).

▬ رَتوندها: ذ. اکين جي هڪ بيماري (جنهن ۾ رات جو نظر نہ پوندي آهي)- شب ڪوري.

▬ رَتوندهي: ث. ڏسو " رتوندها".

● رُتؔ: ث[هہ] موسم- مُند. فصل. عورت جي ماهواريءَ جا ڏينهن.

▬ رُتؔ آنا: موسم اچڻ. وقت اچڻ.

▬ رُتؔ بدلؔ: ث. موسم جي تبديلي.

▬ رُتؔ بدلنا، پهيرنا: رُت ڦرڻ - موسم بدلجڻ.

● رَتّا: ذ [هہ] ڪڻڪ يا جوَن جي پوک کي کائيندڙ جيت جو هڪ قسم.

● رَتالُوؔ ۽ رَتالُوؔ: ذ [هہ] هڪ قسم جي ٻوٽي جي پاڙ (جا ڪچالو جهڙي ٿئي ۽ ڀاڄيءَ طور ڪم اچي).

● رِتانا: متعدی [هہ] خالي ڪرڻ.

● رِتنا: لازم [هہ] رَواتي لڳڻ. خالي ٿيڻ. (سارنگي) وڄڻ.

● رَتّي ۽ رَتّيان: ث [هہ] رَتي- ماسي جو اٺون حصو. چيٽوئي.

▬ رَتّي بهرؔ: تابع فعل. رتيءَ جيترو. ٿورو ذرو. تمام ٿورڙو.

● رَٽنا: متعدی [هہ] وري وري چوڻ - دُهرائڻ. ذِور ڪرڻ. پَنڊي مڃائڻ. ياد ڪرڻ.

▬ رَٽانا: متعدی. زباني ياد ڪرائڻ.

▬ رَٽؔ لگانا: وري وري چوڻ. وِندَ لائڻ.

● رُٺهہ کهاوا: صفت [هہ] رُکي ساڻيءَ تي گذر ڪندڙ. بي همّت.

● رِجُلے خِجُلے: محاوره [اردو] ڪميڻا- رذيل. ٽَرڙا.

● رَجنا: لازم [هہ] رَڄڻ- ڍؤ ڪرڻ.

▬ رَجا: صفت. ڍاول.

▬ رَجاپُچا: صفت. ڍاول- رَڄيل ڪڇيل.

▬ رَجانا: متعدی. ڍؤ ڪرائڻ.

● رَجواڑا ۽ رَجواڑے: ذ[هہ] راجا جو مُلڪ. راڄواڙو. رياست.

● رِجهانا: متعدی [هہ] ريجهائڻ- راضي ڪرڻ. پرچائڻ. خوش ڪرڻ. هِرڪائڻ- لالچائڻ. موهڻ.

● رِجهنا: لازم [هہ] ريجهڻ. خوش ٿيڻ. هرکڻ.

● رَچنا: لازم [هہ] رَچڻ. رنگ چڙهڻ (ميندي وغيره جو). رنگجڻ. شروع ٿيڻ. اُٿڻ. ڪبوتر جو خاني ۾ وڃڻ. هضم ٿيڻ (کاڌو). پيدا ٿيڻ. ليڪجڻ. ڄمڻ (محفل).

▬ رَچانا: متعدی. رچائڻ. بَنائڻ- ٺاهڻ. آپائڻ- خلقڻ. شروع ڪرڻ. رڱڻ.

▬ رَچاوَٹؔ: ث. رنگ- رڱ.

▬ رَچ کَر کهانا: ڍؤ ڪري کائڻ. چاهہ سان کائڻ.

▬ رَچنا پَچنا: صفت. وڻندڙ. مزيدار- سُٺو.

▬ رَچني مينهدی: ث. تکي رنگ واري ميندي.

● رُخؔ ۽ رُخؔ: ذ [ف] مُنهن - چهرو. شڪل. ڳَل. مُنڍي. توجهہ.

▬ رُخؔ بدلنا، پهيرنا: رُخ بدلائڻ- مُنهن ڦيرائڻ. طرف ڦيرائڻ. بيمروتي ڪرڻ. رکائي ڪرڻ.

▬ رُخؔ کرنا: مُنهن ڪرڻ. توجهہ ڪرڻ. رخ رکڻ.

● رُخصتؔ: ث [ع] موڪل. اجازت. مُهلت. وداع - موڪلائي.

▬ رُخْصَت اِتّفاقی: ث. ريزڪي موڪل - چوٽي موڪل - casual leave.

▬ رُخْصَت دينا: رخصت ڏيڻ. اجازت ڏيڻ. ڇوٽي ڏيڻ - موڪل ڏيڻ.

▬ رُخْصَت رِعايتی: ث. حقّي موڪل.

▬ رُخْصَت کَرنا: رخصت ڪرڻ. موڪل ڏيڻ. اجازت ڏيڻ. آماڻڻ. وداع ڪرڻ. برطرف ڪرڻ. ڪنوار کي گهوٽ جي گهر موڪلڻ.

▬ رُخْصَت ہونا: رخصت ٿيڻ. روانو ٿيڻ. مري وڃڻ.

▬ رُخْصَتی: ث. ڪنوار جيءِ مائٽائي گهر مان موڪلائي. اها خرچي جا ڪنوار کي موڪلائي وقت ملي.

● رَرْيانا: لازم [ھ] روئڻ. رڙڻ. دانهون ڪرڻ. ليلائڻ - منٿون ڪرڻ.

● رَس: ث [ھ] "رسّي" جو مخفّف.

▬ رَس بٹّنا: ذ. رسيون ٺاهيندڙ. واڻ ٺاهيندڙ.

● رَس ﻉ رَس: ذ [ھ] ٻوٽي، ميوي، ڪمند وغيره جو رس. عرق. سَتُ. آواز جو مِٺاج. شوروو. مزو - سواد. پيار.

▬ رَس بھَری: صفت. رس ڀريل. رس واري. سوادي. نشيلي - خماريل (اک). (ث) ميوي جو هڪ قسم.

▬ رَس پَڑنا: رس پوڻ (ميوي وغيره ۾). اناج ۾ کير پيدا ٿيڻ.

▬ رَس ٹپکنا: رس وهڻ. پچڻ (ميوو).

▬ رَس کی باتیں: ث. مٺڙيون ڳالهيون. پيار جون ڳالهيون.

▬ رَس لینا: رس وٺڻ. رس چوسڻ. مزو وٺڻ.

● رَسْمَسانا: متعدی [ھ] آلو ٿيڻ.

▬ رَسْمَسا: ذ. صفت. آلو - پنل.

● رَسّا ﻉ رَسّے: ذ [ھ] رسو - نوڙُ. واڃڻُ.

● رَسْتَہ ﻉ رَسْتے: ذ[ف]"راستہ"- رستو- وات. طريقو. ڍنگ - قاعدو.

▬ رَسْتَہ بتانا: رستو ڏسڻ - گَس ٻڌائڻ.

▬ رَسْتَہ پکڑنا: رستو وٺڻ - روانو ٿيڻ.

▬ رَسْتے میں پَڑا پانا: رستي تان لهڻ. مفت ۾ ملي وڃڻ.

● رَسْنا: متعدی [ھ] هي لفظ "بسنا" سان گڏ ڪري اچي "رَسْنا بَسْنا".

▬ رَسْنا بَسْنا: رَسڻ وَسڻ - رهڻ کهڻ.

● رِسْنا: لازم [ھ] وَهڻُ - ڳَڙڻ. سِمَڻُ.

▬ رِسْتا بَرْتَن: ذ. سِمٽو ٿانءُ.

● رَسَوت: ث [ھ] پسارڪي وکر جو هڪ قسم- رَسَوَلِ.

● رَسَولی: ث [ھ] هڪ غدود جو جسم ۾ سخت ڳوڙهي وانگر پيدا ٿئي. هڪ قسم جو ڳَڙُ.

● رَسّی ﻉ رَسّیاں: ث [ھ] رَسِي. نوڙي. لغام. ٻلا (عموماً زالون استعمال ڪن). (١٢٠) فوٽن جي ڦيٽ.

▬ رَسّی بٹنا: رَسِي وٽڻ - نوڙي وٽڻ. حيلو ڪرڻ.

▬ رَسّی تُڑانا: رَسِي ڇنائڻ. تيزيءَ سان پڇڙڻُ. جند ڇڏائي ڀڄڻ.

▬ رَسّی چھوڑنا: ڇڙواڳي ڏيڻ - ڇيڪ ڇڏڻ.

▬ رَسّی ڈھیلی چھوڑنا: واڳ ڍري ڪرڻ. ڍڳهو رسو ڏيڻ. ڇڙواڳ ڇڏي ڏيڻ. عيب ڍڪڻ.

▬ رَسّی کا سانپ بنانا: نوڙيءَ مان نانگ بنائڻ. ٿوريءَ ڳالهه کي وڏائي گهڻو ڪرڻ.

▬ رَسّیاں تُڑانا: جند ڇڏائڻ - آزاد ٿيڻ.

● رَسِیا ﻉ رَسِئے: ذ صفت [ھ] رَسُ وارو. آڏ پڪو (گوشت). عياش. شوقين.

● رَسِيلا ۽ رَسِيلے: صفت [هہ] رَس وارو. مزيدار. پيارو. شوقين. اٹ پکل ( گوشت ). (ث) رَسِيلي.

- رَسِيلا پَن: ذ. رَس هئڻ جي حالت.

- رَسِيلي آنکھ: ث. قرباڻي اک. وڻندڙ اک. خمار واري اک.

- رَسِيلي آواز: ث. مٺڙو آواز. پيارو آواز.

● رِشتي ۽ رِشتيان: ث [هہ] اها رقم جا هاري ڪلراٺي زمين آباد ڪرڻ جي عوض مالڪ کي ڏئي.

● رُشٽ پُشٽ: صفت [هہ] ڏاڍو مُٺو. ٿُلهو متارو. جانٺو. ڏگُ.

● رُڪنا: لازم [هہ] روڪجڻ. بند ٿيڻ. ترسڻ. بيهڻ. اٽڪڻ. ساهي کڻڻ. دم پٽڻ. هٻڪڻ (گفتگو ۾). پاسو ڪرڻ.

- رُڪاؤ: ذ. روڪ. ساهي. هٻڪ. اٽڪ. رنڊڪ.

- رُڪاوَٹ ۽ رُڪاوَٹيں: ث. روڪ. اٽڪ. رنڊڪ. هٻڪ.

- رُڪ رُڪ ڪر: محاوره. ترسي ترسي. هٻڪي هٻڪي. ساهي کڻي.

- رُڪوانا: متعدی المتعدی. روڪائڻ.

رَکھاني، رُکھاني ۽ رکھانيان: ث [هہ] واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار. رنبيءَ جو هڪ قسم (جنهن سان ڪاٺيءَ ۾ چٽ ڪڍن).

● رُکھائي: ث [هہ] رُکائي- بيرُخي. بيمروتي. بيوفائي.

- رُکھائي بتانا: رُکائي ڏيکارڻ- بيرخي ڏيکارڻ. بيمروتيءَ سان پيش اچڻ.

● رَکھنا: متعدی [هہ] رَکڻ- ڌرڻ. بچائڻ. گڏ ڪرڻ. لڳائڻ (شرط). مُلتوي ڪرڻ. هئڻ (الزام). مقرر ڪرڻ (ملازم).

- رَکھ: ذ. رَکت- وِيءَ.

- رَکھا رَکھايا: صفت. رکيل. بچت سچت.

- رَکھا رَهنا: رکيو رهڻ.

- رَکھانا: متعدی. رکائڻ.

- رَکھائي: ث. رَکائي.

- رَکھ چھوڑنا، دينا: رکي ڇڏڻ. ڦاڻي ڇڏڻ.

- رَکھ رَکھاؤ: ذ. سنڀال ۽ پرورش. رک رکائي. لحاظ.

- رَکھ لينا: رکي ڇڏڻ. پاڻ وٽ رکڻ. بچت ڪرڻ.

- رَکھوالا ۽ رَکھوالے: ذ. رکوالو- نگهبان. ٻنيءَ جي سنڀال ڪندڙ. پهريدار.

- رَکھوالي: ث. سنڀال- حفاظت- نگهباني- نظرداري.

- رَکھوانا: متعدی المتعدی. رکارائڻ- سنڀال ڪرائڻ. بچارائڻ. ملتوي ڪرائڻ.

● رَکھونچا ۽ رَکھونچے: ذ [هہ] آهي ٽُڪرا جي مٽڳن يا مانهہ جي بيهڻ مان ٿا هيندا آهن - وَڙيُون.

● رَکيلا ۽ رَکيلے: ذ [اُردو] بدڪار مرد. (مونث) رَکيلي.

● رَگ ۽ رَگيں: ث [ف] رَڳ- نَس. نبض. ڏاڳو. تاندورو. آڏ (نسل جي).

- رَگ اترنا: نَرو لهي پوڻ. ضد نڪرڻ. ڪاوڙ لهڻ.

- رَگ پانا: نَس سَهي ڪرڻ. ڪمزوري معلوم ڪرڻ.

- رَگ پٹھا ۽ رَگ پٹھے: ذ. ٻڌي ٻٽياد.

- رَگ پٹھے سے واقف هونا: رڳ رڳ مان واقف هئڻ. عادتن مان واقف هئڻ.

- رَگ پھڑَکنا : نس ڦرڪڻ . ڪنهن واقعي جا اڳواٽ پتا پوڻ .
- رَگ پھُولنا : نسَ پترجڻ ڪري ڦوڪجي پوڻ .
- رَگ چڑھ جانا : رڳ چڙهڻ . نسَ ٽيڙي وڃڻ . خراب عادت پوڻ .
- رَگ رَگ میں : محاوره . رڳ رڳ ۾ - نس نس ۾ . سڄي جسم ۾ .
- رَگ رَگ سے واقف ہونا : رڳ رڳ کان واقف هجڻ. طبيعت کان واقف هجڻ.
- رَگ کھلنا : رڳ کلڻ - نسَ مان گهٽو رت نڪرڻ .
- رَگ و پے سے واقف ہونا : اصليت کان واقف هجڻ .
- رَگ و پے میں دوڑ جانا : رڳن ۾ ڊوڙي وڃڻ - سڄي بدن ۾ اثر ڪري وڃڻ .
- رَگ و ریشہ میں پڑا ہونا : (ڪا خراب عادت) رڳ رڳ ۾ پيل هئڻ .
- رَگی ، رَگیلا : صفت. ضدي - هٺيلو . لُچ. آهنڊ . (ذ) ڏلهين نسن وارو پان . ڏلهين تندن وارو ڪپڙو .
- رَگوں میں خون دوڑنا : رڳن ۾ رت ڊوڙڻ . جوش هجڻ . جواني هجڻ .
- رَگیں مرنا : رڳُن جو سَت نڪرڻ . نَسُون مري وڃڻ . ڪمزور ٿي وڃڻ . نامرد ٿي وڃڻ .
- رَگیں نِکَل آنا : رڳون نڪري اچڻ (بدن جون) - نسُون نڪري اچڻ . تمام ضعيف ٿيڻ .

● رَگڑنا : متعدی [ھ] رڳڙڻ . گهوٽڻ . گهٽڻ - گسائڻ . رهڙڻ . پيهڻ . مانجڻ . ملڻ . گهرڙڻ . ڪُرڙڻ .
- رَگڑ : ث. رَهڙ. گهوٽڻ يا رڳڙڻ جي حالت .
- رَگڑا ڳ رگڑے : ذ. گهڪو . رَهڙ. رڳڙو - جهيڙو. اکين جي دوا (هڪ قسم جو سرمو يا دَپ) .
- رَگڑا جھگڑا : محاوره. جهيڙو جهڳڙو - تنٽو فساد . تڪرار .
- رَگڑ کھانا : رهڙجڻ. گهڪوا چڻ. تيرڪي وڃڻ .

● رَگیل ڳ رَگیل : ذ [ھ] اهي پاليل ڪبوتر جي بيابان ڏي چوڳهي لاءِ وڃن . بيوفا ماڻهو. بيڪار شيءِ .

● رُلانا : متعدی [ھ] روئارڻ . ستائڻ - ڏکوئڻ - تنگ ڪرڻ . رُلائڻ .

● رَلا مِلا ڳ رَلے مِلے : تابع فعل [ھ] گڏ وچڙ.

● رَلانا : متعدی [ھ] گڏائڻ - ميلائڻ .

● رَل مِل جانا : گڏوچڙ ٿي وڃڻ - رلي ملي وڃڻ. ٻڌيءَ ۾ اچڻ .

● رُلنا : لازم [ھ] رُلڻ. دربدر ٿيڻ - پيٽڪڻ. ڪا شيءِ مٽان مٽان صاف ٿيڻ.
- رُلا پڑنا : رولو پوڻ . پَل ٿيڻ (حساب ۾).
- رُلا ڈالنا : رولو وجهڻ . رڳڙو مچائڻ - جهڳڙو مچائڻ .
- رُلانا : متعدی . رُلائڻ . دربدر ڪرڻ .

● رَلنا مِلنا : رلڻ ملڻ . گڏوچڙ ٿيڻ . گڏجڻ . ميلڻ- هيٺ مٽي ٿيڻ. ٻڌيءَ ۾ ٿيڻ . نهي وڃڻ (پاڻ ۾) .

● رَمبھانا : متعدی [ھ] رنڀڻ (چوپائي جو).

● رِم جھِم : ث [ھ] مينهن وسڻ جو آواز.
- رِم جھِم مینہ برسنا : زورسان مينهن وسڻ.

● رَمچير ع رَمچيرَ: ذ[هہ]غلام- ٻانهو. (ث) رَمچيري ع رَمچيريان .

● رَمز ع رَمزيون: ث [ف] اک جو اشارو- آهج. اشارو- رَمزَ. راز. ڳجهي ڳالهہ . ڳجهارت- پيرولي . طعنو- مهٽو. نشان . مُراد - مطلب .

- رَمزُ پَہچانَنا: رَمزَ سڃاڻڻ. اشارو سمجهي ڪرڻ .

- رَمزُ چلنا: اشاري بازي ٿيڻ. راز نياز جون ڳالهيون هلڻ. اشارن ۾ ڳالهيون ٿيڻ.

- رمزُ مارنا : طعنو ڏيڻ . چٿر ڪرڻ .

● رَمڙلا: صفت [هہ] گندو- گچيرو.

● رَمنا : لازم [هہ] رَمڻ . ڦرڻ - گهمڻ . سمائجڻ . ٻيٺڪڻ. آسڻ .

- رَمانا: متعدی. ڊوڙائڻ. گهمائڻ. وندرائڻ . دُکائڻ ( دُونهين) . وِچائڻ .

- رَمتا: صفت. رَمتُو. هلندڙ. گهمندڙ ڦرندڙ.

● رَمنَہ: ذ [هہ] آهو هند جتي آچ وچ گهڻي ٿئي . باغ. ٻني .

● رَنُ ع رَنُ : ذ [هہ] جنگ- لڙائي. جنگ جو ميدان . رڻُ- بيابان. عورت زال .

- رَنُ پڙنا: جنگ ٿيڻ- لڙائي ٿيڻ. گوڙ گهمسان ٿيڻ.

● رَنج : ذ [ف] تڪليف . سُور- آزار. ڏک . افسوس - آرمان - غم. ڪاوڙ - غصو .

- رَنجُ سَہنا : تڪليفون سهڻ. ڏُک سهڻ.

- رَنج هونا : رنج ٿيڻ- غم ٿيڻ. ڏک ٿيڻ- افسوس ٿيڻ. ناراض ٿيڻ.

● رَنڌ، رَنڌا ع رَنڌے : ذ[هہ] آهو سوراخ جو قلعي جي ڀِت ۾ بندوق چوڙڻ لاءِ رکيو وڃي.

● رنڌا ع رَنڌے: ذ [هہ] رَنڌو - واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار .

● رَنڌنا : متعدی [هہ] رَنڌَنُ- رَنڌڻي سان چِلڻ. (لازم) چِلجڻ. لسو ٿيڻ.

● رُنڌنا : لازم [هہ] لتاڙجڻ- پائمال ٿيڻ. چيپاٽجڻ.

- رُنڌهنا، رُنڌهہ جانا : لازم [هہ] لتاڙجڻ- پائمال ٿيڻ. پيسجڻ گهٽجڻ. بندجڻ. چانئجڻ (ڪکر). (متعدی) پُرڙڻ . گهيرڻ .

● رَنڈ ع رَنڈين: ث [هہ] "رانڈ" جو مخفف- رَن زال. عورت- زال. ڪسٻياڻي . انجير جو وڻ . ڏڙُ- ڍِڍَرُ.

- رَنڈاپا : ذ. رَناپو- رَناپڻ.

- رَنڈاپا ڪٽنا: رَناپي يا رَنڙپڻ جو زمانو ختم ٿيڻ. رنپڻي ۾ حياتي گذارڻ.

- رَنڈ رونا : ذ. رنن وانگر روئڻ- واويلا مچائڻ. زالن وانگر گِلا ڪرڻ .

- رَنڈ سال، سالا : ذ. رَناپي جو ويس (جو بيوهہ ٿيڻ تي عورت کي پارايو وڃي ۽ سهاڳ جا نپڙ جهڙوڪ چوڙيون وغيرهہ لاٿيون وڃن). رَنپٽو.

- رَنڈوا ع رَنڈوے: ذ. رَنڙ (مرد).(صفت) سست - ڪاهل . بزدل .

● رنڈی ع رَنڈيان : ث [ هہ ] رنڊي - ڪسٻياڻي. هي لفظ اڳي ڪنهن بہ عورت لاءِ ڪم ايندو هو.

- رَنڈيا: ث. رَنَ زال، بدڪار عورت . گهٽ ذات جي عورت .

● رُنڈ : صفت [هہ] ڏڙُ. بنا سِر جي جسم. ڀانگ - ٺُرڙ (وڻ) .

- رُنڈ مُنڈ : ذ. چانگيل وڻ - ٺُرڙ وڻ . ڏاڙهي، سُچون ۽ ڀِرُن ڪوڙيل ماڻهو.

● رُنکا، رُنکها، رُنکی: صفت [ هہ] رونٺهارڪو. ڏُکارو . ناراض .

● رَنْگْ : ذ [ف] رنگ - وَرن . سُونهن . مزو - تماشو . حالت . تَرپ (پتن راند ۾). طرز- ڍنگ . روغن - وارنش .

- رَنْگْ آنا: رنگ اچڻ- رنگ چڙهڻ. رونق اچڻ.

- رَنْگ اُتَرْنا: رنگ لهڻ. رنگ ڦِٽي وڃڻ. سُنهن جي رونق نه رهڻ.

- رَنْگا جانا: رنگجڻ- رَڱجڻ.

- رَنْگْ اُچهالْنا: رنگ هڻڻ ( هوليءَ ۾ ) . تماشو ڪرڻ .

- رَنْگا رَنْگْ : صفت. رنگ رنگ جو- رنگا رنگي .

- رَنْگْ اُڑْنا : رنگ آڏاسي وڃڻ. رنگ لهي وڃڻ. رنگ جهڪو ٿيڻ. مُنْهن جو پَنو لهڻ.

- رَنْگْ اُکهڑْنا: رونق ختم ٿيڻ (محفل جي).

- رَنْگا هُوا : صفت. رڱيل .

- رَنْگائی : ث. رڱائي - رڱاٽي .

- رَنْگْ بَدَلْنا: رنگ بدلائڻ. حالت بدلائڻ. نمونو تبديل ڪرڻ. شڪل ڦيرائڻ.

- رَنْگْ بِگَڑْنا: رنگ خراب ٿيڻ - رنگ ڦِٽڻ . بيرونقي ٿيڻ . حالت خراب ٿيڻ .

- رَنْگْ بَنانا: رنگ ٺاهڻ . حالت بنائڻ . شڪل ٺاهڻ .

- رَنْگ بهَرا ، بهَريا : ذ. قديمي (ڏاتُو) مان رانديڪا ۽ زيور ٺاهيندڙ .

- رَنْگ بهَرنا : رنگ پرڻ . نقاشي ڪرڻ . رنگ ڏيڻ (تصويرن يا چِٽسائيءَ کي ) .

- رَنْگْ بهَنْگْ : ذ. کيل خوشي . تماشو .

- رَنْگ بهَنْگ کَرْنا : رنگ ۾ ڀنگ وجهڻ. مزو وڃائڻ .

- رَنْگ بهِيرَنْگ هونا : حال مان بيحال ٿيڻ. حالت خراب ٿيڻ - حالت بگڙي وڃڻ .

- رَنْگْ پَرْ آنا : رنگ ۾ اچڻ - رونق ۾اچڻ. بهاري ۾ اچڻ .

- رَنْگْ پَکا هونا : رنگ پڪو ٿيڻ .

- رَنْگْ پَکَڑْنا : رنگ وٺڻ . رونق وٺڻ . بهاريءَ ۾ آچڻ .

- رَنْگْ پهِيکا پَڑْنا : رنگ ڦِڪو ٿيڻ . رنگ جهڪو ٿيڻ - رنگ آڏاسي وڃڻ . رونق گهٽجڻ . مزو ڇڏي وڃڻ.

- رَنْگْ پَيدا کَرْنا : رنگ پيدا ڪرڻ . نئون نمونو اختيار ڪرڻ .

- رَنْگْ پِيلا پَڑْنا : رنگ پيلو ٿيڻ . رنگ آڏاسي وڃڻ .

- رَنْگَتْ : ث[اردو] رنگ. مُنهن جي رونق.

- رَنْگْتَرا ۽ رَنْگْتَرے : ذ. هڪ قسم جو ميوو- نارنگي .

- رَنْگَتْ سَفِيد هونا : رنگ اڇو ٿيڻ . (مُنهن جو) رنگ ڇڏي وڃڻ .

- رَنْگَتْ غَيرْ هونا : مُنهن جو رنگ بدلجي وڃڻ (شرم، خوف وغيره کان) .

- رَنْگَتْ کهِلْنا : رنگ کُلڻ. مُنهن تي رونق اچڻ .

- رَنْگْ ٹهَہرْنا : رنگ بيهڻ - رنگ پڪو ٿيڻ .

- رَنْگْ جَمانا : رنگ جمائڻ . رنگ چاڙهڻ . رونق پيدا ڪرڻ .

- رَنْگْ جَمْنا : رنگ جمڻ . رنگ چڙهڻ . اثر پوڻ . رونق ٿيڻ- ڇهڇٽو ٿيڻ . محفل جمڻ.

- رَنْگْ چَڑهانا : رنگ چاڙهڻ - رنگ ڏيڻ . رونقدار بنائڻ .

- رَنْگْ چَڑْهنا : رنگ چڙهڻ. رنگجڻ - رڱجڻ - اثر ٿيڻ .

- رَنْگْ چَمَکْنا: رنگ کُلڻ. عزت وڌڻ. قدر ٿيڻ.
- رَنْگ چوکھا آنا: رنگ سٺو چڙهڻ. ترڪيب ڪارگر ٿيڻ.
- رَنْگ چھا جانا: رنگ ڇانئجي وڃڻ اثر ٿيڻ.
- رَنْگ چَہْچَہا هونا: رنگ کُليل هئڻ. ڇهڇ رنگ هئڻ.
- رَنْگ چھڑَکْنا: رنگ ڇٽڪارڻ رنگ هڻڻ.
- رَنْگ دارْ: صفت. رنگ وارو- رنگين. خوشنما.
- رنگ دِکھانا، دِکھلانا: رنگ ڏيکارڻ. جوڀن ڏيکارڻ. تماشو ڏيکارڻ. هنر ڏيکارڻ. اثر ڏيکارڻ.
- رَنْگ ديکھْنا: رنگ ڏسڻ. حالت ڏسڻ. اثر ڏسڻ. تماشو ڏسڻ. نظارو ڏسڻ. نتيجو ڏسڻ.
- رَنْگ ديِنا: رنگ ڏيڻ. رنگڻ- رڱڻ. رڱي ڇڏڻ. مالا مال ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ (ڳالهه ۾).
- رَنْگ ڈالْنا: رنگ وجهڻ.
- رَنْگ ڈھَنْگْ: ذ. رنگ ڍنگ. هلت چلت. چال چلگت. لڇڻ. حالت.
- رَنْگ رَچانا: رنگ رچائڻ. ڪا خوشيءَ جي محفل ڪرڻ. مزو چمائڻ.
- رَنْگ رَسْ: ذ. عيش عشرت. راڳ روپ.
- رَنْگ رَلِياں: ث. عيش عشرت. راڳ روپ.
- رَنْگ رَنْگِيلا: صفت. رنگين. رنگيلو. عياش.
- رَنْگ رُوپْ: ذ. رنگ روپ. ڏاهه ڏوهه. سهڻائي. جوڀن.
- رَنْگ زَرْدْ پڑْنا: مُنهن جو رنگ پيلو ٿيڻ (شرم يا ڊپ سبب)
- رَنْگ سَفيدْ پڑْنا: مُنهن هارجي وڃڻ. رَتْ سُڪي وڃڻ سبب مُنهن جو رنگ اڇو ٿيڻ.
- رَنْگ فَقْ هونا: مُنهن جو رنگ ڇڏي وڃڻ- مُنهن هارجي وڃڻ.
- رَنْگ کَٹْنا: رنگ لهڻ رنگ اڏامڻ. رنگ ڦيڻ. چوپڙ راند ۾ ساري مرڻ.
- رَنْگ کھُلْنا: رنگ کُلڻ- رنگ نکرڻ. جوڀن ۾ اچڻ. رنگ چٽو ۽ سهڻو ٿيڻ.
- رَنْگ کھیلْنا: رنگ هڻڻ (هوليءَ ۾). هولي ملهائڻ.
- رَنْگ لانا: رنگ ڪرڻ. اثر ڏيکارڻ.
- رَنْگ مارْنا: چوپڙ راند ۾ ساري مارڻ. بازي کٽڻ.
- رَنْگ ماندْ پڑْنا: رنگ جهڪو ٿيڻ- رنگ ڦڪو ٿيڻ.
- رَنْگ مِٹانا: رنگ ڊاهڻ. رنگ ڦيٽائڻ. اثر ختم ڪرڻ.
- رنگ مِٹّی هونا: رنگ لهڻ. بي رونقي ٿيڻ. آب و تاب نہ رهڻ.
- رَنْگ مِلْنا: رنگ ملڻ. مشابهت ٿيڻ. نمونو ملڻ.
- رنگ ميں رَنْگنا: رنگ ۾ آڻڻ. پيٽ تي آڻڻ. اثر هيٺ آڻڻ.
- رَنْگ نِکالْنا: رنگ ڪڍڻ. سهڻو ٿيڻ. جوڀن ڪڍڻ.
- رَنْگ نِکھَرْنا: رنگ کُلڻ- رنگ صاف ٿيڻ. سُهڻو ٿيڻ.
- رَنْگی: ث. ڪپڙي جو هڪ قسم- ڪچي رنگ واري ڇيٽ. (صفت) رنگريز. رنگين.
- رنگيلا يا رَنْگيلے: ذ. صفت. رنگين مزاج- رنگيلو. نئمنون. شوقين. عاشق جيئڙو. عياش.

● رَنگَڑ: ذ [ھ] ڏسو "رانگڙ".

● رَنگنا: متعدی [ھ] رڱڻ- رنگڻ- رنگ ڏيڻ. رنگ چاڙهڻ. رچائڻ. پيت تي آڻڻ.

- رَنگوانا: متعدی‌المتعدی. رنگائڻ- رڱائڻ.

- رَنگوائی: ث. رڱائي - رنگائي.

● رَو: ث [ف] ريلو- ڌارَ- وَهڪَ (پاڻيءَ جي). وهڪرو. قطار. ڇين جو ولر. ڌُن- موج. انبوهہ- لشڪر.

● رَوا: ذ [ھ] سُوجي رائو- واري. چاندي يا سون جو ذرو. گيهہ يا مصريءَ جو داڻو. گهنگهرو ۾ پيل پٿر. ڪاڌي مان نڪتل ڪکرو. داڻو- ڪڻو. ذرو.

● رُواسا: صفت [ھ] روئڻهارڪو. ڏکارو.

● رُواں ۽ رُوئیں: ذ [ھ] بدن جا سنهان وار- پُرَ. نرم ڪنپ. ٻوٽي يا ڀاڄي وغيره جي ڪُت. ٻج (ڪپڙي جي). سينور.

- رُواں بدلنا: پکيءَ جو پراڻا ڪنپ ڇاڻي نوان ڪنپ ڪيڻ.

- رُواں رُواں: محاوره. وارو وار. لُنءُ لُنءُ.

- رُواں رُواں کانپنا: وارو وار ڏڪڻ (ڏپ کان). عضوو عضوو ڏڪڻ.

- رُواں میلا ہونا: وار و نگو ٿيڻ. نقصان پهچڻ.

- رُوئیں دار: صفت. پُرَ وارو. ٻج وارو.

- رُوئیں کھڑے ہونا: وارَ آڻا ٿيڻ- وار ڪانڊارجڻ.

● رُوپ ۽ رُوپ: ذ [ھ] صورت- شڪل. سُونهن. رونق. حالت. چانڊي.

- رُوپ بدلنا: صورت بدلائڻ. ويس بدلائڻ.

- رُوپ بگاڑنا: روپ بگاڙڻ- صورت خراب ڪرڻ.

- رُوپ بنانا، بھرنا: روپ بدلائڻ. ويس بدلائڻ. ڍونگ ڪرڻ.

- رُوپ جَست: ذ. هڪ قسم جو ڌاتو- نڪل- گِلٽ.

- رُوپ دکھانا: روپ ڏيکارڻ- صورت ڏيکارڻ. ديدار ڪرائڻ.

- رُوپ ریکھ: ث. شڪل صورت. مُنهن مُهانڊو.

- رُوپ نکلنا: سُونهن نکرڻ. رنگ نکرڻ. چمڪو ظاهر ٿيڻ.

● رُوپلّی ۽ رُوپلّیاں: ث. (حقارت مان) رُپيو- رُپيڙي.

● رُوپہلا: صفت [ھ] چانديءَ جو- روپو. چانديءَ جهڙو- اڇو. (ث) رُوپہلی.

● رُوپیہ ۽ روپئے، روپے: ذ [ھ] هڪ سِڪو- رُپيو.

- روپیہ اٹھنا: رُپيا خرچ ٿيڻ.

- روپیہ اڑانا: دولت اڏائڻ.

- روپیہ بھنانا: رُپيو ڀڃائڻ- رُپئي جي ريزگاري مٽائڻ.

- روپیہ پیسا: محاوره. پيسو ڏوڪڙ- ڌن دولت- ملڪيت.

- روپیہ تڑوانا: رپيو ڀڃائڻ- رپيو مٽائڻ.

- روپیہ جوڑنا: رُپيا گڏ ڪرڻ- پيسا ميڙڻ. ملڪيت جمع ڪرڻ.

- روپیہ ڈوبنا: رقم ٻڏڻ- قرض ٻُڏڻ. نقصان پوڻ.

- روپیہ مار لینا: رپيا ڦٻائڻ. قرض وٺي نه ڏيڻ.

- روپے گاڑنا: رُپيا پورڻ. رپيا گڏ ڪرڻ.

- روپے والا: صفت. دولتمند- مالدار- شاهوڪار.

- روپوں کا مٹھا چلنا: شاديءَ وغيره جي

موقعي تي رہین جا ہُڪَ گهورجڻ.

● روٹ ؕ ع روٹ ؕ: ذ [ھ] ٿُلهي ماني - روٹ. مِٺي ماني (جا ڪنهن درويش جي نالي خيرات ڪجي).

● رُوٹهنا: لازم [ھ] رُسڻ. ناراض ٿيڻ. ڪاوڙجڻ- ڦُوڪجڻ.

- رُوٹها ع رُوٹهے: ذ. صفت. رُٺل- ڪاوڙيل- ناراض. (ث) رُوٹهی.

- رُوٹها راٹهی: محاوره. رُسامو. شڪر رنجي.

- رُوٹهہ جانا: رُسِي وڃڻ.

● روٹی ع روٹیاں: ث [ھ] ماني. چاليهي جي ماني. گهٽ ذات قومن ۾ ڏنڊ طور برادريءَ کي کارايل ماني. رزق. خوراڪ.

- روٹیا ع روٹیے: ذ. اهو نوڪر جو صرف پيٽ تي ڪمائي.

- روٹی بٹنا: ماني ورهائجڻ- کاڌي جي ورچ ٿيڻ.

- روٹی چُپڑنا: مانيءَ کي گيهه مکڻ.

- روٹی دال: ث. دال ماني. معمولي يا سادو کاڌو.

- روٹی دینا: ماني ڏيڻ. کاڌو کارائڻ. ماني ڪرڻ. برادريءَ کي ماني کارائڻ.

- روٹی سے لگنا: روزگار سان لڳڻ.

- روٹی سینکنا: ماني سيڪڻ (ٿانون تي).

- روٹی کا مارا: محاوره. بُکيو. غريب. ڪنگال.

- روٹی کپڑا: محاوره. ماني ڪپڙو. آتو لٽو. عورت جا مرد تي جائز حق.

- روٹی کپڑا دینا: ماني ڪپڙو وغيره ڏيڻ. آنو لٽو ڏيڻ.

- روٹی کپڑا لینا: زال جو مڙس کان جدا ٿيڻ بعد کاڌ خوراڪ جو خرچ وٺڻ.

- روٹی کرنا: ماني پچائڻ. کاڌو تيار ڪرڻ. ماني ڪرڻ.

- روٹی کما کھانا: ڪمائي کائڻ. پيٽ گذر ڪرڻ.

- روٹیاں توڑنا: مفت جون مانيون کائڻ. ٻئي جي ڪمائيءَ تي پاڙڻ.

- روٹیاں لگنا: مفت جو مانيون کائي ٿُلهو ٿيڻ. سُڄي پوڻ. اجايو ٿلهو ٿيڻ. مغرور ٿيڻ.

- روٹیوں پر پڑنا: ٻئي جي ڪمائيءَ تي پوڻ. مفت جي ماني کائڻ.

● روج ع روج: ذ [ھ] هڪ قسم جو جانور- روجهه. هڪ قسم جو جيت.

● روڑا ع روڑے: ذ [ھ] سِر جو آنڊ- سِرونو. رنڊڪ- رڪاوٽ- آنڪاءُ. چوپائي جو هڪ مرض (جو برسات ۾ پيدا ٿئي).

- روڑا اٹکانا: رنڊڪ وجهڻ. ڀيڪڙي وجهڻ. رخنو وجهڻ.

● رُوڑها ع رُوڑهے: صفت [ھ] کهُرو. سخت. ناراض- ڪاوڙيل. بدتميز- اڏنگو. رکو- اٺپو. چِٽ. ڪم آندل- استعمال ڪيل. بيڊول.

- رُوڑها پن: ذ. کهُراڻ- کهُرائي.

● روڑی: ث [ھ] پٿرن، سِرُن وغيره جي ڪِڪري (جا رستن تي وجهندا آهن)- بجري.

● روزہ ع روزے: ذ [ف] روزو.

- روزہ اچھلنا: روزي ۾ بيزاريءَ يا چڙ سان ڳالهائڻ.

- روزہ افطار کرنا: روزو کولڻ.

- روزہ بہلانا: روزي کي وندرائڻ- روزي ۾ ڪا وندر ڪرڻ.

- روزہ توڑنا: روزو ڀڃڻ.

- روزہ رکھنا: روزو رکڻ. بُک ڪڍڻ.

- روزہ کھانا: مقرر روزن مان هڪ ٻه نه رکڻ.

- روزَہ کھولنا : روزو کولڻ .
● روسلی : ث [ھ] آھا زمين جا ..تو فصل نہ کري .
● روشنائی : ث [ف] روشنائي - سوجھرو . ڪاراڻ . مَس .
- روشنائی اٹھانا : مَس چُسڻ يا ڪٽڻ .
● روغَن : ذ [ف] تيل . گيھہ . سٿپ . چربي . رنگ - وارنش .
- روغَن اُڑ جانا : رنگ لهي وڃڻ - چمڪو لهي وڃڻ .
- روغَن پھيرنا : روغن ڏيڻ - رنگ ڏيڻ .
- روغَن چڑھانا : روغن چاڙهڻ . رنگ ڏيئي چلڪائڻ .
- روغَن قاز مَلنا : چِٽ پٽڻ . برغلائڻ - ڏُتارڻ . خوشامد ڪرڻ .
- روغَن کھينچنا ، نِکالنا : تيل ڪڍڻ . ڪنهن تيلي ٻج کي پيڙي تيل ڪڍڻ .
- روغَنی : صفت . سٿيو - تيل وارو . وارنش لڳل .
- روغَنی روٹی : ث . اھا ماني جنهن جي خميري ۾ گيھہ پيل هجي - سٿيي ماني . آڪراتو .
● روکَڑ : ث [ھ] روڪڙ - نقدي . ناڻو .
- روکَڑ بِکری : ث . روڪڙ وڪرو .
- روکَڑ بَہی : ث . روڪڙ جو کاتو .
- روکَڑ يا ۓ روکَڑيے : ذ . خزانچي .
● روکَن : ث [ھ] رُونگَن . واڌ ي .
- روکَن دینا : رُونگَن ڏيڻ .
- روکَن میں مِلنا : رُونگ ۾ ملڻ . مفت ۾ ملڻ .
● روکنا : متعدي [ھ] روڪڻ . ترسائڻ . رهائڻ . ٽِڪائڻ . منع ڪرڻ - جهلڻ . رنڊڪ وجهڻ . بند ڪرڻ (رستو) .

- روک : ث . روڪ - بندش . منع . اٽڪ - پچڪڙي . آڏ - آڙ .
- روک تھام : ث . جهَل پَل . بندش . روڪ .
- روک تھام کرنا : عارضي طرح بندش وجهڻ .
- روک ٹوک : ث . جهَل پَل - منع . رنڊڪ .
- روک دینا : روڪي ڇڏڻ . بند ڪري ڇڏڻ .
- روک رکھنا : روڪي ڇڏڻ . پڪڙي ويهارڻ . ترسائي ڇڏڻ .
- روک روک کے : تابع فعل . ترسي ترسي . سنڀال سان .
- روک لینا : روڪي ڇڏڻ . ڏسو "روکنا" .
● روکھ : ذ [ھ] وڻ - درخت .
- روکھ چڑھا : محاورہ . پوٻڙو (جو وڻ تي چڙھي ويهي) .
● رُوکھا ۓ رُوکھے : ذ . صفت [ھ] رُکو . اٺيو . سُڪل - خشڪ . بي سواد . ڪَهُرو . ناراض .
- رُوکھا پھيکا : صفت . رکو سڪو . اٺيو سٺيو .
- رُوکھا جواب : ذ . رکو جواب - خشڪ جواب .
- رُوکھا سُوکھا ۓ رُوکھے سُوکھے : صفت . رکو سُڪو . بنا گِيڏڻ جي . (ث) رُوکھی سُوکھی .
- رُوکھی روٹی : ث . رُکي ماني .
- رُوکھی صُورت بنانا : رُکو مُنهن ڪرڻ . بيمروتي ڏيکارڻ .
● رُوکھَن : ث [ھ] ڏسو "رُوکَن" .
● روگ : ذ [ھ] روڳ - بيماري - مرض . درد - آزار .
- روگ آنا : چوپائي مال ۾ بيماري پکڙجڻ .
- روگ پالنا : مصيبت وهائڻ . خواہ مخواہ وبال سر تي کڻڻ . آزار گِڇي ۾ وجهڻ . سدائين بيمار رهڻ .
- روگ راج : محاورہ . سِلهہ (بيماري) .

- روگ ڪٽنا: بيماري دفع ٿيڻ. جھيڙو ختم ٿيڻ. آزار لهڻ.
- روگ لانا: بيماري آڻڻ. مصيبت کڙي ڪرڻ. جھيڙو مچائڻ.
- روگ لڳانا: بيماري ڏيڻ. وبال سر تي وجهڻ. جنجال ۾ ڦاسائڻ.
- روگ لڳنا: روڳ لڳڻ. مرض ٿيڻ. آزار لڳڻ.
- روگی ۽ روگی: ذ. صفت. روڳي - بيمار - اگھو. ڪوڙهيو. سدائين بيمار.

● رولا: ذ [هه] رولو. مانداڻ. گڙٻڙ. گوڙ - هُل. جهيڙو. ماڻهن جو ميڙ (جو فساد لاءِ گڏ ٿيو هجي). انڌير - ظلم.
- رولا ڈالنا: رولو وجهڻ. گڙٻڙ وجهڻ. مانداڻ مچائڻ. هُل ڪرڻ - شور ڪرڻ. فساد ڪرڻ.

● رولنا: متعدی [هه] چونڊڻ. تارڻ - ڇنڊڻ (ڇڄ ۾). ڌار ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - ڇاڻڻ. ڇلڻ. هلائڻ.
- رول: ذ. چال - رفتار. ڦيرو - گهمرو. (ث) ڪيني ۽ ڪساري سوپاري.
- رول کو لے جانا: گهوڙي کي اٿي يارڻ لاءِ ڪاهي وڃڻ.
- رولن: ث. آٽا شيءِ جا تارڻ يا ڇونڊڻ جدا ڪجي. تارڻ بعد باقي بچيل ڪڌا.

● رولی: ث [هه] تيلڪ ڏيڻ جو مصالحو (جو چانورن، گداڙي ۽ ڦٽڪي وغيره مان ٺهي).

● رومالی سیویاں: ث [هه] سيويون جو هڪ قسم (جي نرم سنهيون ٿين).

● رونا ۽ رونے: ذ [هه] گهنگهرو جو داڻو (جو آواز ڪري). ڪنوار جو شاديءَ کان پوءِ پنهنجي ماڻهن ۾ وري اچڻ جي حالت - ستاواڙو.

● رونا: لازم [هه] روئڻ. ڳوڙها ڳاڙڻ. شڪايت ڪرڻ. گِلا ڪرڻ. دانھڻ.
- رو بیٹھنا: روئي ويهڻ - آسرو لاهي ويهڻ.
- رو پڑنا: روئي پوڻ. روئڻهارڪو ٿيڻ. ڏڪارو ٿيڻ.
- رو پیٹ کر بیٹھ رہنا: روئي پٽي ويهي رهڻ. آسرو لاهي ويهي رهڻ.
- روتے پیٹتے: تابع فعل. روئندو پٽيندو. روئي پٽي.
- روتے روتے: تابع فعل. روئندي روئندي.
- رو دینا: روئي ڏيڻ. چڙي پوڻ. بي همت ٿيڻ. هار مڃڻ. بان ڪرڻ (راند ۾).
- رو رو کے گھر بھر دینا: روئي روئي گهر پرڻ. روئي روئي ڪين ڪرڻ. تمام گهڻو روئڻ.
- رونا: ذ. روئڻ - روڄ. ماتم. افسوس.
- رونا آنا: روئڻ اچڻ. افسوس ٿيڻ.
- رونا پیٹنا: روئڻ پٽڻ - روڄ پٽڪو ڪرڻ. حشر مچائڻ. (ذ) روڄ پٽڪو - روڄ راڙو.
- رونا دھونا: روڄ راڙو ڪرڻ. (ذ) روڄ راڙو. هاءِ گهوڙا. دانهن ڪوڪ.
- رونا رلانا: پاڻ به روئڻ ۽ ٻين کي به روئارڻ.
- رونا رونا: روئڻو روئڻ - سور روئڻ. ڏک ڪيڻ. شڪايت ڪرڻ.
- رونی صورت: محاوره. روئڻ جهڙي شڪل. مُنهن جي اهڙي حالت جنهن مان روئڻ جي حالت ظاهر ٿئي. غمگين صورت.
- رونے پر آنا: روئڻ تي اچڻ. روئڻهارڪو ٿيڻ.
- رونے کا تار باندھنا: لاڳيتو روئندو رهڻ. روئڻ کان بس نه ڪرڻ.
- رونے دینا: روئي ڏيڻ (رنج يا خوشيءَ کان).

● رونّا ۽ رونّے: ذ [هه] راهداري. پيلٽي. اهو نوڪر جو ڪم ڪار لاءِ گهر جي دروازي

تي ويٺو هجي .

● رَوَنْدِنا : متعدی [هہ] لتاڙڻ - پامال ڪرڻ . پيرن سان چيڀڻ . ڳاهڻ (آن٣) .

- رَوَنْدُ : ث. گشت - دورو . گهمرو .

- رَوَنْد ڈالْنا : لتاڙي ڇڏڻ - لتاڙڻ . پامال ڪرڻ .

- رَوَنْدَنُ : ث. لتاڙ - پيرن جي لتڙ .

- رَوَنْدَنُ ميں آنا : لتاڙ ۾ اچڻ .

● رُوں رُوں : ث [هہ] ٻار جي روئڻ جو آواز - رِينُ رِينُ . سارنگيءَ جو آواز .

● رونگٹا ۽ رونگٹے : ذ [هہ] بدن جا سنها وار - پُرَ - ٻج (پشم جي) .

- رونگٹا مَيلا هونا : وار و نگو ٿيڻ .

- رونگٹے کهڑے هونا : وار ڪانڊارجڻ - وار اڀا ٿيڻ (هراس کان) .

● رُوهَتُ : ث [اردو] مُنْهَنُ جي رونق . سُونهن . لحاظ - مروت .

- رُوهَتُ ماری جانا : منهن جو رنگ هارجي وڃڻ .

● روهَڑُ : صفت [هہ] بدشڪل . بيڊولو . (ذ) ڏڪلهو ڏاڳو .

● روُهُوُ : ذ [هہ] مڇيءَ جو هڪ قسم - ڪرڙو .

● رُوئی : ث [هہ] ڪپهه . (صفت) ڪُنئرو .

- رُوئی تُومْنا : ڪپهه تُنبڻ - ڪپهه پيڃڻ .

- رُوئی دارُ : صفت . ڪپهه وارو (ڪپڙو) . ڪپهه جو پُريل .

- رُوئی دُهنَکْنا : ڪپهه تُنبڻ - ڪپهه پيڃڻ .

- رُوئی کا گالا : ذ . تُنبيل ڪپهه جو ذرو (جو هوا ۾ آڏامي) . تمام اڇي ۽ نرم شيء . نهايت هلڪي شيء .

- رُوئی کی طرَح تُومُ ڈالْنا : ڪپهه وانگر پيڃڻ . ذرا ذرا ڪرڻ . ڏاڍي پيڄ ڪيڻ .

● رِها : صفت [ف] آزاد - ڇُٽل . آجو .

- رِها کَرْنا : آزاد ڪرڻ - ڇڏڻ (ٻند مان) .

- رِهائی : ث. آزادي - ڇوٽڪارو . آجائي .

● رِهانا : متعدی [هہ] جنڊ يا مصالحي پيهڻ جي پڙ کي ٽاڪائڻ - آهوڙائڻ .

● رَهَٹُ : ذ [هہ] نارُ - هرلو . پينگهو .

- رَهَٹُ لگْنا : وارو لڳڻ . ذري اچڻ وڃڻ .

- رَهٹی ۽ رَهٹیاں : ث. ننڍو نار يا هرلو .

- رَهٹی باندْهنا : عادت ٿاهي ڇڏڻ .

- رَهٹی چلانا : نار هلائڻ . لاڳيتو ڏيڻ (رقم) .

● رَهڑُو : ذ [هہ] ٻيل گاڏيءَ جو هڪ قسم . ٻارن کي پنڌ سيکارڻ لاءِ هٿ گاڏي .

● رِهڑی : ث [هہ] واريلسي يا ڊاسڙ زمين .

● رَهْکَلُ (ث)، رَهْکَلا ۽ رَهْکَلے : ذ [هہ] ٻيل گاڏيءَ جو هڪ قسم . ننڍي توف (جا گهوڙي تي ڪٽي سگهجي) . توف گاڏي .

● رَهِنُ : ذ [ع] گروي - گِهڻُ .

- رَهِن رَكْهنا : گروي رکڻ - گِهڻُ رکڻ .

● رَهْنا : لازم [هہ] رهڻ . رهجي وڃڻ . بچڻ (ٻاچي) . ترسڻ - ٽڪڻ . رهايش اختيار ڪرڻ . ڄماءُ ڪرڻ . قائم رهڻ .

- رَها : صفت . رهيل . بچيل .

- رَها جانا : رهبو وڃڻ . رهجي وڃڻ .

- رَها سَها ۽ رهے سهے : صفت . رَهيل کُهيل - بچت سچت . (ث) رَهي سَهي .

- رَهاؤ : ذ . ترسڻ جي جاءِ - ڊاہو . ٿوريءَ دير لاءِ ترسڻ جي حالت . رهايش . (صفت) پائدار . مضبوط . جهالائتو .

- رَهْ جانا : رهجي وڃڻ . رَهِي پوڻ . قائم رهڻ . بچي پوڻ . پورو نه ٿيڻ (ڪم) . پوئتي پوڻ .

- رَهْنا سَهْنا : رهڻ سهڻ - رهڻ ڪرڻ . بسر ڪرڻ .

هٿ جي ليڪ . اوڙ .

● رِيلنا : متعدى [ هہ ] ريڙهڻ - ڌِڪڻ - ٽيلهڻ . چورڻ - سهيڙڻ .

▬ رِيل : ث . ريڙهڻ يا ڌڪڻ جي حالت . گهڻائي . هجوم - پيڙ .

▬ رِيلا ﻉ رِيلے : ذ. ٽيلهو - ريڙهو. ڌِڪو. رِيلو - وهڪرو (پاڻيءَ يا هجوم جو). هجوم. جانورن جي قطار .

▬ رِيل پيل : ث . ڌِڪ ڌِڪان - ڌُوڪ ڌُوڪان . گهڻائي (ماڻهن جي) - رِيل چِيل . گپاگيهہ .

▬ رِيل پيل هونا : ڪا شيءِ گهڻي انداز ۾ ٿيڻ - رِيل چِيل ٿيڻ . ڍير لڳڻ .

▬ رِيلم رِيلا : محاوره . ڌُوڪ ڌُوڪان . رِيل چِيل .

● رَين : ث [هہ] رات - شب.

▬ رَين بَسيرا : ذ. رات جي رهائش . رات رهڻ جي جاءِ . پکين جي رات جو وڻن تي ويهڻ جي حالت .

▬ رَيني : صفت. اهو سيڪاريل پکي جو رات جو پوليون ڪري .

▬ رَيني بُلبُل : ذ . اها بلبل جا رات جو بولي. سڄي رات ڳالهائيندڙ - بڪبڪيو . چيرو (پکي)

● رِينٽ : ذ [هہ] نڪ جي غلاظت - سينگهہ .

● رِينڊها پهيلانا : [ اردو] جهيڙو جاڳائڻ - فساد مچائڻ .

● رِينڊهينا : متعدى [ هہ ] رڌڻ (ڪاڌو وغيره). پڇڻ . رڌڻ پچائڻ .

● رِينڊى ﻉ رينڊيان : ث [هہ] گيدري جي ٻجن جو ڇڳو . ننڍو گيدرو . سڪل ڇيڙو - ڪچري .

● رِينگ : ث [هہ] هينگ ( گڏه جي ).

● رِينگنا : لازم [هہ] پيٽ پَر رِڙهڻ . سُرڻ . آهستي هلڻ .

● رِينگينا : متعدى [هہ] هينگڻ ( گڏه ) . رَنڀڻ (ڏڳو) .

● رِينگيني : ث [هہ] هڪ قسم جي بيماري - عرق النساءَ .

● رِيوَڙ ﻉ ريوَڙ : ذ[هہ]ڌڻ(چوپائي مال جو).

▬ رِيوَڙ چَرانا : ڌڻ چارڻ - چوپايو مال چارڻ .

● رِيوڙى ﻉ ريوڙيان : ث [هہ] تيرن ۽ کنڊ مان ٺهيل هڪ قسم جي مٺائي - رِيوڙي .

▬ رِيوڙى کے پهير مين آنا : ڪنهن لالچ سبب مصيبت ۾ ڦاسڻ . خواهہ مخواهہ خرچ ڳچي ۾ پوڻ .

▬ رِيوڙيان سى بٽ جانا : ريوڙين وانگر ورهائجي وڃڻ . سڄي ڪمائي يڪدم خرچ ٿي وڃڻ .

● رِيه : ث [هہ] هڪ قسم جي ڪلراٺي مٽي . لاٽيءَ جي ڪارَ - سَڄي . هڪ قسم جي مٽي (جا اڪثر ڪنڊ صاف ڪرڻ ۽ ڪپڙن ڌوئڻ جي ڪم اچي) .

▬ رِيهى : ث . لاٽيءَ جي ڪار.

- رَهڻي دِينا : رهڻ ڏيڻ. ڇڏي ڏيڻ.

● رَئي ۽ رَئيان : ث [هہ] سَنڌِري- مانڌاڻي. ڏَرَ (جا آسمان ۾ ڏسجڻ ۾ اچڻ)- لَٽ. ٻُوسو.

- رَئي ڦيرنا، چلانا : مانڌاڻي هڻڻ. ڪير ولوڙڻُ.

● ري : حرف ندا [هہ] ڙي- اڙي!. هي لفظ عورتون هڪٻئي کي مخاطب ڪرڻ وقت ڪم آڻينديون آهن .

● رے : حرف ندا [هہ] ڙي!- اڙي!. هي لفظ مردن کي سڏ ڪرڻ يا هڪٻئي کي مخاطب ڪرڻ وقت ڪم ايندو آهي.

● رِيتُ : ث [هہ] واري. رِيتي. پٿري (پيشاب ۾). سِٽي- ڏُوڙ.

- رِيتا : ذ. واري. وارياسي زمين . اها واري جا پريان پاڻيءَ وانگر ڏسجڻ ۾ اچي- رُڃَ.

- رِيتُ آنا: پيشاب ۾ پٿري اچڻ.

- رِيتُ کي دِيوارُ کهڙي ڪَرنا : واريءَ جي ڀِت اڏڻ . بي بنياد ڪم ڪرڻ . اڻ ٿيڻي ڳالهه ڪرڻ . ناممڪن ڪم ڪرڻ . اجائي ڪوشش ڪرڻ .

- رِيتلا ۽ رِيتلے : ذ. صفت . واريءَ وارو . وارياسو. ڪِرڪِر وارو (ڪاڏو) . (ث) رِيتلي.

- رِيتلي : ث. صفت. وارياسي (زمين) . درياءَ جي ڪپن واري وارياسي زمين- ڪَچو .

- رِيتي : ث. واري. رِيتي.

● رِيتنا : متعدی [هہ] رَواتي هڻڻ. رواتيءَ سان ڪَهڻ. رواتيءَ سان ٻُورو ڪرڻ . ڪَهڻ . گسائڻ .

- رِيتُ : ث . ٻُورو- ڇُورو (جو رواتيءَ سان گسائڻ سان ڏهي).

- رِيتا : ذ. رواتيءَ جي ڳاٽِ- ٻُورو .

- رِيتيي ۽ رِيتيان : ث. رَواتيي- رَوات.

- رِيتيانا : متعدی. رواتي هڻڻ- رواتيءَ سان گسائڻ. صاف ڪرڻ .

● رِيٺها ۽ رِيٺهے: ذ [هہ] آرِيٺو (هڪ وڻ ۽ ان جو ڦل)- آرِيٺڙو.

● رِيجهنا : لازم [هہ] ريجهڻ- راضي ٿيڻ . پرچڻ . خوش ٿيڻ . مائل ٿيڻ .

- رِيجهہ: ث. رِيجهہ . پَسندي. خوشي . رضامندو . خواهش .

- رِيجهوارُ : صفت . جهٽ پٽ ريجهي پوندڙ. رِسڪِيلو روح . سَدڙيو.

● رِيچهہ ۽ رِيچهہ : ذ [هہ] هڪ قسم جو مشهور جهنگلي جانور. رِڇُ.

● رِيرُ : ث [هہ] شور- هُل- گوڙ.

● رِيڙهہ:ث[هہ]پُٺيءَ جو ڪنڊو- ڪَرنگهو.

- رِيڙهہ پيٺنا : پراڻين رسمن تي هلڻ.

- رِيڙهہ کي نَسُ : ث. پُٺيءَ جي ڪنڊي جو ڏورو- مغزي ڏورو .

- رِيڙهہ کي هَڏي:ث. ڪَرنگهي جي هڏي- ريڙهہ . دارومدار رکندڙ شيءَ.

- رِيڙهہ نالُ : ث. پُٺيءَ جي ڪنڊي جو سوراخ (جنهن ۾ مغزي ڏورو پيل هوندو آهي).

● رِيسُ : ث [هہ] رِيسَ- حسد. برابري .

● رِيکهہ ۽ رِيکهيں:ث [هہ] لِيکَ- رِيکا. مِيسيءَ جي رنگ جو نشان (جو ڏندن جي وچ ۾ پئجي وڃي). ڏندن جي وچ وارو گوشت .

- رِيکهيں ڍهيلي هوجانا: ڌپ ڪان حواس خطا ٿي وڃڻ . هوش گم ٿيڻ . ڌپ ڪان بي طاقت ٿيڻ . سَنڌ سَنڌ ڍِلي پوڻ. ڏکجي پوڻ . ورچجي پوڻ .

● رِيکها ۽ رِيکهائيں : ث [هہ] رِيکا- ليڪ .

# ڙ

ڙ: ث [هہ] اُردو "الف - ب" جو پندرهون اکر. سنڌي "الف - ب" جو چوويهون اکر. تلفظ "ڙي". ابجد موجب عدد "ر" جي برابر (٢٠٠).

# ز

ز: ث [ع] اُردو "الف - ب" جو سورهون اکر. سنڌيءَ جو ستاويهون، عربيءَ جو يارهون ۽ فارسيءَ جو تيرهون اکر. ابجد موجب عدد (٧).

● زاوِيَہ: ذ [ع] ڪُنڊَ. اڪيلائي وارو هنڌ.

- زاوِيَہٴ اَندرُوني: ذ. پور وچوٽ ليڪن ۾ ڪپيندڙ ليڪ سان اندرئين پاسي ٺهيل ڪنڊ.

- زاوِيَہٴ بيروني: ذ. ٻاهرين ڪُنڊَ.

- زاوِيہٴ حادہ: ذ. گُوني ڪنڊ کان گهٽ ماپ واري ڪنڊ - سوڙهي ڪُنڊَ.

- زاوِيَہٴ قائِمہ: ذ. (٩٠) درجن جي ڪنڊَ. گُوني ڪُنڊَ.

- زاوِيَہٴ کَش: ذ. جاميٽري ۾ ڪم ايندڙ هڪاوزار جنهن سان ڪنڊون ڪڍجن - ڪنڊ ماپ.

- زاوِيَہٴ مُتَبادَل: ذ. مُتبدل ڪُنڊون.

- زاوِيَہٴ مُتّصِلہ: ذ. ڀَر واري ڪُنڊَ.

- زاوِيَہٴ مُنفَرِجہ: ذ. گوني ڪنڊ کان وڏيڪ ماپ واري ڪُنڊ - وڏي ڪُنڊَ.

● زانُو: ذ [ف] ران - ستَر - جوٽ. پاسو. ٽَنگ.

- زانُو بَدَلنا: ويٺي ويٺي ٽَنگ بدلائڻ (ساهي ڏيڻ لاءِ). پاسو بدلائڻ. ويهڻ جي جاءِ بَدلائڻ. گهٻرائجي وڃڻ.

- زانُو پَر سَر هونا: ستو جوٽَ تي هجڻ. فِڪرمند هجڻ. آونهي ويچار ۾ هجڻ. شرمندو هجڻ.

- زانُو پَر هاتهہ مارنا: افسوس يا عجب ۾ جوڻن تي هَٿ هڻڻ - پِٽَڻ.

- زانُو پيٽنا: غم ۾ ستَرن تي هَٿَ هڻڻ - جوڻون ڪُٽڻ - ماتم ڪرڻ.

- زانُو توڙنا: جوڻون ڀَڃڻ. گوڏا ڀڃي ويهڻ - ادب سان ويهڻ.

- زانُو تولنا: ٽنگ بدلائڻ. پاسو بدلائڻ.

- زانُو تہ ڪَرنا: جوڻون ڀڃڻ. گوڏا ڀڃي ويهڻ. ادب سان ويهڻ شاگردي اختيار ڪرڻ.

- زانُو جمانا: آسڻ ڄمائڻ. ڪُپ ڪوڙي ويهڻ.

- زانو کے تلے دبانا: ران ھيٺ ڪرڻ. دسي چاتيءَ تي گوڏا ڏيئي ويھڻ.
- زانوؤں میں دبانا: رانن جي وچ ۾ آڻي زور ڏيڻ يا پچائڻ. جوئن ۾ وجھڻ.
- ● زُبان ع زُبانیں ث [ف] زبان - جيڀ. ٻولي - ڀاشا. اقرار - انجام. جيڀ جھڙي (ٻاھ جي).
- زُبان اَٹکنا زبان اٽڪڻ - روانيءَ سان ڳالھائڻ اچڻ.
- زُبان اُلجھنا: زبان اٽڪڻ - ڳالھائڻ ۾ ھٽڪڻ.
- زُبان اینٹھنا: زبان خشڪ ٿيڻ - جيڀ سڪڻ.
- زُبان بدلنا: انجام ڪري ڦري وڃڻ.
- زُبان بڑھنا: زبان وڌڻ. جيڀ لڳڻ - بڪ ڪرڻ. گستاخ ٿيڻ.
- زُبان بِگڑنا: ٻولي بگڙڻ. زبان جو گندو ٿيڻ - بد الفاظ ڪم آڻڻ.
- زُبان بند کرنا: زبان بند ڪرڻ - مات ڪرڻ. لاجواب ڪرڻ. ڳالھائڻ کان روڪڻ. خاموش رھڻ - چُپ رھڻ - مات ۾ رھڻ.
- زُبان بند ہونا: زبان بند ٿيڻ. ڳالھائڻ کان مات ڪرڻ. وائي بند ٿيڻ. ڳالھائي نه سگھڻ.
- زُبان پر آنا: زبان تي اچڻ. راز ظاھر ٿيڻ.
- زُبان پر چڑھنا: زبان تي چڙھڻ. ياد ٿيڻ. ھر وقت زبان تي ھجڻ.
- زُبان پر دھرا ہونا: زبان تي رکيو ھجڻ. ھر وقت ياد ھجڻ - ھروقت زبان تي ھئڻ.
- زُبان پر لانا: زبان تي آڻڻ - وات تي آڻڻ - چوڻ - ٻڌائڻ.
- زُبان پر ہونا: زبان تي ھئڻ - ياد ھئڻ. چگيءَ طرح ياد ھئڻ.
- زُبان پکڑنا: زبان جھلڻ - زبان روڪڻ. آڏ ۾ ڳالھ روڪڻ. نڪته چيني ڪرڻ.
- زُبان پلٹنا: انجام کان ڦرڻ - وعدو ڪري ڦري وڃڻ.
- زُبان پھرنا: زبان ھلڻ. ڳالھائڻ جي طاقت ھئڻ.
- زُبان پھول جانا: زبان سُڄي پوڻ (بيماريءَ سبب).
- زُبان تالو سے لگنا: زبان تارونءَ سان لڳڻ. مات ۾ اچڻ. بلڪل چُپ ٿي وڃڻ.
- زُبان تتلانا: ٻاتائڻ - ھڪڙ ڳالھائڻ.
- زُبان تڑاق پڑاق چلنا: ڦرڦر ڳالھائڻ- جلدي جلدي ڳالھائڻ. چالاڪيءَ بي ڊپائي سان ڳالھائڻ. زبان درازي ڪرڻ.
- زُبان تک لانا: زبان تائين آڻڻ. زبان کولڻ - ٻڌائڻ - ڪڇڻ.
- زُبان تھامنا: زبان جھلڻ - زبان روڪڻ.
- زُبان تھکنا: چپ ٿڪڻ. ڳالھائيي ٿڪجڻ.
- زُبان جلنا: زبان سڙڻ.
- زُبان چاٹنا: چپ چٽڻ. چشڪاوڻ. زبان جو سواد وٺڻ - مزو وٺڻ.
- زُبان چلانا: زبان ھلائڻ - ڳالھائڻ - ڳالھائڻ ٻولھائڻ. گار گند ڪرڻ. واھيات گفتگو ڪرڻ. اڻنگو ڳالھائڻ.
- زُبان چلائے کی روٹی کھانا: خوشامد سان پيٽ پالڻ. چاپلوسي ڪري وقت گذارڻ.
- زُبان چلنا: زبان ھلڻ. چاڙي لڳڻ- گھڻو ڳالھائڻ. بيدڙڪ ڳالھائڻ. تڪڙو تڪڙو ڳالھائڻ. ٺھ پٺھ جواب ڏيڻ.
- زُبان خشک ہونا: جيڀ سڪي وڃڻ.

گهٽو ڳالهائڻ .

▬ زُبانؔ دابنا : ڳالهائيندي ڳالهائيندي ماٺ ڪرڻ. ڳالهائڻ کان روڪڻ .

▬ زُبانؔ دَباکے کَہنا : آهستي آهستي چوڻ .

▬ زُبانؔ دانتوں تَلے دابنا : زبان ڏندن هيٺ ڏيڻ . ڪجهہ چئي پڇتائڻ . افسوس ڪرڻ .

▬ زُبانؔ دانتوں سے کاٹنا : چئي تي سخت پشيمان ٿيڻ .

▬ زُبانؔ دَهرنا : چپ رکڻ- چکڻ- سواد وٺڻ.

▬ زُبانؔ دینا : زبان ڏيڻ - اقرار ڪرڻ.

▬ زُبانؔ ڈالنا : سوال ڪرڻ - ڪجهہ گهرڻ.

▬ زُبانؔ رَکهنا : ڳالهائڻ يا جواب ڏيڻ جي جي طاقت رکڻ. وات ڪرڻ - ٻڪ ڪرڻ .

▬ زُبانؔ روکنا: زبان روڪڻ. ڳالهائڻ بند ڪرڻ.

▬ زُبانؔ سَمَجهنا: زبان سمجهڻ - ٻولي سمجهڻ.

▬ زُبانؔ سَنبهالنا: زبان سنڀالڻ- زبان کي قابو ۾ رکڻ . چپ رهڻ - خاموش رهڻ .

▬ زُبانؔ سوکهنا : زبان سڪي وڃڻ - چپ سڪي وڃڻ . نيڙي خشڪ ٿيڻ .

▬ زُبان سے پهولؔ جهڑنا : وات مان گل نڪرڻ . تمام فضيلت ۽ ادب سان گفتگو ڪرڻ. (طنز) بيهوديون ۽ اڻ وڻندڙ ڳالهيون ڪرڻ.

▬ زُبانؔ سے نِکالنا: زبان مان ڪڍڻ - ڳالهائڻ- ٻڌائڻ .

▬ زُبانؔ سینا : زبان سبي ڇڏڻ . وات سبي ڇڏڻ - ماٺ ڪرڻ .

▬ زُبانؔ فَرفَر چلنا : گهٽو ڳالهائڻ . تکڙو ڳالهائڻ .

▬ زُبانؔ کاٹنا : زبان وڍڻ. زبان ٽُڪجي پوڻ. افسوس ڪرڻ - پڇتائڻ . آڏ ۾ ڳالهہ ڪپڻ .

▬ زُبانؔ کهُلنا : زبان کلڻ . ننڍڙي ٻار جو ڳالهائڻ تي روان ٿيڻ . زبان هلڻ . ٻي ڌر ڪ ڳالهائڻ . ڪارڪند ڪرڻ- واهيات ٻڪڻ.

▬ زُبانؔ کهولنا : زبان کولڻ - ڳالهائڻ . ڪجهہ ٻڌائڻ. بدزباني ڪرڻ . عيب ڪڍڻ . گلا ڪرڻ . شڪايت ڪرڻ .

▬ زُبانؔ کهینچنا : زبان ڇڪي ڪڍڻ - جيڀ ڇڪي وٺڻ . سزا ڏيڻ .

▬ زُبانؔ کے چٹخارے (مزے) لینا: وات جا چسڪا وٺڻ . چشڪو وٺڻ - سواد وٺڻ .

▬ زُبانؔ گُدّی سے کهینچنا : جيڀ نڙيءَ کان ڇڪي ڪڍڻ . سخت سزا ڏيڻ .

▬ زُبانؔ گهِسؔ جانا : چئي چئي زبان گسي وڃڻ . تمام گهٽو چوڻ (ڪنهن کم لاءِ) .

▬ زُبانؔ لڑانا : جواب ڏيڻ . مهاڏو اٽڪائڻ . وات ڪرڻ - وات ڏيڻ .

▬ زُبانؔ لڑ کهڑانا : ڊپ سبب پوريءَ طرح ڳالهائي نہ سگهڻ - ڳالهائڻ نہ اکلڻ. هٻڪي هٻڪي ڳالهائڻ .

▬ زُبانؔ ملانا : ڳالهيون ڪرڻ - ڳالهائڻ ٻولهائڻ . گستاخيءَ سان ڳالهائڻ .

▬ زُبانؔ میں قُفُلؔ لگنا: زبان ۾ تالو لڳڻ. خاموش رهڻ- چپ رهڻ.

▬ زُبانؔ میں کانٹے پڑنا : سخت اڃ سبب زبان ۾ ڪنڊا لڳڻ- زبان سڪي وڃڻ.

▬ زُبانؔ میں لوچ هونا : ڳالهائڻ ۾ ننڍي وڏي جو لحاظ هئڻ. زبان ۾ ميٺاج هئڻ.

▬ زُبانؔ نکالنا : زبان ڪڍڻ . زبان ڇڪي ڪڍڻ . بيهودو ڳالهائڻ.

▬ زُبانؔ نِکلنا : اُڃ سبب زبان ٻاهر نڪري اچڻ.

▬ زُبانؔ نہ هلا سکنا : زبان چوري نہ سگهڻ. ڳالهائي نہ سگهڻ. تمام ضعيف هئڻ.

- زُبانُ هارُنا : قول پورو نہ ڪري سگهڻ- انجام نہ پاري سگهڻ.
- زُبانُ هڪلانا: هَڪڙائڻ (ڳالهائڻ ۾). ٻاتاڻ.
- زُبانُ هلانا : زبان چورڻ . ڪجهہ چوڻ . ڳالهائڻ - ڪڇڻ . زبان کولڻ. سوال ڪرڻ - عرض ڪرڻ . حُڪم ڪرڻ .
- زُبانيان : ث. وِچُونُ ءَ جون مُڇُونُ.
- زُباني تَڪيہ : ذ. زباني ڳالهيون. اجايون ڳالهيون- نَٺاهيُون ڳالهيون. وات جا ٺَڪاءَ.
- زُباني جَمع خَرچ ٻتانا : زباني ڳالهيون ڪرڻ. فقط ڳالهيون ڪرڻ (ءِ ڪَم ڪُجهہ بہ نہ ڪرڻ).
- زُباني ڪَهنا : زباني چوڻ. روبرو چوڻ .

● زَٽَل : ث [اردو] واهيات ءِ بيهُودي ڳالهہ. بي بنياد ڳالهہ - زَٽُ- ڪپوڙو .
- زَٽَل باز : صفت. ٻَٽاڪي - ڪَشئي .
- زَٽَل قافيہ: محاوره. زَٽُ- لافَ. گَپ شَپ. بي بنياد ڳالهہ. بي معنيٰ ڳالهہ .
- زَٽَل مارُنا : ٻَٽاڪ هڻڻ - زَٽُ هڻڻ . اجائي ڳالهہ ڪرڻ .
- زَٽَل هانڪنا : ڪپوڙا هڻڻ - ڪُوڙيون سچيون ڳالهيون ڪرڻ. ٻَٽاڪون هڻڻ. ڊونگل اُڇلائڻ .

● زِچ : صفت [اردو] عاجز- ڪَڪ- هلاڪ- بيزار- خَنِي. ڪمزور- ضعيف. شطرنج راند ۾ باد شاهہ جي آها حالت جو هلڻ لاءِ گهر نہ هجي.
- زِچ ڪر دينا: ڪَڪ ڪرڻ - بيزار ڪرڻ. وِرچائي ڇڏڻ. مجبور ڪرڻ - بيوس ڪرڻ .

● زَخم : ذ [ف] گهاءُ- وَڍُ. ڦَٽُ.
- زَخم اُٿهانا : زخم کائڻ- گهاءُ کائڻ .
- زَخم اَچها هونا: زخم چڱي وڃڻ - ڦَٽ ميڙجي وڃڻ . ڏَڪ ميڙجڻ .
- زَخم بولنا : زخم کُلي پوڻ . زخم جا ٽانڪا کُلڻ .
- زَخم ڀهَرنا : زخم ڀرجڻ- گهاءُ ميڙجڻ. زخم چڱي وڃڻ.
- زَخم پڙنا: زخم پوڻ- گهاءُ پوڻ .
- زَخم پَڪنا: زخم ڀرجڻ- ڦَٽ ۾ گند پوڻ.
- زَخم تازه هونا : زخم تازو ٿيڻ- زخم اٿلي پوڻ . ڏڪ تازو ٿيڻ.
- زَخم چَرانا : زخم پوسرڻ. گهاءُ ۾ ايذاءُ ٿيڻ.
- زَخم دينا : زخم ڪرڻ . زخمي ڪرڻ . آزارڻ . صدمو پهچائڻ.
- زَخم کهانا : زخم جهَلڻ- گهاءَ جهَلڻ. ڏَڪَ سَهڻ. صدمو سهڻ.
- زَخم ميں بتي دينا : زخم ۾ وَٽ پَرڻ .
- زَخم هَرا هونا: زخم تازو ٿيڻ- ڦَٽ چِڪڻ. پُراڻا سُور وري ياد اچڻ .

● زَرد : صفت[ف] پيلو- هيڊو- ڦِڪو (رنگ).
- زَرد پڙنا: پيلو ٿيڻ. مُنهن جو رنگ هيڊو ٿيڻ (ڊپ، بيماري وغيره سبب) .
- زَردَه : ذ. هڪ قسم جو مِٺو طعام- چاشني- زردو. پيلين اکين وارو ڪبُوتر. پيلي رنگ جو گهوڙو. تماڪ جو هڪ قسم (جو پان ۾ وجهي کائيندا آهن) .
- زَردی : ث. هيڊاڻ - پيلاڻ. بيضي جي پيلي ٽِڪي. يَرقان جي بيماري - سائي. گل جي پيلي داڻ داڻ.
- زَردی چهانا: هيڊاڻ ڇانئجڻ مُنهن پيلو ٿي وڃڻ (ڪمزوري يا رَت جي کمي سبب).

● زَرغَل : صفت [اردو] خراب- بيڪار- نِڪمو. آيرو- هيٺو.

● زَرُّ : ث [اردو] وِ قَل . چرين جهڙيون ڳالهيون . اجائي بَڪَ.

▬ زَرُّ مارُنا، هانڪنا : بَڪ ڪرڻ - يَٽخي هڻڻ. ڊاڙ هڻڻ.

▬ زَڙي: ذ. بَڪبَڪيو - جهَڳي خور. ڊاڙي- لَٻاڙي .

● زَفيلنا : متعدى [اردو] سيٽي هڻڻ- سيٽي وڄائڻ (ڪَبُوتر بازجي اصطلاح ۾). ڪُوڪار ڪرڻ .

▬ زَفيل ع زَفيلين: ث. سيٽي- ڪُوڪار.

▬ زَفيل دينا : سيٽي هڻڻ- سيٽي وڄائي سَڏُ ڪرڻ . ڪُوڪار ڪرڻ .

● زَلزَلہ ع زَلزَلے : ذ [ع] زلزلو- ڌرتي جو ڌُٻڻ.

▬ زَلزَله آنا: زلزلو اچڻ- ڌرتي ڌُٻڻ .

● زُلف ع زُلفيں: ث[ف] ڪنن وٽ ڇڏيل وار- زُلفي. وار- گيسو.

▬ زُلفيں سَنوارنا : وار سَنوارڻ- وارن کي (ڦڻي ڏيئي) ٺاهڻ .

● زَمين ع زَمينيں :ث [ف] ڌرتي - پرٿوي. دُنيا - جهان . پَٽُ - مُلڪ - ديس. غزل جو قافيو بحر يا وزن.

▬ زَمين آسمان چهاننا : زمين آسمان ڳولڻ . هرهنڌ ڳولڻ .

▬ زَمين اُٹهانا : پوک لاءِ زمين کٽڻ .

▬ زَمين اُلَٹ دينا : زمين اٿلائي ڇڏڻ. حشر مچائڻ. ٽَرٽلو مچائڻ .

▬ زَمين بيٹهنا : زمين ويهي وڃڻ . زمين دٻجي وڃڻ .

▬ زَمين پانو تلے نِکَل جانا : زمين پيرن هيٺان نڪري وڃڻ .

▬ زَمين پکَڑنا : زمين تي ڄمي وڃڻ - کُپي وڃڻ .

▬ زَمين پهٹنا : زمين ڦاٽڻ - زمين چيرجڻ.

▬ زَمين تلے اوپر کردينا : زمين اٿلائي ڇڏڻ. ٽرٽلو مچائي ڏيڻ.

▬ زَمين تهرّانا : زلزلو پئجي وڃڻ . زمين ڏڪڻ . هلچل مچڻ .

▬ زَمين جهَکانا : رُلڻ - ڌِڪا کائڻ .

▬ زَمين دِکهانا : زمين ڏيکارڻ . زمين تي ڪيرائڻ - شڪست ڏيڻ .

▬ زَمين دِيکهنا : زمين ڏسڻ . دسجڻ . پٽ تي ڪري پوڻ. آنٽي ڪرڻ. ذليل ٿيڻ. شرمسار ٿيڻ - ڦِڪو ٿيڻ .

▬ زَمين سے پيٹهہ لگنا : شڪست کائڻ . هارائڻ .

▬ زَمين کا پيوند هونا: خاڪ ۾ ملي وڃڻ. فنا ٿي وڃڻ. مري وڃڻ. دفن ٿيڻ .

▬ زَمين کا کها جانا : زمين جو پوريل شيءِ کي کائي ڇڏڻ. نابود ڪري ڇڏڻ.

▬ زَمين کانپنا : زمين ڏڪڻ. زلزلو پوڻ. هلچل مچڻ .

▬ زمين کے بَرابر هو جانا : زمين برابر ٿيڻ . ڊَهي وڃڻ . سيٽي ٿي وڃڻ .

▬ زَمين ميں سَمانا: زمين ۾ سمائجڻ - زمين داخل ٿيڻ . شرم يا پشيماني سبب ڪنڌ هيٺ ڪرڻ.

▬ زَمين ميں گاڑنا : زمين ۾ پورڻ - دفن ڪرڻ.

▬ زَمين ناپنا : زمين ماپڻ . رُلڻ.

▬ زَمين هِلا دينا : زمين ڏڪائي ڇڏڻ . هلچل مچائي ڇڏڻ .

● زَنّاٹا : ذ [ اردو ] سُوساٽُ - زُوزاٽ . شُوشٽ (هوا جو) .

▬ زَنّاٹے سے : تابع فعل. زوزاٽ سان. زور سان .

● زَنگی هَڑُ ۽ زَنگی هَڑیں : ث [اردو] هريڙن جو هڪ قسم - ننڍي هريڙ - انجٽي .

● زورُ : ذ [ف] زور - طاقت - سگهه .

▬ زورُ باندهنا : زور ٻڌڻ . زور وٺڻ . سگهه اچڻ (جسم ۾) .

▬ زورُ بڑهنا : زور وڌڻ - طاقت زيادهه ٿيڻ - قوّت وڌڻ .

▬ زورُ پڑنا : زور پوڻ - دٻاءُ پوڻ . بارُ پوڻ . بوجو پوڻ .

▬ زورُ چلنا : زور هلڻ-وس هلڻ. پڄندي هُجڻ.

▬ زورُ دکهانا : زور ڏيکارڻ- طاقت ڏيکارڻ . دَٻاءُ رکڻ .

▬ زورُ دینا : زور ڏيڻ . دَٻاءُ وجهڻ . بوجو وجهڻ. شطرنج راند ۾ هڪ مُهري کي مدد ۾ ٻيو مُهرو ڏيڻ .

▬ زورُ ڈالنا : زور وجهڻ - دٻاءُ وجهڻ . مجبور ڪرڻ .

▬ زورُ کرنا : زور ڪرڻ . زور آزمائي ڪرڻ . ڪوشش ڪرڻ. ٻن پهلوانن جو (ڪشتي) وڙهڻ . بيماريءَ وغيرهه جو زور وٺڻ.

▬ زورُ لگانا : زور لڳائڻ - زور ڏيڻ . ڪوشش ڪرڻ .

▬ زورُ میں آنا : زور ۾ اچڻ - زور وٺڻ . جوانيءَ ۾ اچڻ .

▬ زوروں پر هونا : زور هئڻ . اوج تي هئڻ . زور شور سان ٿيڻ (ڪم) .

● زوفُ : ذ [اردو] جُٽ - ملامت - ڦِٽڪار .

▬ زوفُ زافُ کرنا : جُٽ ڦِٽ ڪرڻ - ملامت ڪرڻ .

● زَهرُ : ذ [ف] زهر - وِهُ . (صفت) ڪڙو.

▬ زَهرُ اُگلنا : زهر اوڳارڻ - وات مان زهر ڪيڻ . (ڪاوڙ ۾) بد الفاظ چوڻ . غُصو ڪيڻ. گلا ڪرڻ .

▬ زَهرُ باتیں : محاوره. طعنا مهڻا.

▬ زَهرُ پهیلنا : زهر پکڙڻ. زهر چڙهڻ (جسم ۾) .

▬ زَهرُ دینا ، کهلانا : زهر ڏيڻ - زهر کارائڻ . زهر ڏيئي مارڻ .

▬ زَهرُ کهانا : زهر کائڻ - زهر کائي مرڻ.

▬ زَهرُ گهولنا : زهر پکيڙڻ. لائي چائي ڪرڻ . فتنو پکيڙڻ .

▬ زَهرُ مارُ کرنا : لاچاريءَ سان کائڻ . ڪڙو مُنهن ڪري کائڻ. بيدليو کائڻ.

▬ زَهریلا ۽ زَهریلے : ذ. صفت. زهري - زهريلو. فتنه انگيز - فسادي. (ث) زهريلي .

● زِیٹ :ث [اردو] ٻَڪ - ٻَٽخي. لباڙ - ڊاڙ.

▬ زِیٹ زِ پَٹ :ث. ٻڪ ٻڪ - جهڳي. ڊاڙلباڙ.

● زِیٹک :صفت[اردو] بيشرم - بيحيا. ٻِنڌرو- جاهڙو.

● زِیورُ ۽ زیوراتُ : ذ[ف] گهڻو - گهڻو .

▬ زیورُ بڑهانا : زيور لاهڻ - گهڻو لاهڻ.

▬ زیورُ توڑنا : مُڙس جي مري وڃڻ تي زيور ڀڃي لاهي ڇڏڻ.

# س

**س** : ذ [ع. ف] اردو "الف - ب" جو ارڙهون اکر. سنڌيءَ جو اٺاويهون، فارسيءَ جو پنڌرهون، ۽ عربيءَ جو ٻارهون اکر. تلفظ "سين". ابجد موجب عدد (٦٠).

● سُ : حرف [هه] صفاتي اڳياڙي جا هندي لفظن جي اڳيان اچي "سُٺو" جي معنيٰ ڏئي "سُگندهه = سُگنڌ، سُڊول = سُٻول، وغيره".

● سا: حرف تشبيه [هه] وانگر - جهڙو "ڪالا سا، گورا سا، وغيره". (ذ) سرگم جو پهريون آواز "سا، ري، گ، م، پ، ڌ، ني".

● سانڀَرُ، سامڀَرُ : ذ [هه] جانور جو هڪ قسم - سانڀر.

● سابَلُ : ذ [هه] ڪاٺ هڻڻ جو هڪ اوزار.

● ساتُ : عدد [هه] هڪ عدد - سَتَ (٧).

- ساتُ آناجُ : ذ. ستن قسمن جو اَنُ (ڪڻڪ، چانور، جَوَ، ٻاجهري، مڪئي، جوئر، چڻا، جي عورتون مراد پوري ٿيڻ تي ورهائين).

- ساتا روهَنُ : ذ. سَتَ بگهياڙي. آهو ڪتو جو ڇهن بگهڙن سان گڏ رهندو هجي. ڏورن ماڻهن جو ٽولو. قبيلو. لوفرن جو ٽولو.

- ساتُ ڀهائي: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (نُنڍڙيون جهرڪيون جي گهٽو ڪري گڏ رهنديون آهن).

- ساتُ پانچُ : محاوره. پنج سَتَ. ڏانڊل - ريڙهه پيڙهه. تڪرار. حجت.

- ساتُ پانچُ ڪَرُنا، لانا: ريڙهه پيڙهه ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ. بهانا ڪرڻ.

- ساتُ پَرُدون ميں رَکهنا: ستن پردن ۾ لڪائي رکڻ. ڪنهن شيءِ کي حفاظت سان رکڻ.

- ساتُ پَرُدے : ذ. سَتَ پردا. اُڪ جا ٽهه. ست آسمان.

- ساتُ پَرُدے لَگُنا: ستن پردن ۾ وڃڻ. پردو ڪرڻ.

- ساتُ پُشُتُ، ساتُ پُشُتين : ث. سَتَ پيڙهيون.

- ساتُ پهيرے : ذ. سَتَ ڦيرا (هندن جي هڪ رسم موجب گهوٽ ڪنوار جو ويڌيءَ ڪان پوءِ باهه جي چوگرد ست ڦيرا ڏيڻ).

- ساتُ تَوؤں سے مُنُه ڪالا ڪَرُنا: ستن ٽون سان مُنهن ڪارو ڪرڻ. سخت بيعزتي ڪرڻ.

- ساتُ دهارُ هوڪَرُ نِڪَلُنا : ڪاڌو پيتو هضم نه ٿيڻ ۽ دستن جي صورت ۾ وهڻ.

- ساتُ سُرُ : ذ. سَتَ سُرَ (ڪَرج، رکب، گنڌار، مڌم، پنچم، ڌيوت ۽ نِکاد).

- ساتُ سَکهی کا پيی : ذ. هڪ قسم جو ننڍڙو نر پکي (جنهن سان ست ماديون رهنديون آهن).

- ساتُ سِنگارُ : ذ. سَتَ سينگار. سينگار جون سَتَ شيون (ميندي، سرمو، پان، مِسي، سينڌر، چوٽي ۽ زيور).

- ساتُ سُهاگُنون ڪو کهِلانا : سَوڻ طور ستن سهاڳڻين کي کارائڻ.

● ساتهہ : ذ [هہ] همراهي- رفاقت . جماعت . (تابع فعل) گڏ - پيڙو . ساڻ - سان گڏ .

- ساتهہ چهُوٹنا : رفاقت ٹُٽڻ . همراهي ختم ٿيڻ . وڇڙڻ .

- ساتهہ دينا : ساٿ ڏيڻ . رفاقت ڪرڻ . شريڪ ٿيڻ . نباهڻ . حمايت ڪرڻ - مدد ڏيڻ .

- ساتهہ رَهنا : گڏ رهڻ - پيڙو رهڻ . ساڻ رهڻ .

- ساتهہ ساتهہ : تابع فعل . گڏوگڏ .

- ساتهہ سوکر مُنہ چهُپانا : رضامندي سان گڏ انڪار ڪرڻ .

- ساتهہ کا کهيلا : ذ . گڏ راند ڪيڏيل (دوست) . ننڍپڻ جو دوست . هڪ جيڏو . گهاٽو دوست . (ث) ساتهہ کی کهيلی .

- ساتهہ گهسيٹنا : پاڻ سان گڏ گهلڻ . زوري ڇڪڻ .

- ساتهہ لے کر ڈُوبنا : پاڻ سان گڏ ٻئي جو بہ نقصان ڪرڻ .

- ساتهہ لينا : ساڻ کڻڻ . وٺي هلڻ .

- ساتهن يا ساتهنيں : ث . ساڻياڻي . ساٿيڙي .

- ساتهہ نباهنا : دوستي نباهڻ - توڙ نباهڻ .

- ساتهی يا ساتهی : ذ . همراه - مددگار - ساٿي . حمايتي .

● ساٹا يا ساٹے : ذ [هہ] هنديءَ جي مٽاسٽا عيوض معاوضو - ادل بدل .

● ساٹهہ : عدد [هہ] هڪ عدد - سٺ (٦٠) .

- ساٹها يا ساٹهے : ذ . سٺ سالن جو ماڻهو . سٺ سالن جو جوان هاٿي .

- ساٹها پاٹها : ذ . سٺ سالن جي عمر جو اهو ماڻهو جو اڃا تہ ڏڍ سڙڪ هجي .

- ساٹهی يا سٹهی : ذ . سٺيڙيا (ڇانور) - ڪنگڻي .

● ساجن يا سجن : ذ [هہ] مڙس - گهر وارو . دلبر - جاني .

● ساجها : ذ [هہ] ڀائيواري . حصيداري . حصو . ڀاڱو .

- ساجها کرنا : ڀائيواري ڪرڻ .

- ساجها لڑنا : ڪجهہ مفت جو مال هٿ اچڻ .

- ساجهی يا ساجهی : ذ . حصيدار - ڀائيوار .

- ساجهی کرنا : ڀائيوار ڪرڻ - حصيدار بنائڻ . شريڪ ڪرڻ (ڪنهن ڪم ۾) .

● ساچق : ث [ترڪي] مينديءَ جي رسم .

● سادهنا : متعدی [هہ] سارڻ . ثابت ڪرڻ . سوچڻ . ڏاهڻ - سڌارڻ . مڃائڻ . ٻڌڻ (چست نشانو) . ڪرڻ (مشق ، ابياس وغيره) . سنڀالڻ . روڪڻ - بند ڪرڻ (ساهہ) .

- سادهہ : ث . خواهش . ڪوشش . دُعا . پيٽ واري عورت جي خواهش .

- سادهہ لينا : بند ڪرڻ - روڪڻ (ساهہ) .

● سادهنی يا سادهنياں : ث [هہ] رازڪي ڪم جو هڪ اوزار - گُونيا .

● سادی : ث [هہ] لغڙ جي آها ڏور جنهن تي مانجهو لڳل نہ هجي .

● سار : ث [هہ] ڳڻ . قيمت . سَت - جوهر . اختصار . تَت .

● سارا يا سارے : صفت [هہ] سڄو - سارو - پُورو - ڪُل . (ث) ساری .

● سارس : ذ [هہ] پکيءَ جو هڪ قسم - قاز .

● سارنا : متعدی [هہ] پورو ڪرڻ - ختم ڪرڻ . اکين ۾ سُرمو يا ڪجل پائڻ .

● ساڑهہ : ث [هہ] ساڍ .

- ساڑهہ ستی : ث . ساڍن ستن سالن جو منحوس اثر (جو زحل يا ڇنڇر جي دوري سبب ٿئي) . سخت مصيبت . سَت ورهي .

ــ ساڑھے ستی آنا : سَت ورهيءَ اچڻ. نحس ڏينهن اچڻ. بدبختي جو زمانو اچڻ.

● ساڑھے : صفت [هہ] ساڍا. هي لفظ هميشه ڪنهن نہ ڪنهن عدد جي اڳيان ڪم اچي "ساڑھے تين، ساڑھے سات وغيره".

● ساڑھُو : ذ [هہ] سالي جو مڙس - سَنڍُو.

● ساڑھی: ث [هہ] "آساڑھی" جو مخفف. ربيع جو فصل. چڻن، ڪڻڪ ۽ مٽرن جو فصل

● ساڑھی ۽ ساڑھياں : ث [هہ] ساڙهي - هڪ قسم جو لباس. زناني ڊگهي ڌوتي.

● ساس : ث [هہ] سَس.

● ساکھ : ث [هہ] ساک - شاهدي. اعتبار. پَت. ناموس. عزت.

● ساکها دهان : ذ [هہ] سارين جي آها پوک جنهن کي پورو پاڻي نہ مليو هجي.

● ساکھُو : ذ [هہ] ڏسو "ساکُون".

● ساگ : ذ [هہ] ساڳ - ڀاڄي - ترڪاري.

ــ ساگ پات : ذ. ڀاڄي ڀُڄو - ٻَڪر ڀاڄي.

● ساگوان : ذ [هہ] ڏسو "ساگُون".

● ساگُون : ذ [هہ] هڪ قسم جو وڻ (جنهن جو ڪاٺ، فرنيچر ۽ جاين ۾ ڪم اچي) - ساڳ.

● ساگَون : ث [هہ] ساڳ (وڻ) جو ڪاٺ.

● سال : ذ [هہ] هڪ قسم جو وڻ - ديال. سوراخ. هڪ قسم جي مڇي. [ف] ورهيہ.

● سالا ۽ سالے : ذ [هہ] زال جو ڀاءُ - سالو. گار طور ڪم ايندڙ لفظ. (ث) سالی ۽ ساليان.

● سالگرام : ذ[هہ-سن] پٿر جو هڪ قسم (جو ڪاري رنگ جو ٿئي مٿس چِٽ ٿين). پوڄا جي هڪ مُورتي.

● سالَن : ذ [هہ] ٻوڙ - ڀاڄي - ڳانڌڻ.

● سالنا : متعدی [هہ] سَل ڪيڻ - ٽُنگ ڪرڻ. ونڌڻ (موتي). (لازم) چُڀڻ. ايذاءُ ٿيڻ.

● سالُو : ذ [هہ] هڪ قسم جو ڳاڙهي رنگ جو ڪپڙو - ڳاڙهو هُلواڻ.

● سالوتری : ذ [هہ] جانورن جو ڊاڪٽر. گهوڙن جو حڪيم.

● سالی : ث [هہ] ساريون (چانور).

● سامنا : ذ [هہ] سامهون ٿيڻ جي حالت. مقابلو. لڙائي. مخالفت. آڏو - اڳياڙي. ملاقات.

ــ سامنا روکنا: اڳ روڪڻ - آڏو جهلڻ. سامهون اچڻ.

ــ سامنا کرانا : سامهون ڪرائڻ. اڳيان آڻڻ. ملاقات ڪرائڻ. ڪنهن ڳالهہ جي تصديق ڪرائڻ لاءِ ماڻهوءَ کي پيش ڪرڻ.

ــ سامنا کرنا : سامهون ٿيڻ - مقابلو ڪرڻ. روبرو ٿيڻ.

● سامنے : تابع فعل [هہ] سامهون. اڳيان. روبرو. مقابل. موجودگيءَ ۾.

ــ سامنے آنا : سامهون اچڻ. اڳيان اچڻ. آڏو اچڻ (ڪيل ڏوهہ).

ــ سامنے ٹھہرنا : سامهون بيهڻ - اڳيان بيهڻ. مقابلو ڪرڻ.

ــ سامنے جانا : سامهون وڃڻ - اڳيان وڃڻ. حاضر ٿيڻ.

ــ سامنے سے اٹھ جانا : اکين اڳيان کڄي وڃڻ. مري وڃڻ - گذاري وڃڻ.

ــ سامنے سے ٹلنا، هٹنا : اڳيان پري ٿيڻ. اکين اڳيان ٽرڻ.

ــ سامنے کا : تابع فعل. اڳ وارو - اڳيان جو. سامهون وارو. روبرو جو.

ــ سامنے کرنا : سامهون ڪرڻ. اڳيان آڻڻ. مقابلي ۾ آڻڻ. روبرو ڪرڻ.

- سامنے کی بات : ث. روبرو جي ڳالهہ . ڏٺل ڳالهہ . ويجهڙائيءَ جو ذڪر.
- سامنے هونا : سامهون ٿيڻ . روبرو ٿيڻ . مقابلو ڪرڻ . گستاخي سان پيش اچڻ .
● سان : ث [هہ] نشان ـ پتو . اهڃاڻ . اشارو .
- سان گمان : محاوره . نشان پتو . وهم گمان .
● سان ۽ سانپيں : ث [هہ] سيراڻ روهي .
- سان چڑهانا : سيراڻ تي چاڙهڻ . تيز ڪرڻ ( هٿيار ) .
● سانپ : ذ [هہ] نانگ ـ سپ .
- سانپ ڈسنا : نانگ ڏنگڻ ـ نانگ جو چڪ هڻڻ .
- سانپ سا لوٹنا : نانگ وانگر ونجڻ . ڦٿڪڻ .
- سانپ سونگھ جانا : نانگ جو ڏنگي وڃڻ . زهر سبب بيهوش ٿي وڃڻ . بلڪل چپ ٿي وڃڻ .
- سانپ کا پانو دیکھنا : نانگ جو پير ڏسڻ (جا اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي) . نہ ٿيڻ واري ڳالهہ ڪرڻ .
- سانپ کاٹنا : نانگ جو ڏنگڻ ـ نانگ جو ڪائڻ .
- سانپ کا کینچلی جھاڑنا : نانگ جو ڪل لاهڻ .
- سانپ کا لہرانا : نانگ جو ڦڻ ڪڍي (مرلي جي آواز تي) لهريون هڻڻ .
- سانپ کا من : ذ . نانگ جي مڻ .
- سانپ کی چھتری : ث . هڪ قسم جو ٻوٽو .
- سانپ کی سی کینچلی جھاڑنا : نانگ وانگر کل لاهڻ . بيماريءَ کان ڇٽڻ .
- سانپ کیلنا : نانگ کي منڊڻ .
- سانپن ۽ سانپنیں : ث . نانگڻ . بڇڙي ٻلا .
● سانپا ۽ سانپے : ذ [هہ] سوگ ـ ماتم ـ روڄ پٽ . پاراتو ـ بددعا .
- سانپا کرنا ، هونا : روئڻ پٽڻ ـ ماتم ڪرڻ . پاراتو ڏيڻ .
- سانپے جانا : عذرخواهي لاءِ وڃڻ .

● سانت : ذ [هہ] چمڙي ڪٽڻ جو هڪ اوزار .
● سانٹا ۽ سانٹے : ذ [هہ] چمڙ جو چهبڪ .
● سانٹنا : متعدی [هہ] ڳنڍڻ ـ ملائڻ . رکڻ (دوستي) چنبڙائڻ .
- سانٹ : ذ . نہ کلڻ جهڙي ڳنڍ . سازش . پٽدي .
- سانٹ گانٹھ : محاوره . ڳنڍ ڳوپ . ڳانڍاپو سانڍيو . سازش .
- سانٹ ملانا : ڳنڍ ڳنڍڻ . سازش ڪرڻ .
- سانٹے کی سگائی : ث . ڏي وٺ جي سڱابندي ـ بدي جا سڱ .
● سانٹھ ۽ سانٹھیں : ث [هہ] ڏسو "سانٹ" .
● سانجھ : ث [هہ] شام ـ سج لهڻ جي مهل .
- سانجھ سویرے : محاوره . صبح شام .
● سانچ : ذ [هہ] سچ .
● سانچا ۽ سانچے : ذ [هہ] سانچو ـ قالب ـ ڪارب . اڏاوت ـ بيهڪ .
- سانچے میں ڈھلنا : ڪارب ۾ پوڻ . تمام سهڻو ٿيڻ . ڪنهن خاص شڪل ۾ ٺهڻ .
● سانڈا : ذ [هہ] اها نوڙي جا ڏڪائي ڪرڻ وقت چوپائيءَ جي پوين ٽنگن ۾ ٻڌجي ـ ڍنگ .
● سانڈ : ذ [هہ] سانُ (ڍڳو ، پاڏو وغيره) . شهوتي . عياش .
● سانڈا ۽ سانڈے : ذ [هہ] هڪ قسم جو مشهور ساهوارو ـ سانڊو .
● سانڈنی ۽ سانڈنیاں : ث [هہ] اٺڻ ـ ڏاچي .
- سانڈنی سوار : ذ . ڏاچيءَ تي چڙهيل ـ اوٺيي .
● سانڈیا ۽ سانڈئے : ذ [هہ] گونرو ـ اٺ جو ٻچو .
● سانس : ذ . ث [هہ] ساهہ ـ دم .
- سانس اڑنا : ساهہ اٽڪڻ ـ ساهہ گهٽجڻ .

- سانسُ آ کھڑنا: ساهه روڪجڻ (سڪرات ۾). ساهه ٽٽڻ.
- سانسُ اوپرَ کو چڑھنا: ساهه مٿي چڙهڻ. سڪرات ۾ دم چڙهڻ.
- سانسُ پھولنا: ساهه پرجڻ. دم پرجڻ. آپَساهي ٿيڻ.
- سانسُ ٹوٹنا: ساهه ٽٽڻ. دم ٽٽڻ.
- سانسُ چرانا، روکنا: ساهه بند ڪرڻ. دم گهٽڻ.
- سانسُ چڑھنا: ساهه چڙهڻ. دم پرجڻ. سهڪڻ.
- سانسُ رُکنا: ساهه روڪجڻ. ساهه بند ٿيڻ. دم گهٽجڻ.
- سانسُ کھینچنا: ساهه ڇڪڻ. وڏو ساهه کڻڻ. دَتُ هڻڻ.
- سانسُ لینا: ساهه کڻڻ.
- سانسُ نہ لینا: ساهه نه کڻڻ. آفت مري وڃڻ.
- ● سانسا: ذ [هه] ڳڻتي - ويچار. سنسو - وهم. ديڇڙو.
- سانسا چڑھنا: ڳڻتي چڙهڻ. ڊپ چڙهڻ. وهم چڙهڻ.
- ● سانسی: ذ [هه] سنسو ڪندڙ - وهمي. (ث) سانسن.
- ● سانک: ذ [هه] ڀالو - نيزو.
- ● سانگ، سوانگ: ذ [هه] مسخري - چرچو. بهروپ. ناچ - سانگ. ناٽڪ - تماشو.
- سانگ بنانا: سانگ وجهڻ. مذاق ڪرڻ. تماشو ڪرڻ.
- سانگ بھرنا: بهروپ ڪرڻ. ويس بدلائڻ. ناٽڪ ڪرڻ.
- سانگ دکھانا: سانگ ڏيکارڻ. تماشو ڏيکارڻ.
- سانگ رچانا، کرنا: سانگ ڪرڻ. سانگ وجهڻ - تماشو ڪرڻ. مسخري ڪرڻ.
- سانگی ج سانگیے: ذ. سانگ ڪندڙ. سانگ وجهندڙ.
- ● سانٹنا: متعدی [هه] ملڻ - گوهڻ (اٽو). مهٽڻ. تهمت هڻڻ. ڦاسائڻ. رنگڻ. داغ هڻڻ.
- ● سانوا، سانواں: ذ [هه] اناج جو هڪ قسم.
- ● سانوٹا: صفت [هه] خبردار - چوڪس. سامهون - اڳيان.
- سانوٹا ہوجانا: خبردار ٿي وڃڻ. مقابلي لاءِ تيار ٿيڻ. سنڀالي وڃڻ.
- ● سانورا ج سانورے: صفت [هه] ڏسو "سانولا". سانورو.
- ● سانولا ج سانولے: صفت [هه] سانورو (رنگ). ڪرشن مهراج جو لقب.
- سانولا سلونا: صفت. سانوري رنگ جو. وڻندڙ.
- سانولی صورت: محاوره. سانوري رنگ جو. ڪاري صورت وارو.
- ● سانی: ث [هه] ڪتر. ڏارو.
- ● ساوڑی: ث [هه] آن لپ.
- ● ساون: ذ [هه] ساوڻ (سنڌ). هندن جي سال جو چوٿون مهينو.
- ساون بھادوں: ذ. آتشبازي جو هڪ قسم.
- ● ساون بھادوں کا ملنا: ساوڻ جي مهيني پوري ٿيڻ تي بدي ۾ مينهن پوڻ.
- ساون کی جھڑی: ث. ساوڻ جو وسڪارو. ساوڻ ۾ لاڳيتو مينهن وسڻ جي حالت. گهڻو مينهن.
- ساونی: ث. خريف فصل جي موسم. ساوڻ جي چوڏهين تاريخ. هڪ قسم جو گل (جو

سانوڻ جي مهيني ۾ ٿيندو آهي ) .

● ساهُ : ذ [ه] سيٺ. شاهوڪار. وڏو واپاري.

● ساها : ذ [ه] (هندن ۾) شاديءَ جا ڏينهن. فصل لهڻ جي موسم. مُند.

— ساها چمڪنا : تمام گهڻيون شاديون ٿيڻ .

● ساهُ جانا : اصطلاح[ه] ڏکيءَ يا سپنهن جو ڏکجڻ.

● ساهيلُ، ساهي : ذ [ه] هڪ قسم جو جانور- سيڙهه . (جنهن کي سڄي بدن تي ڪنڊا ٿين ) .

● ساهوڪارُ : ذ [ه] واپاري - سيٺ . وياج تي قرض ڏيندڙ .

— ساهوڪارا : ذ. واپارين جي بازار. شاهوڪاري.

— ساهوڪاري : ث. واپار. سوداگري.

● ساهوڪتّا ۽ ساهوڪتّے : ذ [ه] اهو ڪتو جنهن جي پٺيءَ تي وار نہ هجن.

● سائي : ث [ه] سودي لاءِ اڳواٽ ڏنل ڪجھ رقم . سُوٽي - پيشگي .

● سائين : ذ [ه] خدا - ڌڻي. مڙس - خاوند. فقير - درويش. (صفت) ڀالو ڀولو. خداترس.

— سائين بابا، سائين داتا : ذ. درويش- فقير.

— سائين ڪٽُ : محاوره. چنل ٺُٺل . ڪنو ڪوجهو ڀُڙاٽو سڙاٽو.

● سائين سائين : ث [ه] تيز هوا جو آواز- سُون سُونُ .

— سائين سائين ڪرنا : سُوسات ڪرڻ ( هوا جو) ويراني هئڻ .

● سايه ۽ سائے : ذ [ع] پاڇو - سايو. ڇانءُ - ڇايا. اولڙو - عڪس جِنّ وغيره جو اثر.

— سائے تلے آنا: آجهي ۾ اچڻ . پناهه وٺڻ .

— سائے سے بچنا : پاڇي کان ڀڄڻ . ويجهو نہ اچڻ .

— سائے سے بھاگنا : پاڇي کان ڀڄڻ - ڇرڪڻ .

— سائے سے رَم کرنا : پنهنجي پاڇي کان ڀڄڻ . ڪنهن تي ڀروسو نہ ڪرڻ .

— سائے میں آنا : پاڇي ۾ اچڻ. اجهي ۾ اچڻ . پناهه هيٺ اچڻ.

— سايه اترنا : پاڇو لهڻ. جنّ يا پريءَ جو اثر لهڻ .

— سايه اٹھنا : سنڀاليندڙ يا پرورش ڪندڙ فوت ٿيڻ .

— سايه پڑنا: پاڇو پوڻ - اولڙو پوڻ. اثر پوڻ.

— سايه ڈھلنا: پاڇو لڙڻ. وچينءَ جو وقت ٿيڻ.

— سايه رهنا : ڇانو رهڻ. وڏي جو هٿ هئڻ.

— سايه سے ڈرنا : پاڇي کان ڊڄڻ. ڇرڪڻ.

● سَبُ : صفت [ه] سڀ - ڪُل . پُورو- مڪمل. عام.

— سَب کو ايک لاٹھی ھانکنا : سڀني کي هڪڙيءَ لٺ سان هڪلڻ. سڀني سان هڪجهڙو برتاءُ ڪرڻ. هڪڙو نمونو هلڻ.

● سَبْزُ : صفت[ف] سائو. ڪچو (ميوو). تازو (گاهه وغيره) .

— سَبْزُ باغُ : محاوره. فريب- دوکو.

— سَبْزُ باغُ دکھانا : برغلائڻ - ڏنا ڏيڻ .

— سَبْزُ پھوڑا : ڪبوتر جو هڪ قسم.

— سَبْزُ قدم : محاوره. نڀاڳو- منحوس.

— سَبْزُ گھوڑا : محاوره . پنگ .

— سَبْز مُکھی : ث. سائي رنگ جو ڪبوتر.

● سَبْزَهُ : ذ [ف] ساوڪ. نباتات. گاهه. ڀنگ. پاڇي. اچي رنگ جو گهوڙو جو ڪاراڻ مائل هجي .

— سَبْزَهُ آنا : ساوڪ پيدا ٿين . ساوڪ اچڻ (ڏاڙهي مُڇن جي). جواني اچڻ.

- سَبُزَهُ آگُنا : ساوڪ اُڀرڻ. گاهه ڦٽڻ.
- سَبُزَهُ لَهلَهانا : ساوڪ (گاهه، ٻوٽ وغيره) جو هوا تي لُڏڻ.
● سَبُزي :ث [هه] ساوڪ. نباتات. ڀاڄي. ڀنگ.
- سَبُزي پِينا : ڀنگ پيئڻ .
- سَبُزي فَروشُ : ذ. ڀاڄي وڪڻندڙ .
- سَبُزي مَنڈي : ث. ڀاڄي مارڪيٽ.
● سُبَڪنا : لازم [هه] سُڏڪڻ - ڏُسڪڻ.
- سُبُڪي ج سُبُڪيان: ث.سُڏڪو - ڏُسڪو.
- سُبُڪيان ڀهرنا، لينا: سُڏڪا ڀرڻ
● سُبهاؤ: ذ [هه] سُڀاءُ - فطرت. طبيعت. عادت.
● سَبِيل ج سَبِيلين: ث [ع] وات- رستو. [ف] تدبير. صورت . واٽهڙن جي پاڻي پيڻ لاءِ رستي تي رکيل پاڻي.
- سَبِيل پِلانا : واٽهڙن کي پاڻي پيارڻ. ثواب جو ڪم ڪرڻ.
● سپٿا : ذ [هه] نشان - آچار . ڍنگ. تفاوت.
- سپٿا لڙانا : دعوىٰ جمائڻ . ڪم ڪرڻ جو طريقو اختيار ڪرڻ.
- سپٿا لگانا، مارنا : نشان چٽڻ. اک لڙائڻ واقفيت ڪرڻ .
● سَپاٽ: صفت [هه] سِڌو. سنئون. هموار- سَندريل (ميدان).
● سَپاٹا : ذ [هه] ڊوڙ. سَير. ٽپ .
- سَپاٹا بهرنا : ڊوڙ پائڻ . پکيءَ جو تکو اڏامي وڃڻ.
● سُپاري ج سُپاريان : ث [هه] سوپاري. مرداني مخصوص عضوي جو اڳيون حصو.
● سِپَر : ذ [ف] ڍال .
- سِپَر ڈال دينا : هٿيار ڇڏڻ - هار مڃڻ . آسان گهرڻ.

● سَپَڑ سَپَڑ: ث [هه] اڍنگي نموني ۾ کائڻ يا چٽڻ جو آواز- لَڪ لَڪ.
- سَپَڑ سَپَڑ کر کے کهانا: چاٻا ڏيئي کائڻ. لَڪ لَڪ ڪرڻ .
● سُپلی ج سُپلیاں: ث [هه] ننڍو ڇڄ .
● سَپنا ج سَپنے: ذ[هه] سُپنو- خواب- سُهڻو.
● سَپوت: ذ [هه] سَپوٽ- صالح پُٽ.
- سَپوتی: صفت. صالح اولاد واري عورت . سَتَ پُٽيتي (دعا طور ڪم ايندڙ لفظ).
● سَپولیا ج سَپولیے : ذ [هه] نانگ جو ٻچو- ننڍڙو نانگ .
● سَپیرا ج سَپیرے: ذ. [هه] جوگي.
● سَت: ذ [هه] سَتُ - زور- طاقت . جوهر. رس. عرق. سچ.
● سَت: عدد [هه] هڪ عدد- سَت (٧) هي لفظ مرکب لفظن جي منڍ ۾ ڪم اچي "سَت بيجهڑا، سَت کونا وغيره".
- سَتّا : ذ. ستو . ستن انگن وارو پتو . ٻَڪي آ ٹ (چوپڙ راند جو هڪ داءُ) .
- سَت بيجهڑا: صفت. ستن قسمن جو (اناج). گڏ وچڙ . ٻِسرو (نسل) .
- سَت پوتی: ث سَت پُٽيتي (عورت). گهڻي اولاد واري.
- سَت خَصمی: محاوره. ستن مڙسن جي زال (گار طور ڪم ايندڙ لفظ) .
- سَت کونَ : ذ. ست ڪنڊو.
- سَت لڑا ج سَت لڑے : ذ. صفت. ست لڙهو (هار)- ست سريو .
- سَت لَڑی : ث. سَت سَري (مالها وغيره).
- سَت نجا : ذ. ستن قسمن جي اناج وارو . هڪ قسم جو طعام (جو ستن قسمن جي اناجن کي گڏي

رڌيندا آهن). (صفت) گاڏڙ ساڏڙ. بيسرو (نسل).
▬ ستوانسا يا ستوانسے : ذ. ستين مهيني چاول (بار) - ستڙيو. هڪ رسم جنهن ۾ پرڻيل عورت پهريون ويم پنهنجن مائٽن جي گهر ڪندي آهي. بار کي نانائن کان مليل وڳو.
● ستار : ذ [هہ] هڪ قسم جو ساز- ستار.
▬ ستار باز : صفت. ستار وڄائڻ وارو.
▬ ستاري : ث. ننڍي ستار.
▬ ستاريا يا ستارئے: صفت. ستار وڄائيندڙ.
● ستار : ذ [هہ] ڊکڻ- واڍو.
● ستاره يا ستارے : ذ [ف] تارو- نجم. ڀاڳ- بخت. گهوڙي جي پيشانيءَ وارو اڇو چٽو.
▬ ستاره ابهرنا : تارو نڪرڻ. تارو ظاهر ٿيڻ.
▬ ستاره اچها هونا : ڀاڳ سٺو هئڻ- طالع نيڪ هئڻ .
▬ ستاره بهاري هونا: ڀاڳ سٺو نہ هئڻ . گرهہ ڳرو هئڻ.
▬ ستاره پيشاني : ذ. اهو گهوڙو جنهن جي پيشانيءَ تي اڇو ٽڪو هجي.
▬ ستاره ٹوٹنا: تارو ڪرڻ- تارو ڪرڻ . نصيب ڦيرڻ.
▬ ستاره جهلملانا : تارو ٽمڪڻ- تاري جو لهڻ يا گم ٿيڻ وقت ٽمڪڻ.
▬ ستاره چمکنا: ستارو چمڪڻ. نصيب کلڻ.
▬ ستاره چهپنا : تارو لڪڻ- تارو گم ٿيڻ.
▬ ستاره ڈوبنا : تارو لهڻ. نصيب ڦيرڻ .
● ستاري ، ستالي يا ستاريان ، ستاليان: ث [هہ] موچين جو هڪ اوزار- آر.
● ستاسي : عدد [هہ] هڪ عدد- ستاسي (۸۷).
● ستانا : متعدي [هہ] ستائڻ - ڪڪ ڪرڻ. بيزار ڪرڻ. آزارڻ - ڏکوئڻ .

● ستانوے : عدد[هہ] هڪ عدد-ستانوي(۹۷).
● ستاور : ث [هہ] دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي ٻوٽي.
● ستاون : عدد[هہ] هڪ عدد- ستونجاهہ(۵۷).
● ستائيس : عدد[هہ] هڪ عدد-ستاويهہ(۲۷).
● ستتر : عدد: [هہ] هڪ عدد - ستهتر(۷۷).
● ستر : عدد [هہ] هڪ عدد - ستر (۷۰).
▬ سترا بہترا : محاوره. ستر ٻاهتر ورهن جي عمر جو. تمام پوڙهو. خفقاني. مت ڪيل .
(ث) ستري بہتري .
▬ ستري بہتري باتيں : محاوره. بد حواسيءَ جون ڳالهيون . مت ڪيل ڳالهيون .
● ستره : عدد [هہ] هڪ عدد- سترهن (۱۷).
▬ سترهواں : صفت . سترهون .
● ستلي : ث [هہ] سڻيءَ مان ٺهيل ڏور. سوٽيلي .
● ستم : ذ [ف] ظلم- انڌير. آزار - مصيبت.
▬ ستم اٹهانا : ظلم سهڻ .
▬ ستم توڑنا : ظلم ڪرڻ . فتنو ڪڙو ڪرڻ.
▬ ستم جهيلنا : ظلم سهڻ . ڏک سهڻ .
▬ ستم ڈهانا : ظلم ڪرڻ .
● ستمبر : ذ [اردو] عيسوي سال جو هڪ مهينو - سيپٽمبر- September .
● ستنا : لازم[هہ] اڀرو ٿيڻ. روڙجڻ (مُنهن). ليٽڻ.
● ستو : ذ [ف] ڀڳل جو .
▬ ستو باندهہ کے پيچهے پڑنا : انو پٺي ڪاهي پوڻ . هٿ ڌوئي پٺيان پوڻ. لاڳيتو ڪوشش ڪرڻ.
▬ ستو گهولنا : اجايون ڳالهيون ڪرڻ .
● ستواں : صفت[هہ] سهڻو- سنهون. نازڪ- نفيس .

- ستوان ناکُ: ث. سهڻو ۽ نازڪ نڪُ.
ستهرا ۽ ستهرے: ذ. صفت [هہ] صفا - آجرو. سٿو. (ث) ستهري.
- ستهراپن: ذ. صفائي. سٿائي.
- ستهرا شاهي: ذ. فقيرن جو هڪ گروهہ.
- ستهرائي: ث. صفائي - سٿائي. سليقو.
- ستهرائي پهيرنا: ٻُهاري ڏيڻ. صفائي ڪرڻ. برباد ڪرڻ.
● ستهراؤ: ذ [هہ] فرش وڇائڻ جي حالت. لاشن جو ڍير. ڍڳل جاين جو ڍڳ.
- ستهراؤ پڙنا: لاشن جو ڍير لڳڻ.
● ستياناسي: ذ[هہ] هڪ قسم جو وڻ (جنهن ۾ ڪنڊا گهڻا ٿين ۽ ان جو ڦل خارش جي دوا ۾ ڪم اچي).
● سِٽّا ۽ سِٽّے: ذ [هہ] سنگ. جوئر جو سنگ. هارين جي اصطلاح ۾ پوک جي ونڊي.
● سٽابٽا: ذ [هہ] سازباز - سازش. فريب. دغا.
- سٽا بٽا لڙانا: ساز باز ڪرڻ. سازش ڪرڻ. سيٽ سيٽڻ.
● سٽائي: ث [هہ] سٽائي.
● سٽپٽانا: لازم [هہ] مُنجهڻ. گهبرائجڻ - بد حواس ٿيڻ. حيران ٿيڻ.
- سٽپٽائے پهرنا: رلندو وتڻ. ڀٽڪندو وتڻ.
● سٽر پٽر: ث [هہ] چونڪو ڪم. خسيس ڪم. ڀٽڪڻ جي حالت.
- سٽر پٽر ڪرنا: اجايو رلڻ. ننڍو ٿلهو ڪم ڪرڻ.
● سٽڪ: ث [هہ] سنهون لڪڻ - چهو - چمڪ. سنهي عورت.
● سٽڪانا: متعدی [هہ] گهُر ڪرڻ. مار ڪيڻ. ڦهڪائڻ (لڪڻ). ڪاٺيءَ وغيره کي

کهَڙيءَ ڏاند پڇو ڪرڻ. نا اميد ڪرڻ.
● سٽکنا: لازم [هہ] ڦهڪڻ (لڪڻ). کسڪڻ - اوچتو روانو ٿيڻ. غائب ٿيڻ.
● سٽل: ث [هہ] زٽ - ٻٽاڪ. بڪ.
- سٽلا ۽ سٽلے: ذ. صفت. زٽ هڻندڙ - ٻٽاڪي. (ث) سٽلي.
● سٽ: ث [هہ] تعلق - سازش.
- سٽ لڙانا: تجويز ڪرڻ. اک لڙائڻ. واقفيت ڪرڻ.
● سٽاسٽ، سٽ سٽ: ث [هہ] سٽ سٽ - (لڪڻ وغيره) ڦهڪائڻ جو آواز. (تابع فعل) لاڳيتو (ڦهڪو).
● سٽاڪ: ث [هہ] سٽڪو. سٽ سٽ جو آواز.
● سٽنا: لازم [هہ] سِلڻ. چُهٽڻ. چنبڙڻ. ڳنڍڻ (ياراني).
- سٽانا: متعدی. چنبڙائڻ. هڻڻ. ليپڻ. ڳنڍڻ.
- سٽا هوا: صفت. لڳل - چنبڙيل. مِليل - جُٽ.
- سٽاؤ: ذ. ٻڌي - اتحاد.
● سٽهيانا، سٽهياجانا: لازم [هہ] سٺ ورهن عمر ڪان چڙهڻ. عقل گهٽجڻ. سَٽ کِسڻ.
● سٽهاني ۽ سٽهانيان: ث [هہ] سيٺياڻي.
● سٽهني: ث [هہ] آهي ڳاريون جي شاديءَ جي موقعي تي گهوٽيتا ۽ ڪنواريتا چرچي طور هڪٻئي کي ڏيندا آهن.
● سٽهورا، سٽهورا: ذ [هہ] آها خوراڪ جا وڏايل زال کي ڪارائيندا آهن - سوانٽجڙو.
● سٽهي: ث[هہ]چانورن جو هڪ قسم (جنهن جو فصل سٺ ڏينهن ۾ تيار ٿئي) - سٺيڙيا ڪنگڻي.
● سَجّا ۽ سَجّے: صفت [هہ] سڄو - پورو.

ساڄو - سڄو (هٿ، پاسو).

● سُجانا: متعدی [ھ] سُڄائڻ . ڦُوڪڻ .

● سَجِیل: صفت [ھ] سينگاريل - عمدو . نيڪ . واجبي .

▬ سَجِیل بَنانا: سينگارڻ - ٺاهڻ جوڙڻ. سهڻو بنائڻ .

● سَجَن: ذ [ھ] گهر وارو - خاوند . پيارو - دلبر . دوست .

▬ سَجنی ۽ سَجنیاں : ث. پياري .

● سَجنا: لازم [ھ] ٺهڻ - بنجڻ . سينگارجڻ . زيب ڏيڻ . ڏڪجڻ (بدن تي).

▬ سَج: ث . سينگار. زيب . رونق . تياري .

▬ سَجا سَجایا: صفت . سينگاريل . ٺهيل جڙيل. بنيل ٺهيل .

▬ سَجانا: متعدی. سينگارڻ . ٺاهڻ جوڙڻ . بنائڻ. ترتيب وار رکڻ .

▬ سَجاوَٹ: ث. سينگار. ٺاهه ٺُوهه - زيب زينت .

▬ سَج دَھج: ث. ٺاهه ٺُوهه . زيب زينت. هار سينگار .

▬ سَجیلا ۽ سَجیلے: ذ . صفت. ٺهيل جڙيل. ڪپڙي لٽي ٺهيل . سهڻو . سُٺو .

● سُجھانا: متعدی [ھ] اهڃاڻ ڏيڻ . ياد ڏيارڻ . سيکارڻ .

▬ سُجھائی دینا: ڏيکائي ڏيڻ . ڏسجڻ ۾ اچڻ. سُجهي اچڻ . سمجهه ۾ اچڻ .

● سِجّی: ث [ھ] لاٽيءَ مان ٺهيل کار - سجي.

● سَچ: ذ [ھ] سَچ - سَچائي. (صفت) حق .

▬ سَچّا ۽ سَچّے: ذ . صفت. سَچو. درست . وفادار . خالص .

▬ سَچّاپَن: ذ . سچائي. ديانتداري .

▬ سَچ پُوچھنا: سچ پڇڻ. سچي ڪرائڻ.

▬ سَچ مُچ: تابع فعل. سَچ پَچ .

▬ سَچّی: ث. سَچ - سَچِي. (صفت) صحيح - صاف (ڳالهه).

● سَچَرنا: لازم [ھ] ميلڻ. معلوم ٿيڻ - سجهڻ.

● سَحَر: ث [ع] آسُر - فجر.

▬ سَحَری: ث. (رمضان جي مهيني ۾) آسُر مهل جو کاڌو.

● سَخت: صفت [ف] ڏاڍو - مضبوط. مشڪل - ڏکيو .

▬ سَخت دِن آنا: ڏکيا ڏينهن اچڻ. نحوست جا ڏينهن اچڻ.

▬ سَخت سُست کَہنا: چڱو مٺو چوڻ . گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

▬ سَخت گھَڑی: ث. ڏکيو وقت . مصيبت جو وقت . آئي ويل .

▬ سَختی: ث. سختي . مشڪلات. ڏکيائي . مضبوطي . ظلم - تيزي . مصيبت .

▬ سَختی اُٹھانا، جھیلنا: سختي سهڻ. ڏک سهڻ. مصيبت ڪٽڻ.

▬ سَختی سے پیش آنا: سختيءَ سان پيش اچڻ. رکائيءَ سان پيش اچڻ.

▬ سَختی کَرنا: سختي ڪرڻ. ظلم ڪرڻ .

● سَدا: تابع فعل [ھ] سدائين - هميشه .

▬ سَدا پھَل: ذ . هميشه ڦل ڏيندڙ وڻ .

▬ سَدا سُہاگَن: ث. سدا سُهاڳڻ (دعا طور ڪم ايندڙ لفظ). هڪ قسم جي جهرڪي. هڪ قسم جو گل .

● سُدھ: ث [ھ] ياد گيري . سُرت . ڄاڻ. خبر.

▬ سُدھ بُدھ: ث. سُڌ ٻُڌ . خبرچار . يادگيري.

▬ سُدھ بُدھ رَکھنا: سُڌ ٻُڌ رکڻ. خبرچار

رکڻ. هوش حواس هئڻ.

▬ سُدھ بُدھ لینا: سُڌ سماءَ وٺڻ. خبرچار وٺڻ.

● سِدھارنا: لازم [ھ] سِڌارڻ. چالاڻو ڪرڻ۔ گذاري وڃڻ.

● سُدھارنا: متعدی [ھ] سُڌارڻ. سنوارڻ. سڌو ڪرڻ۔ سزا ڏيڻ.

● سُدھرنا: لازم [ھ] سُڌرڻ. سڌو ٿيڻ. سنئين پير تي اچڻ. درست ٿيڻ.

● سَدھنا: لازم [ھ] سِکڻ. هِرڻ (جانور).

▬ سَدھا سِدھایا: صفت. سِکيل. هِريل مِريل. اشارن تي هلندڙ.

▬ سَدھانا: متعدی. سِکارڻ. هيرائڻ سڌارڻ.

● سُڈول: صفت [ھ] سهڻي بيهڪ وارو. خوشنما.

● سَر: ذ [ھ] هڪ قسم جو بوٽو. ڪانو.

▬ سَر کرنا: کَٽڻ۔ فتح ڪرڻ. ڇوڙڻ (تير، گولي وغيره).

● سَر: ذ [ھ] سِر۔ کوپري. سِسي. مٿو. چوٽي. مٿيون حصو.

▬ سَر آنکھوں پر: محاوره. مٿي ۽ اکين تي. اکين تي۔ خوشيءَ سان قبول.

▬ سَر آنکھوں پر بِٹھانا: اکين تي ويهارڻ. گھڻو قرب ۽ مان ڏيڻ.

▬ سَر اُتارنا: سِر لاهڻ۔ سِسي لاهڻ.

▬ سَر اُٹھا کر (کے) چلنا: منهن مٿي ڪري هلڻ. وڏائيءَ سان هلڻ. غرور سان هلڻ.

▬ سَر اُٹھا کر دیکھنا: ڪنڌ کڻي ڏسڻ. ڌيان سان ڏسڻ.

▬ سَر اُٹھانا: سِر کڻڻ۔ ڪنڌ کڻڻ. ظاهر ٿيڻ. مُنهن ڪڍڻ. آڪڙجڻ.

▬ سَر اُٹھانے نہ دینا: ڪنڌ کڻڻ نه ڏيڻ. واندڪائي نه ڏيڻ.

▬ سَر اُڑانا: سِر اُڏائڻ. ڪنڌ لاهڻ۔ سِسي لاهڻ. قتل ڪرڻ.

▬ سَر اونچا کرنا: ڪنڌ مٿي ڪرڻ - ڳاٽ اوچو ڪرڻ. سُرخرو ٿيڻ.

▬ سَر بھاری ہونا: مٿو ڳرو هئڻ (ننڊ، نزلي يا زڪام سبب).

▬ سَر بیچ کر مول لینا: جان جوکي ۾ وجهي ڪا شيءِ حاصل ڪرڻ.

▬ سَر بیچنا: سِر ڏيڻ. جان جوکي ۾ وجهڻ.

▬ سَر پانوں نہ ہونا: اڌو مٿو نه هئڻ. اڳ پُٺ نه هئڻ. بي بنياد هئڻ.

▬ سَر پانوں پر دھرنا، رکھنا: سِر پيرن تي رکڻ. التجا ڪرڻ.

▬ سَر پٹک کر (کے) مرنا: مٿو هڻي مرڻ. تمام گهڻي ڪوشش ڪنديٿڪجي پوڻ.

▬ سَر پٹکنا، پٹخنا، مارنا: مٿو هڻڻ۔ مٿو مارڻ. سِر ڦوڙڻ. گهڻي ڪوشش ڪرڻ. افسوس ڪرڻ. بيزار ٿيڻ.

▬ سَر پر: تابع فعل. مٿي تي۔ سر تي. مٿان.

▬ سَر پر آ بننا: مٿي تي اچي پوڻ. سِر تي پوڻ.

▬ سَر پر آ پڑنا: سِر تي اچي پوڻ۔ مٿان اچي پوڻ.

▬ سَر پر آنا: مٿي تي اچڻ۔ سِر تي اچڻ. مٿان اچڻ.

▬ سَر پر اُٹھانا: مٿي تي کڻڻ. هُل ڪرڻ. عزت ڏيڻ.

▬ سَر پر اجل کھیلنا: اجل سِر تي ڪُڏڻ. موت ويجهو هئڻ.

▬ سَر پر بِٹھانا: مٿي تي ويهارڻ. مٿي تي چاڙهڻ. قرب ڏيڻ. مانُ ڏيڻ.

■ سَر پَر بَنْنا: مٿي تي اچڻ (مصيبت).

■ سَر پَر بھُوت سَوار ہونا: مغز ۾ جِنُّ هئڻ. ڀُوت سُوار هئڻ. مٿو ڦريل هئڻ. بدحواس هئڻ.

■ سَر پَر بَیٹھنا: مٿي تي ويهڻ. سِر تي ويهڻ.

■ سَر پَر پانْو رَکھ کَر بھاگنا: تمام تکڙو ڀڄي وڃڻ. کڙين تي زور ڏيڻ. بدحواس ٿي ڀڄي وڃڻ.

■ سَر پَر پَڑْنا، ٹُوٹْنا: سِر تي پوڻ. مٿي تي اچڻ. مصيبت پوڻ.

■ سَر پَر پَہاڑ گِرنا: جبل سِر تي ڪرڻ. مصيبت ڪڙڪڻ. مٿان آفت ٽٽڻ.

■ سَر پَر چَڑھانا: سِر تي چاڙهڻ - گهڻي عزت ڏيڻ. گستاخ ڪرڻ.

■ سَر پَر سایہ ہونا: مٿي اجهو هئڻ. سَر پَرست جو هٿ هئڻ.

■ سَر پَر سَوار ہونا: سِرَ تي چڙهڻ. ڪڪ ڪرڻ.

■ سَر پَر کَفَن باندھنا: ڪفن سِرَ سان ٻڌڻ. مرڻ لاءِ تيار ٿيڻ.

■ سَر پَر لیے پھِرنا: مٿي تي کڻي گهمڻ- سان کڻي هلڻ.

■ سَر پَر لینا: مٿي تي کڻڻ. پاڻ تي رکڻ (ذميداري).

■ سَر پَر سے وارنا: سِرتان گهورڻ. صدقو ڪرڻ.

■ سَر پَر ہاتھ پھیرنا: مٿي تي هٿ گهمائڻ- پيار ڪرڻ. دلاسو ڏيڻ. ڪم ڪيڻ. مٿو ڪُوڙڻ.

■ سَر پَر ہاتھ دَھرنا، رَکھنا: مٿي تي هٿ رکڻ. سر پرستي ڪرڻ. همدردي ڪرڻ. قسم کڻڻ.

■ سَر پَکَڑ کَر بَیٹھنا: مٿو جهلي ويهڻ. مٿي تي هٿ ڏيئي ويهڻ (ڏک، ڳڻتيءَ ۾)

■ سَر پھَٹنا: سِر ڦاٽڻ. سُور کان مٿو ڦاٽڻ.

■ سَر پھٹَول: محاوره. جهيڙو. جهڳڙو.

■ سَر پھِرنا: سِر ڦِرڻ - مٿو ڦرڻ. چريو ٿيڻ.

■ سَر پھُوٹنا: سِر ڦاٽڻ- مٿو ڦاٽڻ. مٿي ۾ تمام گهڻو سور هئڻ.

■ سَر پھوڑنا: مٿو ڦاڙڻ. مٿو هڻڻ. اجائي ڪوشش ڪرڻ.

■ سَر پیٹنا: مٿو پيٽڻ - ڏک يا ڪاوڙ ۾ مٿي تي ڌڪ هڻڻ.

■ سَر پیر نہ ہونا: اگ پُٺ نه هئڻ. ڳالهه جو مُنڍ ۽ پڇاڙي نه هئڻ. منجهيل معاملو هئڻ.

■ سَر توڑنا: مٿو ڀڃڻ. مٿو ڦاڙڻ.

■ سَر ٹکرانا: مٿو ٽڪرائڻ. مٿو هڻڻ. مٿاماري ڪرڻ. ڏاڍي ڪوشش ڪرڻ.

■ سَر جوڑ کے (کر) بَیٹھنا: صلاح مصلحت ڪرڻ لاءِ گڏجي ويهڻ.

■ سَر جوڑنا: گڏ ٿيڻ (صلاح مصلحت لاءِ). هم صلاح ٿيڻ. جمع ٿيڻ.

■ سَر جھکانا: سِرُ جهڪائڻ - مٿو نيوڙائڻ. اطاعت ڪرڻ. پشيمان ٿيڻ. قبول ڪرڻ.

■ سَر چَڑھا: صفت. مٿي تي چڙهيل. ڪريل. مٿي ڦريل.

■ سَر چَڑھ کے (کر) بولنا: ڪليو ڪلايو اعلان ڪرڻ. ظاهر ظهور ٿيڻ.

■ سَر چَڑھنا: مٿي تي چڙهڻ- سِرَ تي چڙهڻ. سامهون ٿيڻ. گستاخ ٿيڻ.

■ سَر چکرانا: مٿو ڦرڻ- سِرَ کي چڪر اچڻ.

- سَرُ دِکھانا : مٿو ڏيکارڻ. زالن جي اصطلاح ۾ مٿي مان جُونئُون ڪڍائڻ.
- سَرُ دُکھنا: مٿو ڏکڻ. مٿي ۾ سور ٿيڻ.
- سَرُ دُھننا: مٿو ڌوڻڻ. مٿو لوڏڻ (انڪار يا اقرار لاءِ).
- سَرُ دھونا: مٿو ڌوئڻ. وهنجڻ (عورت جو).
- سَرُ دينا: سِرُ ڏيڻ. مٿو ڏيڻ.
- سَرُ ڈُوبُ: تابع فعل. ايترو اونهو پاڻي جنهن ۾ ماڻهو مٿي سوڌو ٻُڏي وڃي- ڪَنان تار.
- سَرُ ڈھانکنا: مٿوڍڪڻ. مٿي ڇانوَ ڪرڻ.
- سَرُ رنگنا، لالُ کَرُنا: مٿو رڱڻ. مٿو لال ڪرڻ. مٿو ڦاڙهو ڪرڻ (رت ۾).
- سَرُ سَہلانا: مٿي تي هٿ ڦيرڻ- خوشامد ڪرڻ.
- سَرُ سے بوجھ اُتَرنا: مٿي تان بار لهڻ. سِر تان ذميداريءَ جو بار لاهڻ. قرض لهڻ.
- سَرُ سے پانی گُذر جانا: چوٽ چڙهي وڃڻ. ڳالهه جو حد کان لنگهي وڃڻ.
- سَرُ سے سایہ اُٹھنا: مٿي تان (وڏي جو) هٿ لهڻ. وڏي يا بزرگ جو مري وڃڻ.
- سَرُ سے کَفَنُ باندھنا: ڪفن سِر سان ٻڌڻ. مرڻ لاءِ تيار رهڻ.
- سَرُ سینگ ہونا: مٿي تي سڱ هئڻ. ڪا خاص نشاني هئڻ.
- سَرُ سے سَیلا ہونا: مهيري مٿي سان هئڻ.
- سَرُ سے وارنا: مٿي تان گهورڻ. صدقو ڪرڻ.
- سَرُ کا بوجھ ٹالنا: سر تان بار لاهڻ. ڪوبه ڪم مٿيءَ دل سان ڪرڻ.
- سَرُ کا چھپّر اُتارنا: ٿورو لاهڻ. ڳِلا جو ڳانگهو لاهڻ.
- سَرُ کٹا: صفت. سِر وڍيل سيسيءَ لٿو.
- سَرُ کٹانا: سِر وڍائڻ- جان ڏيڻ- سر ڏيڻ.
- سَرُ کُچلنا: سِسي چلهڻ. سخت سزا ڏيڻ.
- سَرُ کورے (اُلٹے) اُسترے سے مونڈنا: سُڪي پاڪيءَ سان مٿو ڪوڙڻ. دلبا ڏيئي ڦُرڻ.
- سَرُ کھانا: مٿو کائڻ. بڪبڪ ڪرڻ.
- سَرُ کھاؤ: صفت سِر کائُو. مٿي کاپائُو- بڪبڪيو.
- سَرُ کَھپُ: صفت. هر هڪ ڪم تي گهڻو ويچار ۽ محنت ڪندڙ- اورچ.
- سَرُ کھپانا: سر کپائڻ- مٿو کپائڻ. مٿو هڻڻ- گهڻي ڪوشش ڪرڻ.
- سَرُ کے بَلُ چَلنا: تمام گهڻي ادب ۽ تعظيم سان هلڻ.
- سَرُ گاڑی پیر پَہیا کَرنا: تمام سخت ڪم ڪرڻ.
- سَرُ گَنجا کَرنا: مٿو گنجو ڪرڻ. ڏڏي مارَ ڏيڻ.
- سَرُ گُوندھنا: وار ڳُنڍڻ- مٿو ويڙهڻ.
- سَرُ گھٹنوں میں دینا: مٿو گوڏن ۾ ڏيڻ. ڪنڌ هيٺ ڪرڻ. لڄي ٿيڻ. ڳڻتيءَ ۾ پوڻ.
- سَرُ گھومنا: مٿو ڦيرڻ. مٿي ۾ ڦيري ٿيڻ.
- سَرُ لینا: مٿي تي کڻڻ- سِرَ تي کڻڻ. ذمو کڻڻ.
- سَرُ مارنا: مٿو هڻڻ- مٿو مارڻ. سمجهائڻ.
- سَرُ مٹکانا: نخري سان ڪنڌ لوڏڻ.
- سَرُ مڑھنا: سِرَ تي مڙهڻ- ذمي ڪرڻ. مڙهڻ (الزام).
- سَرُ مَغزَنُ: ث [اردو] مٿي جو سُور. تڪليف. مٿي جو کاپارو. پُڌ تَر.
- سَرُ مُنڈا، مُونڈا: ذ. صفت. مٿوڪوڙيل- گنجو.
- سَرُ مُنڈانا: مٿو ڪوڙائڻ- گنجو ٿيڻ. فقير ٿيڻ. پاڻ ڦُرائڻ.

ـ سَرْ مَیلا هونا : مٿو ميرو هئڻ .
ـ سَرْ میں خاک ڈالنا : مٿي ۾ ڌوڙ وجهڻ . ماتم ڪرڻ.
ـ سَرْ میں دَرْدْ هونا : مٿي ۾ سور هئڻ .
ـ سَرْ میں دهمک هونا : مٿي ۾(سور سبب) ڌڪ لڳڻ.
ـ سَرْ میں هَوا بهَرْنا : مغز ۾ هوا ڀرجڻ . وڏائي ڏيڻ .
ـ سَر نِکالنا : مٿو ڪڍڻ . ڪنڌ ڪڍڻ- ترقي ڪرڻ . ظاهر ڏيڻ .
ـ سَرْ نہ اُٹھانا : ڪنڌ نہ ڪڍڻ . مقابلي ۾ نہ اچڻ.
ـ سَرْ نِیهوڑانا ، نیچا کَرنا : سر نوڙائڻ - ڪنڌ هيٺ ڪرڻ. شرم يا ڏک کان ڪنڌ هيٺ ڪرڻ.
ـ سَرْ هِلانا : ڪنڌ لوڏڻ - اشاري سان جواب ڏيڻ. ڪنڌ ڌوڻڻ .
ـ سَرْ هونا : مڙهجڻ ( الزام ). پٺيان پوڻ - پورو ڏيڻ (ڪم). ضد ڪرڻ .
ـ سِری ۓ سِریاں : ث. سيسي- مُنڍي.
ـ سِری پاۓ : ذ. مُنڍي ۽ پاوا (چوپائي جا).
● سُرْ ۓ سُرْ : ذ [هہ] سُر. راڳ جي طرز. آواز.
ـ سُرْ جمانا : سُر ملائڻ .
ـ سرْ مِلانا : سُر ملائڻ. سُر جمائڻ.
ـ سُرْ وِدْیا : ث . علم موسيقي.
ـ سُرِیلا ۓ سُرِیلے : ذ. صفت. سُرِيلو. سُر وارو. وڻندڙ آواز وارو.
ـ سُرِیلاپَنْ : ذ. سُريلائي .
ـ سُرِیلی آوازْ : ث. سريلو آواز . راڳ ۽ ساز سان مناسبت رکندڙ آواز .
● سِرا ۓ سِرے : ذ [هہ] مُنڍ . شروعات . ڇيڙو .
ـ سِرے سے : تابع فعل. سِري کان - منڍ کان- شروع کان .
ـ سِرے کا ، والا : صفت. منڍ وارو- سِري وارو.
● سَراپْنا : متعدی [هہ] پِٽڻ - پاراتو ڏيڻ .
● سِرانا : متعدی [هہ] پوڙڻ - لوڙهڻ . ٺڏو ڪرڻ (تابوت ، تعويذ وغيره) .
● سَراؤ : ذ [هہ] پاسي جو گوشت .
● سَراوَنْ : ذ [هہ] ڪوڙيڙو يا ڪيڙيل زمين سڌي ڪرڻ جو اوزار- تَر - سِينُور.
● سَراهنا : متعدی [هہ] ساراهڻ- واکاڻڻ.
● سَرْبهَنْگ ، سَرْبهَنْگی : ذ [هہ] هندو فقيرن جو هڪ گروهہ (جي ڇوت ڇات جو خيال ڪونہ ڪن) .
● سَرْپَتْ : ث [هہ] هڪ قسم جو گاهہ (جنهن جي ڪانن مان قلم ٺاهيندا آهن)- ڪانُهن .
● سَرْپَٹْ : ث [هہ] سَر ميدان ڊوڙ (گهوڙي جي)- گهوڙي جي هلڻ جو هڪ نمونو- سِراڙو.
ـ سَرْپَٹْ دوڑانا : گهوڙي کي سَر ميدان ڊڪائڻ.
● سُرْتی ، سُورْتی : ذ [هہ] هڪ قسم جو تماڪ .
● سَرْدَل : ث [هہ] دروازي جي چوڪٺ جي مٿين ڪاٺي- سَردرو .
● سِرَس ، سِرَسا : ذ [هہ] وڻ جو هڪ قسم- سرنهن (وڻ).
● سَرْسَرانا: لازم [هہ] سُرسُر ڪرڻ . نانگ جو هلڻ. هوا جو لڳڻ. سردي جي ڪري ڏڪڻ. وڻن جي پنن جو آواز ڪرڻ .
ـ سَرْسَراهَٹْ : ث. سُرسُر. جيت يا نانگ جي هلڻ جو آواز.
● سُرْسُرانا : متعدی [ هہ ] ڏڪڻ- ٺڙڪڻ (ٿڌ کان) .
● سُرْسُری : ث [هہ] سُرسُر . اناج جو سُرو

(هڪ قسم جو ڳاڙهو جيت). هڪ قسم جو جيت جنهن جي چڪ پائڻ سان بدن ۾ خارش ٿئي . بدن جي سُرسُر . سيسرات.

● سَرْسُوں : ث [هہ] هڪ قسم جي پوک - سَرَنهن .

▬ سَرْسُوں جمانا: سَرَنهن پوکڻ. ڪنهن ڪم ڪي نهايت جلدائيءَ سان ڪرڻ.

● سَرَکْنا: لازم [هہ] سِرڪڻ - سِرڻ - رڙهڻ- هٽڻ - کسڪڻ .

▬ سَرْکانا: متعدی . سِرڪائڻ - سِرڻ - ريڙهڻ- کسڪائڻ .

● سَرْکَنْڈا ڃ سَرْکَنْڈے : ذ [هہ] ڪانو (سَرَ جي ٻوٽي جو). نڙ.

● سِرْکی ڃ سِرْکیاں : ث [هہ] ڪانو (سَرَ جو) . تيلي .

▬ سِرْکی والا : ذ . ڪانن مان چڪون ٺاهيندڙ .

● سُرْمَہ : ذ [ف] سُرمو .

▬ سُرْمہ ڈالْنا، لگانا: سُرمو وجهڻ- سرمو پائڻ.

▬ سُرْمہ ڈھلَکْنا : اکين مان سرمو وهڻ .

▬ سُرْمہ کَرنا: پيهي سرمي جهڙو سنهون ڪرڻ.

▬ سُرمے کی تَحْرِیر: محاوره [اردو] سُرمي جي ليڪ.

● سَرْنامْ : صفت [هہ] مشهور. معزز.

▬ سَرنام کَرنا: مشهور ڪرڻ.

● سُرَنْگْ : ذ [هہ] ڳاڙهي رنگ جو گهوڙو.

▬ سُرَنْگْ اُڑانا: سُرخو گهوڙو ڊوڙائڻ .

▬ سُرَنْگ لالْ گھوڑی: ث. پارن جي هڪ راند .

● سُرَنْگْ ڃ سُرَنْگیں : ث [هہ] سرنگهہ - ڳجهو رستو. زمين جي اندران ٺهيل رستو.

▬ سُرَنْگ لگانا : سرنگهہ هڻڻ . ڳجهو رستو ٺاهڻ .

▬ سُرَنْگی ، سُرَنْگیا : صفت . ڪاٽ هڻندڙ . جاسوس .

● سَرَنْگی ڃ سَرَنْگیاں: ث[هہ] ڏسو"سارنگی".

● سِرْوا ڃ سِرْوے : ذ [هہ] هڪ قسم جو ڪارو ٻج . پسارڪي وکر جو هڪ قسم .

● سَرَوْتا ڃ سَرَوْتے : ذ [هہ] سُوئِنڙو (سوپارين وغيره وڍڻ جو) .

▬ سَرَوْتی ڃ سَرَوتیاں: ث. سُوئِنڙِي .

● سَروهی: ذ [هہ] مارواڙ جي پرسان هڪ شهر جو نالو (جتي تلوارون ٺهنديون هيون). (اصطلاحاً) ترار- سرواهي .

● سَرْهانا : متعدی [هہ] ساراهڻ - واکاڻڻ .

● سِرْهانا ڃ سِرْهانے : ذ [هہ] وِهاڻو.

● سِری پھَلْ : ذ [هہ] ناريل.

● سَرِیشْ : ذ [ف] هڪ قسم جو کونئر جهڙو وکر - سِرس .

● سِڑْ : ث [هہ] سَوداءُ - خفقان. چريائي.

▬ سِڑا ، سِڑانْ : صفت. سودائي. چريو. (ث) سِڑَنْ .

▬ سِڑا باؤلا : صفت . سودائي- خفقاني .

▬ سِڑی : ذ. چريو . خفقاني .

▬ سِڑی هونا : چريو ٿيڻ . سودائي ٿيڻ . پورالو ٿيڻ .

● سڑا سڑْ : ث [هہ] ڦٽڪن وغيره جي لڳڻ جو لاڳيتو آواز- سَٽ سَٽ .

● سڑاکْ : ث [هہ] چهبڪ جو شَپڪو.

● سَڑَپْ : ث [هہ] ڳيت. وڏو ڍُڪ .

▬ سَڑَپّا ڃ سَڑَپّے : ذ. وڏي ڳيتَ .

▬ سَڑَپّا لگانا، مارْنا : وڏا ڍُڪَ ڀرڻ .

● سُڑْ سُڑْ : تابع فعل [هہ] حقي يا چلم چڪڻ جو آواز.

● سَڙسَڙي : ث [ھ] ھڪ قسم جو ننڍو حقو.

● سَڙَڪ ۽ سَڙَڪيں : ث [ھ] سڙڪ - رستو.

▬ سَڙَڪ بَنانا : سڙڪ ٺاھڻ . رستو بنائڻ .

▬ سَڙَڪ چھڙَڪنا : رستي تي ڇڪارڪرڻ.

● سَڙَڪنا: متعدي [ھ] گيھي وڃڻ - ھڙپ ڪرڻ . سُٽڪڻ .

● سڑنا : لازم [ھ] سڙڻ - رڪَئي خراب ٿيڻ. ڪِنو ٿيڻ (ڪاٺو). گَرڻ .

▬ سڑا : صفت سڙيل - ڪِنو ٿيل. بانسي (ڪاٺو).

▬ سڑا گلا : صفت . سڙيل گريل . پُراڻو . بدبودار .

▬ سڑانا : متعدي. گارڻ . خراب ڪرڻ .

▬ سڑانڌ ، سڑاھنڌ : ث . گند جي بدبوء. بدبُوء .

▬ سڑانڌ اٹھنا : بدبو اُٿڻ - ڌپ اُٿڻ .

▬ سڑيل : صفت. سڙيل - بدبودار . پُراڻو .

● سِسانڌ : ث [ھ] ڪِڪاٹ - ڪِڪَ جي ڌپ.

● سُسْت : صفت [ف] ڍرو- سُست. آداس .

▬ سُست کرنا : ڍرو ڪرڻ . سُست ڪرڻ.

▬ سُستي كرنا : سُستي ڪرڻ . ڍِرَ ڪرڻ . دير ڪرڻ .

● سَستا : صفت [ھ] سَستو- گھٽ قيمت وارو. (ث) سَستي .

● سُستانا : لازم [ھ] ساھِي کڻڻ - ساھ پٽڻ . آرام ڪرڻ .

● سُسر، سُسرا، سَسُر : ذ [ھ] سَھُرو.

▬ سُسرال : ذ [ھ] ساھُريچا.

● سِسکنا : لازم [ھ] سُڏڪڻ - سُڏڪا ڀرڻ.

▬ سِسکي ۽ سِسکِياں : ث. سُڏڪو.

▬ سِسکِياں بھرنا : سُڏڪا ڀرڻ . روئڻ .

● سَفَيد : صفت [ف] اڇو (رنگ).

▬ سَفيد پڑ جانا : منھن جو رنگ ھارجي وڃڻ - منھن جو پَنو لھي وڃڻ .

▬ سَفيدہ : ذ . سُفيدو - اڇو ٻورو.

▬ سَفيدي : ث . اڇاڻ . چُنَ جي پوچي .

▬ سَفيدي پھرنا : چُنَ جي پوچي اچڻ .

● سَکارنا : متعدي [ھ] واپارين جي اصطلاح ۾ ساڪارڻ - ھُنڊي ڀرڻ.

▬ سَکار : ذ . ھُنڊي ڀرڻ جي حالت- ساڪارو.

● سَکَت : ث [ھ] سگھ - ٻَل - طاقت .

● سُکڑنا : متعدي [ھ] سُسڻ . گھُنجڻ . ڀِچڻ - سوڙھو ٿيڻ .

▬ سُکڑا : صفت . سُسيل . سوڙھو - تنگ .

▬ سُکڑا کونا : ذ . سوڙھي ڪُنڊ (٩٠ درجن کان گھٽ ماپ واري ).

▬ سُکڑي پڑنا : تنگي پوڻ- تڪليف پيش اچڻ.

● سکنا : لازم [ھ] سگھڻ . ھي لفظ مرڪب لفظن ۾ ڪم اچي "ڪرسکنا، ھو سکنا، وغيره".

● سِکندري : صفت [ف] گھوڙي جو ٿاٻو کائڻ جي حالت .

▬ سِکندري کھانا : گھوڙي جو ٿاٻو کائي ڪرڻ.

● سِکوڑنا : متعدي [ھ] سُسائڻ . پچائڻ . کوڙڻ (بدن).

● سُکھ : ذ [ھ] سُک - سھنج . خوشحالي - آسودائي .

▬ سُکھ پال : ذ. ڏولي - پينگھو.

▬ سُکھ پانا : سُک حاصل ڪرڻ .

▬ سُکھ تلا ۽ سُکھ تلے : ذ. جتيء جي تري ۾ اندرئين پاسي پيل چمڙي جو ترو- سُکتِرو.

▬ سُکھي : صفت. سکيو - آسودو - خوش .

▬ سُکھي رھنا : سکيو رھڻ - آسودو رھڻ .

● سِکھانا، سِکھلانا : متعدي [ھ] سيکارڻ .

ڏسڻ (هُنر) . هيرائڻ .

- سِکھائے میں آنا : ٻئي جي چوڻ ۾ اچڻ. لائي چائي ۾ اچڻ .
- سِکھایا پڑھایا : صفت. سيکاريل. برغلايل.

● سُکھانا: متعدی[ھ] سُڪائڻ . خشڪ ڪرڻ.

● سَکھی ج سَکھیاں : ث [ھ] ساهيڙي - ساهيلي - جيڏي .

● سُکیڑنا : متعدی [ھ] سُسائڻ - پِڪوڙڻ . سوڙهو ڪرڻ . ڪوئِڻ (بدن).

● سَکیلا ج سَکیلے: ذ [ھ] هڪ قسم جي تلوار.

● سِکّہ ج سِکّے : ذ [ع] مُهر - ٺپو - ڇاپَ. شاهي مُهر. سِڪو. حڪم - فرمان .

- سِکّہ بیٹھانا : سڪو جاري ڪرڻ . رعب تاب ويهارڻ . ڌاڪو ڄمائڻ.
- سِکّہ چلانا : سڪو هلائڻ .

● سَگ : ذ [ھ] "ساگ" جو مخفف. ساڳُ (ڀاڄي).

- سَگ بھتّا، کھتّا : محاوره. ڀاڄي ڀتو .

● سَگا ج سَگے : صفت [ھ] سڳو - حقيقي (عزيز).

- سَگا بھائی : ذ . سڳو ڀاءُ .

● سَگائی ج سَگائیاں : ث [ھ] مِڱڻي - سانڱي. مڱڻو. شادي.

- سَگائی کَرنا : سانڱي ڪرڻ . مڱڻو ڪرڻ . شادي ڪرڻ .

● سُگَندھ، سُگَندھہ : ث [ھ] سُڳنڌ - سرهاڻ- خوشبوءِ.

● سُگھڑ : صفت [ھ] سليقي وارو - سُگھڙ . هُنرمند . ڪاريگر.

- سُگھڑاپا : ذ. سُگھڙ پائي. هنرمندي . فضيلت.
- سُگھڑائی : ث . سگھڙپائي - هنرمندي .
- سُگھڑپَن : ذ. سُگھڙ پائي. فضيلت . سليقو. هنرمندي .

● سِل ج سِلیں: ث [ھ] مصالحي وغيره پيهڻ جو پٿر . روهي .

- سِل بٹّا : ذ . مصالحي پيهڻ جو پٿر ۽ پٿر جو مُهرو .

● سِلا ج سِلے : ذ [ھ] سَنگ . سَلو .

- سِلا بینٹھا، چُگنا : سَنگ چونڊڻ . سنگن جو چونڊو ڪرڻ .

● سَلاخ ج سَلاخیں: ث [ھ] لوهي سيخ .

● سَلام: ذ [ع] 'السلام عليڪم' چوڻ. سلامتي. مرثي جو شروعاتي ڪلام. سلام (نماز ۾) .

- سَلام پھیرنا : نماز ۾ سلام ورائڻ .
- سَلام کَرائی : ث . شاديءَ جي هڪ رسم (جنهن ۾ شاديءَ بعد گهوٽ کي خرچي يا تحفو ملي) .
- سَلام کَرنا: سلام ڪرڻ . ادب بجا آڻڻ. رخصت ٿيڻ. استادي، هنرمندي يا چالاڪي مڃڻ. خدا حافظ چوڻ . ترڪ ڪرڻ .
- سَلامی : ث. سلامي . شاديءَ جي هڪ رسم ۾ گهوٽ کي، سَس طرفان مليل تحفو. لاهُه.
- سَلامی اُتارنا: سلامي ڏيڻ (بادشاهه وغيره کي).

● سِلانا : متعدی [ھ] سِبائڻ . ٽڪو ڪرڻ (تابوت، تعويذ وغيره) .

- سِلائی: ث. سبائي- سِلائي. سبڻ جو ڪم. پوڪ (خصوصاً جوئر ۽ مڪائي) کي ڪائيندڙ هڪ قسم جو جيت.

● سُلانا: متعدی [ھ] سُمهارڻ . ننڊ ڪرائڻ. ماري ڇڏڻ .

● سَلائی ج سَلائیاں : ث [ھ] سَرائي. تيلي.

- سَلائی پھیرنا: سَرائي گهمائڻ (اکين ۾).

انڊو ڪرڻ .

● سِلپَٹ: صفت [ھ] گسيل . لِسو . ڊٺل اکرن وارو (سِڪو).

● سُلَجھنا : لازم [ھ] سمجهڻ - ڪُلڻ (منجهيل معاملو) . سُڌرڻ . نبرڻ .

▬ سُلجھانا: متعدی . سمجهائڻ - کولڻ (منجهيل ڳالھ) . سُڌارڻ . ڏاهڻ . نبيرڻ .

▬ سُلجھاوِ سُلجھاؤ : ذ . سمجهائڻ جي حالت . نبيرو . وضاحت .

● سَلسَلانا : لازم [ھ] بدن ۾ سُيون چڻڻ . ميٺي کَھ ٿيڻ . ٻَر ٻَر ڪرڻ (ڪينئان) .

▬ سَلسَلاھَٹ: ث . چُهڪار . خارش . سُرسُر .

● سُلفا ﻳﺎ سُلفے : ذ [ھ] ڳوڻي . ٽوپيءَ ۾ ھڪ دفعي ڀرڻ جيترو تماڪ .

▬ سُلفا اُڑانا: ڳوڻي ساڙڻ . حقو ڇڪڻ .

▬ سُلفا کرنا : ساڙي ڇڏڻ . برباد ڪرڻ .

▬ سُلفے کا کوڑا : محاوره . چلم جو ٻانڊاٺي .

● سُلگنا: لازم [ھ] دُکڻ . ڏ ڳڻ . ٻرڻ .

▬ سُلگانا: متعدی . دُکائڻ . ٻارڻ . جاڳائڻ (باھ) . ڀڙڪائڻ (فساد) .

● سَلنا : لازم [ھ] سَلڻ - سوراخ ڪرڻ - ٽُنگ ڪرڻ .

● سِلنا : لازم [ھ] سِبجڻ .

● سِلوانا: متعدی المتعدی [ھ] سِبارائڻ .

● سَلوتری: ذ [ھ] گهوڙن جو ڊاڪٽر . جانورن جو ڊاڪٽر .

● سِلوٹ ﻳﺎ سِلوٹیں : ث [ھ] گهُنج - سَرُ - شِڪَن .

▬ سِلوٹیں پڑنا : گهُنج پوڻ - سَرَ پوڻ .

● سَلونا : صفت [ھ] سَلُونو - چَهرو . (ث) سَلونی .

● سِلّی ﻳﺎ سِلّیاں : ث [ھ] "سِل" جو تصغير . ٻاڪيءَ وغيرھ تکي ڪرڻ جو پٿر .

● سُم ﻳﺎ سُم : ذ [ف] سُنب (گهوڙي جو).

▬ سُم لینا : گهوڙي جو ڏاڍو کائڻ .

● سَماں : ذ [ھ] سَمو - رُت - موسم . زمانو - دور . تماشو . ڇهڇٽو . نظارو .

▬ سَماں بَندھنا : ڇهڇٽو ٿيڻ - رونق ٿيڻ . نظارو پيدا ٿيڻ .

▬ سَماں چھانا: رونق ڇانئجڻ . ڇهڇٽو ٿيڻ .

● سَمانا: لازم [ھ] سمائجڻ . ڀِھي وڃڻ . رھڻ - وَسڻ . وڻڻ (دل کي) .

● سَمبَل : ذ [ھ] جابلو وڻ جو ھڪ قسم .

● سَمّت : ث [ھ] سَنبت (وڪرمي سال) .

● سَمت : ث [ع] طرف - ڏِس .

● سِمٹنا: لازم [ھ] سميٽجڻ . گڏ ٿيڻ . ميڙجڻ . سُسڻ . مري وڃڻ .

▬ سِمٹانا : متعدی . سميٽڻ . گڏ ڪرڻ . ويڙهڻ .

▬ سِمٹ جانا : سميٽجي وڃڻ . گڏ ٿيڻ . سُسي وڃڻ . ويڙهجي وڃڻ .

● سِمٹی : ث [ھ] ھڪ قسم جو ڪپڙو (جنھن جي اُڻوت ڪپهه جهڙي ٿئي) .

● سَمَجھنا : متعدی[ھ] سمجهڻ . ذهن نشين ٿيڻ . ڄاڻڻ . سوچڻ . سِکڻ .

▬ سَمَجھ : ث . سمجهه - ڄاڻ . خيال .

▬ سَمَجھ آنا : سمجهه اچڻ . ڄاڻ پيدا ٿيڻ . سياڻپ اچڻ . اکيون کلڻ . هوش سنڀالڻ .

▬ سَمجھا بُجھا کَر : تابع فعل . چڱيءَ طرح سمجهائي . سيکاري پڙهائي پڪو ڪري .

▬ سَمجھانا : متعدی . سمجهائڻ . ذهن نشين ڪرڻ . آگاھ ڪرڻ .

▬ سَمَجھ بُوجھ : ث . سمجهه ٻُوجهه . ڄاڻ .

- کَڙي رُتَ: ث. خراب موسم.
- کَڙي سُنانا: ڏکوئيندڙ ڳالهه ٻُڌائڻ. اٺ وٺندڙ ڳالهه چوڻ.
- کَڙي سَهنا: سختي سهڻ- مصيبت برداشت ڪرڻ.
- کَڙي کَمائي: ث. سخت پورهيو. ڏکيو روزگار.
- کَڙي مَنزِل: ث. اوکي منزل. ڏکيو هند. مشکل وات.
- کَڙي نِگاه، نَظَر: ث. خبرداري ۽ سان چوکسي؛ سخت پهرو.
- کَڙے تيور: ذ. ڪاوڙ سان ڏسڻ جي حالت. گهُنڊ وجهي ڏسڻ.
- کَڙے روزے: ذ. ڏکيا روزا - اهي روزا جي ڪاڙهن ۾ وڏن ڏينهن ۾ اچن.
- ● کَڙاکا ۽ کَڙاکے: ذ [هہ] ڪنهن سخت شيء (ڪاٺي وغيره) جي ڀڄڻ جو آواز - ٺڙڪاٽ. بُک - لنگهڻ - تڪليف. (صفت) سخت.
- کَڙاکا بيتنا، گُذرنا: بُکون ڪاٽڻ - لنگهڻ هڻڻ.
- کَڙاکے کا: صفت. سخت - زوردار.
- کَڙاکے کا فاقہ: محاوره. اڻ هوند سبب گهٽي وقت جو فاقو.
- کَڙاکے کی دھوپ: ث. سخت اُس - تڇهن اُس.
- ● کَڙاکَڙ: ذ [هہ] ڪنهن سخت شيء جي ڀڄڻ جو لاڳيتو آواز. ڏندن جي ڪَرَٽ ڪَرَٽ.
- ● کَڙاه، کَڙاها: ذ [هہ] وڏو ڪڙاهہ.
- کَڙاهي ۽ کَڙاهيان: ث. ڪڙاهي. تئي.
- کَڙاهي کرنا: نياز ڪرڻ- خيرات ڪرڻ.
- ● کَڙبَڙا ۽ کَڙبَڙے: صفت [هہ] آهو شخص جنهن جي ڏاڙهي ۽ جا وار، اڌ اڇا ۽ اڌ ڪارا هجن - اڌڙوٽ - کرڙوڍ.
- کَڙبَڙي: ث. اهڙا ڏاڙهي، جنهن ۾ اڌ اڇا ۽ اڌ ڪارا وار هجن.
- ● کَڙبَڙ، کَڙبَڙ: ث [هہ] دهلن دمامن جي وڄڻ جو آواز - گهوڙي جي ڊوڙڻ جو آواز.
- ● کَڙکَٹ: ث [هہ] آري تي ويڙهہ ڪڪڙ.
- ● کَڙکا: ذ [هہ] وڏو آواز- ڪڙڪو. وڄ جو چمڪو.
- ● کَڙکَڙ: ث [هہ] ڪنهن سخت شيء جي ڀڄڻ جو آواز- ڪڙڪاٽ. سخت شيء ڇپاڙڻ جو آواز. ڪرٽ ڪرٽ.
- کَڙکَڙ بولنا: وڏي سڏ ڳالهائڻ- ڪڙڪو ڪرڻ. ڪا سخت شيء چپاڙڻ.
- ● کَڑکُڑ: ث [هہ] ڪُڪڙن کي هڪلڻ جو آواز. ڪُڙ ڪُڙ.
- ● کَڙکَڙانا: متعدی [هہ] گيهه يا تيل جو تهڪڻ وقت آواز ڪرڻ. داغ ڀڃائڻ. شڪايت ڪرڻ. ڏندن ڪرٽڻ جو آواز ڏيڻ.
- ● کِڙکِڙانا: لازم [هہ] ڏند ڪُڙڪڻ- ڏندوچڻ.
- ● کُڙکُڙانا: لازم [هہ] آنن لاهڻ وقت ڪُڪڙ جو ڪَرڪَڻ- ٽَرڪڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ. زباني جهيڙو ڪرڻ.
- ● کَڙکنا: لازم [هہ] ڪڙڪڻ- ڪڙڪو ڪرڻ. گُوڙڻ- گجڻ (ڪکر). وڏي آواز سان سڏ ڪرڻ- رڙ ڪري سڏڻ. دهلن دمامن جو زور سان وڄڻ.
- کَڙکَٹ: ث. چمڪو (وڄ جو). گوڙ (ڪکر جي). وڏو واڪو. خوفائتو آواز.
- کَڙکَ کَر بولنا: ڪڙڪي سان ڳالهائڻ- وڏي واڪي ڳالهائڻ. حشمت سان ڳالهائڻ.
- ● کُڙکنا: لازم [هہ] تيڙڪڻ - ڏرڻ- سيرجڻ- چيرجڻ. ڀڄي پوڻ (موتي).

● ڪَڙُ ڪُناتھہُ: ذ [ھہ] ڪڪڙ جو ھڪ قسم (جو سڄو ڪاري رنگ جو ٿئي). ڪَڙُڪنات .
● ڪَڙُڪُو: ث [ھہ] وڏي واڪي ڳالهائيندڙ (عورت). واتراڏي. بدزبان .
● ڪَڙُوا ۽ ڪَڙُوے: صفت [ھہ] ڪَڙو - ڪوڙو - تَلخ. ڪارو. سخت مزاج. چيڙاڪ. سنگدل.
▬ ڪَڙُوا پانی : محاوره. ڪَڙي ڪَڻي (جا مردي دفن ڪرڻ کان پوءِ فوتيءَ جو ڪوبہ عزيز ڪري).
▬ ڪَڙُواپَن: ذ. ڪڙاڻ - تلخي. ڪاراڻ. تيزي - چِڙ .
▬ ڪَڙُوا تيل : ذ. ڪڙو تيل - ڄانبي جو تيل.
▬ ڪَڙُوا دُھنُواں: ذ. آھو دُونهون جو اکين مان پاڻي ڪڍي.
▬ ڪَڙُوا ڪَرنا : ڪڙو ڪرڻ - تلخ ڪرڻ .
▬ ڪَڙُوا ڪَرِيلا : محاوره. بد مزاج ماڻهو. چيڙاڪ ماڻهو.
▬ ڪَڙُوا ڪَسيلا : صفت. اڻ وڻندڙ. ڪهرو .
▬ ڪَڙُوا گھُونٹ : محاوره. رت جو ڍُڪ. اڻ وڻندڙ ڳالهہ .
▬ ڪَڙُوا گھُونٹ پِينا : رت جو ڍُڪ پِرڻ. آڻ وڻندڙ ڳالهہ سهڻ. صبر سان سهڻ .
▬ ڪَڙُوا لگنا : ڪڙو لڳڻ. ڏکيو لڳڻ - خراب لڳڻ .
▬ ڪَڙُواھٹ: ث. ڪَڙاڻ - تلخي. ڪاراڻ .
▬ ڪَڙُوی : ث . صفت . ڪڙي - ڪوڙي . ڪاري . اڻ وڻندڙ ڳالهہ .
▬ ڪَڙُوی بات : ث. ڪوڙي ڳالهہ. اڻ وڻندڙ ڳالهہ.
▬ ڪَڙُوی روٹی : ث. ڪَڙي ڪَڻي - ڏسو "ڪَڙُوا پانی".
▬ ڪَڙُوے گھونٹ : ذ. رت جا ڍُڪَ. اڻوڻندڙ ڳالهہ .
● ڪَڙُوانا : لازم [ھہ] ڪڙو لڳڻ. تلخ محسوس ٿيڻ . ڏکي لڳڻ (ڳالهہ) . ناراض ٿيڻ . اوجاڳي ڪري اکيون سڙڻ .
● ڪَڙُھنا : لازم [ھہ] پَرت پرجڻ . زريءَ جو پَرت ٿيڻ .
▬ ڪَڙُھا : صفت. پرت پريل .
▬ ڪَڙُھا ڪَڙُھايا : صفت. پرت پريل . سڪيل ۽ سيڪاريل .
▬ ڪَڙُھاوا : ذ . پرت يا زريءَ جو ڪم .
▬ ڪَڙُھوائی : ث . پَرت پَرائي .
● ڪَڙُھنا : لازم [ھہ] وِجھلڻ - اندر ڪڙھڻ. گھٽيءَ ۾ گِرڻ - جھڄڻ . ڏک ڪرڻ . پڇتائڻ .
▬ ڪَڙُھانا : متعدی. اندر ڳارڻ . گھٽيءَ ۾ ڳارڻ . رنج ڪرڻ . ساڙڻ .
▬ ڪَڙُھَن : ث. جهوري - ڳارو. ساڙ .
● ڪَڙُھی : ث [ھہ] ھڪ قسم جو ٻوڙ (جو ڏونئرو ۽ مصالحو رڌي ٺاهيندا آهن) - ڪَڙهي.
● ڪَڙُيَل : ذ [ھہ] جانٺو - مضبوط. طاقتور - سگهارو .
▬ ڪَڙُيَل جَوان: ذ. ڏگهو جوان - قداور مُڙس. پهلوان - سورهيہ مڙس .
● ڪَس : ذ [ھہ] زور - ٻَل - طاقت . اِمتحان - پَرک. سختي - محنت. مظبوطي. ڏِنگ (تلوار جو).
▬ ڪَس بَل : محاوره. طاقت - ٻل - زور .
▬ ڪَس بھَرا : صفت . پِتل جا ٺانءَ ٺاهيندڙ.
▬ ڪَس ديکھنا : سون ڪسوٽيءَ تي پرکڻ .
● ڪِس : اِستفهام [ھہ] ڪنهن .
▬ ڪِس سے : تابع فعل . ڪنهن کان .

- کِس کا : تابع فعل . ڪنهن جو .
- کِس کِس : تابع فعل . ڪنهن ڪنهن .
- کِس کو : تابع فعل. ڪنهن کي.
- کِس لیے، واسطے : تابع فعل. ڪنهن لاءِ. ڪنهن جي واسطي .
- کِس مُنہ سے : محاوره. ڪهڙي مُنهن سان. ڪهڙو نڪ ڪٽي .
- کِس نے : تابع فعل. ڪنهن- ڪهڙي شخص.
- کِسی طَرح : تابع فعل. ڪنهن نموني - ڪهڙيءَ طرح .
- کِسی قابِل نہ رَکھنا : ڪنهن بہ ڪم جو نہ رکڻ. بيڪار ڪرڻ.
- کِسی کام کا نہ ہونا : ڪنهن بہ ڪم جو نہ هئڻ. بيڪار هئڻ.

● کَسّا : ذ [هـ] ٻٻر جي ڇوڏي. هڪ قسم جو ديسي شراب (جو ٻٻر جي ڇوڏيءَ مان ٺاهيندا آهن) .

● کِساری : ث [هـ] دال جو هڪ قسم .

● کِسان ع کِسان : ذ [هـ] هاري- ڪڙمي.

● کَسْب : ذ [ع] پيشو- پورهيو . بدپيشو- بدڪاريءَ جي ڪمائي.
- کَسْب کَرنا، کَمانا : بدڪاري ڪرڻ. حرام جو پورهيو ڪرڻ .
- کَسْبی: ث. رنڊي- ڪَسٻڻ .

● کَسْتُوری : ث [هـ] ڪَستُوري - مُشڪ . هڪ قسم جو پکي.

● کَسَر : ث [ع] ڀاڃ. ڀڃڻ جي حالت . زير جي نشاني . ڪمي - گهٽتائي . نقص - عيب. نقصان. جزو ( انگ جو ) .
- کَسَر اُٹھا رَکھنا: ڪسر ڪاڙهڻ . نقصان سهڻ . ڪسر ڇڏڻ .
- کَسَر اُٹھانا : نقصان ڪٽڻ - گهاٽو سهڻ .
- کَسَرِ اعشاریہ : ث. ڏهائي جي نشاني (ع) .
- کَسَر باقی نہ رَکھنا، چھوڑنا : ڪابہ ڪسر نہ ڇڏڻ- ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪرڻ .
- کَسَر بھَرنا : نقصان ڀرڻ- ڪمي پوري ڪرڻ.
- کَسَر رَہ جانا : ڪسر رهجي وڃڻ . نقص رهجي وڃڻ .
- کَسَر کھانا : ڪَس ڪاڙهڻ - نقصان ڪٽڻ .
- کَسَر نِکالنا : ڪسر ڪڍڻ . ڪمي پوري ڪرڻ- نقصان پورو ڪرڻ . بدلو وٺڻ.

● کَسَکنا : لازم [هـ] درد ٿيڻ - سُور ٿيڻ . ڏُڪڻ . سُورَ جي سُوٽ آيرڻ. بدن ۾ ڀاڃ ٿيڻ.
- کَسَک : ث. بدن جو سُور- پيڙا . بدن جي ڀاڃَ . سُورَ جي سُوٽَ . تڪليف . ايذاءُ .
- کَسَک اُٹھنا : سُور جي سوٽَ آيرڻ . پيڙا ٿيڻ (بدن ۾). ايذاءُ اچڻ .
- کَسَک مِٹانا، نِکالنا : سُور لاهڻ. نفساني خواهش پوري ڪرڻ .

● کُسُم، کُسُمبھَ : ذ [هـ] گُل جو هڪ قسم (جنهن مان ڳاڙهو رنگ ٺاهيندا آهن) .

● کَسْمَسانا : لازم [هـ] لُڏَڻ. بدن ڪوڙڻ. ڦٿڪڻ . جند ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ . بيزار ٿيڻ . بدن سيڙڇڻ (ايذاءُ سبب) .
- کَسْمَسا جانا : گهبرائجي وڃڻ. بيتاب ٿيڻ.
- کَسْمَساہَٹ : ث. بيقراري - گهبراهٽ - بي آرامي .

● کَسْنا : متعدی [هـ] ڪَشڻ - ڇڪڻ - ٺاڻ- ڇڪي ٻڌڻ . ڪَسوٽيءَ تي هڻڻ.
- کَسا : صفت . ڪَشيل - ڇڪيل. تنگ - سوڙهو. ڪسو- تور ۾ گهٽ .
- کَسا جانا : ڪَشجڻ- ڇڪجڻ .

- کَسا کَسایا : صفت . چِڪيل ٺهيل - ٺهيل ٺُڪيل . هٿيارن پنوهارن سان. سنبريل . سنجيل (گهوڙو).
- کَسانا : متعدی چڪائڻ- ڪشائڻ. ڪسوٽي تي پرکائڻ. آزمائڻ. (تترن ڪي) ڦوڪائڻ.
- کَساوَٹ : ث. چِڪَ- تاڻَ. تنگي- سوڙَ هه- گهٽَ. ڪمر ڪشڻ واري حالت. آزمائش.
- کَسا هوا : صفت. ڪشيل - چڪي ٻڌل . تنگ - سوڙهو - چست (لباس).
- کَساؤ : ذ. چِڪَ - چڪڻ واري حالت .
- ● کِسَنتی : ث [هہ] ڪاشتڪاري - ڪڙمت- هار يپو.
- ● کَسوانا : متعدی [هہ] پِنائڻ - پاراتو ڏيارڻ.
- کَسوانا پِٹوانا : رُناڙڻ پِٽائڻ واويلاڪرائڻ.
- ● کَسوَٹی : ث[هہ] هڪ قسم جو پٿر (جنهن تي سون پرکڻ لاءِ گسهندا آهن). ڪسوَٹي.
- کَسوَٹی پَر کَسنا لگانا : ڪسوٽيءَ تي هڻڻ. پرکڻ. آزمائڻ.
- ● کَسون : صفت[ارنو]ٿيڏيءَ اک وارو گهوڙو.
- ● کَسونجهی : ث [هہ] وڻ جو هڪ قِسم .
- ● کَسی ۽ کَسیاں : ث [هہ] هڪ قسم جو اوزار- کَهيڙو.
- ● کَسیا جانا : لازم [هہ] ڪسجي وڃڻ (ڏاتو). ڪسارجي وڃڻ.

کَسیرا ۽ کَسیرے: ذ [هہ] ڪنجهي جا ٿانوَ ٺاهيندڙ يا وڪڻندڙ.

کَسیرو : ذ [هہ] گاهہ جو هڪ قِسم .

- ● کَسیلا ۽ کَسیلے: صفت[هہ]ڪَسيَل-ڪسارو.
- ● کَسیلا ۽ کَسیلے: صفت [هہ] جانٺو .مضبوط .
- کَسیلا پَن : ذ. بدن جانٺو هئڻ جي حالت. مضبوطي .

- ● کُشتَم کُشتا: ذ [اردو] گَنڍگَنڍان جهيڙي ۾ گَنڍجي وڃڻ جي حالت. جانپوتجي وڃڻ جي حالت.
- ● کُشتہ : ذ. صفت [ف] ڪُٺل- مقتول. شهيد . (ذ) لاش . ڪُشتو .
- کُشتوں کے پُشتے لگ جانا : لاشن جا ڍير لڳي وڃڻ .
- کُشتوں کا کهیت : محاورہ. اهو هنڌ جتي لاشا پيل هجن.
- کُشتوں کے کهیت پڑنا : لاشن جو ڍيرلڳڻ.
- ● کَشتی ۽ کَشتیاں : ث [ف] ٻيڙي. ڪاٺيءَ خونچو (جنهن ۾ ساني وغيرهہ رکندا آهن).
- کَشتی کهینا : ٻيڙي هلائڻ .
- ● کُشتی : ث [ف] هڪ خاص طريقي سان ٻن پهلوانن جي زور آزمائي.
- کُشتی لڑنا : ڪشتي وڙهڻ .زورآزمائي ڪرڻ.
- ● کُفر : ذ [ع] بي ديني - ڪُفرُ. خدا کي نہ مڃڻ واري حالت . ناشڪري. ضِد - هٺ . بي ايماني .
- کُفر بَکنا : ڪفر بڪڻ - بي دينيءَ جون ڳالهيون ڪرڻ. گاريون بڪڻ .
- کُفر توڑنا : ڪفر کان هٽائي دين تي آڻڻ. ضد ڇڏڻ.
- ● کَفَن ۽ کَفَن : ذ [ع] لاش کي ويڙهيل اڇو ڪپڙو - ڪَفَنُ.
- کَفَن پهاڑ کر اُٹهنا: مردي جو زنده ٿيڻ .
- کَفَن پهاڑ کَر بولنا: اوچتو وڏي واڪي ڳالهائڻ - رڙ ڪري ڳالهائڻ .
- کَفن سَر سے باندهنا: ڪفن سِر سان ٻڌڻ - موت جي منهن ۾ وڃڻ . جان جوکي ۾ وجهڻ .
- کَفَن مَیلا نَہ هونا: ڪفن ميرو نہ ٿيڻ . مُئي گهڻو عرصو نہ گذرڻ.

● ککُ: ث [ھ] کُوکَ - کیکَ. کُتي جي پونڪ.
— ککُ ککُ: ث. ککُڪڙ جو آواز.
● ککرالی : ث [ھ] بيماريءَ جو ھڪ قسم (ڪڇَ يا بغل ۾ ڦُرڙي ٿئي)- ڪڇوراڙي.
● ککڙّ: ذ [ھ] تماڪ جو ھڪ قسم. ھڪ قسم جو وڏو حُقو.
— ککڙّ باز: ذ. صفت. حُقي جو پاندائي.
— ککڙّ خانہ: ذ. جاءِ يا اوطاق (جتي عام ماڻھو حقي چڪڻ لاءِ ايندا ھجن).
● ککڑی ۽ ککڑیاں: ث [ھ] ھڪ قسم جي وَل ۽ اُن جو ڦَلُ- وَنگو.
— ککڑی کا چور: محاوره. گيدري جو چور. ننڍو چور- رواجي چور.
— ککڑی کا چور باندھا جانا: گيدري جو چور پڪڙو وڃڻ. معمولي ڏوھ جي وڏي سزا ملڻ.
— ککڑی کا کھیرا کرنا: ھڪ جي ٻي ڪرڻ. بيقدري ڪرڻ.
● ککڑی :ث[ھ]ڪچي سُٽَ جي ڦوري. مڪائيءَ جو سنگ. آڪ جو اَنبُ.
— ککڑی ھوجانا: ويڙھجي وڃڻ (سيءَ ۾). سُسي وڃڻ.
● ککیانا: لازم [ھ]ڪيڪاٽ ڪرڻ. پولڙي جو دانھون ڪرڻ.
● ککھیّا ۽ ککھیّے: ذ [ھ] وڏو ڪوڏ.
● کل: ث [ھ] گذريل ڏينھن - ڪلھه - ڪالھه. ايندڙ ڏينھن- سڀاڻي. قيامت جو ڏينھن.
— کل پر چھوڑنا: ڪو ڪم ٻئي ڏينھن تي رکڻ- سڀاڻي تي ڇڏڻ.
— کل کل کرنا: اَڄ سڀان ڪرڻ. بھانا ڪرڻ - ٽارڻ.

— کل کو: تابع فعل. سڀاڻي.
● کل : ث [ھ] آرام- قرار- سُک. فرحت.
— کل آنا: آرام اچڻ - قرار اچڻ. دلجاءِ ٿيڻ.
— کل بےکل ھونا: بيقرار ٿيڻ- سُک ڦِٽڻ.
— کل پانا : آرام حاصل ڪرڻ. سُک وٺڻ. دلجاءِ ڪرڻ.
— کل پڑنا : آرام اچڻ. قرار اچڻ. دلجاءِ ٿيڻ. گهٽي لھڻ.
— کل سے بےکل ھونا: بي آرام ٿيڻ- بيقرار ٿيڻ.
● کل:ث [ھ] ڪنھن شيءِ جو ڀاڱو -پُرزو. ڪَلَ - مِشن. اوزار. عضوو. بندوق جو گھوڙو. ڪُنڊا مار جي تاڪيِ. ڦندو. چار. ڪُنجي.
— کل بگڑنا: ڪَلَ خراب ٿيڻ. پُرزو (مِشن جو) خراب ٿيڻ.
— کل بیٹھنا: پاسي تي ويھڻ "ديکھیں اونٹ کس کل بیٹھتا ھے".
— کل پھیرنا : کل کي ڦيرو ڏيڻ.
— کلدار ۽ کلدار: ذ. ڪَلَ يا مشن جي ذريعي ٺھيل سڪو- رُپيو.
— کل کل:ث.سنڌ سنڌ - عَضووعُضوو.
— کل گھمانا، مروڑنا :ڪَلَ ڦيرائڻ- ڪَلَ گھمائڻ. ڦيرو ڏيڻ.
● کل :ذ [ھ] چئن جُگن مان آخرين جُڳ (ھندن جي عقيدي موجب ان جي ختم ٿيڻ تي قيامت ٿيندي).
— کل جُگ :ذ. آخرين زمانو - ڪلجُگ.
● کل : صفت [ھ] "کالا" جو مُخفف. ڪارو - سياھ.
— کل پوٹیا: ذ.ڪارَ ڳچو ڪبوتر (جنھن جي ڳچي ڪاري ٿئي).
— کل جبھا: ذ. صفت. ڪارَ جيڀو- ڪاري

زبان وارو ماڻهو (جنهن جي پيٽ ۾ جلد اثر ڪري).
(ث) ڪَلَ جيڀهٿي.
- ڪَلَجهوان : صفت. ڪارسيرو. سانورو.
- ڪَلَ چِڙا : ذ. پکيءَ جو هڪ قسم. هڪ قسم جو لغڙ. (ث) ڪَلَ چِڙي .
- ڪَلَ چونچا : ذ. آهو ڪبوتر جنهن جي چهنب ڪاري هجي .
- ڪَلَ دمئا : ذ. آهو پکي جنهن جو پُڇ ڪارو هجي.
- ڪَلَ سِرا : ذ. ڪاري مٿي وارو- ماڻهو. آهو پکي جنهن جي چوٽيي ڪاري هجي.
- ڪَلَ مُونهان، ڪَلَ مُوا، ڪَلَ مُنها، ڪَلَ مُوها : صفت. ڪارمنهون . بد بخت- نڀاڳو. (ث) ڪَلَ منهي، ڪَلَ مُونهي، ڪَلَ موهي .
- ڪَلّو : ذ. ڪارو- ڪاري رنگ جو ماڻهو.
- ڪَلُوا : ذ. "ڪَلّو" جو تصغير. ڪارو ڪتو.
- ڪَلوٽا : ذ. صفت. ڪارو. ڪوجهو.
● ڪَلا ۽ ڪَلّي : ذ [هہ] مکري- ڪلي. گونچ . واڇ . چاڙ ي .
- ڪَلا پائيچه : ذ. منڍي ۽ پاوا.
- ڪَلا پهلانا : سنئون ڦوڪڻ. ڪاوڙ ۾ منهن گهنجائڻ . مغرور ٿيڻ.
- ڪَلا توڙ : صفت . منهن ٽوڙ.
- ڪَلا ٺهلا : محاوره. زبان درازي. داڙ پٽاڪ.
- ڪَلا دبانا : گلو دٻائڻ.
- ڪَلّي پائي : ذ. منڍيري پايا.
- ڪَلّي چيرنا : واڇون چيرڻ.
- ڪَلّي دراز : صفت. زبان دراز- بدزبان. جهيڙاڪ.

- ڪَلّي درازي: ث. ڏاڍي ڳالهائڻ جي حالت- زبان درازي.
● ڪَلال: ذ [هہ] شراب ٺاهيندڙ- ڪلال .
● ڪَلام: ذ [ع] جملو- گفتو. شعر- نظم. قول.
- ڪَلام اٺهانا: قرآن شريف کڻڻ- ڪلام الله کڻڻ.
- ڪَلام الٽنا : ڳالهہ ڦيرائڻ .
- ڪَلام ڪرنا : ڳالهہ ڪرڻ. گفتگو ڪرڻ. بحث ڪرڻ.
● ڪَلانا: لازم [هہ] جلڻ- ڪامڻ. ڪڙهڻ. سڙڻ- پوسرڻ. سور ڪرڻ (عضوو).
● ڪِلانا: متعدی [هہ] چنبڙڻ (آنڻ).
● ڪَلائی ۽ ڪَلائيان: ث [هہ] ڪرائي- هٿ ۽ ٺونٺ جي وچ وارو حصو.
- ڪَلائی اتارنا: ڪرائي ڪيڻ. ٻانهن پچڻ.
- ڪَلائی سروڙنا: ڪرائي مروڙڻ. ٻانهن سروڙڻ.
● ڪِلبِل: ث [هہ] ڪينئن جي سُرڻ جي حالت.
● ڪُلبُلانا: لازم [هہ] سُرڻ (ڪينئان) . لڇڻ (ايذاءُ کان)- بي آرام ٿيڻ. گُڙگُڙ ٿيڻ (پيٽ ۾). ننڊ ۾ آٿلڻ پٿلڻ. ڪا نئين ڳالهہ خيال ۾ اچڻ.
- ڪُلبُلاهٽ: ث. پُرڪو (ڪينئن جو). بيقراري.
● ڪَلَپ: ذ [هہ] وارڪارا ڪرڻ جو خضاب. ڪلف (ڪپڙن جو).
- ڪَلَپ دار: ذ. صفت. ڪلف ڏنل (ڪپڙو).
- ڪَلپ لگانا: ڪپڙن کي ڪلف ڏيڻ .
● ڪَلپانا: متعدی [هہ] رنجائڻ- ايذاءُ رسائڻ- ڏکوئڻ . ستائڻ - آزارڻ. لڇائڻ. بيقرار ڪرڻ.
- ڪَلپايا ڪرنا : آزاريندو رهڻ- ستائيندو رهڻ.
● ڪَلپنا: لازم [هہ] رنج ٿيڻ . ستائجڻ - آزارجڻ . بيقرار ٿيڻ . پڇجڻ .
● ڪُلٿهی : ث [هہ] اناج جو هڪ قسم.
● ڪَلٽنا : لازم [هہ] آٿلڻ. پلٽو کائڻ. پاسو

بدلائڻ . وعدي کان ڦرڻ.

● ڪُلچَہ : ذ [ف] خميري مان ٺهيل هڪ قسم جي ڍُلهي ماني .

● ڪَلرُ : صفت [هہ] ڪلر. (ث) ڪلرائي زمين . (ذ) لُوڻ .

– ڪَلرُ لڳڻا : ڪلر لڳڻ- ڪلر وٺڻ .

● ڪِلَرَڪُ : ذ[انگ. Clerk]منشي-ڪلارڪ.

● ڪلرَنُ : ث [هہ] ڇرون لائيندڙ عورت .

● ڪلڙهہ : صفت [هہ] بيوقوف - جاهل . هڪ قسم جو ٺڪر جو ڍانچو .

● ڪَلَسُ : ذ [هہ] گنبذ يا آنگاس جي چوٽيءَ وارو ڪَلَسُ . ٽامي، پتل وغيره مان ٺهيل گهاگهر .

– ڪَلسا: ذ. ڪَلَسُ. ٽامي، پتل وغيره مان ٺهيل گهاگهر .

ڪِلڪارُنا : لازم [هہ] رڙڻ. چيخڻ .

– ڪِلڪاري ۽ ڪِلڪارِيان : ث. رڙ- چيخ . ٻوليءَ جو چرڙاٽ .

– ڪِلڪاري ڪرُنا، مارُنا : چيخڻ- دانهون ڪرڻ. ڪيڪون ڪرڻ- ٻولڙي جو چيرڙاٽ ڪرڻ.

● ڪَلڪانُ ڪرُ دينا : محاوره [هہ] بيزار ڪري ڇڏڻ .

● ڪَلَڪٽرُ : ذ [انگ. Collector ] ضلعي جو عملدار- ڪليڪٽر.

● ڪِلُ ڪِلُ : ث [هہ] بڪبڪ. ڪِلڪل- ڪچهي- تڪرار. زالن جو ٻَڙيڪو. گوڙ شور.

– ڪِلُ ڪِلُ پِٽُ پِٽُ : محاوره. ڪِلڪِل- ڪيٽ ڦيٽ . ڪُرڪُر- ڪچهي .

– ڪِلُ ڪِلُ ڪانٽا : ذ. ٻاراٽيءَ راند جو هڪ قسم .

– ڪِلُ ڪِلُ ڪرُنا : بڪبڪ ڪرڻ. ڪُرڪُر ڪرڻ . ڪِلڪِل ڪرڻ- هر ڳالهہ تي تڪرار ڪرڻ . ڳالهہ ڳالهہ تي ڪچهي ڪرڻ.

● ڪَلڪَلانا : متعدي [هہ] پِٽڻ- پاراتو ڏيڻ- بد دُعا ڏيڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

● ڪَلمُا : ذ [اردو] اهو قيمو جو ٻڪريءَ جي آنڊن ۾ وجهي پچائيندا آهن.

● ڪَلِمَہ : ذ [ع] جُملو. قول. ايمان جو اقرار.

● ڪَلنُ : ث [هہ] سُورَ جي سُوٽَ- ايذاءُ .

● ڪَلنا : متعدي [هہ] سُور جون سُوٽُون آيرڻ - ايذاءُ ڏيڻ .

● ڪَلنجُ: ث [هہ] گهوڙي جي هلڻيءَ جو هڪ عيب (جنهن ۾ گهوڙي جون پويون ٽنگون پاڻ ۾ لڳنديون آهن) .

● ڪَلَنڪُ : ذ [هہ] ڪارنهن - ڪَلَنڪ- ڪارنهن جو ٽڪو. عيب . خواري .

– ڪَلَنڪُ ڪا ٽيڪا : محاوره . ڪلنڪ جو ٽڪو- ڪارنهن جو داغ. عيب. بدنامي- خواري.

– ڪَلَنڪي : صفت. بدنام- خوار. عيبدار.

● ڪَلنِي ۽ ڪَلنِيان : ث[هہ] هڪ قسم جو جيت (جو چوپائي جي بت تي ڏيندو آهي).

● ڪَلوارُ : ذ [هہ] ڪلال - شراب ٺاهيندڙ . (ث) ڪَلوارَنُ .

● ڪِلوانا: متعدي [هہ] ڪِيلَ هڻائڻ . قلبو ڪرائڻ . منتبدائڻ (نانگ).

● ڪَلورُ ۽ ڪَلوريں:ث [هہ] وَهڙي .

● ڪِلولُ ۽ ڪِلولِيں : ث [هہ] راند روند- ٽپنگ ٽپا. سير - گهمڻ . خوشي - مزو .

– ڪِلولِيں ڪرُنا : جانورن جو خوشيءَ ۾ ٽپنگ ٽپا ڏيڻ . موج ڪرڻ . مزا ماڻڻ .

ڪَلونجي : ث [هہ] هڪ قسم جو ٻج ( جو

آچار ۾ وجهندا آهن) .

کَلونْس : ث [هہ] ڪلنڪ ـ ڪاراڻ ـ ڪارَت . بدنامي. خواري. ٽِڪو ـ داغ .

ـ کَلونْس لگانا : ڪلنڪ لڳائڻ ـ ٽِڪو لائڻ.

● کُلْهاڑا ۽ کُلهاڑے : ذ [هہ] ڪُهاڙو .

ـ کُلْهاڑی ۽ کُلْهاڑیاں : ث. ڪُهاڙي.

● کُلْهڑ ۽ کُلْهڑ : ذ [هہ] ٺِڪر جو ٺِپو. آتشبازيءَ جو هڪ قسم. (صفت) ٺُلهو ـ بي ڍولو .

ـ کُلْهڑا ۽ کُلْهڑے : ذ. ٺِڪر جو ٺِپو .

● کُلهیا : ث [هہ] ڪِنِگرُ . آتشبازيءَ جو هڪ قسم.

ـ کُلهیا میں گُڑ پهوڑنا : ڪو ڪم ڳُجهه ڳوهه ۾ ڪرڻ ـ لِڪ ڇپ ۾ ڪرڻ .

● کَلی ۽ کَلیاں : ث [هہ] اَڻ ٽِڙيل گُل ـ مکڙي ـ ڪلي. گونچ .

ـ کَلی کهِلنا : مکڙي ٽِڙڻ.

ـ کَلی مُرجهانا : مکڙي ڪومائجڻ.

ـ کَلیاں آنا : مکڙيون نڪرڻ. گُل ٽِڙڻ.

● کِلی ۽ کِلیاں : ث[هہ] دانهن ـ چيخ . ڪِلِي. چِچِڙ .

ـ کِلی مارنا : ڪيڪ ڪرڻ ـ رڙ ڪرڻ .

● کُلّی ۽ کُلّیاں : ث [هہ] ڳُرڙي .

ـ کُلّی کرنا : ڳُرڙي ڪرڻ .

● کَلْیانا : لازم [هہ] گونچ ڦُٽڻ. نوان ڪنڀ ڇڏڻ (پکين ڪي).

● کَلیجا : ذ [هہ] جيرو ـ جگر. (مجازاً) همت ـ حوصلو. دليري . (صفت) عزيز ـ مائٽ. پيارو.

ـ کَلیجا اُچهَلنا : جگر ڌڪڻ . دل ڌڙڪڻ .

ـ کَلیجا اُلَٹ جانا : جگر کي ڌڪ لڳڻ . بيقرار ٿيڻ .

ـ کَلیجا اُلَٹنا : ساهه مُنجهڻ ـ دل گهٻرائجڻ.

ـ کَلیجا بَڑه جانا : جگر وڌي وڃڻ. حوصلو وڌڻ . همت وڌڻ .

ـ کَلیجا بَیٹها جانا : دل ٻُڏندي وڃڻ (دٻپ، ڪمزوري يا صدمي سبب). دل گهٻرائجي وڃڻ.

ـ کلیجا پانی کرنا : جِگر پاڻي ڪرڻ. دل ڍَڍي ڪرڻ . دل نرم ڪرڻ .

ـ کَلیجا پس جانا : دل کي سخت صدمو رسڻ.

ـ کَلیجا پکانا : جگر ساڙڻ . دل جلائڻ . اندر ساڙڻ. صدمو رسائڻ. ساڙ ڏيارڻ .

ـ کَلیجا پک جانا : جگر ڪڙهي وڃڻ . اندر سڙي وڃڻ .

ـ کَلیجا پکڑنا : جگر جهلڻ . دل جهلڻ . صدمو سهڻ ـ غم برداشت ڪرڻ.

ـ کَلیجا پکنا : جگر ڪڙهڻ . دِل جلڻ . ڪک ٿيڻ ـ بيزار ٿيڻ .

ـ کَلیجا پهٹنا : جگر ڦاٽڻ . هيانءُ ڦاٽڻ . صدمي نه سهي سگهڻ سبب دل ڦٽڪڻ .

ـ کَلیجا پهڑکنا : جِگر ڌڪڻ دل ڌڙڪڻ. بيتاب ٿيڻ .

ـ کَلیجا پهنکنا : جگر سڙڻ ـ جيرو جلڻ . دل سڙڻ . اندر ڪڙهڻ .

ـ کَلیجا تهام لینا : جِگر کي همت ڏيڻ . دل جهلڻ . پاڻ سنڀالڻ . دل کي قابو ڪرڻ.

ـ کَلیجا تهر تهرانا : جگر ڌڪڻ . دل ڌڙڪڻ . سيءَ ۾ ڌڪڻ .

ـ کَلیجا ٹوٹنا : دل ٽٽڻ ـ دل ڀڄڻ. دل کي سخت صدمو رسڻ. مايوس ٿيڻ.

ـ کَلیجا ٹهنڈا کرنا : جگر ٺارڻ. دل خوش ڪرڻ ـ تسلي ڏيڻ .

ـ کَلیجا ٹهنڈا هونا : جِگر ٺرڻ . دل ٺرڻ . آرام اچڻ . تسلي ٿيڻ . صبر اچڻ ـ قرار اچڻ .

- کَلیجا جَلانا : جگر جلائڻ . اندر ساڙڻ .
- کَلیجا چھَلنی کَرنا : جگر پرڻ ڪرڻ . جگر وڍڻ. اندرم وَڍَجڻ. طعنن سان اندر ساڙڻ.
- کَلیجا دھڑَکنا : جگر ڌڪڻ. دل ڌڙڪڻ. خوف يا هراس ۾ ڦِڦڙ ڌڪڻ . ڊپ ۾ ڌڪڻ.
- کَلیجا دھَک سے جانا : جگر جلي وڃڻ . دل پچي پوڻ .
- کَلیجا سَنبھالنا : جگر جھلڻ . دل کي قابو ڪرڻ - دل جھلڻ. برداشت ڪرڻ .
- کَلیجا کانپنا : جگر ڌڪڻ . خوف سبب دل ڌڙڪڻ. ڌڪڻي وٺڻ.
- کَلیجا کَٹنا : جگر وڍجڻ. دل کي صدمو رسڻ. اندر وڍجڻ .
- کَلیجا کھُرَچنا : بک سبب آنڊا وڍجڻ.
- کَلیجا گودنا : طعنن سان جگر ساڙڻ.
- کَلیجا مَسوس کَر رَہ جانا : دل کي مهٽيندو رهجي وڃڻ. صدمي کي صبر سان برداشت ڪرڻ.
- کَلیجا مُنھ کو آنا : آنڊا وات ۾ اچڻ . دَم گھُٽجڻ - ساهه مُنجهڻ. گهبرائجڻ- هراسجڻ. بيتاب ٿيڻ .
- کَلیجا هِلا دینا : جگر ڌڪائي ڇڏڻ . ڊيڄاري ڇڏڻ .
- کَلیجی: ث. جيرو - جيراندِي .
- کَلیجے پر پتھر رکھنا : دل تي پٿر رکڻ. دل ڌاڍي ڪرڻ. صبر ڪرڻ.
- کَلیجے پر چھُری پھیرنا : جگر تي ڪاتي وهائڻ. اندر وڍڻ .
- کَلیجے پر سانپ لوٹنا : اند سڙڻ . حسد جي باهه ۾ جلڻ.
- کَلیجے پر گھونسا لگنا : دل کي سخت صدمو رسڻ - دل کي ڌڪ لڳڻ - ڌ ڪوئجڻ .
- کَلیجی پھیپھڑا : محاوره. جيرانديءَ ڦڦڙ. (کنايتاً) نه ملندڙ رنگ . (جهڙوڪ گاڙهي سلوار، ڪارو چولو ۽ سائو رئو پائڻ) .
- کَلیجے سے لگا رَکھنا : جگر سان لائي رکڻ. دل سان سانڍي رکڻ.
- کَلیجے سے لگالینا، لگانا : جگر سان لائڻ چاتيءَ سان لڳائڻ. پيار ڪرڻ. ڀاڪر پائڻ.
- کَلیجے کا ٹکڑا : محاوره. جگر جو ٽڪرو- لخت جگر. پٽ .
- کلیجے کھائی: ث. نظر هڻي ٻارن جو هاڻ ڪائيندڙ عورت- ڏائڻ.
- کَلیجے کی ٹھنڈک : ث. هٿين جو ٺار. دل جي راحت.
- کَلیجے میں آگ لگنا: جگر ۾ باهه لڳڻ . اندر سڙڻ . هاڻ سڙڻ (خراب ڪاڌي ڪائڻ سبب) .
- کَلیجے میں ٹھنڈک پڑنا : جگر ۾ ٺار ٿيڻ. دل ٺرڻ. دل کي فرحت اچڻ . اندر ٺرڻ - آرام ملڻ - تسڪين ٿيڻ .
- کَلیجے میں چٹکیاں لینا: جگر ۾ چهنڊڙيون هڻڻ. طعنن سان دل ساڙڻ .

● کَلْپیل ۽ کَلْپیلیں : ث [ه] راند رونڊ- ٽينگ ٽپا. سُير-چڪر. ڏسو "کلول". ٻڪيءَ جو نوان ڪنب ڪيڻ جي حالت - ڏسو "کُرِيز".

● کَم : صفت[ف] گهٽ-ڪسو-ٿورو. خسيس.

- کَم پڑنا : گهٽ ٿيڻ گهٽ ملڻ .
- کَم تولا : صفت . تور ۾ ٺڳي ڪندڙ- گهٽ توريندڙ.
- کَمتی : صفت. گهٽ- ڪسو.
- کَم دِلا : صفت. ٿوريءَ دل وارو. بُزدل- ڊڄڻو. ڪنجوس.

▬ ڪَمۡ سِنۡ : صفت. ننڍيءَ عمر جو- ٻار.

▬ ڪَمۡ ڪَرۡنا : گهٽ ڪرڻ - گهٽائڻ . ڊورو ڪرڻ. ڪَٽَ ڪرڻ . مختصر ڪرڻ .

▬ ڪَمي : ث . گهٽتائي - ڊورائي . نقصان - ٽوٽو. ڪوتاهي .

○ ڪَمادۡ ۽ ڪَمادۡ : ذ [هہ] ڪَمند - ڪماند .

○ ڪَمانا : متعدي [هہ] ڪمائڻ - ڪمائي ڪرڻ. آباد ڪرڻ - آپت ڪرڻ . چمڙي کي نرم ڪرڻ. زمين کي ڳاهي پوک لائق بنائڻ .

▬ ڪَما کهانا : ڪمائي کائڻ. پورهيو ڪري کائڻ.

▬ ڪَما ليِنا : ڪمائي وٺڻ .

▬ ڪَمانا دَهمانا : ڪمائڻ ڪرڻ - پئسا ڏوڪڙ ڪمائڻ .

▬ ڪَماؤ ۽ ڪماؤ : صفت. ڪَمائُو - ڪمائيندڙ. جفاڪش - محنتي. ڪاڻائُو (ياتي) .

▬ ڪَماؤ پُوتۡ : ذ . ڪَمائُو پٽ - ڪاڻائُو پٽ . (طنزاً) بيڪار ماڻهو.

▬ ڪَمائي : ث. ڪَمائي - آپت - پيدائش . فائدو. محنت .

○ ڪَمانۡ ۽ ڪَمانيں : ث [ف] ڪَمان - سيگ . انبلٹ . محراب . (صفت) ڏنگو - مُڙيل .

▬ ڪَمانۡ کهينچنا : ڪمان چاڙهڻ - تير هڻڻ .

▬ ڪَماني ۽ ڪَمانيان : ث. ڪَمان. گَزِي (واڍڪو اوزار).

○ ڪَمۡپۡ : ذ [ انگ . Camp ] چانئُوڻي - لشڪرگاهہ .

○ ڪَمۡنڈا ۽ ڪَمۡنڈے : ذ [هہ] گول ڪَدُو.

○ ڪَمَرۡ : ث [ف] چيلهہ .

▬ ڪَمَرۡ آکهڑۡ جانا : چيلهہ نڪري پوڻ . چيلهہ ڀڄي پوڻ .

▬ ڪَمَرۡ باندهنا : چيلهہ ٻڌڻ . سندرو ٻڌڻ . سنبرڻ - تيار ٿيڻ (ڪم يا سفر وغيرهہ لاءِ). پڪو ارادو ڪرڻ .

▬ ڪَمَرۡ پَڪَڙۡنا، تهامۡنا: چيلهہ جهلڻ. چيلهہ ڪان جهلڻ . ٽيڪ ڏيڻ . مدد ڪرڻ .

▬ ڪَمَرۡ تَختَہ هونا : چيلهہ سيڙجڻ .

▬ ڪَمَرۡ توڙۡنا : چيلهہ ڀڃڻ . نقصان پهچائڻ. ڪمزور ڪرڻ . نا اميد ڪرڻ . زور ڀڃڻ .

▬ ڪَمَرۡ ٽُوٽا : صفت. چيلهہ ڀڳل. ڪُبڙو - ڳُڏڪو . (ث) ڪَمَرۡ ٽُوٽي .

▬ ڪَمَرۡ ٽُوٽۡنا : چيلهہ ڀڄڻ . همت ٽٽڻ .

▬ ڪَمَرۡ ٺهوڪۡنا : پُٺِي ٺپرڻ . شاباس ڏيڻ . همت افزائي ڪرڻ .

▬ ڪَمَرۡ جهُڪۡنا : پِيرِي يا ضعيفيءَ سبب ڪُبڙو ٿيڻ .

▬ ڪَمَرۡ چُسۡتۡ باندهنا : ڪمر ڪشي ٻڌڻ. پڪو ارادو ڪرڻ .

▬ ڪَمَرۡ چَلانا : چيلهہ لوڏڻ. ناچ ۾ چيلهہ گهمائڻ.

▬ ڪَمَرۡ سی ٽُوٽۡ جانا : چيلهہ ڀڄي پوڻ . نا اميدي ٿيڻ . همت ٽُٽِي پوڻ .

▬ ڪَمَرۡ سيدهی ڪَرۡنا : چيلهہ سڌي ڪرڻ - ليٽڻ . آرام ڪرڻ .

▬ ڪَمَرۡ ڪَرۡنا : ڪبوتر جو هوا ۾ بازوليون پائڻ . گهوڙي جو نرا ڪٽڻ ( جنهن مان سوار کي ڪرڻ جو انديشو هجي) .

▬ ڪَمَرۡ ڪَسۡنا : ڪمر ڪشڻ . سندرو ٻڌڻ . تيار ٿيڻ - سنبرڻ . پڪو ارادو ڪرڻ .

▬ ڪَمَرۡ ڪوٹۡ : ذ. چيلهہ جيتري ڀِت (جا ڳوٺ يا باغ وغيرهہ چوڌاري آيل هجي).

▬ ڪَمَرۡ کهولۡنا : سندرو کولڻ . ڪوشش ڇڏي ڏيڻ . ويهي رهڻ .

▬ ڪَمَرۡ لَچۡڪانا : چيلهہ لوڏڻ .

- کَمَرُ لَگنا: چوپائي کي پٺيءَ تي ڦٽ ٿيڻ - پٺيءَ ۾ چٽا پوڻ .
- کَمَرُ مارُ کَرُ چَلنا : گهڻي بار سبب وهٽ جو چيلهه جهڪائي هلڻ .
- کَمَری: ذ. بارسبب جهڪي هلندڙ گهوڙو.
● کَمرا، کَمره: ذ [پرتگالی، قديم فارسی] ڪوٺي - رُوم (room).
● کَمّل ۽ کَمّل: ذ [هہ] اُن مان ٺهيل ڳاڙهو ڪپڙو - ڪمبل .
- کَمّل میں دوشالے کا مزا مِلنا: غريبيءَ ۾ آرام ملڻ .
- کَملی ۽ کَملیاں : ث. ننڍو ڪمبل .
- کَملی کتهری کرنا: لڏپلاڻ جو سامان ٻڌڻ . آپڙ ٽاڻي ڪٺڻ - مڏي ڪٺڻ .
کَملا: ث [هہ] نارنگيءَ جو هڪ قسم. هڪ قسم جو ڪيئون (جو ڪدو، ٽوري وغيره ۾ ٿئي ۽ بدن تي لڳڻ سان خارش ڪري).
● کُملانا: لازم [هہ] ڪومائجڻ . سُڪڻ. مُنهن لهي وڃڻ . اپرو ٿيڻ (بدن).
● کَمنیت: ذ [هہ] تيرانداز - ڳاڙهو .
● کَمْوانا: متعدی المتعدی [هہ] ڪمارائڻ . فائدو ڏيارڻ .
● کُمهار ۽ کُمهار: ذ [هہ] مٽيءَ مان ٿانوَ ٺاهيندڙ- ڪنڀار. (ث) کُمهارن، کُمهاری.
- کُمهار کا آوا : ذ. ڪنڀار جي آوي (جنهن ۾ ٿانو پچائيندا آهن). ماٽ جو پيٽ .
- کُمهاری : ث . هڪ قسم جو جيت (جو مٽيءَ جو گهر ٺاهيندو آهي)- گهريتڙي .
- کُمهاری کا گهر : ذ. گهريتڙيءَ (جيت) جو گهر .
● کُمهلانا: لازم[هہ]ڪومائجڻ-ڏسو "کُملانا".

● کَمیرا ۽ کَمیرے: صفت [هہ] ڪميي- مزدور. (ث) کَمیرن، کَمیری .
● کَمیلا : ذ [هہ] آها جاءِ جتي چوپائي مال جو ڪوس ٿئي - ڪوس گهر .
- کَمیلا کرنا: ڪُهڻ-ذبح ڪرڻ. ڪوس ڪرڻ.
● کَمینہ: صفت [ف] ڪميڻو- نيچ.
- کَمینہ پن: ذ. ڪميڻائي .
● کَن: ذ [هہ] ذرو - ٽڪرو. ڪڻو - داڻو . ٿورو ذرو . اناج . سُکڙي - ڪلي . هيري جي ڪڻي . زور .
- کَن بٹائی: ث . فصل جي پيدائش کي حصيدارن ۾ تقسيم ڪرڻ جي حالت - بٽئي .
● کَن: ذ [هہ] جانچ- پرک .
- کَن کرنا: جانچ ڪرڻ . داڻ بندي ڪرڻ.
● کَن: ذ [هہ] کُنڊ. آڏ .
- کَن انکهی ۽ کَن انکهیاں : ث. اک جي ڪُنڊ. ٽيڏي نظر .
- کَن انکهیوں سے دیکھنا : ٽيڏيءَ نظر سان ڏسڻ .
● کَن: ذ [هہ] "کان" جو مخفف. ڪَنُ.
- کَن پهٹا : ذ. ڪن ڦاڙ. جوڳي (جنهن جا ڪَن چيريل هجن).
- کَن ٹوپ: ذ. هڪ قسم جو ٽوپ (جو مٿي ۾ وجهڻ سان ڪن به ڍڪي ڇڏيندو آهي).
- کَن چهدا : صفت. ڪَن چيريل- ڪَن ڦاڙ.
- کَن چهیدن: ذ. ٻارن جي ڪَن ٽوڻ جي هڪ رسم.
- کَن رَس : ذ. ڳالهين يا راڳن ٻڌڻ جو شوق .
- کَن رَسیا: صفت . راڳن يا ڳالهين ٻڌڻ جو شوقين .
- کَن سلائی : ث. هڪ قسم جو جيت

(برسات جي موسم ۾ پيدا ٿئي)- ڪن سوپاري.

— ڪَن سُوئي : ث. ڪَن جي ڳالهه. ڪَنن ٻُڌل ڳالهه.

— ڪَن سُوئيان لينا : لڪي لڪي ڳالهيون ٻُڌڻ. ڪنسرو ڏيڻ.

— ڪَن کهجُورا ۽ ڪَن کهجُورے : ذ. جيت جو هڪ قسم- سؤپيري.

● ڪَنّا ۽ ڪنّے : ذ [هہ] ڪنو- ڪنار. ڪنيي (لغڙ جي). ڪَڙو (ڪناهيءَ جو).

— ڪنّا نِکَل جانا : ڪنو يا ڪنارو ڇڄي پوڻ. ڪَڙو نڪري پوڻ.

— ڪنّے ڈھيلے هو جانا : چپ لڙي پوڻ. ٿڪجي پوڻ. جوش ڍرو ٿيڻ. وڏائي لهڻ.

● ڪِنار : ث. ذ [ف] ڪنارو- ڪَپ. پاسو. حاشيو.

● ڪَنارہ، ڪِنارا ۽ ڪنارے: ذ [ف] ڪنارو- ڪپ- ڪنڌي پَرِ. پاسو. ڪناري- پانڌ.

— ڪنارے پر : تابع فعل. ڪَپ تي. جدا - الڳ.

— ڪنارے ڪنارے چلنا : ڪنارو وٺي هلڻ- پاسو ڏئي هلڻ. جدا ٿي هلڻ.

— ڪنارے لگانا : ٻيڙيءَ يا جهاز کي ڪنڌيءَ تي آڻي بيهارڻ. پار پهچائڻ.

— ڪنارے لگنا : ڪناري تي رسڻ. ڪنڌيءَ لڳڻ. منزل تي پهچڻ. پار پهچڻ.

— ڪنارے هوجانا : هڪ پاسي ٿي وڃڻ- هٽي وڃڻ- پاسو ڪيڻ.

— ڪِنارہ ڪرنا : ڪنارو ڪرڻ. پاسو ڪرڻ. جدا ٿيڻ.

● ڪِناري : ث [ف] زري وغيره جي پانڌ (جا پوتيءَ جي ڪنارن کي هڻندا آهن).

● ڪَنال : ذ [هہ] جريب جو چوٿون حصو زمين.

● ڪَنائي : ث [هہ] رستو- واٽ.

— ڪَنائي ڪاٽنا : ڪنارو ڪرڻ- پاسو ڪرڻ- نٽائي پاسو ڪري وڃڻ.

● ڪُنبا ۽ ڪُنبے : ذ [هہ] ڪٽنب- خاندان- گهر جا ڀاتي.

— ڪنبا جوڙنا : مائٽ ميٽ گڏ ڪرڻ.

— ڪنبے والا : صفت. ڪٽنب وارو- عيالدار- اولادي.

● ڪَنپٽي ۽ ڪَنپٽيان : ث [هہ] لونڊڙي.

● ڪَنٺهہ : ذ [هہ] نڙگهٽ. نڙيءَ جو (آيريل) هڏو- مٽڪو. ڳچي. (صفت) ياد - حفظ.

— ڪنٺها : ذ. هار. ڪنٺو (فقيرن جو). هڪ قسم جو ڳهہ.

— ڪنٺهہ بيٺهہ جانا : نڙي ويهي وڃڻ. آواز ويهي وڃڻ.

— ڪنٺهہ پهوٽنا، نڪلنا : بالغ ٿيڻ تي ڳچيءَ جو هڏو ظاهر ٿيڻ.

— ڪنٺهہ سوکهہ جانا : اَڃ يا خشڪيءَ سبب نڙي سڪي وڃڻ- سخت اَڃ لڳڻ.

— ڪنٺهہ ڪرنا : حفظ ڪرڻ- ياد ڪرڻ.

— ڪنٺهہ مالا : ذ هڪ قسم جو مرض (جو ڳچيءَ ۾ ٿئي)- خنازير. گهوڙي جي هڪ بيماري. هار- ڪنٺو. ڪاٺ جي مٽڪن جي تسبيح.

— ڪنٺهي ۽ ڪنٺهيان: ث. ڪاٺ جي مٽڪن جي مالها. ٻڪيءَ جي ڳچيءَ وارو ليڪو.

● ڪنٺيا: ث [هہ] "ڪانٺا" جو تصغير. ڪنڊيو. ڪُنڊي. تيل رکڻ جو هڪ ٿانءُ.

● ڪنٺيلا : صفت [هہ] ڪنٺن وارو.

● ڪَنجا : صفت [هہ] شهپرين اکين وارو-

شہرو. (ث) کَنْجی.
- کَنْجی آنْکھیں : ث. شہریون اکیون.
● کَنْجَر: ذ [ھ] ھڪ گھٽ قوم جو نالو. (صفت) ڪميٽو. (ث) کَنْجری.
- کَنْجروں کی بولی : ث. اڻ سھائيندي گفتگو.
● کَنْجڑا ۽ کَنْجڑے: ذ [ھ] پاچي وڪندڙ - باڪري. هندن جي هڪ قوم. (ث) کَنْجڑَن، کَنْجڑی.
- کَنْجڑے قَصائی : محاوره. گھٽ درجي جا ماڻھو - رذيل ماڻھو.
● کَنْجِیا ۽ کَنْجیائیں : ث [ھ] اک جي تَنري ۾ پيدا ٿيل ڦوڙھي - انڙي.
● کَنْچَن: ذ [ھ] سونُ. دولت. هڪ قوم جو نالو (جي عورتن کان بدپيشو ڪرائيندا آهن).
- کَنْچَن بَرَسنا : رپيا وسڻ. تمام گھڻو ڪمائڻ.
- کَنْچَن چُور: ذ. جانورن جو هڪ قسم.
- کَنْچَن نِیر: ذ. صاف پاڻي - آنريل پاڻي.
- کَنْچَنی ۽ کَنچنیاں: ث. رنڊي - طوائف.
● کُنْد: صفت [ف] مُنڊو.
- کُنْد چھُری سے حلال کرنا: مُنڊي ڪاتيءَ سان ڪھڻ. سخت ايذاءُ ڏيڻ.
● کُنْدا ۽ کُنْدے: ذ [ھ] ڪاٺيءَ جو ٽڪر. قنداق (بندوق جو). لغڙ جي هرهڪ ڪنڌ. [ف. کُنده] ماٺو.
- کُنْدا بھونْنا، کَسْنا : ماٺو ٺاهڻ.
- کُنْدا چڑھانا، لگانا : قُنداق چاڙهڻ (بندوق جو).
- کُنْدے تولْنا : پکيءَ جو آڏامڻ لاءِ پَر سوئڻ. وڃڻ جي تياري ڪرڻ.
● کُنْدلا ۽ کُنْدلے :ذ [ھ] سونَ جي لُسري.
سونَ جي سنهي تارَ.
● کُنْدَن: ذ [ھ] نيج سون- ڪُندن. (صفت) نيج - خالص. اعليٰ- بهترين.
- کُنْدَن بنا دینا : سون بنائي ڇڏڻ. چمڪائي ڇڏڻ.
- کُنْدَن سا دَمَکْنا : سون وانگر چمڪڻ.
● کَنْدُوری : ث [ف] دسترخوان. آها ماني جا نڪاح کان پوءِ چاچين کي کارائيندا آهن. نياز. هڪ قسم جو ڪَدُو.
● کَندھا ۽ کَندھے : ذ [ھ] ڪُلهو. ڪنڌ.
- کَنْدھا اُتَرنا : ڪُلهولهڻ- ڪُلهو نڪرڻ.
- کَنْدھا بَدَلْنا : ڪلهو بدلائڻ.
- کَنْدھا پَکَڑ کے چَلْنا : ڪلهي تي هٿ رکي هلڻ.
- کَنْدھا دینا : ڪُلهو ڏيڻ. جنازي کي ڪنڌ. مدد ڪرڻ.
- کَندھا ڈال دینا : ڏاند جو پاچاريءَ کان ڪنڌ ڪيرائڻ. ڪُلهو ڪيرائڻ. هلڻ کان پِرُ ڪري ويهڻ.
- کَندھا لگ جانا، لَگْنا : ڪُلهي تي ڦٽ ٿي پوڻ - ڪنڌ لڳي پوڻ.
- کَندھے پَر اُٹھانا، چڑھانا : ڪلهي تي کڻڻ.
● کَنْدَئی : ث [ھ] چانئٺ ۾ لڳل ڪاٺي (جنهن ۾ طاق جي چُوڙَ ڦري)- پوڻري.
● کَنْدی ۽ کَنْدیاں : ث [ھ]ذوتل ڪپڙن کي کوڙَ ڏيڻ جي مُگري. مارڪُٽَ- پيچَ.
- کَنْدی کَرنا: ڪپڙن کي کوڙڏيڻ.پيچ ڏيڻ.
● کَنْڈا ۽ کَنْڈے : ذ [ھ] ڇهيٽو (جو جهنگ ۾ سُڪي ويو هجي).
- کَنْڈا هوجانا : سُڪي وڃڻ. آپرو ٿيڻ.
● کُنْڈا ۽ کُنْڈے: ذ [ھ] ڪُنڊيو- ڪٽو

(دروازي وغيره جو). گهوڙي يا ڪبوتر جو
ڪنڌ سيڻ.
کُنڈالا ۓ کُنڈالے: ذ [هـ] ٺڪر وغيره
جو ڪُونار (پاڻي وجهڻ لاءِ).
● کُنڈَل: ذ [هـ] گول - چڪرو. ڪَن
جو والو. چنڊ جو پيڙ. زمين تي ڪڍيل
گول ليڪو- دائرو.
▬ کُنڈَل مارنا: پيڙ هڻڻ (چنڊ). نانگ جو
زمين تي ويڙهجي ويهڻ.
▬ کُنڈلی: ث. ڪنڙي. ننڍو گول ليڪو.
وارن جو ڇلو. نانگ جي ويڙهجي ويهڻ جي حالت.
▬ کُنڈلی مارنا: نانگ جو ويڙهجي ويهڻ.
● کَنڈی ۓ کَنڈیاں: ث [هـ] ٽوڪرو-
کارو (سامان کڻڻ جو).
● کُنڈی ۓ کُنڈیاں: ث [هـ] ڪُنڍي-
ڪڙو (دروازي وغيره جو). ڳهڙو- ڍرلو.
▬ کُنڈی دينا، لگانا: ڪُنڍو چاڙهڻ- ڪڙو
ڏيڻ. در بند ڪرڻ.
▬ کُنڈی کھٹکھٹانا، کھڑ کھڑانا: ڪڙو
هڻڻ (دروازي جو)- در کڙڪائڻ.
▬ کُنڈی کھولنا: ڪُنڍو کولڻ - ڪڙو
کولڻ. دروازو لاهڻ.
● کَنَسْٹَر: ذ[انگ] ٽين جو ڏبو.(conister)
● کَنَک: ذ[هـ] ڪَڻڪ (اناج).-سون. ڌاتُورو.
● کَنکَر: ذ [هـ] ننڍو پٿر- پٿري. ڪڪرو.
▬ کَنکَر بچھانا: رستي تي پٿر وجهڻ-
ڪَڪري وجهڻ.
▬ کَنکَر پتھر: ذ. ٺڪر پٿر. بيڪار شيون.
▬ کَنکَر پھینکنا: پٿر آڇلائڻ.
▬ کَنکَرسا: صفت. پٿر وانگر. تمام ننڍو.
▬ کَنکَری: ث. ڪَکري- پٿري.

▬ کَنکَریلا: صفت. ڪَکري مليل. ڪِرڪرو.
● کَنکَوا ۓ کَنکَوے: ذ [هـ] لغڙ.
▬ کَنکَوا اڑانا: لغڙ اڏائڻ.
▬ کَنکَوا بڑھانا: لغڙ کي ڍر ڏيڻ.
▬ کَنکَوا کاٹنا: لغڙ ڪاٽا ڪرڻ.
● کَنکی: ث [هـ] پکيل چانور- رَيُون.
● کَنگلا: صفت [هـ] "کَنگال" جو تصغير.
بکيو- ڪنگال.
● کَنگَن: ذ[هـ] ڪنگڻ. هڪ قسم جي مٺائي.
● کَنگنا ۓ کَنگنے: ذ [هـ] اهو ڳانو جو
گهوٽ جي ساڄي ٻانهن ۽ ڪنوار جي کابي ٻانهن
۾ ٻڌندا آهن.
● کَنگنی: ث [هـ] هڪ قسم جو اناج.
● کَنگوره ۓ کَنگورے: ذ[هـ] ڪِنگِرو.
ڪَلَنگي. اهو هيرو جو تاج جي مٿان هجي.
● کَنگھا ۓ کَنگھے: ذ [هـ] ڦڻوٽو- ڦڻي.
● کَنگھی ۓ کَنگھیاں: ث [هـ] ڦڻي.
هڪ قسم جو وڻ.
▬ کَنگھی آئینہ: ذ. هار سينگار. ڦڻي ڦوڪارو.
▬ کَنگھی چوٹی: ث. ڦڻي ڦوڪارو. هارسينگار.
▬ کَنگھی چوٹی کرنا: هار سينگار ڪرڻ.
▬ کَنگھی کرنا: ڦڻي ڏيڻ.
● کَنوار: ذ [هـ] ڪَنوار ٻوٽي- ايريال.
● کُنوار: صفت [هـ] "کُنوار" جو مخفف.
مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ.
▬ کُنوارپن، پنا: ذ. ڪُنوارپڻو.
▬ کُنوارپن اتارنا: ڪُنوارپڻو لاهڻ. غريباڻي
شادي ڪرڻ.
● کُنوارا ۓ کُنوارے: صفت [هـ] ڪُنوارو-
اڻ پرڻيل.
▬ کُنواری ۓ کُنواریاں: ث. ڪنواري-

آڻ ہرٽيل چوکري.

- کَنْواری لڑکی کو پیٹ رکھوانا: کوڙ ڳالهائڻ. بهتان مڙهڻ.

● کَنْواسا ۽ کَنْواسے : ذ [ھ] ڏهني جو پٽ. (ث) کَنْواسی.

● کُنْواں ۽ کُنْویں : ذ [ھ] کُوهہ.

- کنواں اُگارنا: کوهہ صاف ڪرڻ.

- کُنْواں ٹوٹنا : کوهہ جو پاڻي سڪي وڃڻ.

- کُنْواں جوتنا، چلانا : کوهہ تي نارچاڙهڻ. چرخي ہوک ڪرڻ.

- کُنْواں کھودنا : کوهہ کوٽڻ. ٻئي لاءِ کڏ کوٽڻ.

- کُنْوؤں میں بانس ڈالنا : چڱيءَ طرح جانچ جونچ ڪرڻ. سخت ڳولا ڪرڻ.

- کُنْویں میں بولنا : بلڪل آهستي ڳالهائڻ.

- کُنْویں میں ڈھکیلنا : کوهہ ۾ اُڇلڻ. سخت مصيبت ۾ وجهڻ.

- کُنْویں میں گِرنا : کوهہ ۾ ڪرڻ. کوهہ ۾ ٽپو ڏيڻ (مرڻ لاءِ). مصيبت ۾ ڦاسڻ.

● کَنَوتی ۽ کَنَوتیاں : ث [ھ] ڪنوتي. ڪَنَ ڪيڏا ڪرڻ جي حالت.

- کَنوتیاں بَدلنا: ڪَنَ ڪڙا ڪرڻ. هوشيار ٿيڻ.

● کَنی ۽ کَنیاں : ث [ھ] ڪَنِي- ذرو.

● کَنّی : ث [ھ] ڪَنِي. ڪِنارَ- پاندَ. لغڙ جي ڪاڻ پوري ڪرڻ لاءِ ٻڌل اڳڙي- ڪَنِي.

- کَنّی باندھنا : لغڙ کي ڪني ٻڌڻ.

- کَنّی دَبانا : ڪَنَ مهڙ. عاجز ڪرڻ.

- کَنّی کاٹنا : پاسو ڪرڻ- نٽائڻ.

● کَنْیانا : لازم [ھ] نٽائڻ. لغڙ جو هڪ پاسي جهُڪڻ.

● کنیر : ذ [ھ] زنگي وڻ.

- کنیر کا پھُول : ذ. زنگي وڻ جو گل.

● کو : حرف [ھ] کي.

● کَوّا ۽ کَوّا : ذ [ھ] ڪانگ- ڪانُءُ. ڪاڪڙو.

- کَوّا اُڑانا : ڪاڪڙو ڪڍڻ.

- کَوّا ٹھینٹھی : ث. هڪ قسم جي ولِ (جنهن ۾ سُوٽا گُل ٿين).

- کَوّا گُہار : ث. ڪانوَن جو لنڙ- ڪانگيرو.

- کَوّوں کی بَرات : محاوره. گهڻن ڪانون جو هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ.

- کَوّے اُڑانی : محاوره. هيڏانهن هوڏانهن نياپا موڪاينڌڙ عورت- بدچال عورت.

● کِواڑ : ذ [ھ] دروازي جو طاق.

- کِواڑا ۽ کِواڑے : ذ. طاق (در جو).

- کِواڑ بَنْد هو جانا : در ٻُورجي وڃڻ. پيڙهي ختم ٿيڻ.

- کِواڑ توڑ توڑ کے کھانا : پيٽيون پچي ڪاڻڻ. تڪليف سان گذر ڪرڻ.

- کِواڑ دینا : دروازو بند ڪرڻ.

- کِواڑ کھٹکھٹانا : دروازو کڙڪائڻ.

- کِواڑی ۽ کِواڑیاں : ث. دري. ڇاتيءَ جو پاسو.

● کَواسا ۽ کَواسے : ذ [ھ] ڏهني جو پٽ. (ث) کَواسی.

● کِوانچ : ث [ھ] هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جي ڦري (جنهن جي ڇُهڻ سان بدن ۾ خارش ٿيندي آهي).

● کَوبَڑ : ذ [ھ] ڪُبُ- ڪُڪُ.

● کُوپَل : ذ [ھ] ڏسو "کونپَل". گونچ.

● کوتنا : متعدی [ھ] تڪَ ڪرڻ- اندازو ڪرڻ- تخمينو ڪرڻ.

- کوت : ث. اندازو- تخمينو.

- کوتا : ذ . صفت . تنڪ ڪندڙ - تخمينو ڪندڙ .

● ڪوتَل : صفت [ھ] نيئر - ضدي . ڪنهن جو به چوڻ نه مڃيندڙ .

● ڪوٹلا ۽ ڪوٹلے : ذ [ھ] ننڍو ڪوٽ .

● ڪوٹنا : متعدي [ھ] ڪُٽڻ . سَٽڻ . مارڻ .

- ڪوٹ ڈالنا : ڪُٽي ڇڏڻ . مارڻ .

- ڪوٹ ڪر (ڪے) بهر دينا ، بهرنا : ڪُٽي پرڻ - چڱيءَ طرح پرڻ .

- ڪوٹ ڪوٹ ڪر بهرنا : چڱي طرح پَرڻ - دٻي پَرڻ .

● ڪوٹها ۽ ڪوٹهے : ذ [ھ] ڪوٺي . گدام . ڇت تي آڏيل گهر - ماڙي . پيٽ .

- ڪوٹها بگڑنا : معدي ۾ خلل ٿيڻ .

- ڪوٹها ٹوٹنا : ڪاٽ لڳڻ .

- ڪوٹهے پر بيٹهنا : ڇڪلي ۾ ڪسب ڪرائڻ لاءِ ويهڻ .

- ڪوٹهے چڑهنا : مشهور ٿيڻ .

- ڪوٹهے والی : ث . رنڊي - ڪسٻياڻي .

● ڪوٹهڑی ۽ ڪوٹهڑیاں : ث [ھ] ڪوٺڙي - ننڍي ڪوٺي .

● ڪوٹهی ۽ ڪوٹهیاں : ث [ھ] ننڍو پڪو گهر . بنگلو . گدام . بئنڪ . صرافڪو دڪان . ڪارخانو . چَڪ (ڪوهه جو) .

- ڪوٹهی اُتارنا ، ڈالنا : ڪوهه ۾ ڪاٺ جو چڪ وجهڻ .

- ڪوٹهی بيٹهنا : ڏيوالو نڪرڻ .

- ڪوٹهی کهولنا : شاهوڪاري دڪان کولڻ . بئنڪ کولڻ . ڪارخانو کولڻ .

● ڪوچ : ذ [ھ] پهير جو هڪ حصو - ڪُچ . ڪورڪي ڪم جو بُرش .

- ڪوچيں ڪاٹنا : ڪُچون وڍي ڇڏڻ (اڳئين زماني جي هڪ سزا ) .

● ڪوچی : ث [ھ] پوچي . بُرش . (مذاقاً) ڏگهي ڏاڙهي .

- ڪوچی پهيرنا ، ڪرنا : پوچي گهمائڻ .

● ڪوچا ۽ ڪوچے : ذ [ھ] گدانڙيءَ جي سائي ڦري .

● ڪوچا ۽ ڪوچے : ذ [ھ] چهڪُ - چهنبياري شيءِ جو ڦٽُ .

- ڪوچا دينا : چهڪ ڏيڻ . مهڻو ڏيڻ .

- ڪوچا مارنا : چهنبياريءَ شيءِ سان چوڪ ڏيڻ . زخم ڪرڻ .

- ڪوچے دينا : چوڪون ڏيڻ . مهڻا ڏيڻ .

● ڪُودنا : لازم [ھ] ڪُڏڻ . ٽپڻ . خوشيءَ ۾ نچڻ .

- ڪُود : ث . ٽينگ - ٽپو .

- ڪُود پڑنا : ٽپي پوڻ . بيجا دخل ڏيڻ .

- ڪُود پهاند : ث . ٽينگ ٽپو . اچڪو ٽپڪو .

- ڪُودنا پهاندنا : نچڻ ٽپڻ . ٽينگ ٽپا ڏيڻ . خوشيءَ ۾ ٽپ ڏيندو وتڻ .

● ڪودون : ث [ھ] هڪ قسم جو سنهون انُ .

- ڪودون دلانا : سخت ڪم وٺڻ .

- ڪودون دے کے پڑهنا : آنُ ڏيئي پڙهڻ . اڌوري تعليم حاصل ڪرڻ .

- ڪودون کا بهات : ذ . محاوره . خسيس کاڌو .

● ڪور : ث [ھ] پلاند - ڪنارَ . پانڪَ . ڇيڻن جي پور .

- ڪور دبنا : عاجز ٿيڻ . هار مڃڻ .

- ڪور ڪسر : محاوره . ڪمي - گهٽتائي . عيب .

- ڪور ڪسر نکالنا : ڪمي پوري ڪرڻ - ڪسر ڪيڻ .

● ڪورا ۽ ڪورے : صفت [ھ] ڪورو - نئون (ڪپڙو ، ڪاغذ) . استعمال نه ٿيل . ٺلهو . غريب . (ث) ڪوری .

- کورا اُسترا : ذ. کم نہ آیل پاکي- نئون پاکي.
- کورا برتن : ذ. ڪورو ٿانءُ.
- کورا پنڈا : محاوره. اهو جسم جنهن کي هٿ نہ لڳو هجي- ڪنوارو جسم.
- کورا جانا : ڪورو وڃڻ - صفا خالي هٿين وڃڻ.
- کورا کاغذ : ذ. ڪورو ڪاغذ - اڇو ڪاغذ.
- کورا لٹھا : ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم- بافتو.
- کورے استرے سے سر مونڈنا : سڪي پاڪيءَ سان مٿو ڪوڙڻ. دوکو ڏيڻ. نقصان پهچائڻ.
- ● کَوڑا ج کَوڑے : ذ [ه] ڪوڏو- وڏي ڪوڏي.
- کَوڑا بھر : صفت. چپٽي کن - ٿورو.
- کَوڑے کر ڈالنا : ڦُلن مٽ تي ڏيڻ. هيٺ جو مال وڪڻي پاڻ ڪائي وڃڻ.
- ● کوڑا ج کوڑے : ذ [ه] دُرو- دڙهو. ڦٽڪو.
- کوڑا پھٹکارنا : دُرا هڻڻ. ڦٽڪا هڻڻ.
- کوڑا لگنا : لڪڻ لڳڻ. ڦٽڪو لڳڻ.
- کوڑے کھانا : ڦٽڪا کائڻ.
- ● کُوڑا : ذ [ه] پُهر- ڪچرو- گند.
- کُوڑا کرکٹ : ذ. گند ڪچرو.
- کُوڑا کرکٹ سمجھنا : ڪجهہ نہ سمجهڻ.
- کُوڑی : ث. گند ڪچري اچلڻ جي جاءِ.
- ● کوڑھ : ث [ه] ڪوڙهہ جو مرض.
- کوڑھی : ذ. ڪوڙهيو. بيمار. ڪاهل.
- ● کُوڑھ : صفت [ه] مورک. سُست.
- کُوڑھ مغز : صفت. موڳو - ڪند ذهن.
- ● کَوڑی ج کَوڑیاں : ث [ه] ڪوڏي. ٿورڙي شيءِ. ڇاتيءَ واري ڪڏ.
- کَوڑی پاس نہ ہونا : ڪوڏي بہ نہ هئڻ- ڪنگال هئڻ.
- کَوڑی دانتوں سے اٹھانا : سخت ڪنجوسائي ڪرڻ.
- کَوڑی کَوڑی : ث. ڪوڏي ڪوڏي.
- کَوڑی کَوڑی ادا کرنا : ڪوڏي ڪوڏي چُڪائڻ. پائي پائي ادا ڪرڻ.
- کَوڑی کَوڑی لینا : ڪوڏي ڪوڏي وٺڻ. ڪجهہ نہ ڇڏڻ.
- کَوڑی کوس دوڑانا : ڪوڏيءَ لاءِ پنڌ ڪرائڻ. خسيس شيءِ لاءِ گهٽوهلائڻ. سخت ڪنجوس هئڻ.
- کَوڑی کے مول بکنا : ڪوڏيءَ جي ملهہ وڪامڻ. سستو وڪامڻ.
- کَوڑیوں کے دام بکنا : ڪوڏين جي ملهہ وڪامڻ. تمام سستو وڪامڻ.
- کَوڑیوں کے مول لینا : سستو خريد ڪرڻ.
- ● کَوڑیالا ج کَوڑیالے : ذ [ه] هڪ قسم جو نانگ - گبدو (نانگ). هڪ قسم جو پکي. هڪ قسم جو ٻوٽو.
- ● کوس : ذ [ه] ڪوهہ - ٻہ ميل. ڪف (قميص جو).
- کوس چڑھانا : ٻانهون ڪنجڻ.
- کوسوں دور بھاگنا : تمام پري ڀڄڻ. ويجهوئي نہ اچڻ. نفرت ڪرڻ.
- ● کوسنا : متعدی [ه] پٽڻ- بد دعا ڪرڻ- پاراتو ڏيڻ.
- کوسا : ذ. پٽ- پاراتو.
- کوسا کاٹی : ث. پٽ پاراتو.
- کوسا کاٹی کرنا : پٽ پاراتو ڪرڻ- بد دعا ڪرڻ. بد شد گالهائڻ.
- کوسا کرنا : پٽڻ - پاراتو ڏيڻ.
- کوس کوس کے کھا جانا : پٽي پورو ڪرڻ.
- کوسنا ج کوسنے : ذ. پٽ- پاراتو- بد دعا.
- کوسنا کاٹنا : پٽ پاراتو ڪرڻ- بد دعا ڏيڻ.
- کوسنا لینا : پٽ کٽڻ- بد دعا سر تي کڻڻ.

- کوسنے دینا : پاراتا ڏيڻ . بد دعائون ڪرڻ .
- ● کوکا یا کوکے : ذ [ھ] ڪوڪو - ننڍي ڪلي.
- کوکا بیلی : ذ. پنبڻ جو گل- گل نیلوفر .
- ● کُوکنا : متعدی [ھ] ڪُوڪڻ - ڪُوڪ ڪرڻ. ٻوڪڙ ڪرڻ. سڏ ڪرڻ. دانهن ڪرڻ. ڪنجهڻ . ڪوئل جو آواز ڪرڻ . مور جو ٻولڻ . چاٻي ڏيڻ ( گهڙيال، واچ کي ) . ويڙهڻ (سُٽ) .
- کُوک: ث. ڪُوڪَ- رڙ. ٻوڪڙ. آلاپ . ڪوئل یا پپيري جو آواز. مور جو آواز. واويلا- روج راڙو. گهڙيال وغيره کي چاٻي .
- کُوک اترنا: چاٻي ڍري ٿيڻ- چاٻي گهٽجڻ.
- کُوک دینا: چاٻي ڏيڻ . ڪُوڪ ڪرڻ . سڏ ڪرڻ .
- کُوک کرنا، مارنا : ڪُوڪَ ڪرڻ . هڪل ڪرڻ - سڏ ڪرڻ .
- ● کوکنی : صفت [ھ] ننڍو- ادنيٰ - گهٽ درجي جو.
- کوکنی کیلا: ذ. هڪ قسم جو ننڍو ڪيوڙو.
- ● کُوکُو : ث [ھ] ٻارن کي ڊيڄارڻ جوهڪ فرضي نالو - ٻائو - جيجائُو .
- ● کوکھ یا کوکھیں: ث [ھ] ڪُکَ. اولاد.
- کوکھ اجڑنا : جهولي خالي ٿيڻ . اولاد مري وڃڻ .
- کوکھ اجڑی : صفت. آها عورت جنهن جو اولاد مري ويو هجي .
- کوکھ بند : صفت. آها عورت جنهن کي اولاد نہ ٿئي - سنڍ عورت .
- کوکھ پڑنا : پيٽ ٿيڻ .
- کوکھ جلی: صفت. آها عورت جنهن کي اولاد جي موت جو صدمو هجي - اندر جلي .
- کوکھ مانگ سے ٹھنڈی ہونا: سُهاڳڻ ۽ اولاد واري هئڻ .
- کوکھیں لگنا : بک سبب ڪُکون اگهي پوڻ . آندا وتجڻ .
- ● کوکئی : ث [ھ] هلڪو سائو رنگ .
- ● کول : ذ [ھ] گيرانهہ. آيون. ڀُڪي .
- کول گراس نہ کرنا: گيرانهہ بہ نہ کائڻ .
- ● کولا یا کولے: ذ [ھ] جهولي- هنج . دروازي جي ٻنهي پاسن واري پٽ . ڪُنڊ - گوشو- پاسو. لاهياري کي لائيءَ طور ڏنل سنگ .
- کولے سے لگ کر کھڑا ہونا: ڪاوڙ يا ڏک کان دروازي جي پرپ يا ڪنڊ ۾ ويهي رهڻ.
- ● کُولا ، کُولھا یا کُولے، کُولھے: ذ [ھ] ڍُڍُ- ڍاڪَ.
- کُولا اترنا: ڍاڪ جو هڏو لهڻ .
- کُولا مار کر چلنا: ڍاڪون لوڏي هلڻ- لوڏ سان هلڻ .
- کُولے مٹکانا: چيلهہ لوڏڻ (نازسان). ناچ ۾ ڍاڪون لوڏڻ .
- ● کولھو یا کولھو: ذ [ھ] گهاڻو.
- کولھو پیلنا : گهاڻو وهائڻ .
- کولھو چلانا : گهاڻو هلائڻ .
- کولھو کا بیل : محاوره. گهاڻي جو ڏگو. هروقت ڪم ۾ لڳل. هڪ ئي هنڌ ڦرندڙ.
- کولھو میں پیلنا: گهاڻي ۾ پيڙڻ (آڳاٽي وقت ۾ ڏوهارين کي سزا طور گهاڻي ۾ پيڙيندا هئا). سخت تڪليف ڏيڻ .
- ● کومل، کومھل : ث [ھ] ڪاٽُ.
- کوملیا: صفت. ڪاٽ هڻندڙ- ڪانڙيو .
- ● کون : استفهام [ھ] ڪيرُ. ڪو .
- کون سا : استفهام. ڪهڙو. ڪهڙي نموني

جو . (ث) کَون' سی .

● کونا ع کونے: ذ [هہ] ڪُنڊ . گوشو . پاسو .

▬ کونا کونا دیکھ ڈالنا: ڪُنڊ ڪُڙچ ڳولڻ . چڱيءَ طرح جاچ ڪرڻ .

▬ کونے کی خَبَر' منانا: گھر جو خير گھرڻ .

▬ کونے میں پڑا رَهنا : ڪُنڊ ۾ پيو رهڻ . سيني ڪان جدا پيو رهڻ .

● کونپَل' ع کونپلیں: ث [هہ] ڏسو " کوپل". گونچ .

کونتینا، کونتھینا: متعدی [هہ] ڪنجهڻ . چنگهڻ (ڪاڪوس ڪرڻ وقت). عورت جو ٻار ڄڻڻ وقت ٻاهڻ .

● کونجڑی ع کونجڑیاں: ث [هہ] ڏسو " کنجڑی".

● کُونچ' : ذ [هہ] ڪورڪي ڪم جو برش . ڏسو " کوچ".

● کَونچ': ذ [هہ] هڪ قسم جو وڻ .

▬ کَونچ' پهَلی : ث. " کونچ " وڻ جي ڦري .

● کونچا ع کونچے : ذ [هہ] گاهہ جو ڀُڻو .

● کَوندنا، کَوندهنا: لازم [هہ] وڄ چمڪڻ . ڪنوڻ ڏيڻ .

▬ کَوند، کَوندهہ: ث. وڄ جو چمڪو . ڪنوڻ .

▬ کَوندا، کَوندها: ذ. وڄ جو چمڪو . ڪنوڻ .

▬ کَوندا، کَوندها لپَکنا : وڄ چمڪڻ . ڪنوڻ ڏيڻ (گوڙ کان سواءِ).

● کُوند' : ث [هہ] ڪُونار . ڪپڙي رڱڻ يا ڌوئڻ لاءِ ٺڪر جي ڪُونڍي .

● کُونڈا ع کُونڈے: ذ [هہ] ڪُونارُ . ٻاتوڙو . نذر جي کيرني وغيرهہ. وڻ کي پاڻي ڏيڻ لاءِ ان جي پاڙ ۾ ٺهيل چِلهو .

▬ کُونڈا کَرنا : نذر ڏيڻ . خيرات ڪرڻ . ڪونڊو ڪرڻ .

▬ کُونڈا مانْنا : نياز ٻاسڻ . ٻاس ٻاسڻ .

▬ کُونڈی ع کُونڈیاں : ث. ڪونڊو (ٻنگ وغيره گھوٽڻ جو).

▬ کُونڈی سونٹا : ذ. ڏنڊو ڪُونڊو .

▬ کُونڈی سونٹا بَجنا : ڏنڊو ڪونڊو وڄڻ . ڀنگ گھوٽجڻ .

● کَونرا ع کَونرے : صفت [هہ] ڪَڪ . بيزار . وِرتل . وائڙو . موڳو .

▬ کَونرا جانا : گھبرائجي وڃڻ (هَل ڪان). ڪَڪ ٿيڻ .

▬ کونرا (کر) دینا : ڪَڪ ڪري ڇڏڻ . بدحواس ڪرڻ . پريشان ڪرڻ .

● کَوں کَوں : ث [هہ] ڪُتي جون دانهون . ڪَئون ڪَئون .

● کوهڑ' : صفت [هہ] کَهڙو .

● کوهی : ث [هہ] باز جو هڪ قسم . شِڪرو .

● کوئل' ع کوئلیں : ث[هہ] ڏسو " کوَیل". ڪوئل (پکي).

● کوئلا ع کوئلے : ذ [هہ] ڪوئلو . اڱر .

▬ کوئلے کی کان' : ث. ڪوئلي جي کاڻ .

● کوئی : صفت [هہ] ڪو . ڪير .

▬ کوئی بات' : ث. ڪا ڳالهہ . خاص ڳالهہ .

▬ کوئی بات' اُٹھا نہ رَکھنا: ڪا ڪسر نہ ڇڏڻ .

▬ کوئی بھی : تابع فعل. ڪوبہ . هڪ اڌ .

▬ کوئی پَل' : ذ. ڪا گھڙي . ٿوري دير .

▬ کوئی دم : ذ. گھڙي ڪن .

▬ کوئی دِن' : تابع فعل. ڪجهہ ڏينهن . ڪي ڏينهن . ٿمي ڏينهن .

▬ کوئی سا : صفت . ڪوبہ . ڪهڙو بہ .

▬ کوئی کوئی : تابع فعل. ڪوڪو . هڪ اڌ . ايڪڙ ٻيڪڙ .

● کوئیاں: ث[ھ] کُوھِي- ننڍو کوھ. وِ يرُ .
● کَنویا ۽ کَنوبے : ذ [ھ] آڪ جي ڪُنڊ - ٹُنرو. ٻيج ماں قُتل ڏُنڍي - پَٽ ڪِيئِن جو کوپو.
● کویَل ۽ کویَلیں : ث [ھ] ھڪ قسم جو پکي (جو ڪاري رنگ جو ٿئي ۽ مِٺي ڪُوڪ ڪندو آھي).
- کویَلیا : ث. "کویَل" جو تصغیر. کوئلڙي.
● کے : حرف ربط [ف] تہ . يا.
کھابڑ : صفت [ھ] کڙ ٻڙ - کڙ ٻڙ واري زمين.
● کھات : ذ. ث [ھ] ٻاڻ (صفت) گِريل- سڙيل.
● کھاتا ۽ کھاتے : ذ [ھ] دڪان جي ليکي چوکي جو ڪتاب - وَھي - کاتو- روزنامچو. کندو.
- کھاتا بَہی : ث. آھا وَھي جنھن ۾ ھرھڪ گراھڪ جو ليکو جدا جدا لکيل ھوندو آھي.
- کھاتا پڑنا : ڏيتي ليتي شروع ٿيڻ.
- کھاتا ڈالنا : ڏيتي ليتي شروع ڪرڻ.
- کھاتے باقی : ث. بقايا- ٻاقي - لَھڻو.
- کھاتے پڑنا : حساب ۾ چڙھڻ - کاتي ۾ داخل ٿيڻ.
● کھاتی : ذ [ھ] واڍو - ڊکڻ. ھندن جي ھڪ ذات جو نالو.
● کھاٹ ۽ کھاٹیں : ث [ھ] کَٽ - چارپائي. لاش کڻي وڃڻ جي ڏولي.
- کھاٹ سے لگ جانا: کٽ تي پوڻ. بستري داخل ٿيڻ - بيمار ٿيڻ.
- کھاٹ کھٹولا : ذ. کَٽ کٽولو. ھنڌ بسترو. سامان سڙو.
- کھاٹ لگ جانا : کٽ وٺي پئجي رھڻ. سخت بيمار ٿيڻ.
- کھاٹ نِکلنا : کٽ کڄڻ - جنازو نڪرڻ.

● کھاج : ث [ھ] کاڄي - خارش.
- کھاج اٹھنا، ھونا : کاڄي ٿيڻ - خارش جي بيماري ٿيڻ.
● کھاجا: ذ [ھ] خوراڪ - کاڌو. ھڪ قسم جي مٺائي . ھڪ قسم جو سڪل ميوو.
● کھاد : ث [ھ] ٻاڻ - ڇَٽُ. ھاريءَ کي کاڌي يا خرچ لاءِ ڏنل اڳوات رقم - تَڪابي.
● کھادی :ث [ھ] ھڪ قسم جو کپڙو- کاڌِي.
● کَہار ۽ کَہار : ذ [ھ] ھندن جي ھڪ قوم (جا پاڻي ڀرڻ ۽ ڏوليون کڻڻ جو ڪم ڪري). (صفت) ڏولي کَڻندڙ. (ث) کَہارَن، کَہارنی.
● کھار : ذ [ھ] ڪَلرُ. لوڻاٺي زمين. کار.
- کھار لگنا : کلر لڳڻ- ڪَلر وٺڻ.
● کھارا ۽ کھارے : صفت [ھ] کارو-لوڻ وارو- نمڪين. (ذ) تَنگَڙُ. کارو- ٽوڪرو. شاديءَ جي ھڪ رسم (جنھن ۾ گھوٽ کي وھنجاري ڪپڙا پارائيندا آھن).
- کھارے پر بیٹھانا، چڑھانا : گھوٽ کي وھنجاري ڪپڙا بدلارائڻ جي رسم ادا ڪرڻ.
● کھاری : صفت [ھ] لوڻ وارو - کارو.
- کھاری پانی : ذ. کارو پاڻي- لوڻ وارو پاڻي.
- کھاری پن : ذ. لوڻ جو ذائقو- کاراڻ.
- کھاری شور: صفت. تمام کارو- گھڻي لوڻ وارو.
- کھاری کُنواں: ذ. کارو کوھ. بي فيض ماڻھو.
- کھاری کُنوئیں میں ڈال دینا : وڃائي ڇڏڻ- ضايع ڪرڻ. کوھ ۾ وجھڻ.
- کھاری مٹی : ث. کلراٺي مٽي- لوڻاٺي زمين.
- کھاری نمک : ذ. ھڪ قسم جو لوڻ - کلراٺو لوڻ.
● کھارکی ۽ کھارکیاں : ث [ھ] آھا چوپائي جا ڀھريون پيٽ ڏئي - ڀھريات.

● کهارُوا: ذ[هہ] هڪ قسم جو ڳلهو ڳاڙهو ڪپڙو.

● کهارے: ذ [هہ] آهي نشان جي وياڻ کان پوءِ عورت جي پيٽ تي ڏيندا آهن .

● کهاڑی ع کهاڑياں : ث [هہ] کاري - سامونڊي نار .

● کهاس: ث [هہ] چارپدار بوجهو (سامان کڻڻ لاءِ) - تنگتڙ .

● کهاکسی : ث [هہ] آهي اڇا نشان جي ويايل عورت کي رانن ۽ پيٽ تي ڏيندا آهن.

● کهاگ : ذ [هہ] گينڊي جو سڱ (جو چاقو وغيره جي ڳَن تي هڻندا آهن) . ڪُڪڙ جي کڙهہ . سُوئر جو ڏند - وَڄُ .

● کهاگر، کهاگهر : ذ [هہ] اهو تختو جو گهوڙي کي سيکارڻ لاءِ ٻڌندا آهن- ڪَڙڪَڙيو .

● کهال ع کهالیں : ث [هہ] کل - چمڙي. چمڙو - چوڙو. چوڏو. واهِي - ڪَسِي .

▬ کهال اُپاڑنا، اُتارنا : کل لاهڻ- ڪَلَڻُ. چمڙو لاهڻ . ڏاڍي مار ڏيڻ - ڪَل آڌيڙڻ . سخت سزا ڏيڻ .

▬ کهال آچيڑ، کهسوٹ : صفت. کل لاهيندڙ. بيزار ڪندڙ - جند نہ ڇڏيندڙ.

▬ کهال اُدهيڑنا : کل لاهڻ - کل آڌيڙڻ. چوڙي لاهڻ .

▬ کهال اُڑا دينا : کل لاهي ڇڏڻ - ڏاڍي مار ڏيڻ .

▬ کهال بِگڑنا : کَل خراب ٿيڻ - موچڙن کائڻ تي دل ٿيڻ .

▬ کهال کهينچنا : کل لاهڻ. ڪَل آڌيڙڻ. ڏاڍي مار ڏيڻ. سخت سزا ڏيڻ (آڳاٽي زماني ۾ ڏوهارين جي سزا طور کل لاهيندا هئا) .

● کهالا : ذ [هہ] هيٺاهين زمين . ڍنڍ .

● کہاں : حرف استفهام [هہ] ڪيڏانهن. ڪهڙي هنڌ - ڪِٿي. ڪهڙيءَ جاءِ تي . ڪهڙي طرف.

▬ کہاں تک، تلک : تابع فعل. ڪيستائين. ڪيتري وقت تائين . ڪيترو پري . ڪيتريءَ حد تائين .

▬ کہاں سے : تابع فعل. ڪٿان- ڪهڙيءَ جاءِ تان . ڪهڙي طرف کان .

▬ کہاں کا : تابع فعل . ڪٿي جو . ڪهڙي هنڌ جو . ڪهڙي طرف جو. ڪڏهن جو .

● کهان ع کهانيں : ث [هہ] کاڻ. ذخيرو.

● کهانا : متعدی [هہ] کائڻ. ڳڙڪائڻ. ڳيهڻ. هضم ڪرڻ . چٽ ڪرڻ. کاڌ ڪرڻ. ڏنگڻ . چڪ هڻڻ. جهاڻ (ڳاريون مار). وڙڻ (سيڪ، آس).

▬ کها بيٹهنا : کائي ويهڻ . هضم ڪري ڇڏڻ. خرچ ڪرڻ .

▬ کها پی ڈالنا : کائي پِي ڇڏڻ . اڏائي ڇڏڻ (ملڪيت) .

▬ کهاتا: صفت . کائڻ وارو - کائيندڙ . کاڌو .

▬ کهاتا پيتا: صفت. کائيندڙ پيئندڙ. سُکيو آسودو.

▬ کهاتے پيتے لاتيں چلانا، مارنا: کائيندي پيئندي اِٽون هڻڻ . بي شُڪري ڪرڻ .

▬ کهاجانا: کائي وڃڻ- کائي ڇڏڻ. کائي چٽ ڪرڻ . کپائي ڇڏڻ .

▬ کها لينا: کائي وٺڻ - کائي وڃڻ. پئسا هضم ڪري ڇڏڻ . ڳڙڪائي ڇڏڻ .

▬ کهانا: ذ. کاڌو - کاڄُ. طعام.

▬ کهانا پانی : ذ . کاڌو پيتو - داڻو پاڻي .

▬ کهانا پچانا : کاڌو پچائڻ . ورزش وغيره سان کاڌو هضم ڪرڻ .

▬ کهانا پکانا: کاڌو رڌڻ - طعام رڌڻ .

▬ کهانا پينا : کائڻ پيئڻ . (ذ) کاڌو پيتو .

کاڌي پيتي جو خرچ- کاڌ پيت . داڻو پاڻي.
▬ کھانا پینا لہو کرنا: کاڌو پيتو رت ڪرڻ. سخت بيزار ڪرڻ . گھڻو آزارڻ .
▬ کھانا جوڑا : ذ. آھو طعام ۽ وڳو جو ڪنوار کي پيڪن مان ملي . ڏاج ڏيوڻ .
▬ کھانا دینا: کاڌو ڏيڻ . دعوت ڪرڻ .
▬ کھانا زہر مار کرنا : دل نہ هوندي بہ کاڌو کائڻ . بي دليءَ سان کائڻ .
▬ کھانا کمانا: ڪمائڻ کائڻ. پورهيو ڪري کائڻ.
▬ کھانا کھلانا : کاڌو کارائڻ - ماني کارائڻ. دعوت کارائڻ .
▬ کھان پان : ذ. کاڌو پيتو . کاڌ پيت - کاڌي پيتي جو خرچ.
▬ کھانے کو دوڑنا : کائڻ لاءِ اچڻ . کاوڙ سان پيش اچڻ . ڏاڙهڻ لاءِ اچڻ .
▬ کھاؤ ج کھاؤ : صفت . کائو - هيچي . گھڻو کائيندڙ - پيٽو . گھڻو خرچ ڪندڙ . لالچي.
▬ کھاؤ اڑاؤ: صفت . کائڻ اڏائڻ وارو . فضول خرچ - هٿ ڦاڙ.
▬ کھاؤ میت: ذ. کاڌي جو يار . مطلبي دوست.
▬ کھائے جانا : بيزار ڪرڻ - تنگ ڪرڻ . اندر کائڻ .
▬ کھایا پیا اگل دینا: سڄيءَ عمر جي ڪمائي ڪڍي ٻاهر ڪرڻ . سڀ سچي ڪرڻ .
▬ کھایا پیا نکالنا: کاڌو پيتو ڪڍڻ . سخت پورهيو ڪرائڻ . ڏاڍي مار ڪڍڻ .
● کھانپ: ث [ھ] ڦار.
● کھانچ ، کھانچا ج کھانچے: ذ[ھ] ڪبوترن جو ڪُڏڻو. ڪُڪڙن جي کُڏي . هڪ قسم جو پڃرو . رستي ۾ پيل کڏو - کانچو . دير. پيت جو ڪُبُ.

▬ کھانچا پڑنا: کانچو پوڻ- کڏو ٿيڻ (رستي ۾). دير پوڻ .
● کھانچی ج کھانچیاں: ث[ھ] کاري (ڏڪ سان).
● کھانڈ : ث [ھ] کنڊ - شَڪر .
● کھانڈا ج کھانڈے : ذ [ھ] سڌي ۽ ٻہ منهين تلوار . ٽُڪر . سڄيءَ جو ٻيرو .
▬ کھانڈا بجنا: تلوار هلڻ - لڙائي ٿيڻ .
● کھانڈنا: متعدی [ھ] چيٿڻ - چيٿاڙڻ . ذرا ذرا ڪرڻ . قيمون ڪرڻ .
● کھانسنا: لازم [ھ] کنگھڻ .
▬ کھانسی : ث. کنگھہ .
▬ کھانسی اٹھنا : کنگھہ ٿيڻ .
● کھانکھڑ ، کھانکھر ، کنھانکھر : صفت [ھ] سُڪل - ٺوٺ .
● کھانگ : ذ [ھ] سوئر جو ڏند . ڏسو " کھاگ ".
● کہانی ج کہانیاں : ث [ھ] ڪهاڻي - قصو - ڳالهہ . بيان . ڏکي ڳالهہ .
▬ کہانی آنا: ڪهاڻي اچڻ - کا ڳالهہ اچڻ .
▬ کہانی کہنا: ڳالهہ ٻڌائڻ . حال اورڻ .
● کہاوت ج کہاوتیں: ث [ھ] چوٽي - پهاڪو . حڪايت .
● کھائی ج کھائیاں: ث [ھ] کاهي- خندق.
● کھبّا ج کھبّے: صفت [ھ] کھپي هٿ سان ڪم ڪندڙ - کابتو - ڏاوڙ . کابو - ڏائو .
● کھبنا : لازم [ھ] کُپڻ . پيهڻ . سمائجڻ. وٺڻ . چُڀڻ .
● کھپاچ: ذ [ھ] بانس جي تيلي . ايرو ماٺهو.
● کھپٹ: صفت [ھ] پوڙهو - ڪراڙو .
● کھپٹا ج کھپٹے: ذ [ھ] کاٺي، سر يا چم وغيرهہ جو ٽُڪر . ٺِڪر . کاٺ جي

پڃي . ميوي جي کَل . ڦار . ڳِترو . ڪٺڪ کي ڪانيندڙ جيت - سُرو.

● کھَچ ، کھَچی ج کھَچیاں: ث [ھ] بانس جي تيلي. ڳود - هنج . (صفت) اپرو - ڏُپرو .

- کھَچی بھرنا: جھوليءَ ۾ ڪڻڻ. پاڪر پائڻ.

● کھَچا ج کھَچے: ذ [ھ] ڪاٺ جي ڏوئي.

● کھَپّر : ذ [ھ] ڪوپري - کپراتي. ڪيستو. ڏولھو .

● کھَپرا ج کھَپرے: ذ [ھ] چوڏو . بانس وغيره جي پڃي- چاڙھ . ڦار .

● کھَپری ج کھَپریاں :ث[ھ] دانگي.کپراتي.

- کھَپری منہ میں لگانا : دانگي سنهن تي ملڻ. خوار ڪرڻ.

● کھَپریا: ذ[ھ] هڪ قسم جو هَرُ (جو سخت زمين ۾ ڏيندا آهن).

● کھَپریل : ذ [ھ] بانس جي چاڙھ . آها چيت جا بانس جي نرين سان جڙيل ھُجي- ڻِڪر جي نرين سان جڙيل چت .

- کھَپریل ڈالنا: ڻِڪر جي نرين جي چت وجهڻ.

● کھَپنا : لازم [ھ] کپڻ- وڪامڻ . ڪم اچڻ. ضايع ٿيڻ.

- کھَپا ڈالنا : کپائي ڇڏڻ - وڃائي ڇڏڻ . چٽ ڪرڻ.

- کھَپانا : متعدی. کپائڻ- وڃائڻ. برباد ڪرڻ. تنگ ڪرڻ- مٿو کائڻ. ڪم آڻڻ.

- کھَپاؤ :ذ. کپت- خرچ پکو. گھُرج- ضرورت.

- کھَپت :ث. کپت - کاپو. خرچ پکو- گھُرج. نيباھ- گذارو. وڪرو.

● کھَتّا ج کھَتّے : ذ [ھ] آها کَڏَ جنهن ۾ اناج گڏ ڪري رکندا آهن. کَڏَ . (ث) کھَتّی.

- کھَتّی بھرنا : کَڏَ ۾ آنُ پرڻ.

- کھَتّے میں پڑ جانا : رھجي وڃڻ. ملتوي ٿيڻ.

- کھَتّی کا اناج: ذ. خراب اناج .

● کھَتُرا ج کھَتُرے : ذ [ھ] آهو ماڻهو جنهن جي منهن تي ماتا جا داغ هجن. سوراخ- چُگھ.

● کھَتَونی : ث [ھ] زمين جو کاتو.

● کھَتیانا: متعدی [ھ] کاتي ۾ لکڻ. داخلا ڪرڻ.

● کھَٹ : ث [ھ] "کھاٹ" جو مخفف . فقط مرکب لفظن ۾ ڪم اچي.

- کھَٹ بُنا : ذ. کَٽَون واڻيندڙ .

- کھَٹ وانی لینا: کٽولو وٺي پئجي رھڻ . سُستي يا بيماريءَ سبب کٽ تي پيو رھڻ .

● کھَٹ : ث [ھ] ٻن شين جي ٽڪرجڻ جو آواز- ٺَڪ - ٺا . کڙڪو .

- کھَٹا کھَٹ :ث . ٻن سخت شين جي ٽڪرجڻ جو آواز- ٺَڪا ٺَڪ .

- کھَٹ پَٹ : ث. ٽاپ ٽاپ (هلڻ جو آواز).

- کھَٹ پَٹ ھوجانا: تڪرار ٿي پوڻ- جهيڙو ٿي پوڻ .

- کھَٹ سے: تابع فعل. انهيءَ وقت - يڪدم - فوراً.

- کھَٹ کھَٹ :ث. ٺڪ ٺڪ. جهيڙو - کِٽ ڦٽ.

● کھَٹ : صفت [ھ] چِٺو .

- کھَٹ پَر : ذ . چِٺن پرن وارو جيت- پونڙ.

- کھَٹ پورا : ذ. هڪ قسم جوا وزار جنهن سان بنيءَ ۾ پارا ڏاهيندا آهن . ڏانداري.

● کھَٹ: صفت [ھ] "کھَٹّا" جو مخفف .

- کھَٹ میٹھا، میٹھڑا: صفت . ڏسو "کھَٹّا میٹھا". (ذ) هڪ قسم جو ميوو (جنهن جو ذائقو کٽو ۽ مٺو ٿئي)- کَٽَمِٺو .

● کھَٹ: ث [ھ] ڪن بہ ٻن شين جي لڳڻ يا ٺهڪڻ جو آواز- ٺَڪ . کَڙڪو.

- کھَٹ بڑھئی: ذ . پکيءَ جو هڪ قسم-

کاٹ کٽو. ڏسو "کٽهه پھوڙا".
▬ کهَٽُ کهَٽُ: ث. کڙڪو. ٺڪ ٺڪ جو آواز. ڏسو "کهَٽُ کهَٽُ".
●کهٽّا ۽ کهٽّے: صفت [هہ] کٽو - ترش. (ذ) هڪ قسم جو ميوو. وڏن پاون سان ڪٽ. (ث) کهٽّي ۽ کهٽّيان.
▬کهٽّاچُوک، چونا: صفت. تمام کٽو -کٽو ٺڙهه.
▬کهٽّاس: ث. کٽاڻ - ترشي.
▬ کهٽّا ساگ :ذ. هڪ قسم جو ساڳ-چُوکو.
▬ کهٽّا ميٹّھا، ميٹھا: صفت. کٽو مٺو- کٽمٺو.
▬ کهٽّا ميٹھا هونا: وات پاڻي ٿيڻ. سَدَ ٿيڻ. دل سُرکڻ. کٽو مٺو ٿيڻ- ناراض ٿيڻ.
▬ کهٽّا هونا: کٽو ٿيڻ - ترش ٿيڻ. کاڌو خراب ٿيڻ.
▬ کهٽّيان کهانا: شکست کائڻ.
▬ کهٽّے ميٹّھے دن: محاوره. پيٽ وارا ڏينهن - حمل جا ڏينهن. نحوست جو زمانو.
▬ کهٽّي ميٹھی باتيں: محاوره. ناراضگيءَ جون ڳالهيون. ترش ڪلامي.
● کهٽا پٹ، کهَٽ پَٽ: ث [هہ] ٺڪ ٺڪ جو آواز. گهوڙي جي سُنبن جو آواز. چاڪڙيءَ سان هلڻ جو آواز. هٿيارن جو کڙڪو. اٻٽت - تڪرار- کيٽ ڦيٽ.
▬ کهٽاپٹی هونا: کيٽ ڦٽ ٿيڻ. اٻٽت ٿيڻ- تڪرار ٿيڻ.
● کهٽاکا: ذ [هہ] ٺڪاءُ - ٺڙاڪ. کڙکو.
● کهٽائی :ث [هہ] کٽاڻ. کٽي شيءِ. انبڙيءَ جي سُڪل ڦار- کُوکم. کٽيءَ شيءِ جو رس.
▬ کهٽائی کهانا: کٽاڻ کائڻ.
▬ کهٽائی ميں ڈالنا: کٽاڻ ۾ وجهڻ. تيزاب ۾ وجهڻ (زيور). اڇ سپائي ڪرڻ. اينگهه ڪرڻ.
● کهٹائی: ث [هہ] ملاوت - کوٽ. دغا. بيائي- بي ايماني. بدمعاشي. دشمني.
▬ کهٹائی کرنا: بيائي ڪرڻ- کوڙائي ڪرڻ. بدي ڪرڻ. دغا ڏيڻ.
● کهٽ پٹ: ث [هہ] ڪِلڪِل- گهڙي. کيٽ ڦيٽ.
▬ کهٽ پٹ کرنا: ڪلڪل ڪرڻ. کيٽ ڦيٽ ڪرڻ. اٻٽت وجهڻ.
● کهٹراگ: ذ [هہ] ڇهه راڳ.سريراڳ جي هڪ راڳڻي. جهيڙو- ٽنٽو. معاملو. کيٽراڳ- جنجال. آجايون ڳالهيون.
▬ کهٹراگ پهيلانا: جهگڙو کڙو ڪرڻ. کيٽراڳ پکيڙڻ.
▬ کهٹراگ لانا، مچانا: هُل ڪرڻ - گوڙ گهمسان مچائڻ.
▬ کهٹراگ ميں پڑنا: کيٽراڳ ۾ پوڻ - جنجال ۾ پوڻ.
▬ کهٹراگ نکالنا: لچائي ڪرڻ - بدمعاشي پکيڙڻ.
● کهٹکارنا: متعدی [هہ] مڇيءَ جي چار کي لوڏڻ.
● کهٹکنا: لازم [هہ] کٽڪڻ. کٽکو ٿيڻ- انديشو ٿيڻ. چُڀڻ. چِڪار ڪرڻ. ڏکيو لڳڻ. دل ۾ چُڀڻ. ٺهڪڻ - ٺڪرجڻ. کڙکڻ. چِرکڻ - ڏچڻ.
▬ کهٹک: ذ. چُڀکو- چُڀڪار. کٽکو- انديشو. ڳڻتي.
▬ کهٹکا: ذ. کڙکو. ٺورو آواز. ٺڪرجڻ جو آواز. پيرن جو آواز. کٽکو- ڳڻتي. کُلف جو اهو پُرزو جو ڪُنڍي کي کُلڻ کان روکي.

▬ کهٽڪا پڙ جانا : ڪٽڪو پئجي وڃڻ . هر وقت انديشو رهڻ.

▬ کهٽڪا لگا رهنا : ڪٽڪو لڳو رهڻ . هروقت انديشو رهڻ. هر وقت ڳڻتي هئڻ .

▬ کهٽڪانا : متعدی. کڙڪائڻ. چيرڪائڻ.

▬ کهٽڪا هونا : کڙڪو ٿيڻ . ڪٽڪو ٿيڻ - ڳڻتي ٿيڻ .

▬ کهٽڪتے رهنا : ڪٽڪندو رهڻ . چڀندو رهڻ . هر وقت ياد رهڻ . چرڪندو وتڻ . پري پري گذارڻ .

▬ کهٽڪ جانا : چڀي وڃڻ. ڏکيو لڳڻ . اٻهٽ ٿيڻ . جدا ٿيڻ - الڳ رهڻ. ڪٽڪو ٿي پوڻ . انديشو ٿيڻ .

▬ کهٽڪ چلنا : ڪٽڪي سان هلڻ. پري ٿي هلڻ- جدا ٿي هلڻ .

● کهٽکنا : لازم [هہ] ٺونگارجڻ . ڦٽڻ (آنو). ڪکڙ جي ٻچي جو آني کي ٺونگاري ٻاهر نڪرڻ . تيڙڪڻ (ڪل) .

● کهٽکهٹا : ذ [هہ] کيٽ ڦٽ . ڪم- ڏنڊو. جنجال . کيٽراڳ .

● کهٽکهٹانا : متعدی[هہ] کڙڪائڻ(دروازو). ٺڪ ٺڪ ڪرڻ .

● کهٹلے : ذ [هہ] ڪنن جا مٽيان سوراخ (جي عورتون ڳهڻ پائڻ لاءِ ٺوپائيندیون آهن).

● کهٹمل : ذ [هہ] هڪ قسم جو جيت (جو ڪٽن ۾ ٿئي) - مڱڻهڻ .

● کهٹيا ۽ کهٹياٸيں :ث[هہ]کٽ- کٽولي.

● کهٹيا ۽ کهٹياٸيں : ث [هہ] ربوڙي .

● کهيچ : ث [هہ] چيڙ - کاوڙ . چيڙ . حرکت . ڏک - رنج . بيزاري .

▬ کهيچ نکالنا : چيڙ ڏاهڻ.

● کهجانا : متعدی [هہ] چيڙائڻ. کاوڙائڻ . خارڏيارڻ . بيزار ڪرڻ . ٺوڪ ڪرڻ. چرچوڪرڻ.

● کهجانا : متعدی [هہ] کنهڻ . ننهن سان کرڙڻ. خارش لاهڻ. (لازم) خارش ٿيڻ.

● کهجلا ۽ کهجلے : ذ [هہ] هڪ قسم جو پکوان .

● کهجلانا : متعدی [هہ] کنهڻ . ننهن سان کرڙڻ . ڏسو "کهجانا".

▬ کهجلاهٹ : ث. خارش - کنهہ .

▬ کهجلی : ث. خارش - هڪ قسم جي بيماري.

▬ کهجلی اٹهنا : خارش ٿيڻ . خارش کٽڻ . مار کائڻ تي دل ٿيڻ - کجلي کٽڻ.

▬ کهجلی هونا : خارش ٿيڻ .

● کهجور :ث [هہ] کجيءَ جو وڻ - کتل. کجور .

▬ کهجورا : ذ. نر کجي .

▬ کهجور چهڑی : ث. هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو ( جنهن تي لهرين جهڙا ليڪا ٿين ) .

▬ کهجور رس : ث. کجيءَ جو رس - تاڙي .

▬ کهجوريا : ث. کجيءَ جو ننڍو وڻ .

● کهچاکهچ : صفت [ هہ ] دٻي ڀريل - ڏٽيل . ڀرپور . بيحد - تمام گهڻو .

▬ کهچاکهچ بهرنا : دٻي ڦسي ڀرڻ - ڏٽي ڀرڻ .

● کهچڑا : ذ [هہ] اهو چٻرو ۽ مصالحدار ڪاڏو جو گهڻو ڪري محرم ۾ رڌي ورهائيندا آهن (هن ۾ ڪڻڪ ۽ ڪيترن قسمن جون داليون هونديون آهن ) .

●کهچڑی : ث[هہ] چانورن ۾ دال مليل پت - کچڙي. (صفت) گڏ وچڙ . مليل . اڇا ۽ ڪارا

چڪ هڻڻ. اوبارڻ. گستاخ ڪرڻ - حجتي ڪرڻ. متي تي چاڙهڻ. واقف ڪرڻ - هيرائڻ. پيار ڏيڻ.

- مُنہ مارنا: چڪ هڻڻ - ڪائڻ. شڪاري ڪتي جو شڪار جهلڻ. ٻن وڙهندڙ پکين جو هڪٻئي کي ٺونگا هڻڻ. ٻڪٻڪ ڪرڻ. سامهون ٿيڻ. گستاخي ڪرڻ.

- مُنہ مانگے دام: ذ. پنهنجي وات سان گهريل قيمت.

- مُنہ مانگی مُراد: ث. دلي خواهش - من جي مراد.

- مُنہ موڑنا: منهن موڙڻ. منهن ورائڻ - منهن ٻئي پاسي ڪرڻ. بيمروتي ڪرڻ. بيوفائي ڪرڻ.

- مُنہ میٹھا کرنا: وات مٺو ڪرڻ - مٺائي کائڻ. مٺائي کارائڻ. بخشش ڏيڻ. رشوت ڏيڻ. شاديءَ جي ڳالهه پڪي ڪرڻ.

- مُنہ میں بات کرنا: چپن ۾ ڳالهائڻ. ڀڻ ڀڻ ڪرڻ.

- مُنہ میں پانی بھر آنا: وات پاڻي ٿيڻ. وات مان گگ وهڻ. سڌ ٿيڻ.

- مُنہ میں تنکا لینا: هار مڃڻ - شڪست قبول ڪرڻ. ٻان ڪرڻ. عاجزي ڪرڻ.

- مُنہ میں تھوک بلونا: ٿُڪ ولوڙڻ. بيڪار ڳالهيون ڪرڻ - بيهودي گفتگو ڪرڻ.

- مُنہ میں زبان ہونا: وات ۾ زبان هئڻ. ڳالهائي ڄاڻڻ. جواب ڏيڻ جي طاقت هجڻ.

- مُنہ میں گھنگھنیاں بھرنا: وات ۾ مڱ وجهڻ. چُپ ٿيڻ. خاموشي اختيار ڪرڻ.

- مُنہ میں لینا: وات ۾ وجهڻ.

- مُنہ نکل آنا: مُنهن نڪري اچڻ. منهن سنڪي وڃڻ. اپرو ٿيڻ.

- مُنہ نوچ لینا: مُنهن تي رانبُوٽا هڻڻ.

- مُنہنال: ث. حقي ۾ نڙ وجهڻ واري مُڙيل نلي.

● مُنہار: ذ [هـ] شيشي جون چوڙيون ٺاهيندڙ ۽ وڪڻندڙ - سرهياڙي. مڃارڪو سامان وڪڻندڙ - مڃاري.

● مَنہائی: ث [هـ] روڪ - رنڊڪ. منع.

● مینہدی: ث [هـ] ميندي. گهوٽ ڪنوار کي ميندي هڻڻ جي رسم.

- مینہدی رچانا: هٿن پيرن کي ميندي مکڻ.

- مینہدی کا چور: محاوره. هٿن يا پيرن جا اهي آچا ٽڪا جي ميندي لڳڻ کان رهجي ويا هجن.

- مینہدی گوندھنا: ميندي ڳوهڻ - ميندي پسائڻ.

- مینہدی لگانا: ميندي هڻڻ.

● مُنیم، مُنیب: ذ [هـ] واپاري حساب ڪتاب لکندڙ منشي - مُنيب. گماشتو.

● مُوا ۽ مُوے: ذ. صفت [هـ] مئل - مئو. عورتون پاراتي طور هي لفظ ڪم آڻينديون آهن. (ث) مُئي.

- مُوا بادل: ذ. مئل ڪڪر - سُپينج.

- مُوئے جیتے آکھاڑنا: مئا جيئرا ڪيڻ - گاريون ڏيڻ ۽ پٽڻ.

● مَوت: ث [ع] موت - مرڻ - وفات. مري وڃڻ جي حالت.

- مَوتا: ث. جنازو - لاشو. جنازي سان گڏ وڃڻ جي رسم.

- مَوت آنا: موت آچڻ. مري وڃڻ. تمام ڏکيو ڪم سر تي پوڻ. مصيبت پوڻ.

- موت آنکھوں کے آگے پھرنا: موت اکين اڳيان ڦرڻ.

- مَوتا هونا : ٿلهو ٿيڻ.
- موت پڑنا : موت پوڻ. مصيبت پوڻ. ڏچڻ .
- موت چاهنا: مرڻ قبول ڪرڻ . مصيبت کي سڏ ڪرڻ .
- موت کا سَر پَر کهيلنا : موت مٿي تي هئڻ. موت ويجهو اچڻ . آفت جي مُنهن ۾ هجڻ.
- موت کا کهانا : ذ . ڪانڌيءَ جي ماني . ڪَوڙي ڪَڻبي.
- موت کے دِن پُورے کرنا: حياتيءَ جا ڏينهن ڪاٽڻ . موت جا ڏينهن پورا ڪرڻ .
- موت کی گهاٹ اُتارنا : ماري ڇڏڻ ـ قتل ڪرڻ .
- موتے ميں جانا : ٿڪجي تي وڃڻ .

مُوتنا : متعدی [هـ] مُتَڻ ـ پيشاب ڪرڻ. (حقارتاً) ڏِ يان ڏيڻ .

- مُوت :ذ. مُٽ ـ پيشاب .اولاد. ڪَريل اولاد.
- مُوت آنا : مُٽ لڳڻ ـ پيشاب اچڻ .
- مُوت دينا : مُٽي ڏيڻ ـ پيشاب ڪرڻ . ڊپ ۾ مُٽي وجهڻ .
- مُوت کی دهار پَر مارنا : پيشاب ڪرڻ . ڪِينَ جهڙو سمجهڻ .
- مُوت لگنا : مُٽ لڳڻ - پيشاب لڳڻ .

● موتها : ذ [هـ] گاهه جو هڪ قسم (جنهن جي پاڙ ۾ خوشبودار گنڍيون ٿين) - سُرها موٿ .

● موتهرا: ذ [هـ] گهوڙي جي هڪ بيماري (جنهن ۾ گهوڙي جي پير ۾ گوڙهو ٿئي ٿو ۽ ان مان پاڻي وهي) - باديا .

موتی ٤ موتی: ذ [هـ] موتي - مٽيو. (صفت) اڇو . سُهڻو - خوبصورت .

- موتی اُگلنا : موتي اوڳارڻ . وڻندڙ گفتگو ڪرڻ .
- موتی بهيندهنا : موتي وِنڌڻ ـ موتي سَاٽڻ .
- موتی پاگ : ذ. هڪ قِسم جي مٺائي .
- موتی پيرونا : موتي پُوئڻ . وڻندڙ گفتگو ڪرڻ. عُمدو مضمون لکڻ. تمام سُٺا اکر لکڻ.
- موتی چگنا : موتي چُڳڻ. شاهُوڪار ٿيڻ.
- موتی چُور : صفت. موتيءَ جي ڪَڻ وانگر چمڪندڙ (اکيون) . هڪ قسم جي مٺائي.
- موتی چُور کے لڈّو : ذ. هڪ قسم جا لڏُون .
- موتی چهيدنا : موتيءَ ۾ سوراخ ڪرڻ ـ موتي وِندَڻ.
- موتی رول دينا : موتين سان ڍئي ڇڏڻ .
- موتی رولنا : موتي گڏ ڪرڻ . تمام گهڻي دولت جمع ڪرڻ .
- موتی کُوٹ کَر بهرنا : تمام سهڻو پرت ڪرڻ .
- موتی کی لڑی : ث. موتين جي سَرَ .
- موتی گرَجنا : موتي سيرجڻ ـ موتي اڏو اڏ ٿيڻ .
- موتيوں سے مانگ بهرنا : سيندَ ۾ موتي گُنڌڻ . تمام گهڻو سينگارڻ ( ڪنوار کي ) .
- موتيوں کا جهالا : ذ. ڪَن ۾ پائڻ جو هڪ زيور (جنهن ۾ موتين جون سَرُون ٿين ) .
- موتيوں کا مالا : ذ. موتين جي مالها . موتين جو هارُ.
- موتيوں ميں تولنا : موتين ۾ تورڻ. تمام گهڻو مانُ ڏيڻ .
- موتيوں ميں لدنا : موتين سان جهنجهڻ . بدن تي رڳو موتين جا زيور هجڻ .

● موتيا : صفت [هـ] موتيءَ جهڙو ـ موتيءَ وانگر . (ث) هڪ قِسم جو خوشبودار گُلُ ـ

موتئي جو گُل - موتيو. هڪ قسم جي بيماري (جنهن ۾ جسم تي ماتا وانگر داڻا نڪرن).

= موتيابِنْدُ: ذ. اکين جي بيماري- موتيو پاڻي- cataract.

= موتيا پاگَ: ذ. هڪ قسم جي مِيٺائي.

● مَوتُ، موٺھ: ذ [هـ] هڪ قِسم جو اناج- موٺ. ڳِنڙي. ٻُجڪو. ڪوھ. مان پاڻي ڪيڻ جو ٻوڪو.

= موتُ کا موتُ بيچنا: سڀ سامان وڪڻڻ - الھ تَلھ وڪڻڻ.

● موٽا ۽ موٹے: ذ. صفت [هـ] ٿُلهو- ڏَنو ڌُنو. مضبوط. سگھارو. ڳھاٽو (ڪپڙو). دولتمند - شاهوڪار. (ث) موٽي.

= موٽا آٽا: ذ. ٿُلهو آٽو. شاهُوڪار.

= موٽا آناجُ: ذ. ٿُلهو اَن". غريبن جي کائڻ جهڙو اَن" - ڏُٽُ وغيره.

= موٽاپَنُ: ذ. ٿُلهاڻَ - ٿولَھ - ٿُلهائي. گھاٽائِي (ڪپڙي جي).

= موٽا پَهننا: ٿُلهو پهرڻ - سادو ۽ سستو ڪپڙو پائڻ.

= موٽا تازَہُ: ذ. صفت. ٿلهو متارو - ڌنومنو.

= موٽا جهوٽا: محاوره. غريباڻو. هلڪو - سادو. جهڙو تهڙو - رواجي.

= موٽا جهوٽا پَهننا: سادو سُودو(ڪپڙو) پهرڻ. غريبي حال ۾ گُذر ڪرڻ.

= موٽا جهوٽا کهانا: سادو ۽ سستو کاڌو کائڻ. غريبيءَ حال ۾ گُذر ڪرڻ.

= موٽا کهانا: ذ. سادو کاڌو. اوباريل کاڌو. اوبَر.

= موٽُلا ۽ موٽُلے: ذ. صفت. ٿُلهو- ڦيڦو.

= موٽي (موٽا) آسامي: محاوره. مالدار ماڻهو. شاهوڪار ماڻهو. وڏو گراهڪ.

= موٽي آواز: ث. ٿُلهو آواز- ڳَرو آواز.

= موٽي باتُ: ث. صاف ڳالهه. سنئين سِڌي ڳالهه.

= موٽي سَمَجهُ: ث. ٿلهي سمجهه. بيوقوفي. مورکپڻو.

= موٽي گالي (گاليان): ث. ڪَچي گار.

● مُوٺهُ: ث [هـ] مُٺِ. مُٺيو- هَٿيو. مُڪَ. ٺونشو. مشت زني.

= مُوٺهُ چلانا: مُٺ هڻڻ. وير مُٺ هڻڻ.

= مُوٺهُ مارُنا: مُٺ هڻڻ.

● مُوٺهڙا: ذ [هـ] هڪ قسم جو ڪپڙو- موٺڙيو.

● موٺهيا، موٺيا: ذ. صفت [هـ] مزور- پورهيت.

● مَوجُ ۽ مَوجين: ث [ع] لَهر - ڇولِي. اُمنگ - اُڌمو - جذبو. سَنَدَ. مزو- لطف.

= مَوجُ آنا: مَوج اچڻ- مزو اچڻ. اُمنگ اٿڻ. پُور پوڻ.

= مَوجُ کرنا: موج ڪرڻ- مزا ماڻڻ.

= مَوجُ ميں آنا: موج ۾ اچڻ. جذبي ۾ اچڻ. خوشيءَ ۾ پرجڻ.

= مَوجي جيوڙا: ذ. صفت. پنهنجي مرضي وارو. آزاد طبع.

= مَوجين اُڑانا: لهريون هڻڻ. پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻڻ. مزا ماڻڻ - عيش ڪرڻ.

= موجين کَرُنا: موجون ڪرڻ - مزا ماڻڻ - عيش ڪرڻ.

= مَوجين مارُنا: ڇوليون هڻڻ- لَهريون هڻڻ.

● موچُ: ث [هـ] موڙُ- سَٽَ (پير، ٻانهن يا ڪنهن عضوي ۾).

= موچُ آنا: ڪنهن عضوي ۾ سَٽَ پوڻ. مڙي پوڻ (ٻانهن، پير وغيره).

● موچَرسُ: ذ. هڪ قسم جو پَساريڪو وکر (ڪونئر جهڙو ٿئي ۽ دوا ۾ ڪم اچي).

● موچـَري ع موچـَرياں : ث [هہ] موچڙو- پادر.

● موچـَنا ع موچـَنے : ذ [هہ] نيچڪئو.

● مـُوچهہ ع مـُوچهيں : ث [هہ] مـُڇ - شـَهـَپر.

— مـُوچها كڑا ع مـُوچها كڑے : ذ. وڏي مـُڇ.

— مـُوچهہ كا بال : ذ. مـُڇ جو وارُ. سچو ماڻهو.

— مـُوچهہ مـَروڑ : ذ. صفت. مـُڇـُون وٽيندڙ. وڏائو ڪندڙ- مغرور.

— موچهوں پـَر تاؤ دينا : مـُڇن کي تاءُ ڏيڻ - مـُڇون وٽڻ. مـُڇون مروڙڻ.

— مـُوچهيل : ذ. صفت. وڏين مـُڇن وارو. مـُڇـِرُ.

— مـُوچهيں چـَڑهانا : مـُڇن کي وَٽُ ڏيڻ - مـُڇون مروڙڻ. بهادري ڏيکارڻ.

— مـُوچهيں مـَروڑنا : مـُڇـُون مروڙڻ - مـُڇن کي وٽ ڏيڻ.

— مـُوچهيں مـُنڈوانا : مـُڇون ڪوڙائڻ. هارَ قبول ڪرڻ.

● موچي ع موچي : ذ. صفت [هہ] موچي- مينگهواڙ. (ث) موچـَن.

● مودهـُو : ذ. صفت [هہ] بيوقوف. اناڙي - چـَسو. ٻالو ٻولو- ٻوگهـلـُو.

● مـَور : ذ [هہ] آنبن جو ٻـُورُ. ٻـُور- مورَ.

— مـَور آنا : آنبن ۾ ٻـُور ڦيڻ - ٻـُورائـِجڻ.

● مور ع مور : ذ [هہ] هڪ قسم جو پـَکـِي- مورُ- طائوس.

— مور پـَنـْکهي : ث. هڪ قسم جي نندي ۽ سهڻي ٻيڙي (جا مور جهڙي ٺهيل هجي). مورَ جي کنڀن جو وڃڻو- مورڇل. هڪ قسم جو گاهـُ.

— مور چال : ذ. هڪ قـِسم جي ورزش. هڪ قسم جو ناچُ. ناز سان هلڻ.

— مور چهـَل : ذ. مور جي کنڀن جو وِجڻو- مورڇـَل.

— مور کا چـِنگهاڑنا : مور جو ڪـُوڪـَڻ.

— مور کا ناچنا : مور جو ناچ ڪرڻ.

— مورني ع مورنـِياں : ث. "مور" جي مادي- ڍيل.

● مـَورانا : لازم [هہ] آنب جي وڻن جو ٻـُورجـَڻ. انبن جو ٻـُورُ جهلڻ.

● مـُورَکهہ : ذ. صفت [هہ] مـُورک - احمق - چـَسو - بيوقوف - نادان.

— مورَکهہ پـَن : ذ. موركائي- نادانـِي- بيوقوفي.

● موڑنا : متعدی [هہ] موڙَڻُ- ورائڻ- چپو ڪرڻ. گهـُمائڻ- ڦيرائڻ. موٽائڻ - واپس ڪرڻ. بدلائڻ (پاسو).

— موڑ : ذ. موڙُ- وَرُ- ڏِنگ. گهمرو- ڦيرو. واپسي- موٽ.

— موڑ دينا : موڙي ڇڏڻ - ورائي ڇڏڻ. ڏِنگو ڪرڻ - ڦـِڏو ڪرڻ.

● مـُوس : ذ [هہ] ڪـُئو- گهـَر ڏڻي.

— مـُوسا كـَنـْتي : ث. هڪ قسم جو خوشبودار گاهـُ.

● مـَوسا ع مـَوسے : ذ [هہ] ماسيءَ جو مـُڙس- ماسـَڙ. (ث) مـَوسی.

— مـَوسيرا : ذ. صفت. ماسيءَ جو. (ث) مـَوسيری.

— مـَوسيرا بهائی : ذ. ماسيءَ جو پٽ - ماسات. (ث) مـَوسيری بهن.

● مـُوسـَرا ع مـُوسـَرے : ذ [هہ] ڪـُئو- گهـَر ڏڻي. (ث) مـُوسری.

● مـُوسـَل : ذ [هہ] انَّ ڇـَڙَڻ جي مـُهري. مـُهلڙو. مـُگري.

— مـُوسلوں ڈهول بـَجانا : ڍِنڍورو گهمائڻ- پـَڙهو ڏيڻ.

● مُوسَلا : ذ. صفت [ هہ ] تمام گهڻو- بي انداز گهاڻو.

- مُوسَلا دهارُ : ذ. صفت [هہ] تمام گهڻو- زورائتو (مينهن).

- مُوسَلادهارُ بَرَسنا: تمام گهاڻو مينهن وسڻ.

مُوسنا : متعدى [هہ] لُٽڻ- ڦُرڻ. ٺڳيءَ سان مال کائي وڃڻ. ڦهائڻ- هضم ڪرڻ.

- مُوس کے کها جانا : ٺڳيءَ سان مال کائي وڃڻ. ٺڳي وڃڻ. اُٺي وڃڻ. هضم ڪرڻ.

- مُوس کے کهڪ کر دينا : ڦُري فقير ڪري ڇڏڻ. تمام گهڻو ڦُرڻ.

● موکها ۽ موکهے : ذ [هہ] ننڍو تَنگ- گيڙ ڪيي. مَنگهُ. واتر ڪورس جو مُنهن. ڪبوترن جو پيجرو. ڇت جي پاسي وارو پنو- پنجرو.

● موگرا ۽ موگرے: ذ [هہ] مُگرو- مُهلڙو. ڏنبو. پترن پيڄڻ جو اوزار- وَنهڙو. گُل جو هڪ قسم. هڪ قسم جا چانور.

- موگري ۽ موگرياں : ث. مُگري. سؤٽي (ڪپڙن ڌوئڻ جي)- ڏُڪيي.

● مولُ : ذ [هہ] مُلهہ- قيمت- بَها.

- مولُ بَڑهانا : اگهہ وڌائڻ- قيمت وڌائڻ. مَهانگو ڪرڻ.

- مولُ توڑنا : اگهہ ڪيرائڻ- مُلهہ گهٽائڻ.

- مولُ تولُ : محاوره. قيمت ۾ گهاٽي واڌي. اگهہ جي مقرري.

- مولُ تولُ ٹهہرانا : مُلهہ چُڪائڻ- بَها مقرر ڪرڻ.

- مولُ چڑهانا : اگهہ چاڙهڻ- مُلهہ وڌائڻ.

- مولُ چُکانا: مُلهہ چڪائڻ- قيمت مقرر ڪرڻ.

- مولڑُ : ذ. صفت. مُلهہ ورتل (ٻانهو)- زر خريد. زير احسان.

- مولُ لے لينا : مُلهہ وٺي ڇڏڻ- زرخريد ڪرڻ. تمام گهڻو احسان ڪرڻ.

● مولُ : ذ [هہ] بُنياد- جَڙ- پاڙ. شروعات- اِبتدا. سبب- ڪارڻ. مُورُ. ڪنهن ڏنڊي ۾ ميڙايل پئسا. پُڇاڻي- ڇپيهُ. ڪتاب جو مضمون. (تابع فعل) هرگز- بنهہ- اَصل- مُورُ.

● مولسِرى : ث [ هہ ] هڪ قسم جو وَڻُ (جنهن جا گل خوشبودار ٿين ). هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو.

● مُولی ۽ مُولياں : ث [ هہ ] هڪ قسم جو اوپڙ (جو ياڃيءَ طور ڪم اچي)- مُوري.

● مُونا : ذ [هہ] مَٽُ. گهَڙو. ٽوڪرو- ڪارو- ڇٻو. ناڱ، وِجهڻ جي ٽوڪري- مُنڊڙو.

● مُونچُ : ث [هہ] مُڇَ (جنهن مان نوڙيون ٿهن). سَرَ (ٻُوڙي) جا پَن ( جنهن مان مُڇَ ٿاهين ).

● مُونچهہ ۽ مونچهيں :ث [هہ] مُڇَ- شَهپر.

● مُوندنا : متعدى [هہ] پوٽڻ- ٻُورڻ (اَک). بند ڪرڻ.

● مُونڈنا : متعدى [هہ] ڪوڙڻ (وار). وڍڻ (چڳ). ڦُرڻ- لُٽڻ. ٺڳڻ.

- مُونڈا : ذ.صفت. ڪُوڙيل. حجامتڪيل. ڦُريل.

- مُونڈ کر کهانا : حجامت ڪري پيٽ پالڻ. ڦُرَ لُٽَ ڪري کائڻ. ٺڳيءَ سان گُذرڪرڻ.

- مُونڈ لينا: ڪُوڙي وٺڻ. ڦُرڻ. ٺڳي ڇڏڻ.

- مُونڈ مارنا : سِيسي لاهڻ- قتل ڪرڻ. واپَس ڪرڻ- موٽائي منهن تي هڻڻ.

- مُونڈ مُنڈانا : مٿو ڪوڙائڻ- حجامت ڪرائڻ. چڳ وڍائڻ.

▬ مُونڊَنُ : ذ. ٻار ڄمڻ جي هڪ رسم (جنهن ۾ ستين ڏينهن ٻار جو مٿو ڪوڙائيندا آهن) - جهنڊ لهرائڻ جي رسم.
▬ مُونڊي ۽ مُونڊيان : ث. مُنڊي - سِري.
▬ مُونڊي ڀهيڙ : ث. ڪَتِريل رِڍَ. (صفت) ٺوڙهي - گنجي.
▬ مُونڊي ڪاٽا : ذ. صفت. سِسي وڍيل - سِرِي لٿل.
● مونڊها ۽ مونڊهے: ذ [هہ] ڪُلهو. ڪانڌ مان ٺهيل مُوڙو. هڪ قسم جو ڪبوتر (جنهن جون اکيون ۽ مٿو وڏو ٿئي). ڪُلهن تي وڌل ڪپڙو.
▬ مونڊهے پر بٹهانا : مُوڙي تي ويهارڻ. بدپيشو ڪرائڻ - ڪَسب ڪرائڻ.
▬ مونڊهے والی: ث. صفت. ڪسبياڻي - رنڊي.
● مُونگ : ذ [هہ] هڪ قسم جو ٻُوڙو ۽ اَن جو اَن - مُڱ.
▬ مُونگ پهلی : ث. ڪاچا - بوهي چڻا.
▬ مُونگ کی دال : ث. مُڱن جي دال.
▬ مُونگ مانگتے پهِرنا: دانهون ڏيندو گهمڻ.
● مُونگا ۽ مُونگے : ذ [هہ] هڪ قسم جو مٽيو (جو هڪ قسم جي سامونڊي جيت جي پيدائش آهي، ڳاڙهي رنگ جو ٿئي) - مَرجان.
▬ مُونگيا : ذ. صفت. مُڱ جهڙو (رنگ) - موڱيي. هڪ قسم جو ڪَبُوتر.
● مُونهاں: ذ [هہ] گهوڙن جي هڪ بيماري (جنهن ۾ گهوڙن جو وات ڦلارجي پوي).
● مونيا ۽ مونيے: ذ [هہ] ڪَچي سُٽ جي ويڙهي - ڪَچو سُٽ.
● مَہاجَن: ذ [هہ] هندو واپاري. شاهوڪار - سيٺ. واپاري. اعتبار جوڳو - ساک پت وارو.
▬ مَہاجَنی: ث. واپار. شاهُوڪاري. ڪاروبار.
● مُہاسا ۽ مُہاسے : ذ [هہ] موهيڙو.
▬ مُہاسے نِکَلنا: مُنهن تي موهيڙا نڪرڻ.
● مُہانا ۽ مُہانے: ذ [هہ] درياء جو مُنهن. ٻِن دريائن جي سلڻ وارو هنڌ - دوآبو.
● مَہاوَت: ذ. صفت [هہ] هاٿيءَ کي هلائيندڙ - فيلبان - پيلبان.
● مَہاوَڑ، مَہاوَر: ذ [هہ] لاک. لاک مان ٺهيل ڳاڙهو رنگ.
● مَہتا ۽ مَہتے: ذ. صفت [هہ] هندن جو هڪ لقب. ٻَميل. مُنشي.
● مِہتَر: ذ. صفت [ف] تمام وڏو. مُکي. [اردو] ڀنگي. گهوڙن جو سئيس. (ث) مِہتَرانی، مِہتَرائِن.
● مُہرا ۽ مُہرے: ذ [هہ] اڳياڙي - مُنڍ. سِڌائي - سَنوت. شطرنج راند جي ساري.
▬ مُہرے پَر رَکهنا: سڌائيءَ ۾ رکڻ - سامهون رکڻ. نشان تي رکڻ - مقابلي ۾ بيهارڻ.
● مُہرانا: متعدی [هہ] طعنو هڻڻ - سِهڻو ڏيڻ. چيڙائڻ. اشارو ڏيڻ - آهچاڻ ڏيڻ.
● مَہری، مَہرِیا: ث [هہ] پاڻي ڀريندڙ (عورت).
● مُہری ۽ مُہریاں: ث [هہ] پاڻيءَ جي ڪَسِي - مورِي. اَن چوڙڻ جي مُهري. آبدانو. بَندوق جي نالِيءَ جو سوراخ.
● مَہکنا: لازم [هہ] واسجڻ - هُٻڪار ڏيڻ - پکڙجڻ (خوشبو).
▬ مَہک: ث. خوشبُو (گلن جي)- سُرهاڻ - واس - هُٻڪار.
▬ مَہکانا: متعدی. هُٻڪارڻ - واسڻ (خوشبو ۾) - سُرهاڻ ڪرڻ.
▬ مَہک جانا: واسجي وڃڻ - هُٻڪار ڏيڻ.

- مہکیلا : ذ. صفت. خوشبودار۔ سرھو.

● مہنا يا مہنے : ذ [ھ] میھٹو۔ طعنو۔ اورانہو. پاراتو.

- مہنا ھت ؟ : ث. طعنو میھٹو. پٽ پاراتو. روجُ راڙو.

● مُہنال ؟ : ث [ھ] حقي ۾ نڙ وجھڻ لاءِ لڳل نلي.

● مہنگ : ث [ھ] مھانگائي.

- مہنگ مولا : ذ. صفت. اگھہ چاڙھي وڪڻندڙ - آڪرو.

● مہنگا يا مہنگے : ذ. صفت [ھ] مھانگو۔ آڪرو. (ث) مہنگی.

- مہنگاپن ؟ : ذ. مھانگائي - آڪرائي.

- مہنگا سماں : ذ. مھانگائيءَ جو وقت۔ ڏڪار جو زمانو.

- مہنگا کرنا: مھانگو ڪرڻ۔ آڪرو ڪرڻ.

● مہُوا يا مہُوے: ذ [ھ] ھڪ قسم جو وڻ (جنھن جو ڦُر ڪائڻ ۾ ڪم اچي، ڪُل شراب ٺاھڻ جي ڪم اچن ۽ ٻج مان تيل نڪري).

● مہُوک : ذ [ھ] ڪوئل (پکي) جو ھڪ قسم.

● مہیر ؟ : ذ [ھ] گيھہ جي ڪناڻ- ڪنو.

● مہیری : ث [ھ] ڦٽ ڦرڙيءَ تي پڌڻ لاءِ ميدي، بيضي جي اچاڻ ۽ کير مان ٺھيل لپري. ھڪ قسم جو وڻ.

● مہیلا : ذ [ھ] گھوڙن جو ھڪ قسم جو ڪاڏو. بيسواد- ايوڳو (ڪاڏو).

● مہینا يا مہینے: ذ [ھ]مھينو۔ ماھُ۔ پگھار.

- مہینا بھر ؟ : تابع فعل. سڄو مھينو. پوري مھني تائين.

- مہینا چڑھنا : مھينو چڙھڻ- سڄو مھينو ٿيڻ. ماھواري اچڻ.

- مہینے سے ھونا : حيض سان ھجڻ.

● مَیّا : ث [ھ] ماءُ- آمڙ.

● میاں : ذ [ھ] ميان۔ مالڪُ۔ سائين. خاوند- مڙس. اُستاد- آخوند. (طنزاً) بيوقوف.

- میاں بیوی : محاوره. زال مڙس.

- میاں جی : ذ. آخوند- اُستاد.

- میاں مٹھو : محاوره. مٺيون ٻوليون ڪندڙ (مٺو). سوچ ويچار ڪان سواءِ ڳالھائيندڙ. ٻالو ٻولو - بيعقل. پاڻ پڙھنو.

● میاؤں : ث [ھ] ٻليءَ جو آواز- ميائُون.

● میتھی : ث [ھ] ھڪ قسم جي خوشبودار ڀاڄي - ميٿي.

● میٹنا : متعدی [ھ] ميٽڻ - ڊاھڻ- ڦٽائڻ. ميسارڻ. ڪم ڪرڻ (اڪر).

● میٹھا يا میٹھے : ذ. صفت [ھ] مٺو - شيرين. سوادي. (ذ) مٺاڻ (ڳڙ، کنڊ وغيره). مٺائي - سيرو. سُست. ھلڪو (سُور). (ث) میٹھی.

- میٹھا بولنا : مٺو ڳالھائڻ- خوش گفتاري ڪرڻ.

- میٹھاپانی :ذ. مٺو پاڻي- درياءَ وغيره جو مٺو پاڻي.

- میٹھا تیل ؟ : ذ. تيرن جو تيل.

- میٹھا کھیا : ذ. ھڪ قسم جو ڪدو.

- میٹھا منہ کرانا : وات مٺو ڪرائڻ. مٺائي کارائڻ.

- میٹھی باتیں : ث. مٺڙيون ڳالھيون. وڻندڙ ڳالھيون - پيار جون ڳالھيون.

- میٹھی بولیاں : ث. مٺيون ٻوليون - لاتيون. ڏسو "میٹھی باتیں".

- میٹھی چھُری : ث. اندر کُنڊو. اھو ماڻھو جو ٻاھرين ۽ طرح دوست پر اندر ۾ دشمن ھجي.
- میٹھی مُراد : ث. مٺي مُراد - آس اُميد.
- میٹھی میٹھی باتیں کرنا : مٺيون مٺيون ڳالھيون ڪرڻ ۽ پيار جون ڳالھيون ڪرڻ.
- میٹھی نَظَر : ث. محبت سان ڏسڻ. پيار سان ڏسڻ.
- میٹھی نیند : ث. مٺڙي ننڊ - فرحتي ننڊ.

● میچنا : متعدی [ھ] پورڻ - بند ڪرڻ (اک). ٻوٽڻ (اک). چنيڙ (اکيون).

● میخ ۽ میخیں : ث [ھ] ڪِلي. ڪِلو.
- میخ ٹھونکنا : ڪِلي ٺوڪڻ. ڪِلو هڻڻ. سخت سزا ڏيڻ. ھيسائڻ - ھڪ ھنڌ ڪوڙي ڇڏڻ.

● مَیدان : ذ [ع] سنئين زمين - پوٽو.
- مَیدان جیتنا : ميدان کٽڻ - لڙائي کٽڻ.
- مَیدان چھوڑ کر بھاگنا : ميدان ڇڏي ڀڄڻ - لڙائيءَ مان پٺي وڃڻ.
- مَیدان کرنا : ميدان ڪرڻ - صفائي ڪرڻ - جاءِ وغيره ڊاھي پوٽو ڪرڻ. مقابلو ڪرڻ.
- مَیدان مارنا : ميدان مارڻ - لڙائي کٽڻ.
- مَیدان میں اُترنا : ميدان ۾ اچڻ - وڙھڻ لاءِ سنبري اچڻ.
- میدان ھاتھ آنا : فتح ڪرڻ - لڙائي کٽڻ.

● میرا ۽ میرے : ضمير [اردو] منھنجو. (ث) ميري.

● میڑا ۽ میڑے : ذ [ھ] پيھو (جھار ھڪلڻ لاءِ). ڪيڙيل زمين کي سنئين ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو تختو - سانڍيرُ - تِرُ.
- میڑا پھیرنا : سانڍيرُ ڦيرائڻ. پيھو ھڪلڻ.

● مَیکا ۽ مَیکے : ذ [ھ] ڪنوار جو مائٽاڻو گھر - پيڪا.
- مَیکا بَسانا : مائٽاڻو گھر وسائڻ - پيڪا وسائڻ.
- مَیکے والے : ذ. پيڪا.

● مَیل : ث [ھ] مَرُ. گَپُ - چِڪُ. گندگي - ڪِنُ. پچي (اک جي). بيائي.
- مَیلا ۽ مَیلے : ذ. صفت. ميرو - گندو - ڪِنو - گَپُ ھاڻو. اندر جو پليت.
- مَیل آنا : دل ۾ بيائي اچڻ.
- مَیلاپن : ذ. ميراڻ - گندگي - ميرائي. بيائي - ڪپٽ.
- مَیلا چِکٹ : صفت. تمام ميرو. تيل ۽ مٽيءَ ھاڻو.
- مَیلا سَر : صفت. ميرو مٽو.
- مَیلا کُچیلا : ذ. صفت. تمام ميرو. ڪِنو.
- مَیلا کَرنا : ميرو ڪرڻ - ڪِنو ڪرڻ.
- مَیل چھُٹنا : ميري نڪرڻ - مَرُ نڪرڻ.
- مَیل کا بیل بنانا : ڳالھ مان ڳالھوڙو ڪرڻ - تِليءَ مان ٿنڀ ڪرڻ.
- مَیل کاٹنا : مَرُ ڪيڏڻ. ميري ڪيڏڻ. صفائي ڪرڻ (ڪپڙو وغيره).
- مَیل لانا : دل ۾ بيائي آڻڻ. ناراض ٿيڻ.
- مَیلے سَر سے ھونا : ميري مٽي سان ھئڻ - ناپاڪ ھئڻ.

● میل : ذ [ھ] ميلاپ - ڳانڍاپو. لاڳاپو. محبت. ناطو. مائٽي. دوستي - سنگت. رغبت - لاڙو. ميلاوت - ڪوٺ.
- میل جول : ميل ميلاپ - لڳ لاڳاپو - راھ رسم. پيار محبت - ٻڌي.
- میل رکھنا : ذ. ميلاپ رکڻ. لڳ لاڳاپو رکڻ. اچ وڃ جو رستو رکڻ.

▬ مہیل کا : تابع فعل. ساڳيو- هڪوبهڪو. جوڙ. هڪ جيڏو.

▬ مہیل کرنا : ميلائڻ- ڳنڍائڻ. ملاوت ڪرڻ.

▬ مہیل کھانا : مناسبت رکڻ- ٺهڪي اچڻ.

▬ مہیل میلاپ : ذ. ميل جول- لڳ لاڳاپو.

● مہیلا یا مہیلے : ذ [ھ] ميلو- ميڙو. تماشو. هجوم- انبوهه.

▬ مہیلا ٹھیلا : ذ. ميڙو ملاڪڙو. ڪُلهي گس. گهمڻ ڦرڻ.

▬ مہیلا لگنا : ميلو لڳڻ. ماڻهن جو انبوهه لڳڻ.

● میمنا یا میمنے : ذ [ھ] ٻڪريءَ جو ٻچو- ڇيلو.

● میں : تابع فعل [ھ] ۾- اندر- منجهه. (ث) ٻڪريءَ جو آواز "ٻي".

● مَیں : ضمير [ھ] آءٌ- مون- مان. خود- پاڻ.

▬ مَیں مَیں : محاوره. مان مان - آءٌ آءٌ. وڏائي- فخر.

▬ مَیں مَیں کرنا : پاڻ پڏائڻ- رکو پنهنجي ساراهه ڪرڻ. تڪبّر ڪرڻ.

مینار، مینارا یا مینارے : ذ [ھ] مُنارو- ٿنڀو.

● مینجنا : متعدی [ھ] مانڻ- مهٽڻ- رڳڙڻ. صاف ڪرڻ. ڪُرڙڻ- ڪُرچڻ. ڳوهڻ.

● مینڈ یا مینڈیں : ث [ھ] ٻنو (ٻنيءَ جو). پڳڏ (کوهه جي). لهر- ڇولي.

▬ مینڈ پڑنا : درياءَ ۾ ڇوليون لڳڻ- لهريون اٿڻ.

مینڈک : ذ [ھ] ڏيڏر. هڪ قسم جو رانديڪو.

▬ مینڈک پھوڑا : ذ. هڪ قسم جو ڦٽ (جو پير جي ترِيءَ ۾ ٿئي).

▬ مینڈکی یا مینڈکیاں : ث. ڏيڏري. ڇٽو- زخم.

● مینڈھا یا مینڈھے : ذ [ھ] گهيٽو- دُنبو. بُرج حمل. وڏي ڇولي.

▬ مینڈھے لڑانا : گهيٽا ويڙهائڻ. ٻن ڄڻن کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ.

● مینڈی یا مینڈیاں : ث [ھ] وارن ڳنڍڻ جو هڪ نمونو- مينڍي.

▬ مینڈیاں گوندھنا : مينڍيا ويڙهڻ- مينڍيون ٺاهڻ.

● مینڈیانا : متعدی [ھ] ٻنيءَ کي چوڌاري ٻنو ٻڌڻ. ٻارا ٺاهڻ.

● مینک : ث [ھ] مانڪي (اک جي)- پُتلي.

● مینگنی یا مینگنیاں : ث [ھ] ٻڪريءَ يا رڍ جي ڦولڙي.

● مینگی : ث [ھ] ميڪ- ڳوڏو. ٻج- مغز. عرق.

● مینہ : ذ [ھ] مينهن- ٻرسات- بارش.

▬ مینہ برسنا : مينهن وسڻ- برسات پوڻ.

▬ مینہ تھمنا : مينهن بند ٿيڻ.

▬ مینہ کا جھمکا لگنا : وسڪارو ٿيڻ- برسات جو چوهو لڳڻ.

▬ مینہ کی جھڑی : ث. مينهن لاڳيتو پوڻ جي حالت.

# ن

**ن** : ذ [ع] اردو "الف- ب" جو ٻٽيهون اکر. سنڌيءَ جو ستيتاليهون، عربيءَ جو چوويهون ۽ فارسيءَ جو اوڻٽيهون اکر. تلفّظ "نون". ابجد موجب عدد (٥٠).

● نا : ذ [هہ] مصدر جي نشاني "لِکهنا، پڑهنا وغيره". (تابع فعل) ن. [ف] مرکب لفظن جي اڳيان انڪاري معنيٰ ڏيکاريندڙ اڳياڙي "نا انصاف، ناموزون وغيره".

- ناپَيد کرنا : برباد ڪرڻ- تباهہ ڪرڻ- اُجاڙڻ. نالو نشان گم ڪرڻ. ڊاهڻ- ڦِٽائڻ.

- ناحق کو : محاوره. بنا سبب- ناحق.

- ناحق کهنا : ڪوڙ ڳالهائڻ- بي انصافي ڪرڻ.

- ناسَمَجهہ : ذ. صفت. بي سمجهہ- بيوقوف. ٻالو ٻولو. ٻار.

- ناگُنی : ث. بي شڪر. احسان فراموش. گُڻ چور.

● ناپِنا : متعدی [هہ] ماپ ڪرڻ. مَئِڻ. ڪَٿڻ. جهلڻ (ڪنڌ ڪان). وڍڻ (پنڌ)- روانو ٿيڻ.

- ناپ : ث. ماپ. ماڻُ. ڪَٿَ.

- ناپ تول : ث. تورَ ماپَ. تورَ تَڪَ.

● ناتا : ذ [هہ] ناتو- قرابت- عزازت. تعلق. واسطو.

- ناتا توڑنا : ناتو ٽوڙڻ. عزازت ٽوڙڻ. واسطو ٽوڙڻ.

- ناتا جوڑنا : ناتو ڳنڍڻ- عزازت ڳنڍڻ. تعلق رکڻ.

- ناتا چهُوٹنا : ناتو ٽُٽڻ- مائٽي ٽُٽڻ.

● ناتهہ : ث [هہ] نَٿَ- ڍڳي جي نَڪَ جي رسي. ڦَٽ جي وَٽ.

● ناتهنا : متعدی [هہ] نٿ وجهڻ- نٿ هڻڻ (ڍڳي کي). قابو ڪرڻ. وس ۾ آڻڻ.

● ناٹا ۽ ناٹے : ذ. صفت [هہ] بندرو- ٺِگنو. ڄامڙو. لُچ- حرڪتي. جَڙو (وهٽ).

● ناٹک : ذ [هہ] ناٽڪ- کيل- تماشو. سانگ.

● ناج : ذ [هہ] آناج جو مخفّف. آناج- انُ.

- ناج پانی : ذ. انُ پاڻي- داڻو ڪڻو.

- ناج کی منڈی : ث. انُ جي پڙي.

● ناچنا : لازم [هہ] نچڻ- ناچ ڪرڻ. ڪُڏڻ. ٺينگ ڏيڻ.

- ناچ : ذ. ناچ- رقص.

- ناچ دِکهانا : ناچ ڏيکارڻ. نچي ڏيکارڻ.

- ناچ رَنگ : ذ. ناچ نُوچ.

- ناچ نَچانا : ناچ نچائڻ. بيزار ڪرڻ- پريشان ڪرڻ. ٿڪا ڏيارڻ.

● ناخُن : ذ [ف] نَنهَن. چوپائي جي کُرن جي کَلَ.

- ناخُن بڑهنا : نَنهن وڌڻ.

- ناخُن پَر لِکها هونا : دل تي لکيل هئڻ- چڱيءَ طرح ياد هئڻ.

- ناخُن تَراشنا : نَنهن لاهڻ.

- ناخُن سے گوشت جُدا کَرنا : نَنهن کان

ماس ڌار ڪرڻ. پنهنجن کان جدا ڪرڻ.

- ناخُن گهِسنا: گهڻي ڪوشش ڪرڻ.
- ناخُن لينا: ننهن وڌڻ - ننهن لاهڻ.

● نادهنا: متعدی [هہ] جوٽڻ (ڍڳا) - ٻڌڻ (پاڃاريءَ ۾).

● نادیا يا نادیے: ذ [هہ] آهو ڍڳو جنهن جو ڪو عضوو وڌو هجي.

● نارو، ناروا: ذ [هہ] بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ بدن مان وار ڪيئون نڪري).

● ناريَل: ذ [هہ] هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦل - ناريل. اهوحقو جو ناريل جي ڏونگهي مان ٺاهيندا آهن.

- ناريَل توڑنا: ناريل ڀڃڻ. مسلمانن ۾ هڪ رسم (جا پيٽ واري عورت لاءِ ڪئي ويندي آهي، ناريل ڀڃڻ سان جيڪڏهن اندران خالي يا خراب نڪتو ته پٽ، ۽ جي پريل ۽ سٺو نڪتو ته ڌيءَ ڄمڻ جو سڳڻ وٺندا آهن).
- ناريَل کا گُڑ: ذ. ڳڙ جو هڪ قسم (جو ناريل جي وڻ جي رس مان ٺاهيندا آهن).
- ناريلی يا ناريلياں: ث. ناريل جي ڏونگهي جو پيالو. ناريل جوحقو. ناريل جي وڻ جو رس.

● ناڑا يا ناڑے: ذ [هہ] ناڙو - آڳٽ.

- ناڑا کهولنا: آڳٽ کولڻ.
- ناڑے کا سچا: صفت. حرامڪاريءَ کان پرهيز ڪندڙ.

● ناس: ذ [هہ] بربادي - تباهي. ناس.

- ناس دانی: ث. ناس جي دٻلي.
- ناس کرنا: ناس ڪرڻ - تباهه ڪرڻ.
- ناس لينا: ناس ڏيڻ.

● ناف: ث [ف] دُن. ناڙو. (مجازاً) وچ - مرڪز.

- ناف ٹلنا، ڈگنا: ڇڪي پوڻ.

● ناک: ث [هہ] نَڪ - ٻيني. غيرت - شرم - حياء - لڄ. عزت- آبرو. شان. زينت - سهڻائي. آها شيء جنهن تي فخر ڪجي.

- ناک آنا: سينگهه اچڻ.
- ناک اونچی هونا: نَڪ مٿي ٿيڻ. مُنهن مٿي ٿيڻ. عزت وڌڻ. سرخرو ٿيڻ.
- ناک بند هونا: نڪ بند ٿيڻ. زڪام ٿيڻ.
- ناک بهنا: نڪ وهڻ - زڪام سبب نڪ مان پاڻي وهڻ.
- ناک بهوں چڑهانا: مُنهن سُجائڻ. منهن ۾ گهنڊ وجهڻ. ڪاوڙجڻ. رُسڻ.
- ناک بيندهنا: نڪ ٽوپڻ.
- ناک پر ديا جلا کر آنا: نالو ڪڍائڻ. سرخرو ٿي اچڻ. منهن مٿي ڪري اچڻ.
- ناک پر مکهی نہ بيٹهنے دينا: نڪ تي مک ويهڻ به نه ڏيڻ. ڪنهن جو به ٿورو نه کڻڻ. نڪ کي مَرُ نه لائڻ.
- ناک پکڑے دم نکلنا: نڪ جهلڻ سان ساهه نڪرڻ. هٿ لائڻ سان ساهه وڃڻ. تمام ڪمزور هئڻ.
- ناک پهننگی: ث. نڪ جي چوٽي.
- ناک پهلانا: نڪ ڦنڊائڻ. وڏائي ڪرڻ.
- ناک چڑهانا: نڪ ڦُنڊائڻ. ناسون ڦُنڊائڻ. منهن ۾ سُونڊ وجهڻ. ڪاوڙجڻ. ناراض ٿيڻ.
- ناک چڑهی رهنا: هر وقت ڪاوڙيو وتڻ. نڪ چڙهيو رهڻ.
- ناک چهی جانا: نڪ ڇڃي پوڻ - توپيل نڪ جو سوراخ وڏو ٿي وڃڻ.
- ناک چهيدنا: نڪ ٽوپڻ.
- ناک رکهنا: نڪ رکڻ. غيرت رکڻ.

- ناکَ رَگڑنا : نڪ گسائڻ. ٻانَ ڪرڻ . خوشامد ڪرڻ - هار مڃڻ .
- ناکڑا یا ناکڑے : ذ. وڏو نڪ. نڪ جي هڪ بيماري.
- ناک سکیڑنا : ڏسو "ناک چڑھانا".
- ناک سِنکنا : نڪ سڻڪڻ. نڪ صاف ڪرڻ.
- ناک کا بانسا : ذ. نڪ جي ڏنڊي. نڪ جي ڇوٽين جي وچ وارو حصو.
- ناک کا تِنکا : ذ. ٿوپيل نڪ جي سوراخ ۾ وجهڻ جو پوپو.
- ناک کاٹنا : نڪ وڍڻ - نڪ ڪپڻ . نڪ لاهڻ. آبرو لاهڻ.
- ناک کان کاٹنا : نڪ ڪن وڍڻ . بيعزت ڪرڻ. خوار خراب ڪرڻ. ماڻهو ڪلائڻ . سخت سزا ڏيڻ .
- ناک کٹنا : نڪ وڍجڻ- نڪ لهڻ. بيعزتي ٿيڻ. خوار ٿيڻ .
- ناک کٹی : ث. بيعزتي. بدنامي- خواري.
- ناک کی سیدھ : ث. نڪ جي سِڌائي . نڪ سامهون.
- ناک گھِسنا : نڪ گسائڻ . عاجزي ڪرڻ . هار مڃڻ. خوشامد ڪرڻ .
- ناک گھِسنی : ث. نڪ گسائڻ جي حالت. خوشامد . عاجزي.
- ناک میں بولنا : نڪ مان ڳالهائڻ- گهڻو ڳالهائڻ .
- ناک میں دم کرنا : نڪ ۾ دم ڪرڻ . بيزار ڪرڻ. عاجز ڪرڻ. ستائڻ .
- ناک نہ دی جانا : سنگهي نہ سگهڻ. سخت بدبوء سبب ساهہ کڻي نہ سگهڻ.
- ناک والا : ذ. صفت. نڪ وارو. عزتوارو. (ث) ناک والی.
- ناکوں ناک : تابع فعل . مُنهان مُنهن - ڪنا تار. چوٽيءَ تائين (ڀريل) .

● ناکا یا ناکے : ذ [ھ] ناڪو. رستي جو دنگ (جتي شهر وغيره جي حد پوري ٿئي) . دروازو (شهر جو). سُئي (گهڻيءَ جو). محصول وٺڻ جي جاءِ. ٿاڻو. سُئيءَ جو ناڪو.
- ناکا بند کرنا : رستو بند ڪرڻ - لنگهہ بند ڪرڻ - پاڻيءَ جو نيڪال بند ڪرڻ.
- ناکا بندی : ث. حد بندي - رستي روڪ. ناڪي يا محصول وٺڻ جي جاءِ.
- ناکا روکنا : رستو روڪڻ . پهرو بيهاري ڇڏڻ .

● ناگ : ذ [ھ] نانگ - مار - بَلا . واسينگ .
- ناگن : ث. نانگڻ - نانگ جي مادي.

● ناگرموتھا : ذ [ھ] هڪ قسم جو خوشبودار گاهہ - ناگرموٿ .

● نال یا نالیں : ث [ھ] ناڙو - تازي ڄاول ٻار جي ڏُن واري نلي. بندوق جي نالي. گاهہ جو تيلو. ناڙي (ڪٽڪ جي). پيچري.
- نال اٹھانا : پيچري ڪٽڻ - ڪسرت ڪرڻ .
- نال کاٹنا : ناڙو وڍڻ .
- نال کٹائی : ث. ناڙي وڍائي (جا دائيءَ کي ڏيندا آهن).
- نال گڑنا : ناڙو پورڻ .

● نالا یا نالے : ذ [ھ] واهڙ - ڪَڙيو.

● نالی یا نالیاں : ث. نالي - ڪَسِي .
- نالی بنانا : نالي ٺاهڻ- ڪسي ٺاهڻ .

● نام : ذ [ف] نالو - اسم. لقب . خطاب . ناموري - مشهوري - هاڪ. ناموس. عزت. اولاد .

- نامُ اُٹھنا : نالو گم ٿيڻ .
- نامُ اُچھالنا : نالو روشن ڪرڻ. نالو مشهور ڪرڻ . نالو بدنام ڪرڻ . خوار ڪرڻ .
- نامُ بتانا : نالو ٻڌائڻ - نالو ظاهر ڪرڻ .
- نامُ بِکنا : نالي جو ڪنيو ڪائڻ .
- نامُ بِگاڑنا : نالو خراب ڪرڻ . نالو بد ڪرڻ .
- نامُ پانا : نالو حاصل ڪرڻ- ناموري حاصل ڪرڻ. نيڪ نامي حاصل ڪرڻ. مشهور ٿيڻ.
- نامُ پرَ مِٹنا : نالي تي ساھ ڏيڻ.
- نامُ پُکارنا : نالو وٺڻ. نالو وٺي سڏ ڪرڻ. نالي سان سڏڻ .
- نامُ چڑھنا : نالو چڙهڻ. مشهور ٿيڻ. نالو داخل ٿيڻ. ليکي ۾ اچڻ.
- نامُ چلنا : نالو برقرار رهڻ- نالو قائم رهڻ. ناموس ٿيڻ.
- نامُ خراب کرنا : نالو خراب ڪرڻ . نالو بد ڪرڻ . خوار ڪرڻ.
- نامُ دَھرنا : نالو رکڻ. الزام رکڻ .
- نامُ ڈبونا : نالو ٻوڙڻ - نالو گم ڪرڻ. نالو بد ڪرڻ. پت وڃائڻ.
- نامُ روشَن کَرنا : نالو روشن ڪرڻ. مشهور ڪرڻ. (طنزاً) بدنام ڪرڻ- خوار ڪرڻ .
- نامُ رَهنا : نالو رهڻ. نالو قائم رهڻ. نشان رهجي وڃڻ .
- نامُ سے بیزار ہونا : نالي کان بيزار هئڻ . ٻاڇي کان پڇڻ . نالو بہ نہ وٺڻ .
- نامُ کَرنا : نالو ڪرڻ . نالو رکڻ . الزام هڻڻ . پاڻ کي لڪائي ٻئي جو نالو ظاهرڪرڻ. ناموس ڪيڻ . نالو ڪيڻ .
- نامُ کو : تابع فعل . نالي ماتر. نالي لاءِ .
- نامُ کو نہ رهنا : نالي کي نہ رهڻ . ڪجھ بہ نہ رهڻ- فنا ٿي وڃڻ.
- نامُ لِکھنا : نالو لکڻ . نالو داخل ڪرڻ.
- نامُ لگانا : تهمت رکڻ - الزام هڻڻ . ڏوھ مڙهڻ .
- نامُ لينا : نالو وٺڻ. نالو زبان تي آڻڻ. الزام رکڻ - تهمت رکڻ . تعريف ڪرڻ . ڳڻ ڳائڻ .
- نامُ ليوا : ذ. صفت. نالو وٺندڙ - اولاد . وارث - پُٽ .
- نامُ مِٹنا : نالو ميٽجڻ - نالو گم ٿيڻ. نالو نہ رهڻ .
- نامُ نِکالنا : نالو ڪيڻ . نالو بد ڪرڻ . مشهور ٿيڻ .
- نامُ نِکلنا : نالو نڪرڻ . نالو ظاهر ٿيڻ . بدنام ٿيڻ - خوار ٿيڻ . مشهور ٿيڻ .
- نامُ هونا : نالو ٿيڻ. مشهور ٿيڻ . واھ واھ ٿيڻ . نالي ٿيڻ . ذمي ٿيڻ .

● نانُ : ذ [ف] تنُور جي پڪل خميري جي ماني .
- نانُ بائی : ذ. نانوائي.

● نانا : ذ [ھ] نانو - ماءُ جو پيءُ . (ث) ناني.

● نانَدُ ۽ نانديں : ث [ھ] ڪُونرُ . نادِ ڪُن (نير جو).

● نانَدھنا : متعدی [ھ] شروع ڪرڻ (قصو) . بيان ڪرڻ- ٻڌائڻ . آٿاوت جو ڪم شروع ڪرڻ.

● نانَکَ : ذ [ھ] گھوڙي جو هڪ قسم (جنهن جي پٺيءَ تي گھٽي اڇاڻ هجي).

● نانُکرُ : ذ [ھ] انڪار - ناڪار.
- نانُکرُ کَرنا : انڪارڪرڻ . نٽائڻ . نہ مڃڻ.

● نانِهيالُ : ذ [ھ] ناناڻا. نانانو (گھر، گھراڻو).

● ناؤ : ث [ف] ٻيڙي - ڪيشتي .

▬ ناؤ میں خاک آڑانا : صفا کوڙ ڳالهائڻ . کوڙو الزام هڻڻ . بهتان مڙهڻ .

● نائی : ذ [هہ] حجام - اُستو- خليفو . (ث) نائڻ .

● نباهنا : متعدی [هہ] نباهڻ - نيبهہ کرڻ - گذارڻ .

▬ نباه : ذ. نباهہ - گذر . توڙ تائين رسائڻ جي حالت . وفاداري .

▬ نباه کرنا : نباهہ کرڻ- توڙ تائين پهچائڻ. وفاداري کرڻ .

▬ نباهو : ذ. صفت. نباهيندڙ. وفادار .

نبٹنا : لازم [هہ] نبرڻ- فيصلو ٿيڻ . نبيرو ٿيڻ. ادا ٿيڻ (قرض) .

▬ نبٹا دينا : نبيري ڇڏڻ . چيڙو چڪائڻ . چڪتو کرڻ.

▬ نبٹانا : متعدی . نبيرڻ . چُڪتو کرڻ . چُڪائڻ. ادا کرڻ (قرض). صاف کرڻ(معاملو).

● نبختا ۽ نبختے : ذ. صفت [اردو] نياڳو- ندورو- ڪم بخت . (ث) نبختی .

● نبڑنا : لازم [هہ] نبرڻ. ڏسو "نبٹنا".

▬ نبڑ جانا : نبري وڃڻ. پورو ٿيڻ .

● نبض ۽ نبضں :ث [ع] ناڙي- رڳ- نانڪو.

▬ نبض ديکهنا : نبض ڏسڻ - ناڙي ڏسڻ (بيمار جي) .

▬ نبضيں چھوٹنا : نبضون بيهجي وڃڻ. مرڻ جي ويجهو هئڻ- سڪرات ۾ هئڻ. ساهہ سڪڻ.

● نبل : صفت [هہ] نبل - ڪمزور- ايرو.

● نبهنا : لازم [هہ] نيبجڻ - نيائجڻ . نباهہ ٿيڻ .

▬ نبهانا : متعدی. نباهڻ- گذ گذارڻ.

▬ نبهاؤ : ذ. نباهہ - نيبهہ - گذارو.

نبيڑنا : متعدی [هہ] نبيرڻ - نبيرو کرڻ. نبيري ڇڏڻ. بسر کرڻ- گذارڻ .

● نپنا : لازم [هہ] ماپجڻ. ماپ ٿيڻ.

▬ نپاتلا : ذ. صفت. توريل تڪيل . ڪٿيل. اندازو لڳايل.

▬ نپان : ث. ماڻ. ماپ.

● نت : تابع فعل [هہ] هميشه - هر وقت - دائم- سدائين.

▬ نت نيا : صفت. نت نئون- هر روز نئون. سدائين انوکو .

● نتهہ : ث [هہ] ڳهہ جو هڪ قسم - نٿ . سهاڳ ڏورن جي نڪ جي رسي.

▬ نتهہ آتارنا، بڑهانا: نٿ لاهڻ- ڪنوارپو ٽوڙڻ.

▬ نتهنی : ث. ننڍي نٿ . بولڙي (ڪنواريون نينگريون پائينديون آهن). ڏکيي جي نٿ.

▬ نتهنی آتارنا : ڪنوارپو ٽوڙڻ .

● نتهنا ۽ نتهنے :ذ[هہ] نڪ جي ناس- چونڊي. نڪ ۾ نٿ يا ڦلي پائڻ جو ٽنگ.

▬ نتها هوا: ذ. صفت. نٿ پيل(ڏور). قبضي ۾.

▬ نتهنوں ميں تير دينا : نڪ ۾ دم کرڻ . بيزار کرڻ .

▬ نتهنے پهلانا، پهيلانا : ناسون ڦنڊڻ . نڪ سُجائڻ. ناراض ٿيڻ- ڪاوڙجڻ.

● نتهارنا : متعدی [هہ] آترائڻ - پاڻيءَ کي صاف کرڻ .

● نتهرنا : لازم [هہ] آترجڻ- صاف ٿيڻ.

▬ نتهرا : صفت . آتريل- صاف ٿيل .

● نتهی :ث[هہ]کاغذپونڻجو ڌورو. پُونڙو.

▬ نتهی کرنا: پونڻ(کاغذ). ڳنڍڻ - ملائڻ . شامل ٿيڻ.

● نٹ : ذ [هہ] هندن جي هڪ ذات. بازيگر- مداري (جو ڍولڪ وڄائي بانس يارسيءَ تي

چڙهي تماشو ڪري). چالاڪ. (ث) نٽني.

- نَٽ بِدّيا: ث. رسيءَ تي چڙهي نچڻ جو هنر - شعبده گري.

- نَٽ کهَٽ: ذ. صفت. چالاڪ. شوخ. شرير. دغاباز. فتنه انگيز.

- نَٽ کهَٽی: ث. عياري- چالاڪي. هٽ ڪيڏ. فند- فريب. دغابازي. شرارت - لچائي.

- نَٽ کهَٽی کرنا: چالاڪي ڪرڻ - شرارت ڪرڻ. دنگو ڪرڻ. دغابازي ڪرڻ.

- نٹوا يا نٹوے: ذ. ناچو ڇوڪرو - ناچو.

نٹیا يا نٹیے: ذ [هہ] هڪ قسم جو ننڍي قد وارو ڍڳو. بندرو ساڻهو.

● نَچهول: صفت [هہ] وهٽ جي اها هلڻي جنهن پر سوار کي لوڏو محسوس نه ٿئي.

● نیچان: ث [هہ] هيٺاهين- نشيبي زمين.

● نیچڑنا: لازم [هہ] نپوڙجڻ- نڪرڻ (عرق وغيره). تمڻ. ڏهرو ٿيڻ- اڀرو ٿيڻ. ڪوسائجڻ.

● نیچلا يا نیچلے: ذ. صفت [هہ] ساٽ - چپ چاپ.

- نیچلا بیٹھنا: چپ چاپ ويهڻ - چپ ڪري ويهڻ.

- نیچلا نہ بیٹھنا: هڪ هنڌ سڪ ڪري نه ويهڻ.

● نَچانا: متعدی [هہ] نچائڻ - ناچ ڪرائڻ. ڪُڏائڻ- ٽپ ڏيارڻ. ستائڻ. حيران ڪرڻ.

● نُچنا: لازم [هہ] کوهجڻ. ڪُسڻ. ڦاٽڻ (ڪپڙو).

- نُچا کهچا: ذ. صفت. ڪٽيل سٽيل. پراڻوسراڻو.

نیچوڑنا: متعدی [هہ] نپوڙڻ. نپوڙي رس ڪڍڻ. سَتُ ڪڍڻ.

- نیچوڑ: ذ. رسُ. سَتُ- عرق. جوهر. نتيجو.

- نیچوڑ لینا: نپوڙي وٺڻ. نپوڙي عرق ڪيڻ. چوسڻ.

- نیچوڑوا: ذ. صفت. نپوڙيندڙ. لالچي. مکيچوس.

● نیچهاور: ث [هہ] گهورَ. صدقو. نذرانو. خيرات.

- نیچهاور اُتارنا: گهور گهورڻ. صدقوڪيڻ.

- نیچهاور کرنا: صدقو ڪرڻ - گهورڻ. نثار ڪرڻ.

● نیچهَتّر: ذ [هہ] نکٽ- تارن جو ميڙ.

● نَدی يا نَدیاں: ث [هہ] ڦاٽ. نئن. وڏو واهہ.

● نیڈر: ذ. صفت [هہ] نه ڊڄندڙ- بي ڊپو. دلير- بهادر.

● نِڈهال: صفت [هہ] ٿڪل. سست- ڪاهل. ٿڪ کان چُور.

- نڈهال هونا: بيحال ٿيڻ. ٿڪ کان چُورٿيڻ.

● نیرا: ذ. صفت [هہ] خالص. اڪيلو- ڇڙو. صفا- نپٽ. مرڪب لفظن پر ڪم ايندڙ "نیرا بُدهو".

● نیرالا يا نیرالے: ذ. صفت [هہ] نرالو- انوکو- عجيب. جدا- علحدو. نئين نمرني جو.

- نیرالاپن: ذ. انوکائي- نيرالائي. خصوصيت.

● نیرانا: متعدی [هہ] جهنگ ڪيڻ (پنيءَ مان). زمين مان گاهہ وغيره ڪيڻ.

- نیرائی: ث. زمين مان گاهہ يا جهنگ وغيره ڪيڻ جي حالت.

● نرخرا يا نرخرے: ذ [هہ] نڙي- نالي - نڙ گهٽ.

- نرخرا بولنا: مرڻ وقت نڙيءَ مان آواز نڪرڻ- گهوگهري لڳڻ. کونگهرا لڳڻ.

● نرسل: ذ [هہ] ڪانو. ڪانهن يا سرَ

جو ڪانو.

● نرسنگا ۽ نرسنگے: ذ [ھ] وات سان وڄائڻ جو سڱ - قرناء.

نرغا، نرغہ: ذ [اردو] گھيرو. شڪار ڦاسائڻ لاءِ ماڻھن جو گولائيءَ ۾ ڦري اچڻ جي حالت.

- نرغا کرنا: گھيرو ڪرڻ. چوڌاري ڦري اچڻ. ويڙھي وڃڻ.

- نرغے ميں آنا: گھيري ۾ اچڻ. مصيبت ۾ ڦاسڻ. وڪوڙجي وڃڻ.

- نرغے ميں ڈالنا: ڦاسائڻ. چئني طرفن کان وڪوڙي وڃڻ. ڦندي ۾ ڦاسائڻ.

● نرئی: ث [ھ] ڪٽڪ يا جون جو سنگ وارو تيلو. گاھ جو ھڪ قسم.

● نری ۽ نریاں: ث [ھ] نڙي. ڪورڪي ڪم جو ھڪ اوزار.

● نس ۽ نسیں: ث [ھ] نس - رڳ.

- نسا جال: ذ. بدن جو اھو حصو جنھن ۾ نسون گھڻيون ھجن. ڪوريئڙي جو ڄار. وڏو ڄار- ڦند. ٺڳي.

- نسا جال پھيلانا: ڄار پکيڙڻ- ٺڳيءَ جو ڄار پکيڙڻ.

- نس بھڑکنا: نس ۾ ڌڪ لڳڻ. چريو ٿيڻ.

- نس کٹا ۽ نس کٹے: ذ. صفت. ڪڏڙو.

● نساورا ۽ نساورے: ذ [ھ] ڪبوتر جو ھڪ قسم (رنگ سائو ۽ پر اڇا ٿين).

● نسبت: ث [ع] لاڳاپو - ڳانڍاپو - تعلق. مناسبت - مشابھت. مائٽي - سڱاوتي. مائٽيءَ جو پيغام.

- نسبت آنا: شاديءَ يا سڱاوتيءَ جو پيغام اچڻ.

- نسبت ٹھہرنا: مائٽي ٿيڻ- سڱاوتي ٿيڻ.

- نسبت کرنا: مڱڻو ڪرڻ. مائٽي ڪرڻ.

- نسبتی بھائی: ذ. پيٽويو. سالو.

● نسوت: صفت [ھ] خالص. نج. صاف. اڇو. نرالو. (ذ) پنڙو شوروو - رھو. (ث) پسارڪي وکر جو ھڪ قسم (پنونيءَ جي پاڙ جا جلاب ۾ ڪم اچي).

● نشہ، نشّہ: ذ [ع] نشو- خمار- ڪيف. مدھوشي. مستي.

- نشہ آنا: نشو اچڻ - نشو چڙھڻ.

- نشہ اترنا: نشو لھڻ - خمار لھڻ. ھوش ۾ اچڻ.

- نشہ پانی: ذ. نشو پاڻي - آبو شابو.

- نشہ چڑھنا: نشو چڙھڻ. خمار چڙھڻ (شراب، ڀنگ وغيره جو).

- نشہ چھانا: نشو ڇانئجڻ.

- نشہ کرکرا ھونا: نشو ٽٽڻ. رنگ ۾ ڀنگ پوڻ.

- نشہ کرنا: نشو ڪرڻ. نشو پيئڻ. نشيدار شيءِ استعمال ڪرڻ.

- نشہ ھرن ھونا: نشو لھي وڃڻ. حواس گم ٿيڻ. ھڪو ٻڪو ٿي وڃڻ.

- نشہ ھونا: خمار ٿيڻ - نشو ٿيڻ - مدھوش ٿيڻ.

- نشيلا ۽ نشيلے: ذ. صفت. نشي وارو. نشي ۾ پُر. خماريل - مست. (ث) نشيلی.

- نشيلی آنکھيں: ث. خماريل اکيون.

- نشے ميں چور ھونا: نشي ۾ چور ھئڻ.

● نصيب: ذ [ع] قسمت - ڀاڳ.

- نصيب پھوٹنا: نصيب ڦٽڻ - ڀاڳ ڦٽڻ.

- نصيب چمکنا: ڀاڳ کلڻ - نصيب

جاڳڻ .

— نَصیبوں جَلا : ذ. صفت . بدبخت - ڇنڊو - نياڳو. (ث) نصیبوں جَلی .

● نَظَر یا نَظریں : ث [ع] نگاہ - دِید - بصارت - بينائي . اک - چشم - نيڻ . جاچ - نظرداري - سنڀال . پرک - سڃاڻپ . توجہ - ڌيان .

— نَظَر اُتارنا : صدقو ڏيئي نظر جو اثر لاهڻ .

— نَظَر اُٹھانا : نظر کڻڻ . مٿي ڏسڻ .

— نَظَر بازی : ث. ديدار بازي .

— نَظَر بازي کرنا : ديدار بازي ڪرڻ - اک لڙائڻ .

— نَظَر باندھنا : نظربندي ڪرڻ .

— نَظَر بَچانا : نظر بچائڻ . اک بچائڻ . لڪڻ . بچي نڪرڻ .

— نَظَر بَد لگنا : نظر لڳڻ .

— نَظَر بَدَلنا : نظر بدلجڻ . ارادو بدلجڻ - نيت ۾ ڦيرو اچڻ .

— نَظَر بَندی : ث . نظربندي . چوڪسي . چشم بندي .

— نَظَر پَر چڑھنا : نظر تي چڙهڻ . نظر اچڻ . دل کي وڻڻ .

— نَظَر پَڑنا : نظر پوڻ - اک پوڻ . ڏسڻ .

— نَظَر پھیرنا : نظر ڦرڻ - اک بدلجڻ . رخ ڦرڻ . بيوفا ٿيڻ .

— نَظَر پھِسَلنا : نظرترڪڻ. ڪنهن چمڪندڙ شيءِ تي اک جمي نہ سگهڻ .

— نَظَر پھینکنا : نظر آچلڻ . چئني پاسن ڏي نظر ڪرڻ . نظر ڊوڙائڻ .

— نَظَر جَمنا : نظر ڄمڻ .

— نَظَر چُرا کر دیکھنا : لِڪ چوري ڏسڻ . اک بچائي ڏسڻ .

— نَظَر چُرانا : نظر بچائڻ - اک بچائڻ . نظر ملائي نہ ڏسڻ .

— نَظَر چڑھنا : نظر چڙهڻ - خيال ۾ اچڻ . ڏسجڻ ۾ اچڻ .

— نَظَر دوڑانا : نظر ڊوڙائڻ . چوطرف نظر ڦيرائڻ . چوڌاري ڏسڻ وائسڻ . هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ .

— نَظَر ڈالنا : نظر وجهڻ . مٿاڇرو ڏسڻ . ڏسڻ وائسڻ .

— نَظَر رَکھنا : نظر رکڻ - توجہ ڪرڻ - سنڀال ڪرڻ .

— نَظَر کَرنا : نظر ڪرڻ - ڏسڻ . نظر وجهڻ . توجهہ ڪرڻ . خيال ڪرڻ .

— نَظَر کھاجانا : نظر کائي وڃڻ . نظر لڳڻ .

— نَظَر لَگانا : نظر هڻڻ . هُوسڻ .

— نَظَر لَگنا : نظر لڳڻ . اک اٽڪڻ .

— نَظَر مِلانا : نظر مِلائڻ - اک اڙائڻ .

— نَظَر میں : تابع فعل . نظر ۾ - نگاہ ۾ . اک ۾ . سامهون . خيال ۾ - دل ۾ .

— نَظَر میں پھِرجانا : نظر ۾ ڦري وڃڻ . اکين جي اڳيان ڦري وڃڻ .

— نَظَر میں سَمانا : نظر ۾ سمائجڻ . دل ۾ سمائجڻ .

— نَظَر میں کھٹکنا : دل ۾ ڪٽڪڻ .

— نَظَر میں ہونا : نظر ۾ هئڻ . اک ۾ هئڻ . ياد هئڻ .

— نَظروں سے گِرا دینا : دل تان لاهي ڇڏڻ .

— نَظروں میں آنا : نظر ۾ اچڻ . نگاهن ۾ اچڻ .

— نَظروں میں سَمانا : نگاهن ۾ سمائجڻ . دل کي وڻڻ . دل ۾ گهر ڪرڻ .

- نَظروں میں کھائے جانا : اکين ۾ کاٽي وڃڻ. کاوڙ سان ڏسي هيسائي ڇڏڻ.
- نَظریں چُرا کر دیکھنا : لڪ چوري ڏسڻ . لڪي لڪي ڏسڻ .
- نَظریں چُرانا : نظر بچائڻ اکيون لِڪائڻ .
- ● نَکُ : ث [هہ] نَکُ. ڏسو "ناک".
- نَکّا یا نَکّے : ذ. صفت. نڪ مان ڳالهائيندڙ. گهڻو.
- نَکّا دینا : نَڪئون ڳالهائڻ . نڪ سڻڪڻ .
- نَکُ بہنا : نَڪ وهڻ - سنگهہ وهڻ . (صفت) سِنگهيرُ .
- نَکُ بَیْسَر : ث. نٿ جو هڪ قسم .
- نَکتوڑا : ذ. نڪ کي موڙو. ناز نخرو. اجائي کاوڙ. مهڻو - طعنو. وڏائي. ٽورو.
- نَکتوڑے اُٹھانا : انگل کڻڻ - نخرا سهڻ .
- نَکتوڑے توڑنا : نَڪ سُڃائڻ . نڪ کي موڙا ڏيڻ . نخرا ڪرڻ . مهڻا ڏيڻ . ٽورو ڪرڻ.
- نَکتوڑے کرنا : نڪ کي موڙا ڏيڻ . نخرا ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ .
- نَکٹا یا نَکٹے : ذ. صفت . "ناک کٹا" جو مخفف. نڪ وڍيل - بيغيرت. بيشرم . پکي ع جو هڪ قسم . (ث) نَکٹی .
- نَکُ چِڑھا : ذ . صفت . نڪ سُوڙل . کاوڙيل. وڏائي خور. (ث) نَکُ چِڑھی .
- نَکُ چھِکنی : ث. پساري وکر جو هڪ قسم .
- نَکسیر : ث. ناڪيلي - نَڪهير .
- نَکسیر پھوٹنا : ناڪيلي وهڻ - نڪهير ٽِيڻ .
- نَکُ کٹی : ث. بدنامي - خواري .
- نَکُ گھِسنی کرنا : جانا پِرڻ . عاجزي ڪرڻ. لِيلائڻ .
- نَکّو : ذ. صفت . ڏُٺي نڪ وارو. وڏي نڪ وارو. خوار . بيغيرت .
- نَکّو بننا : بيغيرت بڻجڻ .
- نَکّو کرنا : بدنام ڪرڻ. خوار خراب ڪرڻ .
- ● نَکّا یا نَکّے : ذ [هہ] ڪوڏِي. چِڪو. سارِي (جوا رهڻ جي).
- نَکّا دُوا مُوٹھ : ذ. هڪ قسم جي جُوا راند (جا مُٺ ۾ ڪوڏيون لڪائي ڪندا آهن).
- ● نُکّا یا نُکّے : ذ [هہ] چُهنب - نوڪَ . راند ۾ ڪم ايندڙ هڪ قسم جي چهنباري ڪاٺي.
- نُکّا لگانا ، مارنا : چهنب هڻڻ . ٺوڪ هڻڻ . صدمو پهچائڻ .
- ● نِکاس : ذ [هہ] نيڪال. لنگهہ. رستو. گهٽي. خرچ. روانگي (مال جي). ٻاهرين حد .
- نِکاسی : ث. نيڪال - اخراج. روانگي (مال جي). ڪَپت. خرچ. ناڪو.
- ● نِکالنا : متعدی [ هہ ] ڪڍڻ - ٻاهر ڪرڻ . جدا ڪرڻ . ڪاڍڻ . ايجاد ڪرڻ. ڪولڻ . پيدا ڪرڻ . پچڻ (حساب ڳجهارتون وغيره). پٽڻ (پاڙ). شروع ڪرڻ (جهيڙو). ڪڍي ڇڏڻ . ٺاهڻ (رستو)- بنائڻ. ڦوڙڻ (ٻچا).
- نِکالا : ذ. نيڪالي .
- نِکالا مِلنا: شهر نيڪالي ملڻ .
- نِکال دینا : ڪڍي ڇڏڻ. ڪَٽ ڪرڻ. جدا ڪرڻ.
- ● نِکانا : متعدي [هہ] کوڙڻ (پاڙون).
- نِکائی : ث. گاهہ ٻوٽا ڪڍڻ جي حالت .
- ● نُکّڑ : ذ [هہ] پڇاڙي. حد. ڪُنڊ. موڙ (رستي جو).

● نِکَلۡنا : لازم [ ھ ] نڪرڻ . ٻاهر ٿيڻ . اُڀرڻ . ڦٽڻ . پيدا ٿيڻ . ڄمڻ (ٻُوٽي، وڻ). وهڻ- جاري ٿيڻ . ڦٽڻ ( آني مان ). ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ . ٿيڻ (ڏينهن). جاري ٿيڻ (حڪم) . وڃڻ (مسافري تي). اُڀرڻ (سج، چنڊ ۽ تارا).

- نِکَل آنا : نڪري اچڻ . ٻاهر اچڻ . ظاهر ٿيڻ . پيدا ٿيڻ .

- نِکَلا پَڑنا: نڪرڻ تي هجڻ . دل وڏڻ (خوشيءَ کان). ٻُڙڪو ڪائي نڪرڻ (پاڻي).

- نِکَل پَڑنا : نڪري پوڻ ظاهر ٿيڻ . ٻاهر هليو وڃڻ . ٻاهر اچڻ .

- نِکَل جانا : نڪري وڃڻ . هليو وڃڻ . ڀڄي وڃڻ . وڌي وڃڻ . ڏسو "نِکَلنا".

- نِکَل کھَڑا هونا : نڪري بيهڻ . نڪري ٻاهر ٿيڻ .

- نِکَلۡوانا : متعدی المتعدی . ڪڍارائڻ . ٻاهر ڪرائڻ . پڌرو ڪرائڻ .

● نِکَمّا يا نِکَمّے : ذ. صفت [ھ] نِڪمو- بيڪار. ناڪارو. ڪم ڪان ويٺل .

- نِکَمّا کَرنا : نڪمو ڪرڻ. ڪنهن ڪم جي لائق نه ڇڏڻ. خراب ڪرڻ.

● نکَوا يا نکَوے : ذ [ھ] سُئيءَ جو سوراخ- ٻاڪو. ساهميءَ جي ڪاني جو ٽُنگ.

● نِکھارنا : متعدی [ھ] اُجارڻ . صاف ڪرڻ . چلڪائڻ . چمڪائڻ .

- نِکھار :ذ. اوجَرُ- اجاڻ. صفائي . سينگار- ٺاهه ٺوهه .

- نِکھار کَرنا : اجارڻ . ٺاهه ٺوهه ڪرڻ - سينگار ڪرڻ .

● نِکھٹّو : ذ. صفت [ھ] نه ڪمائڻ وارو- نڪٽو. نڪمو- بيڪارو. ٻئي جي ڪمائي تي ٻاڙيندڙ. سَڄُو. سست- ڪاهل.

● نِکھَد : ذ. صفت [ھ] خراب- ڪِنو- گندو .

● نِکھَرنا : لازم [ھ] چمڪڻ- چلڪڻ. اجلو ٿيڻ- صاف ٿيڻ. اجرڻ. جوڀن نڪرڻ. رنگ روپ ظاهر ٿيڻ.

- نِکھرا : ذ. صفت. اجريل . صاف . کُليل (رنگ). (ث) نِکھري.

- نِکھرا هوا : ذ. صفت. کُليل . اجريل . چلڪي وارو. رنگ روپ وارو.

● نکّي: ث [ھ] جُوا جي ڪوڏي. جُوا .

- نکّي پَر رکھنا، لَگانا : داءَ ۾ لڳائڻ.

● نُکيل : ث [ھ] اٺ يا ڏڳي جي نڪ ۾ وجهڻ جي رسي- ناڪيلي. نوڪ- چهنب.

● نُکيلا : ذ. صفت [ھ] نوڪدار - چهنبيارو. سُهڻو. (ث) نُکيلي.

- نُکيلاپَن : ذ. چهُنب - نوڪ .

- نُکيلا جَوان : ذ. سهڻو جوان.

● نَگ : ذ [ھ] نَنگ. نِڪ (منڊيءَ جي) - ٻُڙو- ٽيڙو .

- نَگ جَڑنا : نڪ وجهڻ- ٻُڙو چاڙهڻ .

● نِگالی يا نِگاليان : ث [ھ] بانس جي سنهي ڪاني (جنهن مان نڙ يا ڳوءِ ٺاهين) .

● نِگاه يا نِگاهيں : ث[ف] نظر- ديد. توجهه. ڌيان. مهرباني.

- نِگاه بھَر کر ديکھنا : چڱيءَ طرح ڏسڻ . چِتائي ڏسڻ .

- نِگاه پَڑنا : نظر پوڻ . اک پوڻ.

- نِگاه پھِرنا : رُخ ڦيرڻ. بيمروتي ٿيڻ. ڌيان ٻئي پاسي ٿيڻ.

- نِگاه پھِسَلنا : اک ترڪڻ. ڪنهن شيءِ جي چلڪي سبب نظر نه ڪُپڻ.

- نِگاہ رَکھنا: نگاھ رکڻ- نظر رکڻ. خيال رکڻ- ڌيان رکڻ. توجھ ڏيڻ.
- نِگاہ کرنا: نظر ڪرڻ- ڏسڻ. ڌيان ۾ آڻڻ . سنڀال ڪرڻ.
- نِگاہ لڑانا: اکيون اڙائڻ. اک ملائڻ.
- نِگاھوں ميں سَمانا: اکين ۾ سمائجڻ . دل کي وڻڻ .

● نِگَلنا: متعدی [ھ] ڳيھڻ . ڳيت ڏيڻ . ڳڙڪائڻ. نڙيءَ مان هيٺ ڪرڻ- هڙپ ڪرڻ. کائڻ. هضم ڪرڻ. ڦٻائڻ.

● نِگَنڈ: ذ[ھ] ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (رَت صفا ڪرڻ لاءِ دوا ۾ ڪم اچي).

● نِگوڑا ع نِگوڑے: ذ. صفت [ھ] ناس ٿيل. چَٽ. تباھ . ندورو- نياڳو. عورتون پيٽ طور هي لفظ ڪم آڻينديون آهن. (ث) نِگوڑی .

- نگوڑا ناٹھا: ذ. صفت. نانگو نپٽو- لا وارث - بي اولاد. لوٽيو. (ث) نگوڑی ناٹھی.

● نِگھرا ع نِگھرے: ذ. صفت. بي گھرو - جنهن جو گھر ٻار نہ هجي. (ث) نِگھری .

● نَل: ذ [ھ] نَلُ- لوھ وغيرھ جي نَلي. بانس وغيرھ جي پوري نَلي . پيٽ جو هڪ آنڊو.

- نَلوا: ذ. "نَل" جو تصغير. ننڍڙو نل . جانور کي دوا وجھڻ جي نليءَ تکر .

● نلا ع نَلے: ذ [ھ] پيشاب جي نالي. پيٽ جو هڪ آنڊو (جو ڏُن وٽ ٿئي). نَري.

- نَلا ٹلنا: چڙڪي پوڻ.
- نَلے ٹَل جانا: چِڙڪي پوڻ .

● نَلانا: متعدی [ھ] جھنگ هڻڻ - زمين مان گاھ گند ڪيڻ .

- نَلائی :ث. زمين مان جھنگ ڪيڻ جو ڪم.

● نِلوہ: ذ [ھ] خالص- نيجو. صفا. مفت - بنا تڪليف جي.

- نِلوہ اُڑانا : مفت ۾ هٿ اچڻ .
- نِلوہ جانا : صفا بچي وڃڻ. اچين ڪچين هليو وڃڻ .

● نَلی ع نَلياں : ث [ھ] نَلي. نَري. ڪوري ڪم جو هڪ اوزار.

● نِمٹنا : لازم [ھ] نبيرڻ. نبھڻ. واندو ٿيڻ. ڏسو "نِبٹنا".

- نِمٹانا : متعدی. نبيرڻ. نباھڻ . چُڪائڻ .
- نِمٹا ھوا : ذ. صفت. نبريل . تجربيڪار. ڏاھو- چاٽو.

● نَمُچھیّا ع نَمُچھیّے : صفت [ھ] لاسِڙات - ڳيرو- جنهن کي اجا مڇون نہ آيل هجن .

● نَمدا : ذ [اردو <ف. نمده] گھوڙي جو هڪ سنج - تَلُ .

- نَمدا بندھوا دينا : ٽپڙ بڌائي ڇڏڻ. ڦَري سَڄو ڪرڻ . پِٺائي ڇڏڻ.
- نَمدا بھيجنا : لعنت وجھڻ. ڦٽڪار وجھڻ . پري پڄڻ.

● نَمَک : ذ [ف] لُوڻ. ڪلر. ڇهراڻ .

- نَمَک پھوٹ پھوٹ کر نکلنا : حرام جو کاڌو نڪري وڃڻ. نمڪ حراميءَ جي سزا ملڻ (بيماريءَ جي صورت ۾).
- نَمَک چکھنا : طعام جو لوڻ چکڻ.
- نَمَک چھڑکنا : لُوڻ ٻرڪڻ. ستايل کي وڌيڪ ستائڻ .
- نَمَک دُونا ھونا : سونهن وڌڻ . منهن ۾ رونق وڌڻ .
- نَمَک سار : صفت. لوڻاٺو - لوڻ وارو - ڇهرو. (ذ) لوڻ َ کاڻ .

- نَمَک کی مار پڑنا : نمک جي مار پوڻ . نمک حراميءَ جي سزا ملڻ .
- نَمَک مِرچ لگانا : لوڻ مرچ وجهڻ - چهرو بنائڻ . ڳالهہ ۾ مرچ مصالحو ملائڻ . مبالغو ڪرڻ - وڌاءُ ڪرڻ . لوڻ ٻرڪڻ ( ڦٽن تي ) .
- نَمَکِین : ذ. صفت. لوڻ وارو - لوڻيل . سلوڻو - چهرو . سانورو (رنگ) .
● نَمُوها : ذ. صفت [هہ] ڏورو ڳالهائو- ڳُنگو- مائيٽي طبيعت وارو. غريب. (ث) نَمُوهی .
● نَنّھا ۽ نَنّھے : ذ. صفت [هہ] ننڍڙو. معصوم- ٻارڙو. ڪِڪو. نادان - بي سمجهہ . پيار مان ننڍڙي ٻار کي سڏيندا آهن . (ث) نَنّھی .
- نَنّھا بَننا : ننڍڙو بنجڻ . اڻڄاڻ بنجڻ .
- نَنّھا سا : ذ. صفت. ننڍڙو. پتڪڙو. ذرڙو .
- نَنّھا کاتنا : سنهون ڪتڻ. نهايت ڪفايت ڪرڻ. ڪنجوسائي ڪرڻ.
- نَنّھامُنّا: ذ. صفت. ننڍڙو ٻار (ث) نَنّھی مُنّی.
- نَنّھی ذات : ث. گهٽ ذات . خسيس قوم .
- نَنّھے بڑوں کو بکھانا : ننڍي وڏي کي گاريون ڏيڻ .
● نِنّانوے : عدد [هہ] هڪ عدد - نوانوي (٩٩).
- نِنّانوے کے پھیر میں پڑنا : نوانوي جي ڏڪ ۾ اچڻ . رپين وڌائڻ جي ڳڻتي يا فڪر ۾ هوڻ . پئسن ميڙڻ جو حرص ڪرڻ . لالچ ۾ ڦاسڻ .
● نَنّاواں، نَنّانَواں : ذ [هہ] ٻي نالي . جنهن جو نالو بہ نہ وٺجي . نياڳو - منحوس . پليگ (بيماري) . (ث) نَنّانویں .
● نَنَد : ث [هہ] مڙس جي ڀيڻ - نڻان .
- نَنَدوئی : ذ. نڻان جو مڙس .
● نِنداسا : صفت [هہ] ننڊاکڙو .
● نِندیا : ث [هہ] "نيند" جو تصغير. نينڊَ . نينڊڙي .
● نَنگ : ذ [هہ] اوگهڙ - عرياني - ننگائي. (صفت) اگهاڙو - ننگو . بيشرم - بيحيا .
- نَنگ پَیرا : ذ. صفت. پيرين اگهاڙو.
- نَنگ دَھڑَنگ : محاوره . صفا نانگو - بلڪل اگهاڙو. بڪيو آگهاڙو.
● نَنگا ۽ نَنگے : ذ صفت [هہ] ننگو - آگهاڙو - عريان . اڻ ڍڪيل. بيحيا - بيشرم . بيعزت . هٿين خالي. پيرين آگهاڙو. چانگيل (وڻ). ٿوڙهو (جبل). (ث) ننگی .
- نَنگا بُچّا : محاوره. بڪيو آگهاڙو- سُڃو- ڪنگال .
- نَنگا پھِرنا : آگهاڙو گهمڻ .
- نَنگا کَرنا : ننگو ڪرڻ - آگهاڙو ڪرڻ . ڦري چٽ ڪرڻ . ڀينگيو ڪرڻ .
- نَنگے پانو : صفت. پيرين اگهاڙو.
- نَنگے سَر : صفت . سٿي اگهاڙو.
● نَنّھا ۽ نَنّھے: ذ. صفت [هہ] ننڍڙو ( ٻار ). ڪِڪو. (ث) نَنّھی .
● نَنیھیا : ث [هہ] ناناڻو گهر .
- نَنیھیال : ذ. ناناڻا .
● نِنیانا : متعدی [ هہ ] ليلائڻ - عاجزيون ڪرڻ .
● نَو : عدد [هہ] هڪ عدد- نَوَ (٩).
- نَواں : صفت. نائون.
- نَو باتیں چُنوانا : شادي رات جي هڪ رسم ۾ گهوٽ کان مصريءَ جون نَو ڳڙيون وات سان کڻائڻ.

- نَو ساتُ : ذ. ٻنهي جو هڪ نمونو (جنهن ۾ زميندار نَو حصا ۽ ڪڙمي ڇهه حصا ڪڻندو آهي).
- نَو گُٽي : ث. راند جو هڪ قسم- نوٽيڻ.
- نَو لکها : ذ. صفت. نَو لکو- تمام گهڻي ۽ قيمت جو- املهه.
- نَو لکها هارُ : ذ. نَو لکو هارُ.
- نَو ماسا : ذ. هڪ رسم (جا حمل جي نائين مهيني ادا ڪندا آهن، ۽ ان ۾ پنجيري وغيره ورهائيندا آهن).
- نَو نيرے پاني چڑهنا : جهيڙو وڌي وڃڻ.

● نِوارُ : ث [هہ] نَوار (کٽ واڻ جي).

- نِواڑی : ث. صفت. نَوار سان واڻيل (کٽ).

● نِواڑا يا نِواڑے: ذ [هہ] ٻيڙي ۽ جو هڪ قسم- ٻتيلو.

● نَوازنا: متعدی[اردو < ف. نواختن] نوازڻ. پرورش ڪرڻ. پالڻ. انعام ڏيڻ.

● نَواسی: عدد [هہ] هڪ عدد- اوڻانوي (٨٩).

● نِوالہ يا نِوالے: ذ [ع] نوالو- گره- گِرانهه.

- نِوالہ توڑنا : گرانهه ڀڃڻ. کاڌو کائڻ.
- نِوالہ کرنا : لقمو ڪرڻ- گرانهه ڪرڻ. کائي وڃڻ- هڙپ ڪرڻ.
- نِوالہ مارنا : گرانهه ڪڍڻ- گرانهن وات ۾ وجهڻ. کائڻ.
- نِوالہ نہ توڑنا : گرانهه ڀڃي به نه کائڻ. کوبه ڪم نه ڪرڻ.

● نَوائی : ث [هہ] گهٽ- ٻٽ- حبس.

● نِيوتا : ذ [هہ] سڏُ- نينڍ- دعوت. شادي ۽ جي موقعي تي مليل پَوڻو.

● نَوجُ : تابع فعل[اردو < ع. نعوذ] خدا نه ڪري- شل ائين نه ٿئي- مبادا. شل ائين نه هجي. نه- ڪڏهن به نه.

● نوچنا : متعدی [هہ] رانبوڻا هڻڻ. رهنبڙ. رهڙڻ. ننهن هڻڻ. ڪروڻ. پٽڻ (وار). چنبن يا ننهن سان ماس روڙڻ.

- نوچ : ث. رهنبڙ. رهڙ.
- نوچا ناچی :ث. رانبوڻا پائڻ جي حالت- رهڙ رهڙان.
- نوچ کهانا : ننهن سان ماس روڙڻ. ايذائڻ.
- نوچ کهسوٹ : ث. ڦُر لٽ. روڙ سوڙ.
- نوچنا کهسوٹنا : ڦرڻ لٽڻ. چنبن سان ماس روڙڻ. رانبوڻا هڻڻ.
- نوچے کهانا : ماس پٽي کائڻ. چکن سان کائڻ. ڦري کائڻ. زوري ۽ کائڻ.

● نوچی يا نوچياں : ث [هہ] آها جوان ڇوڪري جنهن کان ڏوتيون بد پيشو ڪرائين- چڪلي ۾ ويٺل ڪنواري عورت.

● نوسادَرُ : ذ. [هہ] هڪ قسم جو پسارڪو وکر- نوشادر - آچرو.

● نوکُ : ث [ف] نوڪ - چهنب. چوٽي. چُونگ- چُرَ - حرڪت.

- نوکا جهوکی : ث. طعنو مهڻو. نوڪَ - چٽر.
- نوکُ پلکُ : ث. اک جي ٽُنِ - اکين جي سهڻائي. اکرن جي سهڻائي. خوبصورتي - سونهن. عضون جي ٻيهڪ - اکين ۽ نڪ جي سهڻائي.
- نوکُ جهونکُ: ث. طعنا مهڻا. اشاريبازي. زباني تڪرار. چٽرون.
- نوکُ دُمُ : صفت. پڇ سڌو - پُڇ ڏات (جئن جانور ڀڄڻ مهل ڪندا آهن).
- نوکُ دُمُ بهاگنا : پڇ سڌو ڪري ڀڄڻ. دپ ۾ ڀڄي وڃڻ.
- نوکِ زبان هونا : برزبان هئڻ - ياد هئڻ.

- نوک کی لینا : ڏاڍ هڻڻ. پاڻ پڏائڻ. ڦٽنبڻ.
- نوکیلا : ذ. صفت. چهنبيارو - نوڪدار. (ث) نوکیلی.
● نَوکَر ۽ نَوکَر : ذ[ترکی] نوڪر - خادم - ملازم.
- نوکَرانی، نوکرنی ۽ نوکرانیاں : ث. نوڪرياڻي - خادمہ - ٻانهي.
- نَوکَرنی ۽ نَوکَرنیاں : ث. نوڪرياڻي.
- نَوکری : ث. نوڪري - ملازمت.
● نوگِرهی : ذ [هہ] ٻانهن ۾ ٻڌڻ جو هڪ زيور (جنهن ۾ نَوَ ننگ جڙيل هوندا آهن).
● نُون : ذ [هہ] لوڻ - نمڪ.
- نُون تیل : ذ. لوڻ تيل. گهرو استعمال جون شيون (جهڙوڪ لوڻ مرچ وغيرہ).
- نُونیا ۽ نُونیے : ذ. لوڻ ٺاهيندڙ - نوناري. ساڳ جو هڪ قسم - لُوڻڪَ.
● نُونا : ذ [ هہ ] ڪلر (جو پٿين کي لڳي).
- نُونا لگنا : پٿين کي ڪلر لڳڻ.
- نُونی : ث. ڪلر (جو پٿين کي لڳي).
- نُونی لگنا : ڪلر لڳڻ (جاءِ کي).
- نُونی مٹی : ث ڪلراٺي زمين.
● نوّے : عدد [هہ] هڪ عدد - نوي (٩٠).
● نَویلا ۽ نَویلے : ذ. صفت [هہ] نئون - تازو. نئين نموني جو - عجيب - نرالو. البيلو. ڪنوارو. (ث) نَویلی.
● نہ : انڪاري حرف [ف] نہ - مَ.
- نہ بولا جانا : ڳالهائي نہ سگهڻ.
- نہ پُوچھنا : نہ پڇڻ.
- نہ جانے : تابع فعل. نہ ڄاڻ - مڃاڻ.
- نہ رہا جانا : رهي نہ سگهڻ. سهي نہ سگهڻ.
- نہ ہونا : نہ هئڻ - نہ هجڻ - نہ ٿيڻ.

● نَہار : صفت [ع] نہ کاڌل. کاڌي کان سواءِ. جنهن صبح ڪان ڪجهہ نہ کاڌو هجي - نيرانو. (ذ) صبح جو کاڌو - ناشتو - نيرن.
- نَہار توڑنا : نيرن ڪرڻ.
- نَہار رہنا : نيرانو رهڻ. بکيو رهڻ.
- نَہار مُنہ : ذ. صفت. نيرانو - بکئي پيٽ.
- نَہار مُنہ نام نہ لینا : نيراني نالو بہ نہ وٺڻ. (ڪنجوس يا نياڳي ماڻهوءَ لاءِ چيو ويندو آهي).
- نَہاری : ث. نيرن - ناشتو. ٻوڙ جو هڪ قسم (جو صبح جي وقت ۾ نان سان گڏ کائيندا آهن).
- نَہاری کھانا : نيرن کائڻ - ناشتو ڪرڻ.
- نَہاری والا : ذ. صفت. "نہاری" (ٻوڙ) وڪڻندڙ. نانوائي.
● نِہال : صفت [ف] خوش . سکيو - آسودو. مالا مال. ڪامياب. (ذ) ڇِڪِي - ٻُوٽو.
- نِہال کرنا : خوش ڪرڻ. خوشحال ڪرڻ - مالا مال ڪرڻ - آسودو بنائڻ.
● نَہانا : متعدی [هہ] وهنجڻ - غسل ڪرڻ.
- نَہان : ث. غسل - وهنجڻ . مٽي پاڻي.
- نَہانا دھونا : وهنجڻ سهنجڻ.
● نِہانا : متعدی [هہ] وَنگڻ - ڏانوڻ وجهڻ (چوپائي کي).
● نِہانی، نِہائی : ث [هہ] سنداڻ.
● نِہتّا ۽ نِہتّے : ذ. صفت [هہ] هٿين خالي - بي هٿيار. (ث) نِہتّی.
● نُہٹا ۽ نُہٹے : ذ [هہ] نُهنبو - رهڙ - رانيوٽو.
- نُہٹے مارنا : رهنبڙا وجهڻ - رانيوٽا هڻڻ. رهڙون پائڻ.
● نُہٹی : ث [هہ] ننهن لاهڻ جو اوزار - نهيرڻ.
● نَہر ۽ نَہریں : ث [ع] واهہ - نهر - ندي.

- نَہر بَنانا : واهه کوٽڻ.
- نَہر توڑنا : واهه ڀڃڻ .
- نَہر ٹِپائی : موڪ جو پاڻي.
- نَہر کاٹنا : واهه ڪيڻ. واهه کوٽڻ.

● نَہرَنا يا نَہرَنے : ذ [هه] ننهن لاهڻ جو اوزار - نهيرڻ.

● نِہُڑانا : متعدی [هه] نِوڙائڻ. هيٺ ڪرڻ (مٿو). جهڪائڻ .

● نَہلا يا نَہلے : ذ [هه] تاس ۾ نون انگن وارو پتو. نَولو .

● نَہلانا : متعدی [هه] وهنجارڻ. غسل ڪرائڻ.

- نَہلانا دُهلانا : وهنجارڻ سهنجارڻ .
- نَہلائی : ث. وهنجارڻ. غسل ڪرائڻ.

● نَہنَگ : ذ [هه] پاڻيءَ جو هڪ جانور - مانگرمڇ .

- نَہنَگِ اَجَل : محاوره. ملڪ الموت .

● نِہنَگ : صفت [هه] ننگو. اگهاڙو. بيحيا. بيغيرت. خود مختيار.

- نِہنَگ لاڈلا : ذ. صفت. بيپرواهه . دادلو- لاڏلو. بيحيا. (ث) نِہنَگ لاڈلی.

● نَہنی : ث [هه] اوزار جو هڪ قسم (جنهن سان قلعي گر ٿانون کي کرڙي صاف ڪندا آهن) - نهيرڻي .

● نَہوت : ث [هه] اڻ هوند. غريبي. مسڪيني.

● نِہورا، نِہوڑا : ذ [هه] نِيوڙت - نوڙڻ جي حالت. عاجزي. خوشامد. سهائپ. سيار. ڏوراپو.

● نَہیں : حرف نفی [هه] نه .

- نَہیں تو : تابع فعل. نه تڏهن .
- نَہیں کرنا : نه ڪرڻ - نهڪار ڪرڻ . انڪار ڪرڻ.
- نَہیں نَہیں کرنا : نه نه ڪرڻ. انڪار ڪرڻ.

● نئی : ث. صفت [هه] نئين . جديد. تازي .

- نئی بات : ث. نئين ڳالهه . عجيب ڳالهه .
- نئی بات کہنا : نئين ڳالهه چوڻ. اڻ ٻڌل ڳالهه ڪرڻ.
- نئی پود : ث. نئون اوپڙ. نئون نسل .
- نئی جَوانی : ث . نئين جواني .
- نئی جُوتی پہننا : نئين جُتي پائڻ . نئين شادي ڪرڻ .
- نئی روشنی : ث. نئين تهذيب. نوان خيالات.
- نئی نَویلی: ث. تازي پرڻيل - نئين ڪنوار. نئين شادي. پالي پولي.

● نَیا يا نَئے : ذ. صفت [ هه ] نئون. تازو - جديد . ڪورو. نرالو - انوکو- عجيب. اڻواقف. ڏاريو. (ث) نئی.

- نَیا پُرانا : ذ . صفت . نئون پراڻو. ڳنڍل پيڻل . ڪم ۾ آيل. گهٽن ڏينهن جو.
- نَیا پُرانا هوجانا : نئون پراڻو ٿي وڃڻ .
- نَیا پهَل کَرنا : نئون ميوو کائڻ . نئين وَت ڪرڻ .
- نَیا راگ لانا : نئون ڪتراڳ پيدا ڪرڻ . نئون جهيڙو کڙو ڪرڻ. نئين ڳالهه پيدا ڪرڻ.
- نَیا کام : ذ. نئون ڪم. نرالو ڪم - عجيب ڪم.
- نَیا گُل کَترنا : عجيب ڪم ڪرڻ . حيرت جهڙي ڳالهه ڪرڻ. نئين لچائي پکيڙڻ.
- نَیا گُل کهِلانا : عجيب ڪم ڪرڻ. نئين ڳالهه پيدا ڪرڻ. نئون ڪتراڳ پيدا ڪرڻ. نئين لچائي پکيڙڻ.
- نَیا نَویلا : ذ. صفت. نئون نيمو. ننڍونيمو. نوجوان. ناتجربيڪار. اڻجاڻ. (ث) نَئی نَویلی.
- نَئے سِرے سے : تابع فعل . نئين سِر - مٿان

ڪان - وري.

▬ نئي نئي: ذ. صفت. نوان نوان- عجيب غريب.

● نيار: ذ. صفت [هہ] "نيارا" جو "مخفف".
مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندو.

▬ نيارپن: ذ. انوکائي. لچائي - چالاڪي.

● نياريا ۽ نيارے: ذ [هہ] ڏوڙ ڌوبو (جو
سونارن جي دڪانن واري مٽيءَ مان سون
چاندي وغيره ڪڍي).

● نيب: ذ [هہ] هڪ قسم جو مشهور وڻ -
نِم. ڏسو "نيم".

● نيبو: ذ [هہ] ليمون. ليمي جو وڻ.

▬ نيبو نچوڑ: ذ. صفت. مفت خورو- اڻ سڏيو
مهمان.

● نيچ: صفت [هہ] نيچ - ڪميڻو - رذيل.
هيٺاهين. پستي.

▬ نيچ اونچ: ث. لاهي چاڙهي. هيٺ
مٿانهين- نشيب و فراز. لاها چاڙها. تجربيڪاري.

● نيچا ۽ نيچے: ذ. صفت [هہ] هيٺاهون-
نشيبي. عميق - اونهون. بندرو. هيٺ. ادنيٰ -
گهٽ. مٺو - مٺو. (ث) نيچي.

▬ نيچا اونچا: محاوره. لاهاچاڙها. هيٺ مٿانهين.
زماني جو تجربو.

▬ نيچا اونچا ديکهنا: هيٺ مٿانهين ڏسڻ.
لاها چاڙها ڏسڻ.

▬ نيچا پڑنا: هيٺ ڪرڻ. ڍهڻ. گهٽ
ٿيڻ. هيٺ ٿيڻ. ڇڇڻ. هارائڻ. آڻ مڃڻ.

▬ نيچا دکهانا: هيٺان ڪرڻ. مغلوب ڪرڻ.
لڄي ڪرڻ.

▬ نيچا کرنا: جهڪائڻ. هيٺ ڪرڻ.

▬ نيچي آواز: ث. هيٺاهون آواز - ڌيمو آواز.

▬ نيچي نظر کرنا: اکيون هيٺ ڪرڻ.
لڄي ٿيڻ. دسجڻ.

▬ نيچي نظروں سے ديکهنا: اکيون هيٺ
ڪري ڏسڻ. ڪنڌ هيٺ ڪري ڏسڻ. نيڊيءَ
اک سان نهارڻ.

▬ نيچے: تابع فعل. هيٺ. هيٺاهين ۾. هيٺان.
زير. ماتحت. هٿ ۾ (عملو). گهٽ.

▬ نيچے آنا: هيٺ اچڻ. ڪرڻ. هيٺاناچڻ-
مغلوب ٿيڻ.

▬ نيچے اوپر: تابع فعل. هيٺ مٿي. هيٺان
مٿان. الٽ پلٽ. هڪٻئي مٿان. اٿل پٿل.

▬ نيچے پڑنا: هيٺان پوڻ. زير ٿيڻ.

▬ نيچے سے: تابع فعل. هيٺان کان. بنياد کان.

▬ نيچے گرانا: هيٺ ڪيرائڻ. ڍاهڻ.

● نيگ: ذ [هہ] گهور. لاڳ (جو ڳائڻي يا
ڪاسبين کي ڏجي). پوئو.

▬ نيگ جوگ: ذ. گهور گهبار. شاديءَ
جي موقعي تي گهور وغيره جي ڏي وٺ.

▬ نيگ لگانا: چڱي ڪم يا خوشيءَ جي
موقعي تي خرچ ڪرڻ. سجايو خرچ ڪرڻ. (مجازاً)
پئسا اڏائڻ. رقم برباد ڪرڻ.

● نيل: ذ [هہ] نير. نير جو ٻوٽو. نيرو
رنگ. ڌڪ جو نشان- ٻنو. لڙڪ.

▬ نيلا: ذ. صفت. نيرو- آسماني (رنگ). (ذ)
نيرو گهوڙو. نيرو ڪبوتر.

▬ نيل بگڑنا: نير جو ڪُن ڪرڻ. افواه
پکڙجڻ. نياڳ اچڻ.

▬ نيل پڑنا: بدن تي ڌڪن جا نشان ٿيڻ-
ٻنا ٿيڻ.

▬ نيل ڈهلنا: اکين جو پاڻي نڪرڻ.
سڪرات ۾ هئڻ. بيشرم ٿيڻ.

▬ نيل کا ماٿهہ بگڑنا: نير جو ڪُن ڪرڻ.

